كتاب جو نالو: گناهن پريو ديوتا (ناول)

ليكڪ: ڌرم وير ڀارتي

ترجمو: ظفر عباسي

پهريون ڇاپو: 1998ع

ملهه: 20 روپيا

سنڌ رنگ پبليڪيشن

لڳ امام بارگاهه شاهه نجف، حيدرآباد، سنڌ.

# سنڌيڪار پاران ٻه اکر

"گناهن ڀريو ديوتا" هنديءَ جي سچاڻ ليکڪ ڌرم وير ڀارتيءَ جو اهو شاهڪار ناول آهي، جيڪو دنيا جي جنهن به زبان ۾ ترجمو ٿي شايع ٿيندو، هڪ جيترو مان لهندو. چاڪاڻ جو اهو "پيار" جهڙي "عالمي موضوع" تي لکيل، چند "شاهڪار" ناولن مان "هڪ" آهي. پيار ڇا آهي؟ ڇا هئڻ گهرجي؟ پيار جا پهلو، انهن جي آڌار تي رشتن جي تاجيپيڻي ۽ روين جي آتم ڪٿا تي جنهن انداز ۾ ڌرم وير هيءُ ناول لکيو آهي تمام گهٽ اهڙا ليکڪ آهن، جيڪي اهڙن موضوعن جي ايتري گهرائيءَ ۾ لهي ويا آهن يا لهي سگهن ٿا.

گهر جي گهمسان کان ڀري وئڪيشن جي ڏينهن ۾ هاءِ اسڪول ڪنديارو جي پارڪن ۾ ويهي پڙهيل هن ناول مون ڪي ايترو رئاريو جيترو شايد مان اڄ تائين عملي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به نه رنو آهي! ڳالهه روئڻ جي نه آهي، ڳالهه ليکڪ جي ان فن جي آهي، جنهن ۾ هو پڙهندڙ کي ناول جي ڪيفيتن ۽ احساسن ۾ سمائي ٿو ڇڏي ۽ ليکڪ جي ان احساس نگاري ۽ منظر نگاريءَ جي آهي جنهن تحت محدود ڪردارن ۽ محدود ماحول اندر، هن پڙهندڙ کي اهڙي گرفت ۾ رکيو آهي جو ناول شروع ڪرڻ کان پوءِ پورو ڪرڻ تائين دل، ناول ۾ اٽڪي ئي رهي ٿي.

هن ترجمي ۾ هيروئن جو نالو "سڌا" مان مٽائي "گيتا" رکيو ويو آهي، هيرو جو نالو ساڳيو ئي رکيو ويو آهي پر جتي ڪيس ڪجهه دوست "ڪپور" جي نالي سان سڏين ٿا ان کي بدلائي "چندر" ڪيو ويو آهي ته جيئن ناول ۾ پڙهندڙ کي مونجهه کان بچائي سندس رواني‌ءَ ۾ خلل پوڻ کي روڪيو وڃي. ناول جو ماحول ڇاڪاڻ ته ڀارت ۽ هندو سماج جو آهي ان ڪري هندو ٽرمنالاجيءَ کي وڃڻرو ڪرڻ لاءِ ڪجهه لفظي تبديلي آندي وئي آهي ته جيئن ناول هتي جي پڙهندڙن کي سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچي.

هندو، مسلم ۽ عيسائي ثقافتن جي پس منظر ۾ لکيل هيءُ ناول ڇڻ ته هتي جي ئي پس منظر ۾ لکيو ويو هجي، جتي خاموش پيار ڪيو ٿو وڃي، جتي پيار کي پوڄا ٿو سمجهيو وڃي، جتي پاڻ کي هر ڪو ديوتا ٿو سمجهي پر اڳتي هلي ٿئي ڇا ٿو؟ سو هيءُ ناول ئي ٻڌائي ٿو.

گناهن ڀريو ديوتا جو سنڌي زبان ۾ پهريون ترجمو جڳت آڏواڻيءَ ڪيو هو، جيڪو ٽن ڀاڱن ۾ ڀارت ۾ 1967ع ڌاري شايع ٿيو هو پر اهو ترجمو ڀارت جو سنڌي ماڻهو ته سمجهي سگهيو پئي سنڌ جو نه. ان ڪري ضرورت آهر ان جو نئين سر ترجمو ڪري پيش ڪري رهيا آهيون اميد ته پڙهندڙن وٽ مان لهندو.

**ظفر عباسي**

**10 آڪٽوبر 1998**

زندگي!
عجب راند آهي.
انسان ٻاهران مڙيو ئي انسان جهڙو— ٻه اکيون، ٻه ڪن، هڪ نڪ!
پر ان انسان جي جسم ۾ رکيل دل.... هر ڪنهن جي نياري.
اهي ڪي احساس، امنگ ۽ آڌما ان انساني دل اندر تا اٿن!
قابل ليکڪ جڏهن انهن دلين اندر پيهي، انهن جو ڇڻ تو ڇتي تڏهن ئي ادب جا بهترين شاهڪار پيدا ٿا ٿين.

## گناهن پريو ديوتا

ٻه هڪ اهڙو شاهڪار آهي.

## چندرا!

## گيتا!

## پمي!

## بنتي!

## برٽي!

ٻاهران ڏسڻ ۾ توهان مون جهڙا انسان
پر انهن جي دلين ۾ جيڪي امنگ، جيڪي آڌما ٿا اٿن سي زندگيءَ جي بنيادن کي ڌوڏي ٿا ڇڏين.

پيار!
ڪير نٿو ڪري؟ ڪير نٿو ڪرڻ چاهي!
پر ان پيار جا پهلو انيڪ.
شرت، ٽئگور، پريمچند ۽ ٻين اديبن ان پيار جا انيڪ پهلو اڳيئي پيش ڪيا آهن.
پر هنديءَ جي هن نئين ليکڪ

## ڌرم وير ڀارتيءَ

اسان اڳيان هڪ نئون پهلو رکيو آهي.
اهو پهلو ٻه ڪهڙو نه رنگين!
ڪهڙو نه دلپذير!
ڪهڙو نه پرڪشش آهي!

هڪ انسان ديوتا بڻجڻ ٿو چاهي.
پر ديوتا تہ صرف پٿر ئي بڻجي سگهي ٿو نہ؟
انسان کي تہ هيءَ زندگي ڪاٽڻي آهي.....
زندگي....
جتي پيار شڪست کائيندو آهي
مرڪ کي هار قبولڻي پوندي آهي
لڙڪ اجايا ويندا آهن
جتي.....
پنهنجي جيون ديويءَ جي لڙڪن ڳڻڻ بجاءِ....
ڪنهن جي اتيا جي اداسيءَ کي پنهنجي لڙڪن سان ڌوئي مٽائڻ عيوض.....
پيالا ۽ پتلونون ڳڻڻ، ٿالهيون ۽ تسريون ڌوئارڻ وڌيڪ ضروري بڻجي ويندو آهي.
جتي.....
جذبات ۽ دلي ڪشمڪش جا سڀ طوفان سوناري ۽ بجاجيءَ جي شور ۾ گم ٿي ويندا آهن جتي....
ٻن دلين جي دک پري پڪار شرنائين جي آواز ۾ ٻڏي ويندي آهي.....
جنهن وقت.....
انسان جي دل جو ذرو ذرو حيران ۽ پريشان هوندو آهي.
جنهن وقت....
هن جي نسن ۾ ستارا ٽٽندا آهن
جنهن وقت.....
هن جي دماغ ۾ باهہ ڀڙڪندي آهي
جنهن وقت....
هن جي مٿي مٿان آسمان ۽ پيرن هيٺان زمين نڪرندي ويندي آهي.
ان وقت
هن کي شاديءَ جي وڳن جو اڳهہ پار چڪائڻو پوندو آهي ۽ بئنڊ باجي وارن کي پيشگي رقم ڏيڻ جي ڪيڙتال کي
منهن ڏيڻو پوندو آهي.
زندگي.... اها آهي!

پراڻي زماني جيان جيڪڏهن اڄ بہ نگر ديوتائن ۽ گرام ديوتائن جي خواهشن جي مڃتا هجي ها تہ مان ائين ٿي چوان ها تہ الله آباد جو نگر ديوتا ضرور ڪو جذباتي ڪلاڪار آهي. ائين پيو لڳي تہ هن شهر جي بناوت، رٿا، زندگي ۽ رهڻي ڪهڻيءَ لاءِ ڪا بہ ترتيب مقرر نہ آهي. هر هنڌ هڪ قسم جي ڇڙواڳي، هڪ قسم جي بي ترتيبي نظر پيئي اچي. بنارس جي گهٽين کان بہ سوڙهيون گهٽيون، لکنئوءَ جي سڙڪن کان بہ وڏيڪ ڪشاديون سڙڪون، پارڪ شاير ۽ برائيٽن جهڙن شاندار شهرن سان مقابلو ڪندڙ سول لائينس، ڍيڻ ۽ چڪ جي گندگيءَ کي شرمسار ڪرڻ وارا گندا پاڙا. موسم جي پڻ ڪا ريت ڪانهي. پرپاتيون سيتل، منجهندون جهڙيون تانبا، سنجهائون ريشمي، پونءِ اهڙي جتي صحرا جي رڃپٽ واري ريتي بہ ٿي ملي تہ مالوا وارا سرسبز کيت بہ ٿا ملن. ڪلرائين ۽ بي آباد زمينن جو بہ ڪو انت ڪونهي. سچ پچ ائين ٿو لڳي تہ پرياگ جو نگر ديوتا، جنت جي ڪنجن مان ڌڪجي آيل، ڪو من موڄي ڪلاڪار آهي، جنهن کي جيئڻ من اڇل آئي تيئن هي نگر سرجيندو ويو.

پيو ڪجهہ بہ هجي پر بسنت بعد ۽ هوليءَ جي وچ واري موسم ۾ الله آباد جي فضا ڪنوار ٻوٽي ۽ پينزي گلن کان بہ وڌيڪ خوبصورت ۽ انب جي نئين ٻور جي خوشبوءِ کان بہ سرس مهڪ ڀري هوندي آهي. سول لائين هجي يا آلفريڊ پارڪ، گنگا جون ڊاڪٽيون هجن يا خسرو باغ، ائين لڳندو آهي تہ هوا هڪ چنچل حسينا جيان، مڪڙين جي آنچل ۽ لهرن جي مزاج سان ڇيڙ ڇاڙ ڪندي پيئي لنگهي. توهان کي جي ٿڌ جو گهٽو ڊپ نہ هجي تہ هڪ اوور ڪوٽ پائي پرپات جو گهمڻ نڪري وڃو ۽ پوءِ ڏسو تہ انهن کليل آستانن جي فضا ڪيئن نہ توهان کي پنهنجي ڪامڻ ۾ قابو ڪري ٿي ڇڏي. خاص ڪري پرهہ ڦٽيءَ کان اڳي تہ توهان کي بلڪل انوکو نظارو ملندو. نئين نئين بسنت رت جي موسمي گلن جي رنگن سان مقابلو ڪندڙ ٻال سورج جون هلڪيون سونهري اگريون، پرپاتي راجڪماريءَ جي گلابي ڳلن تان ٿڙيل پڪڙيل پوري رنگ جي زلفن کي ڏيري ڏيري هٽائينديون، دور افق تي سونهري ڪايا پلٽينديون نظر اينديون.

اهڙي ئي هڪ خوشنما پرپات هئي ۽ جنهن جي ڪهاڻي مان توهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان، اهو ان پرپات کان بہ وڌيڪ معصوم جوان، پرپاتي آلاپ سان گلن کي سجاڳ ڪرڻ واري ديودوت جيان، آلفريڊ پارڪ جي سائي ٻاريءَ ۾، گلن جي ڦلواڙيءَ جي ڪناري ڪناري پئي گهميو. ٿڌي ڪٽئي ناسي رنگ جي بشميني جو ڪوٽ، جنهن جي ڪالر جو هڪ اڌ مٿي ڪنيل هو ۽ ٻئي اڌ جي ٻٽڻ هول ۾ سرو جو هڪ پن اٽڪيل هئو، سفيد مکڻ جهڙي سفيد جين جي پينٽ، پيرن ۾ سفيد زريءَ وارو پيشوائي سئنڊل، ڀريل گورو چهرو، کليل تيجسوي پيشانيءَ تي خشڪ ڀورن وارن جي جهومندڙ ڇڳ. هن هلندي هلندي رنگبرنگي گلن جو هڪ دستو ڪٺو ڪري ورتو هو ۽ رکي رکي ان جو واس پئي ورتائين.

پوربي گلن ۾ گلابي پنکڙيون ڦهلجڻ شروع ٿيون هيون ۽ سونهري روشني اسر جي پشپن تي پوڻ لڳي هئي. "اڙي صبح ٿي ويو" هن چرڪ ڀريو ۽ ڀر واري بينچ تي ويهي رهيو. سامهون هڪ مالهي آيو. "ڪيئن ڀائي، لائبرري کلي ويئي؟" "اڃا ڪا نہ کلي آهي بابو جي." مالهيءَ جواب ڏنو. هو وري بي فڪر ٿي ويهي رهيو ۽ گلن جون پنکڙيون ٽوڙي زمين تي اڇلائڻ لڳو. پوڻ تي جيئن آهستي آهستي سونهري چادر وڇائبي ٿي ويئي، تيئن وڻن هيٺان ڇانوَ گهري ٿيندي ٿي ويئي. هن جي بينچ جي آسپاس پشپن جون مرونيل سرونيل پنکڙيون پکڙيل هيون. هن وٽ باقي هڪ گل وڃي بچيو هو. ڦڪي رنگ جي اُن پشپ تي واڱڻائي رنگ جون ريکائون چٽيل هيون.

"هلو ڪپور!؟" اوچتو ڪنهن پٺيان اچي هن جي ڪلهي تي ڌڪ هنيو. "هتي صبوح صبوح جو ڪهڙا جڪ ويٺو مارين!"

هن منهن ورايو. "اوهو.... ٺاڪر صاحب! اچ ويهہ. يار، لائبرريءَ جي کلڻ جو انتظار ويٺو ڪريان."

"اڙي ڀائي، يونيورسٽيءَ جي لئبرري تہ ڇهين پوري کلندي، هاڻي هن لئبرريءَ کي تہ شريف ماڻهن لاءِ ڇڏ."

"ها ڀائي شريف ماڻهن لاءِ تہ ڇڏي اٿم. ڊاڪٽر شڪلا جي ڌيءَ آهي نہ اها هن لئبرريءَ جي ميمبر ٿيڻ ٿي چاهي، انهيءَ ڪري ئي مونکي اچڻو پيو آهي. هنجي ئي انتظار ۾ ويٺو آهيان."

"ڊاڪٽر شڪلا تہ پولٽيڪل ڊپارٽمينٽ ۾ آهي نہ؟"

"نہ گورنمينٽ سائڪالاجيڪل بيورو ۾ آهي."

"۽ تون پولٽڪس ۾ ريسرچ ڪري رهيو آهين."

"نہ، ايڪانامڪس ۾."

"واهہ واهہ، تہ تون هن جي ڌيءَ کي ميمبر بڻائڻ آيو آهين؟" ٺاڪر جي پڇڻ جو نمونو عجيب هو.

"ڇا!" چندر ٿورو کلندي، ٿورو پاڻ کي بچائيندي چيو. "يار توکي خبر آهي تہ هن سان منهنجو گهرو رشتو آهي. جڏهن کان پرياگ آيو آهيان، تڏهن کان مون لاءِ هن جو ئي سهارو رهيو آهي. اڄڪلهہ تہ منهنجو لکڻ پڙهڻ بہ هن وٽ ئي ٿيندو آهي."

ٺاڪر صاحب کلي ڏنو. "اڙي ڀائي، ڊاڪٽر شڪلا کي ڇا مان ڪو نہ سڃاڻان؟ هن جهڙو شريف ماڻهو ملڻ مشڪل آهي. تون هيءَ سمجهاڻي اجائي ويٺو ڏين."

ٺاڪر صاحب يونيورسٽيءَ جي انهن شاگردن مان هو جيڪي رڳو نالي خاطر ئي شاگرد بڻجندا آهن. هنن جو ڪو بہ حساب ڪو نہ هوندو آهي تہ اهي ڪيستائين شاگرد بڻيا رهندا. ڪافي پئسي وارو هو. کلمک، ايماندار، نگاهہ جو صاف. چيائين، "اها ڳالهہ تہ مان بہ ٿو قبوليان تہ تنهنجي پڙهائيءَ جو سڄو بوجهہ ڊاڪٽر شڪلا تي آهي. تنهنجا مائٽ تہ تنهنجي خرچ پکي لاءِ ڪجهہ ڪو نہ موڪليندا آهن نہ؟"

"نہ انهن کان تہ الڳ ٿي آيو هوس. پر هنن بہ ڪنهن نہ ڪنهن بهاني مدد پئي ڪئي آهي."

"چڱو اڄ تہ ڪمل سروور تان گهمي اچون. ايتري ۾ لئبرري بہ کلي ويندي.

ڪنول سروور پرسان ئي هو. ان جا ڦيرا چڙهندي ئي هنن ڏٺو تہ هڪڙو شخص يڪ ٽڪ نگاهن سان ڪنول ڏسڻ ۾ محو آهي. ڏهرو سنهڙو، وارن جون ڇڳون پريشان!

"ڪو پريمي آهي يا فيلسوف آهي." چندر چيو.

ٺاڪر چيو، "نہ، هي انهن ٻنهي کان نرالو آهي، هي شاعري آهي، مان هن کي سڃاڻان، نالو رويندر بسريا اٿس، ايم اي پڙهندو آهي."

ٺاڪر صاحب گاهہ جو هڪ سلو پٽي، آهستي آهستي پٺيان وڃي ان شخص جي ڪياڙيءَ ۾ ڪتڪتائي ڪئي. بسريا ڇرڪي ويو. پٺيان نهاري، ڏسي، بگڙجي چيائين. "هيءَ ڪهڙي بدتميزي آهي ٺاڪر صاحب! مان ڪهڙن نہ گنڀير ويچارن ۾ محو هوس!" ۽ پوءِ نهايت ئي عجيب نموني اکيون بند ڪري هن چيو. "آ.... ها! ڪهڙي نہ سهڻي پريات آهي! منهنجي روح ۾ عجيب احساس اٿي رهيا هئا....."

بسريا جو اهو رنگ ڏسي چندر، ٺاڪر ڏانهن نهاري مشڪي اشاري ۾ چيو. "آهي ڀلائڻ جهڙو لڳائينس نہ چوڄڙي!

ٺاڪر صاحب گاهہ جو سلو ڦٽو ڪري چيو. "ڀائي بسريا، معاف ڪج اسين تہ شاعر ڪو نہ آهيون، ان ڪري سمجهي ڪو نہ سگهياسين. تون ڪهڙن خيالن ۾ محو هئين؟"

بسريا اکيون کوليون ۽ اونهو ساهہ کڻي چيائين. "مون سوچيو پئي تہ هي پيار آخر ڇا آهي؟ شعر ڇو ٿا لکون! ۽ شاعريءَ جا ڪتاب ايترا ڇو نہ ٿا وڪامن، جيترا ناول يا ڪهاڻين جا ڪتاب ٿا وڪامن؟"

"سوال تہ بيشڪ گنڀير آهي." چندر چيو "جيڪي مون پڙهيو ۽ سمجهيو آهي، تنهن موجب تہ محبت هڪ بيماري آهي، موسمي مرض آهي، جيڪو موسمن جي ڦرڻ وقت ٿيندو آهي. جئن آسوءِ ۽ ڪتيءَ جا مهينا يا ڦڳڻ چيٽ جا مهنا. ان جو واسطو ڪرنگهي جي هڏين سان آهي ۽ شاعري هڪ نموني سرسام جو مرض آهي. منهنجو مطلب سمجهو ٿا نہ مسٽر بُسريا."

"بُسريا نہ، بسريا." ٺاڪر صاحب وچ ۾ ٽوڪ هڻندي چيو.

بسريا هن ڏانهن جوش، پريشانيءَ ۽ غصي جي مليل احساس سان نهاريندي چيو، "معاف ڪجو. توهين يا تہ فرايڊوادي ٿا ڏسجو يا پرگتوادي آهيو ۽ توهان جا ويچار پرڏيهي آهي، آهن. مون کي اهڙي قسم جي خيالن لاءِ نفرت آهي."

چندر ڪجهہ جواب ڏيڻ چاهيو ٿي پر وچ ۾ ٺاڪر صاحب چيو، "اڙي ڀائي، توهين تہ وڏي بحث ۾ وڃي پيا. پهرين هڪ ٻئي جا واقف تہ ٿيو. هي آهي شري چندر ڪمار چندر، وشو ودياليہ ۾ ريسرچ ڪري رهيو آهي. هي صاحب آهي شري روبندر بسريا، هن سال آيم- اي جو امتحان ڏيندو. ڏاڍو سٺو شاعر آهي."

چندر هن سان هٿ ملائي مليو ۽ پوءِ نهايت گنڀير نوعيت ۾ چيائين "چو صاحب! توهان کي دنيا ۾ ٻي ڪرت ڪا نہ ملي، جو توهين شاعري ڪري رهيا آهيو؟"

بسريا ٺاڪر صاحب ڏانهن نهاري چيو، "ٺاڪر صاحب، هيءَ منهنجي بيعزتي آهي. مان اهڙن سوالن ٻڌڻ تي هريل ڪو نہ آهيان." ۽ هو اٿي ڪڙو ٿيو.

ٺاڪر هن کي هٿ کان پڪڙي ويهاريندي چيو "ويهہ يار ويهہ، تو چندر جو مطلب ڪو نہ سمجهيو. هن جي چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ تو ۾ اها مٺيا پريل لهي جو دنيا کي تنهنجي ان مٺيا جو قدر ڪرڻ نٿو اچي. انهيءَ ڪري ئي هن توسان همدردي ڪندي چيو تہ تون ٻيو ڪو ڌنڌو ڇو نٿو ڪرين. چندر صاحب تہ تنهنجي شعرن تي فدا آهي. هميشہ تنهنجي ساراهہ ڪندو آهي."

بسريا ٿڌو ٿي ويو. چندر کي چيائين "معاف ڪجو، مون توهان جو غلط مطلب سمجهيو. منهنجو شعرن جو ڪِتڪو ڇپجي رهيو آهي، مان توهان کي ضرور سوکڙيءَ طور موڪليندس." پوءِ وري ٺاڪر صاحب ڏانهن مڙي چيائين، "توهين منهنجي شعرن لاءِ ايتري تہ گهڻي طلب ٿا ڪريو جو مان اڪثر پريشان ٿي ويندو آهيان. اجا ڪالهہ تروينيءَ ۾ جو ايڊيٽر مليو. چوڻ لڳو، پنهنجو فوٽو ڏي. چيومانس، فوٽو نڪتل ڪونهي تہ بس پنيان ڪنئور ٿي لڳو. لاچار هن کي پنهنجو سجاٽپ وارو ڪارڊ ئي ڏيئو پيو."

"واهہ!" چندر چڻ پاڻ روڪي نہ سگهيو. "بيشڪ سمجهيوسين توهان کي. توهين پلا قومي شعر لکندا آهيو يا محبت جا شعر لکندا آهيو؟"

"جهڙو موقعو هجي." ٺاڪر صاحب وچ ۾ وٺائيندي چيو "توکي خبر آهي تہ هن کي جنگي مورچي جي مشاعري، داروبندي ڪانفرنس جي مشاعري، شاديءَ جو ڪوي مشاعري، ادبي ڪانفرنس جي مشاعر، هن کي هر مشاعري لاءِ خاص نينڊ ڏيئي گهرايو ويندو آهي. هن جو ناماچار آهي."

بسريا اهاسا راهہ ٻڌي گد گد ٿي ويو، فخر ۾ ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپيو.

ٿوري دير چپ رهڻ بعد چندر چيو، "تہ اسان کي بہ ڪو شعر ٻڌايو نہ....."

بسريا چيو، "هينئر موڊ ڪونهي."

ٺاڪر صاحب بسريا کي پنجن سالن کان سڃاڻيندو هو. هن کي خبر هئي تہ بسريا ڪيئن ۽ ڪيڏي مهل شعر ٻڌائيندو آهي. چيائين، "اڄ نہ ڪپور صاحب، اڄ شام جو اچجِ. گنگا تي هلنداسين، ٻيڙيءَ جو سير ڪندو، ڪائڻ پيئڻ جو شغل هلندو، پوءِ تون هن جي شاعري ٻڌج."

چندر کي بہ ٻيڙيءَ جي سير جو بيحد شوق هو. هو هڪدم راضي ٿي ويو ۽ ان شام لاءِ وڏو پروگرام تيار ٿيڻ لڳو.

ايتري ۾ هڪ موٽر اتان لنگهي لئبرريءَ ڏانهن ويئي. اها ڏسي چندر چيو، "چڱو ٺاڪر صاحب، هاڻي مون کي هلڻ جي اجازت ڏيو. هو اچي ويا آهن. توهين ڪيڏانهن ويندا؟"

"مان جيمخاني ڏانهن ٿو وڃان. چڱو سڀاڻي شام جو پروگرام پڪو ٿيو."

موٽر لئبرريءَ جي مکيہ دروازي اڳيان بيٺي هئي.

"چو گيتا، اندر ڇو ويٺي آهين؟"

"تو لاءِ پئي نهاريم، چندر." چوندي هوءَ ٻاهر نڪري آئي. ڏٻري، سنهڙي، معمولي ڇوڪري. تمام سهڻي نہ، رواجي طرح سهڻي، مگر ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي بيحد موهڻي.

"هل، اندر هل."
هوءَ اڳتي وڌي وري رڪجي ويئي. چيائين، "چندر، هڪ ماڻهوءَ کي چار ڪتاب ملندا آهن نه؟"
"ها، ڇو؟"
"نه... نه." هن نهايت معصوميت ڀري مرڪ چپن تي آڻي چيو، "نه تون پنهنجي نالي ۾ ميمبر ٿي وڃ ۽ انهن مان به ڪتاب مون کي ڏج. انهيءَ کان وڌيڪ ڪتاب مان ڇا ڪنديس؟"
"نه." چندر کلي چيو، "تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي. تون پاڻ ڇو نه ٿي ميمبر بڻجين؟"
"مون کي لڄ ٿي اچي."
"پڳلي ڪٿي جي!" چندر هن کي کلهي کان پڪڙي اڳتي وٺي هلندي چيو، "واهه سائين تنهنجي لڄ! سڀاڻي تنهنجي شادي ٿيندي ته چوندين، چندر! منهنجي بدران تون شادي ڪر. مون کي لڄ ٿي اچي. ڇوڪر ڪاليج ۾ پهچي ويئي آهي ۽ اڃا لڄ نٿي لهيس."
هوءَ هٽڪندي، ٻيهندي، هيسايل هرڻيءَ جيان هر هر پٺيان نهاريندي، رسامي ڀريل نگاهن سان چندر ڏانهن نهاريندي اندر هلي.
ٿوري دير بعد گيتا چار ڪتاب کڻي ٻاهر آئي. چندر جڏهن هن کي چيو، "مون کي ڏي ته مان کڻي هلان." ته هن بانس جي پتلي ڏار جيان لڏندي چيو، "ميمبر مان ٿي آهيان، توکي ڪتاب ڇو ڏيان؟" ۽ موٽر وٽ پهچي ڪتاب سيٽ تي اڇلائي چيائين، "اچ ويهه."
"مان هينئر گهر ويندس."
"اون هون، هي ڏس." اٿين چئي هن ڪاغذن جو هڪ ٿهو چندر کي ڏيکاريو. "هي پاپا تنهنجي لاءِ ڏنا آهن. لکنئوءَ ۾ ڪانفرنس آهي نه، اتي پڙهڻ لاءِ هي مضمون تيار ڪيو اٿس. شام تائين هي ٽائيپ ٿيڻ گهرجن. جتي نشان لڳل آهن اهي ٽڪرا توکي خود پڙهي ٺاهڻا پوندا. سمجهيئي جناب!" هوءَ بلڪل ننڍڙن ٻارن جيان ڪنڌ ڌوڻي، شوخ آواز ۾ اهي سڀ ڳالهيون چئي ويئي.
چندر ڪاغذن جو ٿهو هٿ ۾ وٺندي چيو، "مگر ڊاڪٽر صاحب جا اکر ۽ هي هيڏو ٿهو شام تائين ڪير ٽائيپ ڪري سگهندو؟"
"انهيءَ جو به انتظام ٿيل آهي" ۽ هن پنهنجي بلائوز اندران هڪ خط ڪڍي چندر کي ڏنو. "هيءَ پاپا جي ڪا پراڻي عيسائڻ شاگرديائي آهي. ٽائيپسٽ آهي. هن جي گهر، مان توکي پهچائي ٿي اچان. مکرجي روڊ تي رهندي آهي. انهيءَ وٽان هي سڀ توکي ٽائيپ ڪرائڻو آهي. هي خط هن کي ڏج."
"مگر مون ته اڃا چانهه به ڪا نه پيتي آهي!"
"سڀ ڄاڻان ٿي. تون سمجهين ٿو ته انهيءَ بهاني گيتا توکي چانهه پيئاريندي. پر اهو ڪم منهنجو نه آهي، پاپا جو آهي. اچ، هل."
چندر اندر موٽر ۾ وڃي ويٺو ۽ ڪتاب کڻي ڏسڻ لڳو. "اڙي هي ته چار ئي ڪتاب شاعريءَ تي کڻي آئي آهين. تون انهن کي سمجهي سگهندينءَ، گيتا؟"
"نه" گيتا هن کي چيڙائيندي چيو، "ڇئين ته توکي به سمجهائي ڇڏيان. ايڪنامڪس وارن کي ادب جي کهڙي ڄاڻ!"
"اڙي مکرجي جي روڊ ڏانهن هل، ڊرائيور! هيڏانهن ڪيڏانهن ٿو هلين!" چندر ڊرائيور کي هدايت ڪندي چيو.
گيتا چيو، "نه پهرين گهر هل. چانهه پي پوءِ وڃج."
"نه مان چانهه ڪو نه پيئندس!" چندر لئي ڪئي.
"چانهه ڪو نه پيئندس، واهه." گيتا جي مرڪ ۾ ڪير پياڪ ٻار جي معصوميت ڀريل هئي. "منهن ته سڪي ڪومايل گوبيءَ جهڙو ٿي ويو اٿس ۽ چانهه ڪو نه پيئندو."
گهر پهتا ته گيتا مهراجڻ کي چانهه تيار ڪرڻ لاءِ چيو ۽ چندر کي اپياس واري ڪمري ۾ ويهاري، پاڻ ڪوپ ساسريون ڪڍڻ لاءِ رواني ٿي.

هيءُ گهر، هيءُ ڪٽنب چندر جو پنهنجو بڻجي چڪو هو. جڏهن کان هو ماءُ سان جهڳڙو ڪري پرياڳ ۾ پڙهڻ آيو ۽ بي– اي ۾ داخل ٿيو ۽ ڪفايت جي خيال کان چونڪ ۾ ننڍو ڪمرو ڪري اچي رهيو. تڏهن کان ئي سينيئر پروفيسر ڊاڪٽر شڪلا سندس صلاحيت کان واقف هو. چندر انگريزي تمام سٺي لکندو هو ۽ ڊاڪٽر شڪلا هن کان ننڍا ننڍا ليک لکائي اخبارن ۽ مخزنن کي ڏياري موڪليندو هو. هن ڪيترن ئي اخبارن جي "تعليمي ڪالمن" لکڻ جو ڪم چندر کي وٺي ڏنو هو ۽ انهيءَ ڪري چندر لاءِ ڊاڪٽر شڪلا جو گهر پنهنجي سنڀاليندڙ ۽ پيءُ جي گهر کان به وڌيڪ بڻجي ويو. چندر لاچارو هو. بيحد لاچارو. هن ڪڏهن به يونيورسٽيءَ جي ڪنهن اسڪالرشپ وغيره لاءِ ڪوشش ڪانه ڪئي هئي. مگر بي– اي جي امتحان ۾ جڏهن هو سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو ته علمي سٽ از خود هن کي يونيورسٽيءَ جي تعليمي رسالي جو ايڊيٽر مقرر ڪيو هو ۽ ان لاءِ هن کي ڪجهه اجورو به ملڻ لڳو. ايم – اي امتحان ۾ به هو پهريون نمبر آيو ۽ ان بعد هن ريسرچ شروع ڪئي. ان کان ٿورا ڏينهن پوءِ ڊاڪٽر شڪلا يونيورسٽيءَ مان بدلي ٿي، بيورو ۾ هليو ويو. سچ پڇجي ته چندر جو جيون مشعال ڊاڪٽر شڪلا ئي هو. جنهن هميشه هن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ همٿايو ۽ ڪيس پنهنجي پيٽ ڄائي کان به وڌيڪ سنڀاليو. انهيءَ پيار ۽ محبت پري سنڀال ۽ نظرداريءَ هيٺ چندر ۽ ڊاڪٽر وچ ۾ جيڪو غير پڻو هو سو ڪڏهن گم ٿي ويو. تنهن جي چندر کي به سمڪ ڪا نه رهي. هن بنگلي جا ڪمرا، ان جو باغ، ان جا ڪتاب، ان جا ياتي سڀ ڄڻ آد کان ئي هن جا پنهنجا هئا.

۽ هيءَ سنهڙي، پتلي، چنڊ جي سهڻي ڪرڻي مثل گيتا!

اڄ کان سال اڳي جڏهن هوءَ ستون پاس ڪري، پنهنجي پڦيءَ وٽان هت آئي هئي، تڏهن کان اڄ تائين هوءَ ڪئين چندر جي پنهنجي ٿيندي ويئي هئي. هوءَ جڏهن هتي آئي هئي تڏهن ئي ڏاڍي پياري هئي، بيحد معصوم هئي. اٺون درجو پڙهندي هئي ته به ڪاڏي تي روئندي هئي. ڪيئو ڪندي هئي ته ڪاپيون ڦاڙي ڇڏيندي هئي ۽ جيستائين ڊاڪٽر هن کي هنج ۾ ويهاري پرچائيندو نه هو تيستائين هوءَ اسڪول ڪو نه ويندي هئي. ٻن سالن جي هئي جو هن جي ماءُ گذاري وئي. ان بعد هوءَ پنهنجي پڦيءَ وٽ ڳوٺ ۾ رهي. ٽيرهن سالن جي ٿي ته ڳوٺ وارا هن کي پرڻائي ڇڏڻ تي ضد ڪرڻ لڳا ۽ ڳوٺ جي زالن هٿ ڪٽي اشارا ڪرڻ ۽ منهن کي موڙا ڏيڻ شروع ڪيا. تڏهن ڊاڪٽر هن کي الله آباد گهرائي اٺين درجي ۾ داخل ڪرايو. جڏهن هوءَ آئي هئي ته اڌ جهنگلي هئي. پاڇيءَ ۾ ٿورو گيهه گهٽ پئجي ويندو هو ته سڄو رڌڻو هيٺ مٿي ڪري ڇڏيندي هئي. رات ۾ گل نه کٽي ايندو هو ته پونچال پيدا ڪري ڇڏيندي هئي. هوءَ چندر کان ڊڄندي هئي ۽ چندر به نچاڻ ڇو، ڪڏهن به ڳالهائيندو نه هو. مگر ٻن سالن بعد به جڏهن هن جي اها ساڳي چال چالو رهي ته ڊاڪٽر ڪاوڙجڻ لڳو ۽ اڪثر نه هن کي پاڻ سان گڏ کارائيندو هو ۽ نه هن سان ڳالهائيندو هو. انهيءَ تي هوءَ روئي رڄ پري ڇڏيندي هئي ۽ مٿو ڦاڙڻ لاءِ تيار ٿي ويندي هئي، اهڙن وقتن تي هميشه چندر ئي پيءُ ۽ ڌيءَ وچ ۾ ناهه ڪرايا هئا. چندر ڪيترا دفعا گيتا تي ڪاوڙ ڪئي هئي. هن کي ڇڙٻيو هو. هن کي سمجهايو هو ۽ گيتا. جا هونءَ طوفاني هوا جي جهوٽي جيان گهر ۾ سڀ ڪجهه هيٺ مٿي ڪري ڇڏيندي هئي، سا چندر جي نگاهه جي هڪ اشاري تي پرياتي هير جيان مانئي ۽ خاموش ٿي ويئي هئي. ڪڏهن ۽ ڪيئن هن چندر جي انهن اشارن تي هلڻ به قبوليو تنهن جي ڪيس به ڄاڻ ڪا نه هئي ۽ اها سڀ ڦير گير اهڙي ته سهڻي ۽ قدرتي نموني ٿي ويئي جو ڪنهن کي به ان جي لکا ڪا نه پيئي. ٻنهي وچ ۾ بنا ڄاڻڻ، بنا سمجهڻ جي اهڙي ته فطري ويجهڙائي قائم ٿي ويئي. جيئن سياري جي معصوميت سان يا پريات جي روشنيءَ سان ابدي ويجهڙائي قائم ٿيل آهي.

مزو وري اهو هو ته چندر جي صورت ڏسي، وچي لکڻ واري اها گيتا اڄ اهڙي ته ڍيٺ بڻجي ويئي هئي جو هن جي سموري بغاوت، سڄي هٺڪ، سڀاءُ جي سموري تيزي ۽ تکائي، سموري لڙائي جهڳڙو، بين تان هٽي اڪيلي چندر لاءِ اچي ڪٺو ٿيو هو. اها بغاوتڻ هينئر مات ٿي ويئي هئي، اهڙي سانتيڪي، اهڙي سڀاجهي، اهڙي نئڙت واري، اهڙي ڳالهائڻ جي مٺڙي جو هر ڪو ڏسي عجب کائڻ لڳو. مگر چندر کي ڏسندي ئي هن جو ٻالپڻ ڄڻ موٽ کائي ايندو هو ۽ جيستائين هوءَ چندر کي بيزار ڪري، چيڙي، ساٽس جهڳڙو نه ڪندي هئي، تيستائين هن کي آرام نه ايندو هو. اڪثر ٻئي رسندا هئا. ٻن ڏينهن تائين منهن سڄائي هلندا هئا. پر پوءِ جڏهن ڊاڪٽر بيورو مان موٽندو هو ۽ گيتا هن کان ڪو به حال احوال نه وٺندي هئي. ۽ ڪاڏي وقت جڏهن پيار ڪا نه ڏيکاريندي هئي ته ڊاڪٽر پهرين سوال اهو ئي ڪندو هوس. ته "ڇا. وري چندر سان رني آهين؟" تڏهن هوءَ منهن سڄائي شڪايت ڪندي هئي ۽ شڪايتون به ڪهڙيون هونديون هيون! "چندر هن جي هيڊ ماستريائيءَ جو نالو ايليفنٽا (هاٿڻي) رکيو آهي يا اسڪول ۾ مضمون نويسيءَ جي ڇتا پيئيءَ لاءِ چندر ڪيس نٻ نه ٻڌايا. يا چندر چوي ٿو ته گيتا جون ساهيڙيون ڪوئلا وڪڻنديون آهن." اهو سڀ ٻڌي ڊاڪٽر چوندو هو ته چڱو مان چندر کي دڙڪا ٿو ڏيان. بس هوءَ خوشيءَ ۾ ڪپڙن ۾ نه سمائبي هئي ۽ چندر جي اچڻ تي نگاهون نچائي هن کي چوندي هئي: "ٻڌاءِ، ڪهڙي دٻ کاڌءِ؟"

هونءَ گيتا پنهنجي گهر جي وڏي هئي. ڪهڙي مند ۾ پاپا کي ڪهڙي سبزي وڻندي آهي. بازار ۾ شئي شڪل جو اگهه ڪهڙو آهي. نوڪر چوري ته ڪو نه ٿا ڪن. پاپا ڪيترن سوسائٽين جو ميمبر آهي، چندر جي ايڪنامڪس جي ڪورس ۾ ڇا آهي، اهو سڀ هن کي معلوم هو. موٽر يا بجليءَ جي خراب ٿيڻ تي هوءَ ٿوري گهڻي انجنيري به ڪري وٺندي

هئي ۽ ماءُ جهڙي ٻاجهه جو انگ تہ هن ۾ ايڏو پريل هو جو گهر جو هر ڪو نوڪر توڙي نوڪرياڻي، هن سان پنهنجي ڏک سک جو احوال اورڻ کان سواءِ نہ رهندو هو. پڙهڻ سان گڏوگڏ گهر جي سموري ڪم سنڀالڻ ڪري، هن جي صحت ڪي قدر بگڙجي ويئي هئي. عمر جي لحاظ کان هن جو سياءُ وڌيڪ سانتيڪو، وڌيڪ ماٺيڻو، وڌيڪ گنڀير ۽ وڌيڪ سنجيدگيءَ وارو لڳندو هو. مگر پنهنجي پاپا ۽ پنهنجي چندر اڳيان هوءَ هميشہ ٻار هئي. انهن ٻنهي جي اڳيان هن جي دل آزاد، ۽ هن جو پيار اجهل رهندو هو.

ها، هڪ ڳالهہ هئي. هن جي صحت لاءِ سندس پاپا ڪي جيڪا ڳڻتي رهندي هئي ۽ جيڪو پيار ۽ پيار پري ڪاوڙ هن ڪي پنهنجي پاپا وٽان ملندي هئي، اهو سڀ هوءَ وري بنا ڪنهن گهٽ وڌائيءَ جي، چندر ڪي ڏيئي ڇڏيندي هئي. سندس ڪاڏي پيتي جي جيڪا ڳڻتي سندس پاپا رکندو هو، اوتري ساڳي ڳڻتي هوءَ وري چندر جي ڪاڏي پيتي لاءِ رکندي سي، نہ ڪائڻ تي يا گهٽ ڪائڻ سبب جيڪو لاڏ ڪوڏ ۽ غصو ڪيس پاپا وٽان ملندو هو. اهو ساڳيو لاڏ ڪوڏ ۽ غصو هوءَ وري چندر تي وسائيندي هئي ۽ سندس صحت بابت پاپا جيڪي تاڪيدون ڪندو هو. انهن ۾ ٿورو گهٽو وڌيڪ پيار ۽ ممتا پري هوءَ اهي ساڳيون تاڪيدون چندر کي ڪندي هئي. چندر ڪيڏي مهل کاڌو ٿو کائي، رات جو هتان گهر موٽڻ بعد ڪيتري دير پڙهندو آهي، سمهڻ کان اڳي کير پيتائين يا نہ. ان سڀ جو ليکو چوکو هن کي گيتا کي ڏيڻو پوندو هو ۽ ڪڏهن بہ هو پنهنجي ڪاڏي پيتي ۾ ڪا گهٽتائي ٿيڻ ڏيندو هو تہ هن کي گيتا جي ڪاوڙ سهڻي پوندي هئي. پاپا اڳيان گيتا هميشہ ٻالڪي هئي ۽ صحت جي معاملي ۾ چندر گيتا اڳيان ٻالڪ هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ گيتا سندس صحت جي ڳڻتي ايڏي وڌائي ڇڏيندي هئي، جو چندر، جيڪو هميشہ تندرست گذاريندو هو، گهبرائجي ويندو هو. هڪ لڳا تہ گيتا سچ پچ ڪمال ڪري ڇڏيو. ڪجهہ وقت اڳي گيتا جي طبيعت نيڪ ڪا نہ هئي تہ ڊاڪٽر هن کي عورتن جي طاقت جي هڪ دوا پيئڻ لاءِ چيو هو. ٿورن ئي ڏينهن بعد امتحانن جي ڏينهن ۾ جڏهن چندر بہ البت ڪمزور ٿي ويو تہ گيتا پنهنجي اها بچيل دوا کڻي آئي ۽ چندر سان ضد ڪرڻ لڳي تہ تو کي اها دوا کيئڻ بہ پيئڻي پوندي. چندر نيٺ جڏهن اخبار ۾ ڇپيل اشتهار هن کي ڏيکاري ٻڌايو تہ اها طاقت جي دوا صرف زالن لاءِ آهي، تڏهن مس وڃي گيتا سندس پيڇو ڇڏي.

انهيءَ ڪري ئي جڏهن گيتا اڄ چانهہ جي ڳالهہ ڪئي تہ چندر دل ئي دل ۾ ڏڪي ويو. ڇاڪاڻ جو گيتا جڏهن بہ چندر لاءِ چانهہ ٺاهيندي هئي تہ سڄو پيالو کير سان پري ان ۾ فقط ٻہ ٽي ڇمچا چانهہ جي پاڻيءَ جا وجهندي هئي. چندر پلجي کڻي ٿوري وڌيڪ ڪڙڪ چانهہ جي طلب ڪندو هو تہ هن کي نجو کير پيئڻو پوندو هو. چانهہ سان گڏ مٺائي ميوو ۽ بيو بہ نہ معلوم، جا جا کائڻو پوندو هوس. انڪار ڪرڻ تي گيتا ڪاوڙجي منهن سڄائي ويهندي هئي. انهيءَ ڪري چندر بيحد گهبرائيندو هو. گيتا جلد ئي چانهہ تيار ڪري کڻي آئي ۽ هو بيوس بڻجي ڏسندو رهيو تہ سدا سڄو ڪوپ کير سان پري پوءِ تمام ٿورو چانهہ جو پاڻي ان ۾ ملايو ۽ اهو ڪوپ ڪيس ڏيئي چيائين هي پيءُ، ناشتو اچي ٿو. پوءِ وري بيو ڪوپ سڄو چانهہ جي پاڻيءَ سان پري ان ۾ هڪ اڌ ڇمچو کير جو ملائي اهو پاڻ کڻي، ڏاڍي نٽ سان چانهہ پيئڻ ويٺي.

چندر پيالو سامهون رکي ان کي ڇوڏاري گهمائي جاچيندو رهيو تہ ڪٿان جو وڌ ۾ وڌ سواد ملي سگهندو. پر جڏهن پيالي ۾ هر طرف کير ساڳيو نظر آيس تہ هن هار مڃي پيالو اتين ئي ڇڏي ڏنو.

گيتا پنهنجو ڪوپ بہ واپس رکندي چيو، ”ڇو پيئين ڇو نہ ٿو؟“

”ڇا پيئان! کڻي چانهہ هجي تہ پيئان نہ!“

”تہ ڇا رکي چانهہ پيئندين؟ دماغي ڪم ڪندڙن کي ههڙي ئي چانهہ پيئڻ گهرجي.“

”تہ هينئر مون کي ويچار ڪرڻو پوندو تہ چانهہ پيئڻ ڇڏي ڏيان يا ريسرچ ڪرڻ ڇڏي ڏيان. نہ مون کي ههڙي چانهہ ۽ نہ اهڙو دماغي ڪم پسند آهي؟“

”ٻڌ، توکي اعتبار نہ ٿو اچي. منهنجي هم ڪلاسڻ آهي گيسو. سڀني کان هوشيار آهي. هن جي ماءُ هن کي کير ۾ چانهہ جا ٻہ پن اوٻاري اها چانهہ ڏيندي آهي.“

”تنهنجي ان سکيءَ جو نالو ڇا آهي؟“

”گيسو!“

”نالو تہ ڏاڍو سٺو اٿس!“

”تڏهن ڇا هوءَ منهنجي تمام گهري ساهيڙي آهي ۽ جهڙو نالو اٿس پاڻ بہ اهڙي ئي سٺي آهي.“

”ضرور سٺي هوندي.“ چندرُ هينئر منهن ٺاهيندي چيو. ”گيسو آهي نہ. ڪاري بہ ضرور گيسن (وارن) جهڙي هوندي!“

”هٽ ڪنهن ڇوڪريءَ جي اٿين گلا ڪندي توکي شرم نٿو اچي!“

”جڏهن منهنجن دوستن جي نندا ڪندي آهين. تڏهن!“

”تڏهن ڇا! هو تہ آهن ئي سپ اهڙا. ڇگو ناشتو ڪر پهرين ميوو کاءُ“ هوءَ سنگترو ڇلڻ لڳي. جيئن هوءَ هيٺ ڪري پيل سنگتري جي ڦار کڻڻ لاءِ نوڙي، تيئن چندر هڪدم ڦرتي ڪريُ پنهنجو چانهہ جو پيالو هن جي اڳيان رکيو ۽ هن جو چانهہ جو پيالو پاڻ کڻي پيئڻ شروع ڪيائين. گيتا اهو سڀ ڪو نہ ڏٺو. سنگتري جي ڦار چندر ڏانهن وڌائي جيئن ئي هن پنهنجي اڳيان رکيل ڪوپ مان بيخياليءَ سان چانهہ جو ڍڪ پريو تيئن ئي ڇرڪ پري اٿي. چيائين: ”هي ڇا ٿيو؟“

”ڪجهہ ڪو نہ ٿيو. توکي دماغي ڪم گهڻو ڪرڻو ٿو پوي نہ. انهيءَ ڪري تنهنجي چانهہ ۾ تورو کير وڌيڪ ملائي ڇڏيم.“ ائين چئي هو ڏاڍي شان سان پنهنجي پيالي مان سرڪيون پرڻ لڳو. گيتا اندر ۾ ڪڙهڻ لڳي پر ٻاهران ڪجهائين ڪو نہ. چانهہ ختم ڪري چندر واچ ۾ وقت ڏٺو.

”ڇگو کٽي اچ. ڇا ٽائيپ ڪرائڻو آهي! تمام دير ٿي ويئي آهي.“

”توکي تہ بس هتي هڪ منٽ ويهڻ بہ نٿو پڄي. توکي سئو دفعا سمجهايو اٿم تہ ڪاڏي جي وقت ڪڏهن بہ جلدي ڪرڻ نہ گهرجي. ويهہ هتي.“

”اڙي توکي ڪاليج جي تياري ڪا نہ ڪرڻي آهي ڇا؟“

”ڪرڻي ڇو نہ آهي. اڄ تہ گيسوءَ کي بہ پاڻ سان گڏ موٽر ۾ وٺي وڃڻو اٿم.“

”تنهنجي اها گيسو اڳي ڪڏهن موٽر ۾ چڙهي آهي؟“

”نہ. اڙي هوءَ صابر حسين جي ڌيءَ آهي. هن وٽ بہ موٽرون آهن. هن جي گهر روز پارٽيون ٿينديون آهن!“

”اڇا. پر اسان کي تہ ڪڏهن ڪنهن پارٽيءَ لاءِ سڏ ڪو نہ مليو آهي!“

”آها... ها. گيسوءَ جي پارٽيءَ ۾ ويندو اسان جو چندر صاحب. هي منهن کڻي! جناب هن جي شاديءَ جو فيصلو بہ ٿي ويو آهي. ايندڙ سياري تائين گهڻو ڪري شادي ٿي بہ ويندي.“

”ڇہ.... ڇہ. تون تمام خراب ڇوڪري آهين. تنهنجو ڌيان ڪيڏانهن پيو ڊوڙي؟“

گيتا هن کي ائين شڪست ڏيئي سوپ جي نشي ۾ مخمور، چپن تي مسڪراهٽ آڻي هن ڏانهن نهارڻ لڳي.

چندر پنهنجي نظر هيٺ جهڪائي تہ گيتا پرسان اچي چندر جو ڪنڌ پڪڙي چيو: ”ايتري ۾ غمگين ٿي وئين؟ اڙي پائي تنهنجي بہ شادي ڪرائيندا سين. تون هيئن گهبرائجين ڇو ٿو؟“ پوءِ ايڪانامڪس جو هڪ ٿلهو ڪتاب کڻي هن ڏانهن وڌائي چيائين: ”وٺ هن دنبيءَ سان شادي ڪندين؟ ڇگو تون تيستائين هن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري وٺ تہ مان مضمون جا ڪاغذ کڻي ٿي اچان.“

چندر پريشان ٿي، گيتا جو هٿ پڪڙي زور سان دٻايو. گيتا هٿ ڇڏائيندي، ”هاءِ ڙي!“ ڪري اٿي. چيائين: ”وٺ بابا. اسين وڃون ٿا. تون بگڙجين ڇو ٿو؟“ ۽ هوءَ ويئي هلي. ڊاڪٽر صاحب جو لکيل مضمون کڻي واپس موٽي چيائين: ”هان هي مضمون وٺ“ پوءِ وري چندر ڏانهن نهاري ڏاڍي لاڏ سان پڇيائين: ”شام جو ايندين نہ؟“

”نہ.“

”ڇگو مان توکي پريشان نہ ڪنديس. تون چپ چاپ پڙهجان. رات جو پاپا موٽي تہ هن کي روبرو مضمون ڏيئي پوءِ واپس موٽي وڃج.“

”نہ. اڄ شام جو مون کي ناڪر صاحب وٽان سڏ مليو آهي.“

”تہ اتان ٿي پوءِ اچج. هڪ ٻي ڳالهہ بڌ. فبروريءَ جو مهينو اچي ويو آهي. منهنجي لاءِ ڪو ماستر ڳولي اچ.“

”نہ اها سڀ ڪوڙي ڳالهہ آهي. مان وري سڀاڻي صبوح جو ايندس.“

”ڇگو، سڀاڻي صبوح جو. پر سويل ئي اچج ۽ ماستر آڻڻ نہ وسارج. ڊرائيور توکي مڪرجي روڊ تي پهچائي ايندو.“

چندر موٽر ۾ وڃي ويٺو. موٽر چالو ٿي ويئي جو گيتا وري سڏ ڪيس. هو هيٺ لٿو تہ گيتا چيو ”هي خط تہ هتي ئي وساري وئين. پاپا لکيو آهي. هن کي ڏج.“

”ڇگو“ چئي چندر موٽر ۾ چڙهيو تہ گيتا وري سڏ ڪيس”بڌ!“

چندر خفا ٿي چيو. ”هڪ دفعي ئي سڀ ڪجهہ ڇو نہ ٿي ٻڌائي ڇڏين.“

”اڙي تمام گنڀير ڳالهہ آهي. ڏسجان. اتي هن ڇوڪريءَ کي اهڙي ڪا بہ گهٽ وڌ ڳالهہ نہ چئجان. هن وٽ بہ وڏا وڏا بلڊاگ ڪتا آهن.“ ائين چئي هن ڳل ڦنڊائي اکيون ڦهلائي جو بلڊاگ جي صورت بنائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ چندر پنهنجي کل روڪي نہ سگهيو. گيتا بہ کلي ڏنو. اهڙي هئي گيتا ۽ اهڙو هو چندر!

●

سول لائينس جي هڪ ويران حصي ۾ هڪ پراڻي بنگلي اڳيان موٽر پهچي رڪجي ويئي. بنگلي جو نالو هو "روزلن" مگر ان جي احاطي ۾ جهنگلي گاهه اپريل هو ۽ گلاب جي گلن عيوض اتي مرغين جا ڪنپ ٽڙيا پکڙيا پيا هئا. رستي تي توڙي مکيہ لنگهہ اڳيان بہ گاهہ اپريل هو. لنگهہ جي لوهي دروازي اڳيان بانس جون بہ ڪاٺيون آڏيون ڪري هنيل هيون. ان جي هڪ طرف ننيڙي ڪاٺ جي پٽي لڳل هئي، جا ڪنهن زماني ۾ شايد ڪاري رهي هجي پر هوا، پاڻي ۽ سج گڏجي ان کي چٽڪمرو بنائي ڇڏيو هو. چندر موٽر مان لهي ان اڌ ڊٺل پٽيءَ تي لکيل نالي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ نہ ڄاڻ صبوح جو اٽندي ڪنهن جو منهن ڏنو هئائين جو جيڪو نالو ڪپندو هوس اهو ئي نڪتو. پٽيءَ تي لکيل هو "اي- ايف- ڊڪروز" هن پوءِ کيسي مان لفافو ڪڍي ائڊريس پيٽي، لفافي تي لکيل هو: ڪماري پي – ڊڪروز هن سامت جو ساهہ ڪنيو.

چندر ڊرائيور کي چيو: هارن وڄاءِ! ڊرائيور هارن وڄايو. ان آواز تي ڪنهن جو ٻاهر اچڻ تہ درڪنار، اٽلو هڪ ڪڪڙ، جو احاطي اندر پئي ڦريو سو بہ منهن ڦيري چندر ڏانهن شڪي نگاهن سان ڏسي، ايئن وٺي ڀڳو ڄڻ ڏڪار ڏٺو هئائين. چندر چيو: بنگلو تہ منحوس ٿو ڏسجي. ڊرائيور کي چيائين: چڱو تون وڃ. مان اندر وڃي خبر ٿو لهان."

"چڱو حضور، گيتا بيبيءَ کي چا وڃي چوان؟"

"چئجانس، پهچائي آيس."

موٽر موٽي ويئي. چندر بانس جي ڪاٺين مٿان ٽپ ڏيئي اندر گهڙيو. بنگلي جي اڳ واري پورٽيڪو جي زمين ائين پئي لڳي ڄڻ سالن کان اتي ڪنهن گاڏيءَ جو ڦيٿو ڪو نہ ڦريو هو. هو ورانڊي ۾ گهڙيو. سڀ دروازا بند هئا. سيڻي تي مٽي ڄاول هئي. هڪڙي ڪنڊ ۾ تہ ڪوريئڙي وڏو شاهي ڄار ناهي ڇڏيو هئو. چندر دل ۾ سوچيو: هي بنگلو خالي تہ ڪونهي؟ صبح جو ساڍي ائين بجي بہ اتي اهڙو سناٽو لڳو پيو هو جو دل گهٻرائجي ٿي ويئي. آسپاس اڌ فرلانگ تائين ٻيو ڪو بہ بنگلو ڪو نہ هو. چندر سوچيو، پٺيان وڃي ڏسان، اتي مٿان نوڪرن جا ڪمرا هجن. هو ڏاڪي پاسي ڦريو تہ خوشبوءِ جو هڪ تيز جهوٽو هن کي ڇهندو لنگهي ويو. چندر وري عجب ۾ پيو. هي سناٽو. هيءَ منحوسي ۽ هيڏي خوشبوءِ! اڳتي وڌي ڏٺائين تہ بنگلي جي پٺئين پاسي گلاب جي گلن جو بيحد خوبصورت چمن هو. هر رنگ جا گلاب هئا، سچ پچ " روزلن" هو.

هن باغ ۾ قدم رکيو. بنگلي جا دروازا ان طرف کان بہ بند هئا. ڪڙڪايائين، پر ڪو بہ جواب نہ مليس، تڏهن هو باغ ڏانهن وڌيو. سوچيائين، اتي شايد ڪو مالهي هجي. باغ جي وچ ۾ جهنگلي چنبيليءَ جا وڏا ٻوٽا لڳل هئا. ڪٿي ڪٿي وري لوڙها لڳل هئا. اتي بہ هر طرف سناٽو ڇانيل هو. گلن تي بہ ڄڻ خاموشيءَ جي ڇانو پئجي ويئي هئي. گلن ۾ رنگ هو. هوا ۾ تازگي هئي، زمين تي ساوڪ هئي، فضا ۾ خوشبوءِ هئي، تنهن هوندي بہ اهو چمن ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو، ڄڻ ان جي روشني، ان جي چمڪ لٽجي چڪي هجي. ائين ٿي لڳو تہ باغ مالڪ رُت جي رنگينيءَ کي پلائي ويٺو آهي، ڇاڪاڻ جو موسم جو ڪو بہ گل اتي نظر ڪو نہ ٿي آيو. صرف گلاب جا گل هئا ۽ جهنگلي چمبيلي هو. جي سال اڳي پوکيا ويا هئا ۽ ان بعد بس انهن جي ئي سار سنڀال لڌي ويئي هئي. باغ ۾ ڪا بہ نواڻ ڪا نہ هئي. رت جو ڪو بہ رنگ، ڪو بہ امنگ ڪو نہ هو.

چندر گلن جو بيحد شوقين هو. صبح جو درياهہ ڪناري گهمڻ بدران هو آلفريڊ پارڪ ۾ گهمڻ ويندو هو. ڇاڪاڻ جو پاڻيءَ جي لهرن بدران هن کي باغ جي گلن جي رنگ، حسن ۽ سڳنڌ جون لهرون وڌيڪ وڻنديون هيون. هن کي ٻيو بہ شوق هو. هو گلن جي هر ٻوٽي وٽان لنگهندي انهن کي سڃاڻڻ ۽ ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندو هو. نازڪ ڏانڊين تي لڏندڙ مسڪرائيندڙ اهي گل، پنهنجي رنگن جي ٻوليءَ ۾ هن کي زندگيءَ جا نہ ڄاڻ ڪهڙا راز ٻڌائڻ چاهيندا هئا. چندر کي ائين لڳندو هو تہ هر گل کي پنهنجو پنهنجو الڳ پيغام، جدا سنيهو آهي. جنهن کي هو پنهنجي دل جي پنکڙين ۾ سمائي ويٺو آهي ۽ انتظار ۾ آهي تہ ڪو ٻڌڻ وارو ملي تہ هن کي پنهنجو داستان ٻڌايان. ٻوٽي جي چوٽيءَ تي مسڪرائيندڙ، عرش ڏانهن نهاريندڙ هيءُ گلاب، جو سڄي رات ستارن جي مسڪراهٽن کي چورائي پنهنجي جيءَ ۾ سانڍيندو رهيو آهي، سو هينئر موتين سان جڙيل پنکڙين جي لبن سان بس مشڪندو ٿو رهي. نہ ڄاڻ هن وٽ ڪهڙو راز آهي! ۽ هي هيٺين ٽاريءَ وارو اڌورو نميل گلاب، جنهنجون پنکڙيون جهڪيل پلڪن جهڙيون، ڏانڊي جنهن جي مخملي، اهو گلاب اداس ڇو آهي؟ ۽ هيءَ ڏٻري پتلي نازڪ مکڙي جا ڏاڍي خبرداريءَ سان پاڻ کي سائي آنچل ۾ ويڙهي ڍڪي ويٺي آهي. ڪنهن مومل کي پنهنجي جوڀن جو ڀهريون احساس ٿيندو آهي تہ ڪيئن نہ حياءَ وچان پاڻ ۾ پيئي سمائبي آهي. هيءَ مکڙي ٻڻ ان وانگر پاڻ ۾ لڪڻ جي ڪوشش پيئي ڪري. پر هن جي جوڀن جي لالي سٽن ساون پردن کي هٽائي انهن وچ مان ليئا پيئي پائي، ٻاهر اچڻ جو انتظار پيئي ڪري ۽ فارس جي شهزادي جي شان سان مشابهت رکندڙ هي پيلو گلاب! ان پيلي گلاب کي ڏسي چندر رڪجي ويو ۽ جهڪي ان کي ڏسڻ لڳو. ڪارتڪ پورنماسيءَ جي چنڊ مان جهرندڙ امرت هٿ ڪرڻ لاءِ چنچل تي اٽيل ڪنهن حسين جذباتياپ سرا جي ٻن هٿن جي ملڻ سان ٺهيل ٻڪ جيڏي ان گل. هر طرف جنتي نور پئي ڦهلايو. بيگم ول جي ڪنج مان ڇٽي ايندڙ طوطائي رنگ جي اُس ڄڻ ان گل کي هلڪي سبز رنگ جي شفاف پردي سان ڍڪي ڇڏيو هو. چندر جي دل چاهيو تہ اهو

ڳالهيون ٻڌيون، پر همت نہ ٿيس. انهيءَ ڪري هو صرف ان کي سنگهڻ لاءِ ٿورو نوڙيو ۽ هٿ وڌائي، ان ڳل کي پاڻ ڏانهن ڇڪيائين ٿي مس تہ پٺيان آواز گونجيو.

"هينڊز اپ! مون اڄ توکي سڳ سوڌو گرفتار ڪيو آهي." ايئن چوندي ڪنهن هن کي ڪلهن کان ڪٺي پڪڙيو ۽ سندس پٺيءَ تي سوار ٿي ويو. چندر اچل ڏيئي پاڻ کي آزاد ڪرائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. پهرين تہ هن کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيو. هي بنگلو ٿي ڪا ڳجهہ ڳجهاندڙ ڳالهڙي هو. نامعلوم ڊپ وچان هن جو سڄو جسم ڪمزور بڻجي ويو. مگر هن وري بہ زور لڳائي پنهنجو هڪ هٿ ڇڏايو ۽ منهن ڦيري ڏٺائين تہ نهايت ئي ڪمزور، مريض، زرد اکين وارو هڪ گورو ڪيس پٺيان پڪڙي بيٺو هو. چندر جي آزاد ٿيل هٿ کي وري پڪڙڻ جي ڪوشش ڪندي هن انگريزيءَ ۾ چيو. "مان عجب ڪائيندو هوس تہ روز هتان گل گم ڪيئن ٿا ٿين! اڄ نيٺ مون توکي پڪڙي ورتو." گورو چندر کي جڪڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو پر سهڪيءَ وچان هن جو ڇڙ دم ٿي نڪتو. چندر هينڊز هڪ جهٽڪو ڏيئي هن کي پري ڪٽي اڇليو ۽ غصي وچان چيائين "خبردار جي هڪ قدم اڳتي وڌيو آهين! هڪ ٺونشي سان ليٽائي ڇڏيندوسانءِ. گورا سوئر!" ۽ چندر پنهنجون ٻانهون ڪنجڻ لڳو.

گورو چندر جي جهٽڪي تي پري وڃي ڪريو هو. هينڊز ڪپڙن تان مٽي ڇنڊيندو اٿي ڪڙو ٿيو هو ۽ روئڻهارڪي آواز ۾ چيائين: "ڪيڏو نہ ظالم آهين! منهنجا گل بہ تون چورائين ۽ مون کي توکي هڪ لفظ چوڻ جو بہ حق نہ آهي. الٽو تون مون سان وڙهڻ ٿو اچين. تون جوان آهين ۽ مان ڪمزور آهيان. هاءِ هاءِ!" ۽ هو روئڻ لڳو.

هن کي روئيندو ڏسي چندر جو سڄو غصو اڏامي ويو ۽ هن تي کهل اچڻ لڳيس پر ان کي روڪيندي چيائين: "جناب! توکي غلط فهمي ٿي آهي. مان تہ هتان تمام دور رهندو آهيان. مان تہ مس ڊڪروز لاءِ هڪ چٺي کڻي آيو آهيان."

گوري جو روئڻ اڃا بند ڪو نہ ٿيو هو "تون بهانا ٿو بڻائين. مان ڪمزور نہ هجان ها تہ توکي ڪچو ڳڙڪائي وڃان ها. تنهنجي ڪوپڙي ٽڪر ڪري ڦٽي ڪريان ها. جيئن تون منهنجا گل ڦٽا ڪندو هوندين!"

"وري گهڻ وڌ ٿو ڳالهائين! ڪٽي ڦٽو ڪريانءِ سامهون نالي ۾؟"

"اڙي بابا ڙي! اڙي ڊوڙو ڊوڙو. مون کي ماري ڇڏيائين. پاپي! ٽامي! اڙي ٻئي ڪتا ڪيڏانهن مري ويا!" هو ڊپ وچان رڙيون ڪرڻ لڳو.

"ڇا هي برني؟ رڙيون ڇو ٿو ڪرين؟" بنگلي اندران باٿ روم مان ڪنهن رڙ ڪري سوال ڪيو.

"ڊوڙو ڊوڙو. مون کي هي ماري ٿو!"

بنگلي جو دروازو کلي ويو ۽ هڪ ڇوڪري بيدنگ گائون ۾ ڍڪيل، ڊوڙندي اتي آئي ۽ چندر کي ڏسي رڪجي ويئي.

"ڇا هي؟" هن بہ ڌمڪائيندي پڇيو.

"ڪجهہ ڪونهي. هي شايد ڪو پاڳل آهي."

"زبان سنڀالي ڳالهاءِ. هي منهنجو پاءُ آهي."

"اوہ! ڪير بہ هجي. مان هتي مس ڊڪروز سان ملڻ لاءِ آيو هوس. آواز ڏنم پر جواب ڪو نہ مليو. تڏهن هيڏانهن باغ ڏانهن آيس. ايتري ۾ هيءَ منهنجي سر تي سوار ٿي ويو. ڪمزور ۽ بيمار آهي، نہ تہ هن کان اڳي ختم ڪري ڇڏيانس ها."

گورو ڇوڪريءَ کي ڏسي وري بود ۾ پرچي ويو. ڏند ڪرٽي چوڻ لڳو. "اڙي مان هينڊز ٿو توکي مزو چکايان. بدمعاش ڪٽي جو! چپ چاپ اچي گل چنڻ لڳو. مان تہ چمبيليءَ جي وڻن پٺيان لڪي سڀ ڪجهہ ڏسي رهيو هوس."

●

"مان هينڊز ٿي پوليس گهرايان. برني تون هن کي ڏسينس تہ مان اندر وڃي فون ٿي ڪريان."

"اڙي پائي مان تہ مس ڊڪروز سان ملڻ آيو آهيان."

"مان توکي ڪا نہ سڃاڻان. تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. مان ئي مس ڊڪروز آهيان."

"تہ هيءُ خط ڏس."

خط پڙهندي ئي ڇوڪريءَ جو نمونو بدلجي ويو.

"ڇي... ڇي برٽي! تون سچ پچ ڪنهن ڏينهن پاڳل خاني ۾ پهچي ويندين. هي تہ ڊاڪٽر شڪلا وٽان آيو آهي. تون تہ مون کي بدنام ڪري ڇڏيندين!"

گورو وڏيڪ روئڻهارڪو ٿي ويو. "مون کي ڪهڙي خبر؟" هينئر هن جي آواز ۾ گهٻراهٽ هئي.

"معاف ڪجو." ڇوڪريءَ هينئر صاف هندستانيءَ ۾ ۽ نهايت مٺڙي آواز ۾ چيو. "منهنجي ڀاءُ جو دماغ ذرا ٺيڪ ڪونهي ۽ هن جي زال گذاري ويئي آهي."

"پر انهيءَ جو مطلب اهو ٿوروئي آهي تہ شريف ماڻهن جي بي عزتي ڪندو وتي!" چندر جي آواز ۾ اڃا غصو هو.

"ڪاوڙ نہ ڪريو. هن طرفان مان ئي ٿي توهان کان معافي گهران. اچو، اندر هلو." هن چندر جو هٿ وٺندي چيو. هن جو هٿ تمام ٿڌو هو. هوءَ وهنجندي وچ مان هلي آئي هئي. هن جي هٿ جي ان سڀاجهي ڇهاءَ تي چندر جي سڄي جسم ۾ سياٽو پئجي ويو ۽ هن پنهنجو هٿ ڇڏائي چيو، "توهان جو هٿ تہ برف جهڙو ٿڌو آهي!"

ڇوڪريءَ ڇرڪ ڀريو. ڇپن ۾ ڀاءُ کي ڳالهاءَ ڏيندي چيائين "اڙي مان تہ بيدنگ گائون ۾ ئي ڊوڙندي آيس." ۽ گائون جا ٻئي ڪالر سنڀالي پنهنجي ڳليل ڳچي ۽ ڇاتي ڍڪيندي پنهنجي ان اڀرائيءَ تي لڄي ٿي ويئي.

چندر بہ هيل تائين پنهنجي ڪاوڙ ۾ هن ڏانهن ڌيان ڪو نہ ڏنو هو. هينئر هن ڏٺو تہ اٽڪل ٽيويهن سالن جي سنهڙي سيپڪڙي نينگري آهي. هلڪو جسم، ڳچيءَ تائين ڪٽيل وار اٿس. اٺنگلو انڊين هوندي بہ گوري ڪانهي. چانهہ جي پتيءَ جيان هلڪي، سنهڙي، پوري ۽ ترش آهي. هلندي هوءَ ائين ٿي لڏي لمي جيئن ڪو سنهڙو ڏار هوا ۾ لڏي لمي.

هينئر هو گورو اڳتي وڌي آيو ۽ چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين. "معاف ڪج ڀائي، هن کي منهنجي خلاف دانهن نہ ڏج. حقيقت ۾ هي گلاب منهنجي مرحوم زال جا يادگار آهن. هنن ٻوٽن ۾ جڏهن ڦريون گلاب ڪليو هو تڏهن مان بہ تو جهڙو ئي جوان هوس ۽ منهنجي زال بہ اهڙي ئي سٺي هئي جهڙي پمي."

"پمي ڪير؟"

"هيءَ منهنجي ڀيڻ، پاميلا ڊڪروز!"

"اوهہ توهان جي زال ڪڏهن گذاري ويئي؟ معاف ڪجو، مون کي معلوم نہ هو."

"مان وڏو اڀاڳو آهيان. منهنجو دماغ سچ پچ خراب آهي. ڏسو نہ...." ائين چئي هن ڪنڌ نوائي پنهنجي ڪوبڙي چندر سامهون ڪئي. پوءِ وري گڙ گڙ ڪندي چيائين، "منهنجا هي گلاب الائي ڪير ٿو چورائي وڃي پنهنجي زال جي گذاري وڃڻ بعد مان پنجن سالن کان هنن گلابن کي پاليندو اچان. هاءِ.... هاءِ! وڃ، پمي توکي سڏي ٿي."

هينئر بنگلي جو پٺيون دروازو کلي ويو هو ۽ پمي ڪپڙا پائي هنن ڏانهن پئي نهاريو. چندر اڳتي وڌيو ۽ گورو وري گلاب جي ٻوٽن پٺيان غائب ٿي ويو. ڪمري ۾ اندر پهچي چندر هڪ ڪوچ تي ويهي رهيو. پمي هار سينگار ختم ڪري چڪي هئي. هينئر هن منجهان هڪ سريلي عطر جي خوشبوءِ پئي آئي. شئمپو ڪيل هلڪا خشڪ وار، سي هيڏانهن هوڏانهن پئي اڏاڻامو هيندڙ آسماني رنگ جي هڪ سنگين بلائوزر تي. هيٺان فلئنل جي پتلون. چپن تي لپ اسٽڪ جي لالائيءَ جو هلڪو اشارو. ڳچيءَ ۽ ڇاتيءَ تي پائوڊر جو تمام هلڪو مڪ، جو تمام ويجهائيءَ تان ئي معلوم ٿي سگهيو ٿي. ڊگهن نوڪدار ننهن تي گلابي پينٽ. هوءَ آئي ۽ بنا هٿ ساڳئي ڪوچ تي چندر جي پر ۾ اچي ويٺي. پوءِ بيحد ڪومل آواز ۾ چيائين. "مون کي ڏاڍو ارمان آهي مسٽر چندر. توهان کي ڏاڍي پريشاني ڏسڻي پيئي. توهان کي ڏک تہ ڪو نہ پهتو آهي؟"

"نہ نہ. ڪجهہ ڪونهي." چندر جي سموري ڪاوڙ ڪافور ٿي ويئي. ڪا ڇوڪري بنا هٿ ايتري پنهنجائي ۽ همدردي ڏيکاري معافي گهري، تہ ڪير نرم نہ ٿيندو! ۽ خاص ڪري تڏهن، جڏهن نہ فقط هن جو ٻول پيارو هجي پر هن جي لبن تي لپ اسٽڪ جي لالائي بہ بيحد پياري لڳندي هجي! چندر ۾ ٻي ڳالهہ هئي. هن کي ٻيو ڀلي ڪجهہ بہ معلوم نہ هجي، پر ايترو هن کي ڀليءَ پت معلوم هو تہ زالن سان وهنوار ڪندي ڪيڏي مهل ڪيتري ڊِر ڏيڻ گهرجي، ڪيڏي مهل ڪيترو ڇڪڻ گهرجي. ڪهڙي موقعي تي همدرديءَ سان هن کي جهڪائي سگهجي ٿو ۽ ڪيڏي مهل آڪڙ اختيار ڪرڻ سان هن مان پنهنجو مطلب ڪڍي سگهجي ٿو. هن وقت هن چاتو ٿي تہ پنهنجي ٿيل بيعزتيءَ جي عيوضي ڇڪائڻ لاءِ، جيتري همدردي چاهي، هن ڇوڪريءَ وٽان حاصل ڪري سگهي

ٿو. انهيءَ ڪري ٿي هن چيو: "مگر مس ڊڪروز. توهان جو پاءُ بيمار هوندي بہ ڏاڍو سگهارو ۽ مضبوط آهي. اف منهنجي ڳچي تہ اجا سور پئي ڪري.

"اوهہ. مان بيحد شرمسار آهيان. ڏسان...." ۽ چندر جي قميص جو ڪالر هٽائي هن جي ڳچيءَ تي پنهنجون برفيليون آڱريون ڦيرائڻ لڳي. پوءِ چيائين. "ترسو تہ مان توهان کي لوشن سان مالش ٿي ڪريان."

"مهرباني. مهرباني. ايتري تڪليف نہ ڪيو. توهانجون آڱريون خراب ٿي پونديون."

پميءَ جي چپن تي هلڪي مسڪراهٽ. نيڻن ۾ هلڪو حياءُ ۽ بدن ۾ هڪ هلڪي لرزش اچي ويئي. چندر پلي اهي لفظ شرارتي ارادي سان چيا هجن. پر هن جو نمونو اهڙو تہ سانتيڪو ۽ سنجيندو هو جو پمي ان تي ڪو بہ اعتراض وٺي نہ سگهي. تنهن کان سواءِ نوجوان هجي يا ٻڍي دنيا ۾ اهڙي ڪهڙي عورت آهي جا پنهنجي روپ جي واکاڻ ٻڌي مدهوش نہ ٿئجي.

"چڱو .... ٽائيپ ڪرڻ وارا ڪاغذ ڪٿي آهن؟" هن رويو بدلائيندي چيو.

چندر ڪاغذ هن جي هٿن ۾ ڏنا.

"هي تہ ٽن چئن ڪلاڪن جو ڪم مس آهي." پميءَ ڪاغذن کي اٿلائيندي. ڏسندي چيو.

"معاف ڪجو. جيڪڏهن مان توهان کان هڪ شخصي سوال پڇان. ڇا توهين ٽائيپسٽ آهيو؟" چندر نهايت فضيلت سان سوال ڪيو.

"جي نہ." پميءَ جون نگاهون اجا بہ ڪاغذن تي ئي اٽڪيون رهيون. "ڪنهن زماني ۾ مان ٽائيپنگ ۽ شارٽ هئنڊ سکي هيس. سينئر ڪئمبرج پاس ڪري ڪاليج ۾ ويئي هيس. پر پوءِ مون کي ڪاليج ڇڏڻو پيو جو منهنجي شادي ٿي ويئي."

"توهان جو مڙس ڪٿي آهي؟"

"راولپنڊيءَ ۾. هو فوج ۾ آهي."

"پوءِ توهين پاڻ کي مس ڊڪروز ڪيئن ٿا سڏايو؟"

"ڇاڪاڻ جو اسين هڪ ٻئي کان الڳ ٿي ويا آهيون." ۽ وري بہ هٿ وارن ڪاغذن ۾ نگاهون اٽڪائي پڇيائين. "مسٽر چندر. توهين اجا ڪنوارا آهيو؟"

"جي ها."

"توهان کي شادي ڪرڻ جو ارادو تہ ڪونهي نہ؟"

"نہ."

"تمام سٺو. پوءِ اسان جي سٺي نڀجندي. مون کي شاديءَ کان سخت نفرت آهي. شادي ڪري پنهنجو پاڻ کي وڏي ۾ وڏو دوکو ٿو ڏجي. هي منهنجو پاءُ ڏٺو نہ. ڪهڙو نہ بيمار ۽ پيلو ٿي ويو آهي. اڳي تمام قوت ۽ نوبنو هو. سڄي پرڳڻي ۾ ٽينس جو سٺي ۾ سٺو رانديگر هو. پوءِ هڪ بشپ جي جذباتي ڌيءَ سان هن جي شادي ٿي. هو هن کي تمام گهڻو پائيندو هو. صبح شام. منجهند. رات هڪ پل بہ هن کي پاڻ کان پري نہ ڪندو هو. هني مون لاءِ هن کي لنڪا وٺي ويو. هن ڇوڪريءَ کي بہ فن جو بيحد شوق هو. بهترين ناچ ڪندي هئي. سٺو ڳائيندي هئي. خود گيت لکندي هئي. هي گلابن جو باغ هن ئي پوکايو هو ۽ ٻئي ڄڻا انهن گلابن وچ ۾ ويٺا. پنهنجا ڏينهن گذاريندا هئا.

پر ٿورن ڏينهن بعد ٻنهي جو جهيڙو ٿي پيو. ڪلب ۾ ناچ هو ۽ ان ڏينهن هوءَ ڏاڍي سٺي پئي لڳي. سچ پچ ڏاڍي سٺي پئي لڳي. ناچ وقت هن جي مڙس جو ڌيان ناچ ۾ گهٽ. زال ۾ وڌيڪ هو. اوچتو هوش وڃائي هن پنهنجي زال جي آڱرين کي زور سان دٻايو. هن کان رڙ نڪري وئي. جنهن تي سڀيئي هن ڏانهن نهاري کلڻ لڳا.

هوءَ گهر موٽي تہ هن تي سخت بگڙي. چيائينس: "تو ناچ ٿي ڪيو يا ٽينس راند ٿي ڪئي؟ منهنجي هٿ کي ڇاتو ٽينس جي رئڪيٽ سمجهيو هو؟" انهيءَ تي برٽي بہ بگڙي ويو. بس انهيءَ کان پوءِ وري ٻئي ڄڻا پاڻ ۾ نہ ٺهيا. هورڀان هورڀان هوءَ ڇوڪري هڪ سارجنٽ کي پيار ڪرڻ لڳي. برٽيءَ کي ايڏو تہ صدمو پهتو جو هو بيمار ٿي پيو. مگر برٽيءَ هن کي طلاق نہ ڏني. هن کي اکر ڪو نہ چيائين. هوءَ ڇوڪري بہ سارجنٽ کي پيار ڪندي رهي. پر جڏهن برٽي بيمار پيو تہ هن جي پرگهور ۾ بہ گهٽتائي ڪانہ آندائين. برٽي نيٺ ڇاڪ ٿي اٿيو. انهيءَ بعد هن کي هڪ ڏيءَ ڇائي پر پاڻ ان ويڙ ۾ ئي گذاري وئي. اسان سڀني کي اها خبر آهي تہ هن ڇوڪريءَ کي اها ڏيءُ هن سارجنٽ مان ٿي هئي. پر برٽيءَ کي يقين ئي نہ ٿو ٿئي تہ هوءَ سارجنٽ کي پيار ڪندي هئي. هن جو ڇوڙ آهي هن کي ٻئي سان پيار هجي ها تہ بيماريءَ ۾ منهنجي هيڏي سار سنڀال ڪيئن ڪري ها. برٽيءَ ڌيءَ جو نالو رکيو روز. يعني گلاب! ۽ هن کي ڪٿي ڏينهن رات گلابن جي هن باغ ۾ وينو هوندو هو. جيئن اڳي پنهنجي

زال سان اتي ويهندو هو. ٻن سالن بعد هن جي ڏيءُ کي بہ نانگ چڪ پاتو ۽ هوءَ مري وئي. ان وقت کان وٺي برٽنيءَ جو دماغ ٺيڪ ڪو نہ ٿو رهي. خير، ڇڏيو انهن ڳالهين کي. اچو تہ پنهنجو ڪم شروع ڪريون. هلو تہ اندر اپياس واري ڪمري ۾ هلي ويهون.

چندر اٿيو ۽ پميءَ جي پٺيان پٺيان هليو. گهر ڪافي وڏو هو. پراڻي انگريزي نموني تي سينگاريل هو. ٻاهران جهڙو ٿي پراڻو ۽ گندو پئي لڳو. اندر اوترو ٿي صاف ۽ عاليشان هو. اندر هر شئي تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي زماني جي ڇاپ لڳل هئي. ايتري قدر جو بجلي هئڻ جي باوجود، هٿ سان ڇڪڻ واريون جهليون بہ اتي لڳل هيون. اپياس واري ڪمري ۾ چوڌاري ڪبٽ لڳل هئا جن ۾ ڪتاب پريل هئا. هڪ ڪبٽ جي هيٺئين خاني ۾ ٽائيپ رائيٽر رکيل هو. پميءَ بجلي جي بتي روشن ڪئي ۽ ٽائيپ رائيٽر ڪڍي ان کي صفا ڪرڻ لڳي. چندر ڪتاب ڏسڻ ۾ لڳي ويو. هڪ ڪنڊ ۾ مرهٽيءَ جا ٿورا ڪتاب رکيل ڏسي هن کي عجب لڳو. چيائين، "پمي... اوه معاف ڪجو، مس ڊڪروز!"

"نہ توهين ڀلي مون کي پمي ڪري سڏيو. مون کي خود اهو نالو پسند آهي، ها، توهان ڇا ٿي پڇيو؟"

"ڇا توهان کي مرهٽي بہ ايندي آهي؟"

"نہ مون کي ڪا نہ ايندي آهي. منهنجي ناني ڄاڻندي هئي. ڇا ڊاڪٽر شڪلا توهان کي اسان جي باري ۾ ڪجهہ ڪو نہ ٻڌايو آهي؟"

"نہ"

"عجب آهي. توهان ٽريلاني ڊڪروز جو نالو تہ ضرور ٻڌو هوندو."

"ها ها. ڊڪروز جنهن ڪوسمبيءَ جي کوٽائي ڪرائي هئي. هو تہ مشهور آثار قديمہ جو ماهر (Archaeologist) هو."

"ها، اهو ئي. هو منهنجو سڳو نانو هو. هو انگريز ڪو نہ هو، مرهٽو هو. هن منهنجي نانيءَ سان شادي ڪئي جا ڪئمبرج جي عيسائڻ هئي. هن جي ڪارڻ ئي هن کي بہ پارت ۾ عيسائي ڌرم قبولڻو پيو. هيءَ اصل ۾ منهنجي نانيءَ جو بنگلو آهي. هينئر اسان کي ملي ويو آهي. مسٽر شريواستو، ڊاڪٽر شڪلا جو دوست آهي نہ! هو اسان جي ڪٽنب جو اٽارني آهي. هن ۽ ڊاڪٽر شڪلا جي ڪوشش سان ئي اسان کي هيءَ جائداد ملي." ٽائيپ مشين بہ ٺيڪ ٿي وئي. پمي مشين تي سفيد ڪاغذ ۽ ڪاربان پنا چاڙهڻ لڳي. پوءِ چيائين مون کي ڏيو مضمون.

انهيءَ بعد ساندهہ ڪلاڪ ٽائيپ رائيٽر تي کٽ کٽ ٿيندي رهي. هڪ سيڪنڊ لاءِ بہ اهو ڪو نہ رڪيو. چندر ڏٺو تہ هيءَ ڇوڪري جا وهنوار ۾ جهڙي سريلي ۽ سٺي آهي، نقشن ۾ جا جهڙي نازڪ ۽ شوقين آهي، اها ڪم ۾ بہ محنتڻ ۽ قابل آهي. هن جون آڱريون مشين جي پرزن جيان ٿي هليون. تڪڙي اهڙي هئي، جو ڪلاڪ کن ۾ اڌ ڪم پورو ڪري ڇڏيائين. پوري ڪلاڪ بعد هن ٽائيپ رائيٽر تان هٿ هٽايو ۽ چندر ڏانهن نهاري چيائين، "هاڻي ٿوري دير آرام." ٿڪل آڱرين مان ٺڪاءُ ڪڍي، هوءَ ڪرسي سيري اٿي ۽ ڪر موڙيائين. اٿين ڪندي هن جو انگ انگ لچڪدار ڪمان جيان مڙي ويو. پوءِ هن بنا هٽڪ چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، "ڪيئن چانهہ جو هڪ ڪوپ اچي؟"

"مون چانهہ پيتي آهي."

"مگر مان هينئر چانهہ کانسواءِ وڌيڪ ڪم ڪري نہ سگهنديس." پميءَ هڪ معصوم ٻالڪيءَ جيان ڇڻ ضد ڪندي چيو ۽ اندر هلي وئي. چندر ٽائيپ ٿيل ڪاغذ کنيا ۽ پين ڪڍي غلطين سڌارڻ لاءِ اهي پڙهڻ لڳو. چانهہ پي پمي وري ڪم تي ويٺي ۽ سگريٽ ڪيس ڪڍي چندر ڏانهن وڌايائين.

"مهرباني، مان سگريٽ ڪو نہ ڇڪيندو آهيان."

"عجب آهي. ڀلا مون کي ڇڪڻ جي اجازت آهي؟"

"ڇا توهين سگريٽ ڇڪيندا آهيو؟ ڇي.... نہ ڄاڻ ڇو، مون کي زالن جو سگريٽ ڇڪڻ اصل ڪو نہ وڻندو آهي."

"منهنجي لاءِ مجبوري آهي مسٽر چندر. مان هتي جي سماج ۾ اچان وڃان ڪو نہ. پنهنجي شاديءَ ۽ طلاق جي معاملي بعد مون کي اينگلو انڊين سماج سان ڇڻ نفرت ٿي وئي آهي. دل جي ڪري مان هندستاڻ آهيان، مگر هندستانين سان رلڻ ملڻ اسان لاءِ ممڪن نہ ٿو ٿئي. سڄو وقت گهر ۾ اڪيلي هجان. سگريٽ ۽ چانهہ سان دل بهلجي ويندي آهي. ڪتابن سان مون کي شوق ڪونهي."

"طلاق بعد توهان پنهنجي پڙهائي وري چالو ڇو نہ ڪئي؟"

"مون توهان کي هينئر ٻڌايو ڪو نہ تہ مون کي ڪتابن سان اصل شوق ڪونهي. تنهن ڪان سواءِ مان هينئر پاڻ کي انساني سماج ۾ رهڻ لائق نہ ٿي سمجهان. طلاق بعد سچو سال مان پنهنجي گهر اندر بند رهيس. صرف مان ۽ برٽي! بيمار ۽ پاڳل برٽي. هن سان مان بنا هٿڪ ڳالهيون ڪندي هيس. هينئر بہ مان ايئن هر ڪنهن سان بنا هٿڪ ڳالهايان ٿي تہ ڪي مون تي کلندا آهن. ڪي مونکي سڌريل سماج ۾ اٿڻ ويهڻ لائق نہ سمجهندا آهن. ڪي وري منهنجي ان سياءَ جو غلط مطلب ڪڍندا آهن. انهيءَ ڪري مون هن بنگلي کي پنهنجو قيد بنائي ڇڏيو آهي. توهان کي اڄ مون پهريون ئي دفعو ڏٺو. مان اهو حساب ئي نہ ٿي لڳائي سگهان تہ مان توهان سان ورتاءَ ۾ ڪهڙي حد مقرر ڪريان. توهين اگر شريف نہ هجو تہ ان جو غلط مطلب ڪڍي سگهو ٿا."

چندر کلي چيو، "جي اها ڳالهہ آهي تہ ممڪن آهي تہ مان شايد شريف بنجڻ بدران غلط مطلب ڪڍڻ ئي بهتر سمجهان."

"تہ ممڪن آهي تہ مان مجبور بڻجي توهان سان بہ رلڻ ملڻ کان پرهيز ڪيان." ڊڪروز مايوسيءَ وچان اٻاٽڪي ٿي چيو.

"نہ، مس ڊڪروز مون تہ مذاق پيئي ڪئي" چندر چيو.

"نہ، توهين مون کي پاڳل ٿا سمجهو تہ مڙئي خير آ." ڊڪروز چيو.

""چڱو پمي، توهين غلط ٿا سمجهو تہ آءِ ايم ويري ساري پليز مون کي معاف ڪيو." چندر چيو. هو سمجهي ويو تہ مس ڊڪروز ڪا معمولي ۽ رواجي عيسائي ڇوڪري نہ آهي.

ايتري ۾ برٽي ٿاٻڙندو آندر آيو. هٿ ۾ مٽيءَ سان ٿڪيل هڪ ڪربو هوس. هو چپ چاپ بيٺو رهيو ۽ پنهنجي اجهاٽل ۽ نيل اکين سان چندر ڏانهن نهاريندو رهيو. چندر هڪ ڪرسي سيري ۽ اڳيان ڪندي چيو. "اچو." پمي اٿي ۽ برٽيءَ جي ڪلهن تي هٿ رکي، هن کي سهارو ڏيئي ڪرسيءَ تي ويهاريائين. برٽي اکيون بند ڪري ڇڏيون. هن جي مريض ڪمزور جسم ڏانهن نهاريندي چندر توڙي پمي ٻئي خاموش رهيا. ٿوري دير بعد برٽيءَ اکيون کولي نهايت پريل آواز ۾ چيو. ":پمي، تون اڄان مون تي ناراض آهين. مان سچ ٿو چوان. مون ڄاڻي ٻجهي تنهنجي دوست جي بي عزتي ڪو نہ ڪئي."

"اڙي مون کان تہ اها ڳالهہ صفا وسري ويئي ۽ مسٽر چندر کان بہ وسري وئي." هوءَ آئي هن جي مٿي تي هٿ ڦيرڻ لڳي.

"چڱو مهرباني. پمي، پنهنجو هٿ مون کي ڏي." ۽ هو پنهنجو منهن پميءَ جي هٿ تي رکي ويهي رهيو.

"پمي هوءَ رات مون وٽ آئي هئي سياري جي ٿهہ رات ۾ بہ هوءَ چڱو وقت ويئي رهي ۽ پوءِ چيائين تہ هاٽي، برٽي، تنهنجي طبيعت ڪيئن آهي. مون هن جي سوال تي هڪدم پنهنجون اکيون مٿي ڪيون تہ هوءَ ڇرڪجي ويئي، شايد انهن جي زردي ڏسي نہ سگهي ۽ جڏهن منهنجو جواب ٻڌائين تہ منهنجي طبيعت هينئر بلڪل ٺيڪ آهي تہ چپ چاپ هوءَ اٿي هلڻ لڳي. پڇيومانس، ڪيڏانهن ٿي وڃين تہ چيائين، سارجنٽ سان ڪلب مان چڪر ڏيئي ٿي اچان تو اهو سڀ ٻڌو نہ پمي؟"

چندر وائڙن جيان ٻنهي ڏانهن پئي نهاريو. پميءَ چندر کي اک جو اشارو ڪندي چيو. "ها، هوءَ مون کي بہ گڏي، پر برٽي هوءَ سارجنت سان گڏ ڪا نہ ويئي."

"تڏهن؟" برٽيءَ جي اکين ۾ چمڪ اچي ويئي. "هن چيو تہ برٽيءَ جا هي گلاب مون کي سارجنٽ کان وڌيڪ پيارا آهن."

"ايئن چيائين؟" برٽيءَ جو منهن خوشيءَ وچان ٽڙي پيو. کلي پڇيائين. "هن بيو ڇا چيو؟"

"هن چيو. هي گلاب مون کي سارجنٽ کان وڌيڪ پيارا آهن. پوءِ سڄي رات هنن گلابن تي نچندي رهي ۽ صبح ٿيندي انهن گلابن ۾ گم ٿي ويئي. توکي صبح جو ڪنهن گلاب ۾ ڏسڻ ۾ ڪو نہ آئي؟"

"نہ. توکي انهن ۾ نظر آئي ڇا؟" برٽيءَ هينئر بالڪپڻي جي پروسي سان چندر کان سوال ڪيو.

چندر کان ڇرڪ نڪري ويو. پاءِ پيڻ جون ڳالهيون ٻڌي هن جو من پرجي آيو هو.

چندر ورندي ڏني. "نہ، مون تہ هن کي ڪو نہ ڏٺو."

" برٽيءَ وري مايوس ٿي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. اکيون بند ڪري ٻيڙا پريل آواز ۾ چيائين:جنهن گل ۾ هوءَ لڪي ويئي، اهو ئي گل ڪو چورائي ويو هوندو. پوءِ وري سيڻجي چيائين: نہ ڄاڻ منهنجا گلاب ڪير ٿو چورائي وڃي! مون کي صرف هڪ دفعو اهو چور ملي وڃي تہ مان جيڪر هن جو خون پي ڇڏيان!" ايئن چئي هو ٿڙندو ٿاٻڙندو ٻاهر نڪري ويو.

فضا اهڙي ڳوري ٿيڻجي ويئي جو پمي ۽ چندر وچ ۾ وري وڌيڪ گفتگو ڪا نہ هلي. پمي چپ چاپ ٽائيپ ڪندي رهي. چندر برٿيءَ جي ڳالهين تي سوچيندو رهيو. ڪلاڪ بعد وري جڏهن ٽائيپ جي ڪٽ ڪٽ بند ٿي تہ چندر چيو تہ "پمي زندگيءَ ۾ مون جيڪي بہ شخص ڏٺا آهن. تن ۾ برٿي سڀني کان نرالو آهي ۽ شايد سڀني کان وڌيڪ قياس لائق!"

پميءَ جواب ڪو نہ ڏنو. ڪن پلن بعد ڪر موڙيندي بيپرواهيءَ سان چيائين. "مون کي برٿيءَ تي ذري بہ رحم نہ ايندو آهي. مان هن کي دلاسو انهيءَ ڪري ڏيندي آهيان جو هڪ تہ هو منهنجو ڀاءُ آهي ۽ ٻيو ٻارن جهڙو بي سمجهہ ۽ بيوس آهي."

چندر چرڪ ڀريو ۽ حيرت وچان پميءَ ڏانهن نهاريندو رهيو.

"ڇو. تو کي عجب ڇو ٿو لڳي؟" پميءَ هلڪو مرڪندي چيو. "مان سچ ٿي چوان" هيئنر هوءَ وري گنڀير ٿيڻجي ويئي. "مون کي هن جي ان پاڳل پڻي تي ذرو بہ ترس نہ ايندو آهي." ٿورا سيڪنڊ چپ رهي هن وري چيو: "توکي خبر آهي تہ هن جا گلاب ڪير چورائيندو آهي؟ مان. مان ئي هنجا گل چني ڦٽا ڪري ڇڏيندي آهيان. مون کي شاديءَ کان سخت نفرت آهي. شاديءَ بعد اسين جيڪا دوزخي ڀري حياتي ٿا ڪاٽيون. تنهن کان نفرت اٿم. ۽ انهيءَ دوکيبازيءَ لاءِ هن قسم جي بي مطلب يادگارن کان بہ مون کي سخت نفرت آهي. هنن گلابن جي اهميت ڪهڙي آهي؟ اها ئي نہ. تہ انهن گلن سان برٿيءَ جي زندگيءَ جي هڪ زبردست ڏکاري واقعي جو لاڳاپو آهي! جيڪڏهن هڪ گل جي خوبصورت هئڻ سبب انسان جي زندگيءَ ۾ ايڏو دک ۽ ڪشٽ هئڻ ضروري آهي تہ لعنت آهي گل جي ان خوبصورتيءَ تي! مون کي ان کان سخت نفرت آهي. ڪتابن کان بہ مان انهيءَ ڪري نفرت ٿي ڪريان. هڪ ڪامياب ڪهاڻي لکڻ لاءِ ڪيترين نہ ڪهاڻين جي نااميديءَ ۽ ناڪاميابيءَ جو دک برداشت ڪرڻو ٿو پوي."

پمي چپ ٿي ويئي. هن جو منهن سرخ ٿي ويو هو. پر ٿوري دير بعد هن جو اهو جوش لهي ويو ۽ هوءَ پاڻ تي لڄي ٿي اٿي. هوءَ اٿي وڃي چندر جي پر ۾ ويٺي ۽ هن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين. "برٿيءَ کي نہ ٻڌائج. هان؟"

چندر ڪنڌ لوڏي قبوليت ڏني ۽ ٽائيپ ٿيل ڪاغذ ميڙي اٿي کڙو ٿيو. پميءَ وري هن جي ڪلهن تي هٿ رکي. هن کي پاڻ ڏانهن ڦيرائي چيو. "ڏس. پوين ڇهن سالن کان مان اڪيلي پئي رهي آهيان. ڪنهن دوست جو انتظار ڪندي رهي آهيان. اڄ تون آئين. منهنجو دوست ٿيڻجي وڃين. هاڻي جلدي جلدي ايندين نہ؟"

"ڇڱو" چندر گنڀيرتا سان چيو.

"ڊاڪٽر شڪلا کي منهنجا نياز ڏج ۽ ڇنڇانس تہ اسان وٽ ضرور اچي."

"توهين بہ اتي اچو نہ. اتي هن جي ذيءَ آهي. توهين هن سان ملي ضرور خوش ٿيندا."

پمي چندر کي ٻاهرين دروازي تائين ڇڏڻ آئي تہ ڏٺائين تہ برٿي چمبيليءَ جي ٻوٽن وچ ۾ ڪا شيءِ ڳولهڻ جي ڪوشش پيو ڪري. پميءَ کي ڏسي چيائين. "توکي پڪ آهي. هوءَ چمبيليءَ جي ڪنهن ٻوٽي ۾ تہ ڪا نہ لڪي ويئي."

چندر نہ ڄاڻ ڇو. تڪڙ ۾ پميءَ کان موڪلائي اتان هليو ويو. برٿيءَ کي ڏسي هن کي ڊپ پئي لڳو.

●

گيتاجو ڪاليج خوبصورت ۽ سڪون واري جڳهہ تي ٺهيل هو. ٻنهي طرفن کان ڪچي مٽيءَ جون ديوارون. وچ ۾ ڪڪڙيءَ جي خوبصورت ور وڪڙ سڙڪ. ساڄي طرف ڇهن ۽ ڪڻڪ جا کيت. ٻيرن ۽ توتن جا وڻ ۽ کابي طرف اوچيون اوچيون پهاڙيون ۽ تاڙيءَ جا اوچا اوچا درخت. شهر کان ڪافي دور. ٻهراڙيءَ جو نظارو ۽ فضا اهڙي سانت. جو ايئن پئي لڳو تہ هتي ڪا بہ اٿل پٿل. ڪو بہ شور و غل ٿئي ئي ڪو نہ. چوڌاري ايڏي ٿڌ ساوڪ لڳي پئي هئي جو ڪلاسن وارن ڪمرن جي ٻاهرين ديوارن تي بہ نيرين گلن واريون وليون هڪ ٻئي سان الجهي پيون هيون.

انهيءَ فضا جو گهٽي ۾ گهٽو اثر پيو هو گيتاءَ تي. هن کي سڀ خبر هئي تہ بانس جي جهڳٽي پنيان ڪهڙا گل ٽڙيل هن. پراڻي پپر جي وڻ کي ڪهڙي ول ويڙهيل آهي ۽ ٻڙ جي وڻ جي پاڙ ۾ ڪهڙا ٻوٽا آهن. شهر جي مشهور رئيس صابر حسين جي ڏيڻ ۾ هوءَ سڀني کان وڏي هئي. هن جي ماءُ جنهن سان پٽس عدن ۾ نڪاح وجهي. هن کي هتي وٺي آيو هو. شهر جي مشهور شاعرا هئي. جيتوڻيڪ هن جي شعرن جو هڪ ديوان بہ ڇپيو هو

۽ اهو ڪافي مشهور ٿي چڪو هو. ته به هوءَ ڪڏهن پنهنجي گهر جي چوديواريءَ کان ٻاهر ڪو نه نڪرندي هئي ۽ هن جو سمورو جيون پنهنجي مڙس ۽ پنهنجي اولاد تائين محدود هئو. پنهنجن ٻارن تي شاعراڻا نالا رکڻ جو هن کي بيحد شوق هو. هن پنهنجي ٻنهي ڌيئن جا نالا گيسو ۽ قول رکيا هئا ۽ پنهنجي ننڍي پٽ جو نالو حسرت رکيو هئائين. ها. هوءَ پنهنجي مڙس صابر حسين جي حقي تي خوب ڪاوڙ ٻي هئي ۽ ان تي هن نالو رکيو هو "آتش فشان."

ساوڪ. گلن ولين ۽ شاعريءَ جو شوق گيسوءَ کي پنهنجي ماءُ وٽان ورثي ۾ مليو هو. خوشقسمتيءَ سان هن کي ڪاليج به اهڙو نصيب ٿيو. جتي ڪلاس جي درين مان انب جون شاخون پيون ليئا پائينديون هيون. جڏهن به موقعو ملندو هوس. تڏهن ڪلاس مان پڇي ٻاهر سائي گاهه تي ليٽي، سپنا لهڻ جي گيسوءَ کي عادت پئجي ويئي هئي. ڪلاس مان اٿڻ پڇي وڃڻ ۽ پوءِ ولين جي ڇانو ۾ ليٽي ڏيان لڳائي ويچار ڪرڻ ۾. هن جي ٻي به هڪ ساٿڻ هئي...... اها هئي گيتا! انب جي گهري ڇانو ۾. سائي گاهه ۾ مٿن هيٺان هٿ رکي ٻئي ڇٽيون ليٽي پونديون هيون ۽ دنيا ڀر جون ڳالهيون ڪنديون رهنديون هيون. انهيءَ رهاڻ ۾ ننڍي ۾ ننڍي ۽ وڏي ۾ وڏي ڳالهه ڪهڙي رهندي هئي سو فقط اهو ئي سمجهي سگهندو. جنهن هن قسم جي ٻن بلڪل نرالين سکين جي اڪيلائيءَ ۾ گفتگو ٻڌي هوندي. غالب جي شاعريءَ کان وٺي سندس ننڍي ڀاءُ حسرت ٻليءَ جو هڪ پوئنگڙو پاليو آهي. اهي سڀ ڳالهيون گيسو ڪندي هئي ۽ شرت بابوءَ جي ناولن کان وٺي سندس باغ جي مالهڻ پتل جو نئون ڪنگڻ ٺهرايو آهي. اهي ڳالهيون گيتاٻڌائيندي هئي. ٻئي سکيون هڪ ٻئي کي پنهنجي دل جو سمورو داستان کولي ٻڌائينديون هيون ۽ جهڙيون پياريون پياريون. جذباتي، سريليون ۽ معصوم ٻنهي سکين جون دليون هيون. اهڙيون ئي جذباتي ۽ معصوم هنن جون ڳالهيون هونديون هيون. جذباتي ۽ معصوم ٻئي هيون. تنهن هوندي به ٻنهي ۾ هڪ فرق هو. گيسو شاعره هوندي به ڪلپنا ديس ۾ پئي ڦرندي هئي. گيسو اگر ٻوٽن مان ڪي گل پٽي ايندي هئي ته انهن کي سنگهندي هئي. انهن کي پنهنجي چوٽيءَ ۾ لڳائيندي هئي. ان تي ٻن چئن شعرن ٺاهڻ بعد به انهن جو ڪنگڻ ٺاهي پنهنجي ڪرائيءَ تي پائي ڇڏيندي هئي ۽ گيتا ولين وچ ۾ مٿو رکي ليٽي پوندي هئي ۽ يڪ ٽڪ نگاهن سان گلن ڏانهن نهاريندي رهندي هئي ۽ نگاهن ئي نگاهن ۾ نه ڄاڻ انهن مان ڪهڙو امرت حاصل ڪندي رهندي هئي. انهن گلن کي ڇنڻ تي هن جي ڪڏهن به دل نه ٿيندي هئي. گيسو ڄاڻندي هئي ته هر چيز کي ڪتب آڻڻ جو جوڳو نمونو ڪهڙو آهي. ڪنهن به شئي کي پسند ڪرڻ ۽ پيار ڪرڻ بعد ان شئي کي ڪهڙي نموني ڪتب آڻجي. ڪرم يوميءَ جي هن حقيقي جيون ۾ ان شئي جي اهميت ۽ درجو ڪهڙو آهي. گيسو اهو سڀ ڪجهه بنا تڪليف پروڙي سگهندي هئي. مگر گيتاڪي فقط اها ڄاڻ هئي ته ڪنهن گل جي جادوءَ ۾ ڪيئن پاڻ ڦاسائجي. ان جي ڪلپنا ۾ پاڻ غرق ڪيئن ڪجي. انهيءَ کان پوءِ گيتاڪي ڪا به ڄاڻ نه رهندي هئي. گيسوءَ جي ڪلپنا ۽ جذباتي ويچارن جو اظهار شاعريءَ دوران ٿي ويندو هو، جنهن ڪري زندگيءَ ۾ هن جو وهنوار بلڪل سياويڪ ۽ حقيقت تي ٻڌل رهندو هو. مگر گيتا جيڪا شاعري ڪري نه سگهندي هئي. سا پنهنجي ان جذباتي سڀاءَ ۾ ڦاسجي خود هڪ معصوم شعر بڻجي ويئي هئي. پوين ٻن سالن ۾ ته هن جذبات جي اهڙي عميق ۾ ٽٻيون هڻڻ شروع ڪيون هيون. جو ائين لڳندو هو ڄڻ قادر هن جي سرير جون تندون شاعر جي گيتن مان ويهي ٺاهيون هيون.

ٻين ڇوڪرين کي به گيتاءَ گيسوءَ جي سڀاءَ ۽ هنن جي نراليپڻي جي پوري ڄاڻ هئي. انهيءَ ڪري اڄ جڏهن گيتاجي موٽر ڇاپري ۾ اچي بيٺي ۽ ان مان گيتاءَ گيسو ٻئي گڏ فائيل ڪڇ ۾ لٿيون ته ڪامنيءَ ڪلي پريا کي چيو. "چنڊ سورج جي جوڙي اچي ويئي." گيتااهو ٻڌي ورتو. هن مشڪي گيسوءَ ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ وري ڪامني ۽ پريا ڏانهن نهاري مشڪيائين. گيتاتمام ٿورو ڳالهائيندي هئي. پر هن جي مسڪراهٽ مان ايڏي ته خوش مزاجي ٽپڪندي هئي. جو هوءَ سيني جي دلين ۾ ويهي ويئي هئي. پريا اڳتي وڌي گيتا جي ڳلي ۾ ٻانهون وجهي. گيسوءَ ڏانهن نهاري چيو. "گيسو راڻي! هيءَ گيتاراڻي ٿوري وقت لاءِ اسان کي نه ڏينديئن؟ اسان کي هن کان ڪجهه پڇڻو آهي."

گيسو مشڪي وراڻيو. "هنجي پاپا کان پڇي اچ. پوءِ هن کي سڄي زندگي ويني سنڀالج. مان ان ۾ ڪو به دخل نه ڏينديس."

گيتاجو پريا سان هلي ويئي ته گيسو ڪامنيءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو "ڪمو راڻي. هاڻي ته تون ئي منهنجي نصيب ۾ اچي وئينءَ. هل ته ڏسون ته ولين ۾ اڄ گل ٽڙيا آهن يا نه"

"ولين تي ته گل ڪو نه آيا آهن باقي ڇٽن جو ڪيت سو خوب سائو ٿيو آهي." ڪامنيءَ جواب ڏنو.

گره و گيان جي موضوع تي ليڪچر ۾ ڪماري امالڪر وينئي پڙهايو وچين قطار ۾ ڪامني، پريا، گيسو ۽ گيتا ويٺيون هيون پريا اڃا گيتا جي ٻانهن ڪا نہ موٽائي هئي. انهيءَ ڪري ڪامنيءَ جي پر ۾ گيسو، پوءِ پريا ۽ بينچ جي ڪنڊ تي گيتاويٺي هئي. ڪماري امالڪر مريضن جي کاڌي جي پرهيز بابت سمجهائي پئي ڏني، "پٽاٽا نقصانڪار آهن. بيماريءَ جي حالت ۾. اهي خشڪ آهن، گرم آهن ۽ دير هضم آهن." ،

اوچتو گيسوءَ وچ ۾ سوال ڪيو، "گروجي! گانڌي جي پٽاٽا کائيندو آهي يا نہ؟" سڀيئي کلڻ لڳيون.

ڪماري امالڪر ڪاوڙجي چيو، "هتي گانڌيءَ جو ڪهڙو واسطو آهي؟ مون کي هتي سياسي بحث ڪو نہ گهرجي؟." ڇوڪريون وري کل کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳيون. ڪماري امالڪر کي غصو چڙهي ويو. رڙ ڪري چيائين، "خاموش!" ۽ هن وري پڙهائڻ شروع ڪيو.

"دل جي بيمارن لاءِ سبز ڀاڄيون فائدي واريون آهن. پالڪ، پن گوبي ۽ اهڙي قسم جون ٻيون سبز ڀاڄيون تندرستيءَ لاءِ تمام سٺيون آهن!"

اوچتو ڪامنيءَ سس پس ڪري گيسوءَ کي چيو، "ترسي ڇا لاءِ ويٺي آهين؟ ڪڍ اهي ساوا ڇٽا تہ ڪماري امالڪر جي ليڪچر ۾ ڪائي متاريون ٿيون."

گيسوءَ پنهنجي ڪڙتي جي کيسي مان مصالحيدار ڇٽن جي پڙي ڪڍي سيني کي ڇٽا ورهائي ڏنا.

ڪماري امالڪر هينئر ڪنڊ جا فائدا ۽ نقصان سمجهائڻ لڳي. "وڏي بيماري ڪاٽڻ بعد مريض کي کنڊ گهٽ ڏيڻ گهرجي. کير يا صابو داڻن ۾ توري مصري ملائي ڏيئي سگهجي ٿي. کير ۾ گلوڪوز ملائڻ سان اهو ڏاڍو سوادي لڳندو آهي."

ايتري ۾ ڇٽن جي پڙي گيتا تائين پهتي ۽ ڪماري امالڪر اها ڏسي ورتي.هوءَ هڪدم سمجهي ويئي تہ اها سڄي شرارت گيسوءَ ئي شروع ڪئي هوندي. هن سوال ڪيو، "مس گيسو، بيماريءَ جي حالت ۾ کير ۾ ڇا ملائڻ سان اُن جو سواد وڌيڪ سٺو لڳندو آهي."

ساڳي وقت گيتاگيسوءَ کان پڇيو، "هي ڇٽن ۾ ڇا گڏيل آهي؟"

گيسوءَ جي وات مان نڪري ويو، "لوڻ مرچ."

"هان، لوڻ مرچ!" ڪماري امالڪ ڇرڪ ڀري چيو، "بيماريءَ جي حالت ۾ کير ۾ لوڻ مرچ وجهڻ سان اهو وڌيڪ سوادي ٿيندو آهي؟ اٿي بيهہ. تنهنجو ڌيان ڪٿي هو؟"

گيسو چپ . ڪماري امالڪر غصي وچان ڳاڙهي ٿي ويئي.

"تو ۽ گيتاڪهڙيون ڳالهيون پئي ڪيون؟"

گيسو اڃا بہ خاموش.

"توهين ٻئي ٻاهر نڪري وڃو. اڄ مون کي توهان جي مائٽن کي شڪايت موڪلڻي ئي پوندي. وڃو ٻاهر."

گيتا مشڪي پريا ڏانهن نهاريو. پريا بہ مرڪي ڏنو. گيسوءَ ڏٺو تہ ڪماري امالڪر جي غصي جو پارو اڄ سچ پچ چڙهي ويو آهي. هوءَ چپ چاپ ڪتاب کڻي ٻاهر نڪري ويئي. گيتابہ هن جي پٺيان هلي. ڪامنيءَ چيو، "سدا. خط پٽ لکندي رهج." سڄي ڪلاس ۾ ٽهڪڙو مچي ويو. ڪماري امالڪر غصي ۾ پرچي چيو "ڪلاس ختم آهي!" ۽ پنهنجا ڪتاب کڻي ڪلاس مان نڪري ويئي. گيسو اڃا ڪلاس کان ٻاهر ڪا نہ نڪتي هئي. ڪماري امالڪر جي نڪري وڃڻ تي هن ڏاڍي ناز سان چيو، "ٻڙي بي آبرو هو ڪر تيري ڪوچي سي هم نڪلي." سڄو ڪمرو وري ٽهڪن سان گونجڻ لڳو. ڇوڪريون بلبلين جيان ڦڙ ڦڙ ڪنديون گهر ٿي ويون. گيتاءِ گيسو ٻئي منٽن ڪورٽ جي پرسان ٻڙ جي وڻ هيٺان وڃي ليٽيون.

بيحد خوشنما ٻپهري هئي. خوشبوءِ سان ڀريل هوا. هلڪا هلڪا جهوٽا گيسوءَ جي رئي ۽ گراري جي چُڻن کي ڪتڪتائي ڪرڻ لڳا. گگن ۾ هلڪا هلڪا بادل پئي هليا ۽ زمين تي انهن بادلن جي هلڪي ڇانو پئي ڊوڙي. وسيع سبز ميدانن تي بادلن جي ان ڀاڄن جو کيل بيحد معصوم ٿي لڳو. جتي جتي بادلن جي اها ڇانوَ ٿي پيئي اتي سبز گاهہ وڌيڪ گهاٽي سبز رنگ جو ٿجي ٿي ويو ۽ جتي بادلن وچ مان سج جي روشني ڇٽي سبزيءَ تي ٿي پيئي، اتي اهو ٽڪر سونهري ٿجي ٿي ويو. گهڻو دور شايد بارش وسي هئي ۽ بادل هلڪا ٿجي معصوم سفيد سهن جيان ڇيڏانهن هوڏانهن پئي ڊوڙيا. گيتا اکين کي فائيلن جي اوٽ ڏيئي يڪ ٽڪ انهن بادلن ڏانهن پئي ڏٺو. گيسو پاسو ورائي هن ڏانهن ڏٺو ۽ هن جي وارن ۾ ٻڌل ريشمي ربين کي آگرين ۾ اٽڪائي ڦيرائيندي چيائين....

بادشاهون ڪي معطر خواب گاهون ۾ ڪهان
وه مزا جو ڀيڳي ڀيڳي گهاس پر سوني ۾ هئي
مطمعن بيفڪر لوگون ڪي هسني ۾ ڀي ڪهان
لطف جو ايڪ دوسري ڪو ديکڪر روني ۾ هئي.

گيتابادلن تان نگاهه ڪا نہ هٽائي. هن صرف هلڪو مشڪيو.

گيسوءَ پڇيو، "گيتو ڇا پئي ڏسين؟"

"بادلن کي ٿي ڏسان." گيتا جي آواز ۾ مدهوشي هئي.

گيسوءَ اٿي گيتا جي سيني تي متو رکي ڇيو.

ڪيف بردوش، بادلون ڪو نہ ديک
بيخبر تون نہ ڪچل جائي ڪهين!

۽ پوءِ گيتا جي گلي ۾ ٻانهون ڪٽي وڌائين. "هاءِ ڙي!" گيتا رڙ ڪري اٿي ڪڙي ٿي ويٺي. "واه واه! ڪهڙو نہ سٺو شعر آهي! ڪنهن جو چيل آهي؟"

"خبر ناهي ڪنهن جو آهي." گيسوءَ وراڻيو. "سچ گيتو! آسمان جي بادلن جي دامن ۾ پنهنجي خوابن کي اٽڪائي ۽ انهن جي ٿي سهاري سڄي زندگي گهارڻ جو ويچار آهي تہ ڏاڍو نازڪ ۽ لطيف. مگر راڻي! اهو خيال ڏاڍو خطرناڪ پڻ آهي. انهيءَ ۾ انسان ڏاڍيون ٺوڪرون ٿو کائي. انهيءَ ڪري بهتر ائين آهي تہ انسان اهڙي نازڪ جذبات ۾ ڦاسي ئي نہ. بس کائي پيئي، کلي خوش ٿئي ۽ ائين زندگي پوري ڪري."

گيتا پنهنجو پلؤ سنڀاليو ۽ وارن مان ڳاهه جا سلا ڪيندي چيائين، "گيسو، اگر اسان کي ڪڏهن بہ شادي وغيره جي جهنجهٽ ۾ نہ ڦاسڻو پوي ▪ اسان جا ڏينهن جيئن هينئر ٿا گذرن. هميشہ ائين ڪٽجندا رهن تہ ڪيڏو نہ مزو اچي وڃي! ڪلجي ڳالهائجي، پڙهجي لکجي. ڳاهه تي ليٽي بادلن سان پيار ڪجي، ان ۾ ڪيڏو نہ سڪون آهي! مگر اسان ڇوڪرين جي زندگي ڪهڙي آهي. گيسو، مان اڪثر ائين سوچيندي آهيان تہ ڪڏهن بہ شادي نہ ڪريان. منهنجي پاپا جي سنڀال پوءِ ڪير ڪندو؟"

گيسو ٿوري دير گيتا جي نگاهن ۾ نگاهون اٽڪائي شرارت ڀريل نيڻن سان هن ڏانهن نهاريندي رهي ۽ پوءِ مشڪي چيائين، "اڙي راڻي! تون هاڻي اهڙي معصوم ۽ ڀولي نہ آهين. هي تنهنجو جوڀن، هي تنهنجا امنگ! ۽ تون شادي ڪا نہ ڪندينءَ! ڇا جوڳڻ بڻبينءَ؟"

"هل، هٽ بيشرم! پاڻ شاديءَ لاءِ تيار ٿي آهي تہ سڄي دنيا تي تهمتون هڻندي ٿي وتي."

"منهنجو تہ فيصلو بہ ٿي ويو آهي. ڳڻتي تہ تنهنجي اٿم جو شادي نٿي ڪيئي تہ هتي ليٽي بادلن ڏانهن پيئي نهارين." گيسو چنچل بڻجي ويٺي هئي.

"چڱو چڱو." گيتا گيسوءَ جو رڻو ڇڪي مٿن هيٺان رکي وري ليٽي پيئي. چيائين، "ڪهڙو حال آهي تنهنجي اختر ميان جو؟ مڱڻو ڪڏهن ٿو ٿيئي؟"

"مڱڻي ۾ هينئر ڪهڙي دير آهي. بس پڪي جان جي اچڻ جي دير آهي. هونءَ امان تہ هن سان "قول" جي ڳالهہ ڪئي پر هن مون لاءِ ارادو ڏيکاريو. ڏاڍو سٺو آهي. اچي تہ سڄي گهر ۾ روشني ڦهلجي وڃي." گيسو ڏاڍي ڀالي ڀولي نموني، گيتا جو هٿ پنهنجي هنج ۾ رکي، ان تي پنهنجون آڱريون ڦيرائڻ لڳي.

"توهان جو اڳواٽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ٿيو هوندو؟" گيتاسوال ڪيو.

"ها، ها، گهڻا ئي دفعا. ننڍي هوندي تہ مولوي صاحب اسان ٻنهي کي گڏ پڙهائيندو هو ۽ جڏهن اسان ٻنهي کان سبق وسري ويندو هو تہ هڪ ٻئي جا ڪن پڪڙي گڏ اٺ ويهہ ڪندا هئاسين."

گيتاکي کل اچي ويئي. "واه واه، محبت جي اهڙي عجيب شروعات تہ مون اڳي ڪڏهن ڪا نہ ٻڌي آهي. توهين تہ هڪ ٻئي جي ڪن پڪڙڻ لاءِ ئي ڄاڻي ٻجهي پنهنجو سبق ياد ڪو نہ ڪندا هوندا."

"نہ راڻي نہ. ڪير آهي جو اهو سبق هڪ دفعو پڙهي وري وساري سگهي! خبر اٿيئي تہ انهيءَ سبق ياد ڪرڻ بعد عشق ۾ ڇا ٿيندو آهي .....

مڪتب عشق ۾ اڪ ڍنگ نرالا ديکا،
اسکو ڇٽي نہ ملي جس ڪو سبق ياد هئا.!

خير انهن ڳالهين کي ڇڏ گيتا. تون ٻڌاءِ تون ڪڏهن شادي ڪندينءَ؟"

"جلدي ڪنديس! گيتا وراڻيو.

" ڪنهن سان؟"

"توسان!" ۽ ٻئي ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳيون.
بادل هٽي ويا هئا. چوڌاري سورج جي روشني پئي چمڪي. ائين ڪلندي سچ جو هڪ ڪرڻو گيسوءَ جي ڪنن ۾ پيل والن کي ڇهي جيڪو چمڪاٽ ڪڍيو، اهو گيتا جي اکين ۾ وڃي اٽڪيو. پڇيائين، "هي ڪڏهن نهرايئي؟"
"نهرايم ڪو نه."
"ته هن ڏنا اٿئي، ائين نه!"
گيسو شرمائجي ويئي.
گيتا اٿي انهن کي هٿ سان ڇهندي چيو، "ڪهڙا نه سهڻا ڪنول جهڙا آهن! ٻڌاءِ گيسو، تو ڪڏهن سچا پچا ڪنول ڏٺا آهن؟"
"نه."
"مون ڏٺا آهن."
"ڪٿي؟"
"اصل ۾ پنج ڇهه سال اڳي مان ڳوٺ ۾ رهندي هيس نه. اتي منهنجي ڦڦي رهندي هئي. ننڍپڻ کان وٺي مان ان ڦڦيءَ وٽ رهندي هيس. انهن درجي تائين مان اتي ئي پڙهندي هيس. اتي اسان جي اسڪول جي پٺيان تلاءَ ۾ تمام گهڻا ڪنول هوندا هئا. مان روز شام جو پڇي اوڏانهن ويندي هيس. تلاءَ ۾ گهڙي ڪنول پٽيندي هيس. ڦڦيءَ کي جڏهن اها خبر پوندي هئي ته هوءَ سوڻٽو ڪٽي، گاريون ڏيندي مون کي پڪڙڻ لاءِ ايندي هئي. هوءَ ڪناري تي پهچندي هئي ته مان چوندي هئيمانس مان هتي ٻڏي ٿي مران..... بس ٻڌيس. پوءِ هوءَ جيڪي منٿون ڪندي هئي! ملائيءَ جون لالچون ڏيندي هئي تڏهن مان مس ٻاهر نڪرندي هيس. تو ته منهنجي ان ڦڦيءَ کي ڏٺو ئي ڪو نه هوندو."
"تو ڏيکاري ڪٿي آهي؟"
"هوءَ ڪيترن ڏينهن کان هتي آئي ڪانهي. هاڻي ايندي ته توکي ضرور ڏيکارينديس. هن کي هڪ ڌيءَ به آهي. ڏاڍي سٺي آهي، مزيدار آهي. تون هن کي ڏسندينءَ ته ضرور پيار ڪندينءَ. هوءَ جلد ئي هتي اچڻي آهي. پوءِ رهندي به هتي، پڙهندي به هتي.
"ڪهڙي درجي ۾ پڙهندي آهي؟"
ايتري ۾ گهنڊ لڳو. گيسو ٽپ ڏيئي اٿي ۽ گيتا جي مٿي هيٺان دٻيل پنهنجو رئو ڇڪڻ لڳي.
"اڙي، هاڻي باقي پوئين ليڪچر ۾ ڇا وڃي ڪندينءَ؟ غير حاضري ته پئجي ويئي. هتي ويهه ته ڳالهيون ڪريون، آرام ڪريون." گيتا جي آواز ۾ ايلاز هو. هن جيئن ئي مدهوش ادا سان ڪر موڙيا تيئن گيسوءَ هن جو هٿ پڪڙي، بيحد گنڀير بڻجي چيو. "ڏس، ائين مدهوش بڻجي ڪر نه موڙيندي ڪر. اهو ڏسي ماٺهو پرڪي وڃندا ته تنهنجو ٻالپڻ ختم ٿي ويو."
"هٽ!" گيتا سهمجي فائيل ۾ منهن ڪٽي لڪايو.
"تون مذاق پيئي سمجهين. ڏس ته هڪ شاعر تنهنجي ادا بابت ڇا چيو آهي ....

ڪؤن يي لي رها هي انگڙائي
آسمانون ڪو نيند آتي هئي

"واه" گيتا کان بي اختيار نڪري ويو. "گيسو اچا گهڻا شعر ٻڌاءِ.
"ٻڌ.....

اک ردايي تيرگي هئ اور خابي ڪائنات
ڊوبتي جاتي هئ تاري، پيگتي جاتي هئ رات!

"ڀهرين تڪ جو مطلب ڇا آهي؟"
"ردايي تيرگي جو مطلب آهي اونده جي چادر ۽ خابي ڪائنات جو مطلب آهي زندگيءَ جا سپنا! هاڻي وري اهو شعر ٻڌ....

اک ردايي تيرگي هئ او خابي ڪائنات
دوبتي جاتي هئ تاري، پيگتي جاتي هئ رات!

"واه! ڪهڙو نه عمدو شعر آهي... انڌڪار جي چادر آهي، جيون جا سپنا آهن، تارا ٻڏندا ٿا وڃن، رات پچندي ٿي وڃي، گيسو، اردوءَ جا شعر ڏاڍا سٺا آهن."

"تہ تون خود اردو چو نہ ٿي پڙهين!" گيسوءَ چيو.
"دل تہ ڏاڍي ٿيندي آهي. پر ٿي نٿو سگهي."
"ڪنهن ڏينهن شام جو تون اسان وٽ اچ تہ امي جان توکي شعر ٻڌائيندي.... اڙي، تنهنجي موٽر بہ اچي ويئي."
گيتا فائيل کڻي اٿي کڙي ٿي. گيسو بہ پنهنجو رئو چنبي اڳتي وڌي. گيتا پرنسپال جي ڪمري اندر ليٽو پائي ڏٺو. اهو خالي هو. هوءَ وڃي موٽر ۾ ويٺي.
گيسو ٻاهر بيٺي رهي. گيتا چيو. "اچ نہ تون بہ."
"نہ مان بگيءَ ۾ هلي وينديس."
"اڙي اچ، تنهنجي بگي ساڍي ڇئين بجي ايندي اڃا ڪلاڪ پيو آهي. گهر هلي چانهہ ٿا پيئون. پوءِ موٽر توکي گهر پهچائي ايندي. جيستائين پاپا نہ آهي اوستائين موٽر جيتري چاهيان. ڊوڙائي سگهان ٿي."
گيسو بہ موٽر ۾ چڙهي ويٺي ۽ ٻئي ڄڻيون روانيون ٿي ويون.
ٻئي ڏينهن چندر جڏهن ڊاڪٽر شڪلا جو ٽائيپ ٿيل مضمون کڻي هن جي بنگلي تي پهتو تہ چوڌاري اس ڦهلجي چڪي هئي. اس وٽي کا نہ ٿي چاڪاڻ جو تمام تيز ٿي ويئي هئي. مگر گيتا نيل ڪنٺ وڻن هيٺان ڪرسي رکي ويٺي هئي. هڪ ننڍي ميز تي ڪتاب کليو رکيو هو ۽ هٿ ۾ مڙهڻ جا سٽا هٿس ۽ آڱريون تمام نزاڪت ۽ تيزيءَ سان پشم جي ڌاڳي ۾ الجهي سلجهي رهيون هيون. هن جي بدن تي هلڪي بادامي رنگ جي نفيس ساڙهي، نارنگي رنگ تي ڪاري رنگ جي ڊزائن وارو چست بلائوز ۽ هڪڙي ڪلهي وٽ ان جو اپريل ۾ ڦنديل پف ائين پئي لڳو ڄڻ گيتا جي ڪلهي تي ڪو رنگين پکي، صرف هڪ پر کولي ويٺو هو. شايد تازو وهنجي آئي هئي، چاڪاڻ جو سياري جي خوشنما اس جهڙا هن جا هلڪا سونهري وار سندس پٺيءَ تي پئي لٽڪيا. نيل ڪنٺ جي ٽارين جي سبز مخملي چاريءَ وچ مان ليئا پائيندڙ هڪ سج جو ڪرڻو هن جي پيشانيءَ تي لٽڪندڙ زلفن کي ساگرن جون لهرون سمجهي، انهن سان لڪ چپ راند ڪرڻ لڳو هو.
گيتا چندر جي سائيڪل کي پريان ايندو ڏٺو پر هن ڪجهيو ڪو نہ. چپ چاپ سٽن کي مڙهيندي رهي. چندر سڌو بنگلي جي پورٽيڪو وٽ پهتو ۽ سائيڪل رکي اندر هليو ويو. اپياس ڪمري ۾، بيٺڪ ۾، سمهڻ واري ڪمري ۾، سيني هنڌ، هو ڊاڪٽر شڪلا کي ڳولي آيو پر هو ڪٿي ڪو نہ هو. هار کائي هو ٻاهر آيو تہ ڏٺائين تہ موٽر اڃا گئريج ۾ بيٺي آهي. سوچڻ لڳو تڏهن هو ويو ڪيڏانهن؟ ۽ گيتا تہ ڏسو ڪيئن نہ سيٽجي ويٺي آهي. ڄڻ چندر کي سڃاڻي ئي ڪا نہ. چندر گيتا وٽ پهتو. گيتا ڪنڌ وڏيڪ هيٺ جهڪائي ڇڏيو.
چندر پڇيو، "ڊاڪٽر صاحب ڪٿي آهي؟"
گيتا سٽن تان نگاهہ مٿي کڻڻ کانسواءِ ئي چيو. "مون کي ڪهڙي خبر!"
"تہ ڪنهن کي خبر هوندي؟" چندر هيئنڙ البتہ بگڙجي چيو. "هر وقت اهو مذاق مون کي سٺو نہ ٿو لڳي. ڪم جي ڳالهہ هجي تہ سڌو جواب ڏيڻ گهرجي. هن کي مضمون پهچائڻو آهي يا نہ!"
"ها، ڏيڻو تہ برابر آهي، پر مان ڇا ڪريان؟ وهنجندو هوندو. ائين ٿورئي آهي تہ تنهنجي انهيءَ مضمون لاءِ ڪير سنان پاڻي بہ نہ ڪري ۽ تنهنجو انتظار ڪندو رهي تہ چندر صاحب اجهو مضمون کڻي آيو." گيتا منهن ٺاهي اکيون نچائيندي چيو.
"سڌو چو نہ ٿي چوين تہ وهنجي ويٺو." چندر هيئنڙ گيتا جي غصي تي ٺهڪ ڏيندي چيو. چندر کي کلندو ڏسي گيتا جو مزاج اٿلو وڌيڪ بگڙجي ويو. هوءَ ڪتاب ۽ مڙهڻ جو سامان کڻي اندر هلڻ لڳي.
هن جي اٿندي ئي چندر مزي سان ان ڪرسيءَ تي ويهي رهيو ۽ ميز تي ٽنگون ڦهلائي چيائين، "اچ مون کي تمام سخت غصو آهي. خبردار جو ڪنهن مون سان ڳالهايو آهي!"
گيتا ويندي ويندي منهن ڦيرائي بيهي رهي.
"مون توکي ڪيترا دفعا چيو آهي چندر، تہ مون کي اهي ڳالهيون سنيون نٿيون لڳن. جڏهن ڏس تڏهن مون کي ڪاوڙ ڏيکاريندو وتين." گيتا جي آواز ۾ اجان غصو هو.
"تڏهن ڇا تنهنجي پوڄا ڪندو وتان! تون ڄڻ پنهنجي وقت مون کي ڇڏي ڏيندي آهين!" چندر ساڳي بيپرواهيءَ سان چيو.
گيتا واپس موٽي آئي ۽ اتي ئي هن جي پرسان هيٺ گاهہ تي ويهي ڪتاب کولي پڙهڻ لڳي. پنجن منٽن تائين جڏهن هوءَ خاموش رهي، تڏهن چندر سمجهي ويو تہ اڄ معاملو مڙيو ئي گنڀير آهي.
"گيتا!" هن ڏاڍي لاڏ وچان پڪاريو.

گيتا جواب ڪو نہ ڏنو پر هن جي اکين مان ہہ لڙڪ ڳڙي ڪتاب جي ورق تي اچي ڪريا.
"اڙي ڳالھ ڪھڙي آهي، ٻڌاءِ نہ گيتا؟"
"ڪجھ ڪونھي."
"ٻڌاءِ، توکي منھنجو قسم آهي!"
"تون ڪالھ شام چو نہ آئين." گيتا جو آواز روئڻھارڪو هو.
"بس، ان ذري ڳالھ تي ناراض ٿي ويئي آهي، پاڳل!"
"ها. ان ذري ڳالھ تي ناراض آهيان!" تون نہ اچ، هزار دفعا نہ اچ. مان انهيءَ تي ڇو ناراض ٿينديس.
وڏو آيو آهي! نہ ايندو تہ ڇڻ اسان جو ڪارخانو ٺپ ٿي ڪو نہ هلندو. پاڻ کي سمجھي الائي ڇا ٿو." گيتا وري بڪڙجي ڇيو.
"پر توئي تہ اها ڳالھ ڇئي نہ؟" چندر هيئنڙ مرڪندي ڇيو.
"تو سچي ڳالھ ٻڌي ڪٿي؟ ڪالھ شام جو گيسوءَ جو نوڪر آيو هو. هن جي ننڍي ڀاءُ حسرت جو سالگره هو. هن جي ماءُ سڏايو هو."
"تہ وٿينءَ ڇو نہ؟"
"ويس ڇو نہ! ڪنھن ڪان پڇي وڃان؟ تون تہ هيئنڙ ٿو اچين، جڏهن سڀ ڪجھ ختم ٿي ويو." گيتا ڇيو.
"تہ پاپا کان پڇي وڃين ها." چندر هن کي سمجھائيندي ڇيو. "گيسوءَ وٽ تہ تون هونءَ بہ پيئي ويندي آهين!"
"هونءَ بہ ويندي آهيان، اڄ تہ هن ناچ ڪرڻ لاءِ بہ ڇيو هو. پوءِ تون اچي ڇوين ها.... گيتا! توکي ائين ڪرڻ نہ گھربو هو ۽ پوءِ پنھنجا ڊگھا ليڪچر شروع ڪرين ها ۽ ناراض ٿين ها. توکان پڇڻ ڪانسواءِ ڪنھن سئنيما، سير يا پارٽيءَ تي مان ڪڏهن ويئي بہ آهيان!" ۽ هن جي اکين مان وري لڙڪ لڙي پيا.
"چري ڪٿي جي! هن ذري ڳالھ تي هيڏو رودن! ڪنھن جي هٿان هن کي سوغات موڪلي ڏي ۽ پوءِ ڪنھن موقعي تي وڃي ٿي اچجانءِ!"
"ڇا ٿي اچجانءِ! توکي تہ بس ڇئي وٿين! گيسو ڪيڏو نہ ناراض ٿي هوندي!" گيتا جي ڪاوڙ اجا ڊري ڪا نہ ٿي هئي، "هيئنڙ تہ امتحان بہ مٿان اچي ويا آهن. پوءِ ڪڏهن ويندِيس؟"
"ڪڏهن آهي تنھنجو امتحان؟"
"جڏهن بہ هجي! تو ڪنھن کي اول ڇيو مون کي پڙهائڻ لاءِ!"
"اڙي مون کان تہ صفا وسري ويو. ڇڱو، اڄ ضرور ڇوندس."
"ڇوندس پوندس ڪو نہ. اڄ منجھند جو ڪنھن ماستر کي وٺي اچج نہ تہ مان ڏيان ٿي باھ سيني ڪتابن کي، سمجھيئي يا نہ؟"
"ڇڱو ڇڱو اڄ منجھند جو ماستر کي وٺي ايندس. ٺيڪ ياد آيو. بسريا کي ڇوندس تہ روز توکي پڙهائڻ اچي. هن کي پئسي جي ضرورت بہ آهي." چندر کي ڄڻ وڏي مصيبت مان ڇوٽڪارو ملي ويو.
"اڄ منجھند جو ضرور." گيتا جي اکين ۾ هيئنڙ وڏيل ڳوڙها اچي ويا.
"ها بابا، ضرور!" چندر سامت جو ساھ کڻندي ڇيو.
"اڇھو پاپا بہ اچي ويو سنان ڪري، هل." چندر بنگلي ڏانھن وڌيو. گيتا بہ اٿي هن جي پٺيان هلي.
ڊاڪٽر شڪلا جو بدن ڀريل ۽ رنگ هلڪو سانورو هو. بيحد گنڀير ايپاس ۽ پروفيسري ڪندي جيئن هن جي عمر چڙهندي ويئي هئي تيئن هن ۾ نياز ۽ نوڙت بہ وڌندي ويئي هئي. هو رلندو ملندو بہ تمام گھٽ هو. شخصي دوستي ڪنھن سان ڪا نہ هيس، مگر اتر ڀارت جي مھا دانشور هئڻ سبب هر ڪانفرنس ۽ هر سرڪاري ڪاميٽي تي هن کي سڏايو ويندو هو ۽ هو انهن جي ڪاروبار ۾ دلچسپي پڻ وٺندو هو. انهن موقعن تي چندر اڪثر هن جو مکيہ مددگار رهندو هو ۽ انهيءَ نموني سان سرڪار جي مکيہ اڳواڻن ۽ ٻين شخصن سان چندر جي بہ واقفيت ٿي ويئي هئي. هن ايم- اي پاس ڪئي تنھن بعد ڪيترائي دفعا هن کي سرڪار جي تعليم کاتي وٽان ڇڱن عهدن جي آڇ ٿي هئي، مگر ڊاڪٽر شڪلا هن جي ڪنھن بہ آڇ قبولڻ جي خلاف هو. هن چاهيو ٿي تہ چندر پهرين پنھنجي تحقيق مڪمل ڪري. ممڪن ٿي سگھي تہ ولايت مان بہ هڪ چڪر هڻي اچي. پوءِ پلي جيڪي وڻيس سو ڪري. ڊاڪٽر شڪلا جي شخصي جيون ۽ عوامي جيون جي عادتن ۽ قدرن ۾ ڪجھ تضاد هو. پارٽين ۾ مسلمانن ۽ ڪرستانن سان گڏ ميز ڪرسيءَ تي ويھي کائڻ ۾ هن کي ڪو بہ اعتراض ڪو نہ هو، مگر گھر ۾ هو ڇونڪي ۾ ويھي، جسم تي صرف ريشمي ڌوتي پائي کاڌو کائيندو هو. سرڪار کي هن صلاح ڏني هئي تہ سيني ساڌن ۽ سنتن کان زوريءَ ڪم ورتو وڃي ۽ مندرن جون ملڪيتون ضبط ڪيون وڃن، مگر گھر ۾ هو هڪ منو ٿي

سچو سارو ڪلاڪ پوچا پاٺ ۾ گذاريندو هو. پوڄا پاٺ، ڪاڙي پيتي، ذات پات جو پڪو حامي هو. مگر پنهنجي جيون ۾ هن ڪڏهن پنهنجي ڪنهن شاگرد کان اهو ڪو نه پڇيو ته براهمڻ آهين، واڻيو آهين، کتري آهين يا شودر آهين.

وهنجي اچڻ بعد هن ڪنهن پاڻيءَ جو پاٺ پڙهي ڪيو. چندر کي ڏسي هو بيهي ويو ۽ پڇيائين، "ڪيئن ڪاغذ ٽائيپ ٿي ويا؟"

"جي ها."

"ڪٿان ٽائيپ ڪرايئه؟"

"مس ڊڪروز وٽان."

"هوءَ ڇوڪري سٺي آهي نه! هاڻي ڪافي وڏي ٿي ويئي هوندي. شادي اڃا ڪا نه ڪئي اٿس؟ مون سمجهيو ته هوءَ الائي ملندي يا نه ملندي!"

"نه، هوءَ اڃا اتي ئي آهي. شادي ڪئي هئائين، پر پوءِ طلاق ڏنو اٿس."

"اڇا! ته هينئر اڪيلي رهندي آهي؟"

"نه، پاءُ سان گڏ رهندي آهي، برٽيءَ سان."

"۽ برٽيءَ جي زال ڪيئن هئي؟"

"اها مري ويئي."

"پوءِ ته سچو گهر ئي ڦري ويو هوندو."

اتي گيتا اچي چيو، "بابا پوڄا لاءِ مون سڀ ڪجهه تيار ڪري رکيو آهي."

"چڱو پٽ. چڱو چندر، مان جلدي پوڄا ڪري ٿو اچان. تو چانهه پيتي آهي؟"

"جي ها!"

"ٺيڪ آهي. منهنجي ميز تي هڪ چارٽ رکيو اٿئي. تيستائين ان کي ٺيڪ ڪري وٺ. مان هاڻ آيس."

چندر اپياس واري ڪمري ۾ پهتو. ڪوٽ لاهي هن ڪليءَ تي ٽنگيو ۽ نقشو جاچڻ لڳو. پرسان هڪ ننڍي پيالي ۾ چيني ڪاري مس جو ڪٽيو ۽ پاڻيءَ جو پيالو به رکيو هو. هن پاڻيءَ جا ٻه ٽي ڦڙا وجهي مس کي گهٽڻ شروع ڪيو. ايتري ۾ گيتا اندر اچي چيو، "اي.... پڌ" هن ڇوڏاري نهاريو ۽ پوءِ هيٺ جهڪي چندر جي ڪن وٽ پنهنجا چپ آڻي چيائين، "ڇانورن جي نانختائي کائيندين؟"

"اها وري ڪهڙي مصيبت ٿيندي آهي؟" چندر مس گهٽندي پڇيو.

"ڏادي سٺي ٿيندي آهي. پاپا کي تمام گهڻي وڻندي آهي. اڄ صبح جو مون پنهنجي هٿ سان ٺاهي آهي. کائيندين؟" گيتا ڏادي سڪ ڀرئي آواز ۾ پڇيو.

"ڪٿي اڄ."

"ڪٿي ته آڻي آهيان. هي وٺ." ائين چوندي گيتا پنهنجي ساڙهيءَ جي پلو ۾ لڪايل ٻه نانختايون ڪڍي ميز تي رکيون.

"ڪنهن پليٽ ۾ ڇو نه ڪٿي آئينءَ؟ هيئن ته سچو گيهه تنهنجي ساڙهيءَ کي لڳي ويو. هيڏي وڏي ٿي وئي آهين، پر عقل اڃا ذرو به ڪو نه سکي آهين." چندر ذرا بگڙي چيو.

"لڪائي ته ڪٿي آئي آهيان. رڌڻي مان ڪيڻ جي اول اجازت ڪٿي آهي؟ ڪٿي به تنهنجي لاءِ آئي آهيان ۽ بگڙجين به تون ٿو." گيتا به منهن بگاڙي چيو. "کائيئيون اٿيئي يا نه؟"

"منهنجي هٿن ۾ ته مس لڳل آهي." چندر چيو.

"مان پنهنجي هٿ سان ڪا نه کارائيندي سانءِ" رام رام تون ٻاهر مسلمانن جي هوٽلن تي خبر نه آهي، ڇا ڇا کائيندو هوندين. ٿو.... ٿو."

چندر کي گيتا جي ان ڳالهه تي کل اچي ويئي. هن پاڻيءَ ۾ هٿ ٻوڙي، ٻنا پڇڻ جي اهي مس وارا هٿ گيتا جي ساڙهيءَ جي ڪنڌ سان اگهيا ۽ پوءِ ٻنا حجاب نانختائي کڻي، کائڻ لڳو.

"رنگي ڇڏيئي نه منهنجي ساڙهي! اڄ بس سچو ڏينهن اها ئي ساڙهي پائيندس." گيتا بگڙجي چيو.

"پاڻ نانختائي آن ۾ ويڙهي ڪٿي آئينءَ ۽ گيهه لڳي ويئي ته ڪجهه ڪو نه ٿيو ۽ مون مس وارا هٿ اگهيا ته بس، بگڙجي وئي." چندر نقشن ڪيڻ واري قلم ۾ مس ڀريندي چيو.

"ها. هينئر پاپا اچي وڃي ته چوندو ڇا ته ساڙهيءَ ۾ گيهه. مس سڀ لڳائيندي ٿي وتين! توکي ڇا آهي!" ۽ هن مس لڳل پلوءَ ڇڪي، چيلهه ۾ ورائي ٻڌي ڇڏيو.

"ڇي... ڇي. هي ڇا ڪيئي! گيهہ ۾ ٻڏل پلئہ وري چيلهہ ۾ ٻڌي ڇڏيئي. گندي!" چندر نقشي مٿان نوڙندي چيو.

"ها. گندي آهيان." ائين چوندي گيتا ڪمري مان ٻاهر نڪري ويئي.

چندر چپ چاپ نقشي تي ڪم ڪندو رهيو. اتر پرديش جي پوربي ضلعن ۾ ٻارن جي موت جي انگن اکرن جو نقشو ٺاهڻو هو. ان تي هڪ طرف ٽيڪن ذريعي موت جو تعداد ڏيکارڻو هو. چندر ۾ هڪ عادت هئي جو هو ڪنهن ڪم پٺيان لڳندو هو تہ جن تي لڳندو هو. ڪم هٿ ۾ ڪنيائين تہ پوءِ هن کي دين توڙي دنيا. ڪنهن جي بہ سمڪ ڪا نہ رهندي هئي. ڪاڏو پيتو، ننڊ آرام سڀ وسري ويندو هوس. انهيءَ جو ڪارڻ هو. چندر انهن انسانن مان هو. جن جي زندگي ٻاهران نهايت هلڪي ۽ اڇاڇري نظر ايندي بہ. اندران اها سچ پچ بيحد گنڀير. مقصد پري هوندي آهي. انهن ماڻهن اڳيان نهايت چٽو آديش. مقرر مقصد رهندو آهي. اهي شخص ٻاهران پلي کهڙا بہ نظر اچن پر اندر ۾ هو پنهنجي ان مقصد ڏانهن بيحد ايماندار رهندا آهن. انهن ماڻهن ۾ اها ئي خوبي ٿيندي آهي جو ڀي دنيا کي هو پلي هلڪي، اڇاڇري نگاهہ سان ڏسن. پر پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ هو بلڪل گنڀير رهندا آهن. اهو حاصل ڪرڻ. هنن لاءِ زندگيءَ جي ساڌنا. پوڄا بڻجي ويندي آهي. چندر ٻاهران برابر انفرادي سڀاءَ جو ڏسبو هو. دنيا ڏانهن بيپرواهہ ڏسبو هو پر اندر ۾ هو سماج. آسپاس جي جيون ۽ ان جيون جي پاترن ڏانهن پنهنجي جوابداريءَ کي پليءَ پت سمجهندو هو. هو سوشلسٽ هو. شايد سماجوادي بہ هو. پر پنهنجي نرالي نموني ۾ هو. ڪڏهن جيل ڪو نہ ويو هو. تنهن هوندي بہ پنهنجي وطن کي بيحد پائيندو هو. بيحد پيار ڪندو هو. هن جي محب وطني. هن جو سوشلزم سندس اپياس ۽ تحقيق ۾ سمايل هو. هن ڇاتو ٿي تہ سماج جي سيني ٽنبڻ جي جڳهہ الڳ الڳ آهي. جي هر ڪو مندر ۾ ديويءَ جي قدمن ۾ جڳهہ پائڻ چاهيندو تہ بنياد جو پٿر ۽ ڏاڪڻ جو پٿر ڪير بڻجندو؟ هن اهو بہ ڇاتو ٿي تہ ارٿ شاستر اهو بنيادي پٿر آهي، جنهن تي سماج جي سڄي عمارت جو بوجهہ آهي. انهيءَ ڪري هن پڪو ارادو ڪيو هو تہ پاڻ پنهنجي ديس، پنهنجي سماج ۽ پنهنجي جڳ جي آرٿڪ اسٿتيءَ جو اپياس ڪري ان جي باريڪ چند ڇاڻ ڪندو ۽ هن ڪيٰ خبر هئي تہ انهيءَ رستي هو هڪ ڏينهن اهڙو سچو، اهڙو حل ڳولي لهندو. جنهن مان انسان جا گهڻا مسئلا حل ٿي ويندا. اڄ آرٿڪ ۽ سياسي ڪيتر ۾ انسان جيڪڏهن خونخوار حيوان بڻجي ويو آهي تہ هڪ ڏينهن اهو ساڳيو انسان سندس آواز ٻڌي فرشتو پڻ بڻجي ويندو. انهيءَ ڪري ئي هو جڏهن ڪانپور جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ پورهيتن جي اجوري جو نقشو تيار ڪرڻ رهندو هو يا جيون جي ضروري گهرجن نہ ملڻ سبب. زالن ۽ ٻارن جي موت جو حساب ڪتاب لڳائڻ ويهندو هو تہ هن جي اڳيان سندس آئيندو. سندس ناموس يا ڪاليجي ڊگري حاصل ڪرڻ جو سٺو سپنو ڪو نہ هوندو هو. هن جي من ۾ ان وقت اهو جذبو هوندو هو. جو هڪ پوڄاريءَ جي دل ۾ پنهنجي ديوتا لاءِ گلن ڦلن. ۽ ڏيئا ڪني ڪرڻ وقت هوندو آهي. چندر تہ ٿورو ٿورو جذباتي بہ هو. هڪ دفعي چندر جڏهن پنهنجي تحقيق جي سلسلي ۾ اهو پڙهيو تہ پنهنجي واپار جي ڦهلاءَ خاطر انگريزن ڪيئن مرشد آباد ڪان وٺي روهتڪ تائين. ڀارت ديس جي غريب ۾ غريب شخص کان وٺي شاهوڪار ۾ شاهوڪار باشندي کي بيرحميءَ سان لٽيو ڦريو ۽ هنن تي ڀيا ظلم وهايا. تڏهن هو سچ پچ سڏڪا ڀري روئي ويٺو هو. مگر انهيءَ بعد بہ هن ڪڏهن پاڻ کي سياست جي سيلاب ۾ وهڻ نہ ڏنو. ڇاڪاڻ جو هن ڏٺو تہ سندس جيڪي بہ دوست سياست ۾ گهڙيا. تن جي ٿورن ڏينهن ۾ ئي ناموس تہ ڏاڍو نڪتو پر انهن جي انسانيت الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويئي.

چندر جو اهو پڻ ويساهہ هو تہ انسان جي زندگي صرف آرٿڪ پهلوئن تائين محدود نہ آهي. جيون کي سڌارڻ لاءِ صرف آرٿڪ قالب بدلائڻ ڪافي نہ آهي. انهيءَ لاءِ انسان کي پڻ بدلائڻو پوندو. انسان جي شخصيت کي پڻ سڌارڻو پوندو. باقي هوند واري هربي پربي سماج ۾ بہ جيڪڏهن انسانن ۾ اڄ ڪلهہ واريون حيواني روايتون ساڳيءَ طرح اسريل رهيون تہ دنيا ائين لڳندي. جيئن هڪ خوبصورت سينگاريل محل ۾ حيوانن ۽ راڪاسن کي رهائجي.

چندر اهو بہ پليءَ پت ڄاتو ٿي تہ پاڻ جنهن دنيا جو سپنو ڏسي رهيو آهي اها دنيا ڪنهن هڪ انقلاب سان يا ڪنهن هڪ سياسي پارٽيءَ جي سهائتا سان بڻجي نہ سگهندي. انهيءَ لاءِ انسان کي پاڻ بدلائڻو پوندو. صرف ڪنهن سماج کي بدلائڻ سان مطلب حاصل نہ ٿيندو. انهيءَ ڪري ئي هو سڄو وقت پنهنجي مقصد پٺيان غلطان رهندو هو ۽ سماج جي ڳجهن پهلوئن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو. اهو ئي سبب هو جو سندس جيون ۾ جيڪي بہ ٻيا شخص ايندا هئا تن ڏانهن هو بيحد ايماندار رهندو هو. ساڳئي وقت پنهنجي ڪم ۾ بہ هوشيار هو ۽ هن کي اهو ڀروسو هو تہ ان نموني هو دنيا کي اڳتي وٺي هلڻ ۾ گهٽي نہ. پر ٿوري مدد ضرور ڪري رهيو آهي ڇاڪاڻ تہ هن جي اندر ۾ سچ جي اها چڻنگ هردم روشن رهندي هئي. تنهن ڪري هو شاعر يا خوابير (Dreamer) نہ هوندي بہ. ايڏو تہ جذباتي، ڪردار جو اهڙو تہ پڪو. من جو ايترو تہ ٻلوان ۽ گنڀير هو ۽ ڪم ۾

اهڙو تہ محلن ٽي ويندو هو. جڻ هو هڪ منوتي ڪنهن جي پوڄا ۾ رڌل رهندو هو. انهيءَ ڪارڻ هو جڏهن نقشي کي ڏسڻ ۽ ناهڻ ۾ محو هو. تڏهن هن کي ڪا بہ سمڪ نہ رهي تہ ڊاڪٽر شڪلا ڪيڏي مهل اچي سندس پٺيان بيهي رهيو.

"واه نقشي تي تہ تنهنجو هٿ ڏاڍو سٺو تو هلي. ڏاڍو سٺو. چڱو هاڻي ان کي ڇڏ. ڏسان تہ تنهنجو پنهنجو ڪم ڪيئن پيو هلي. اڄ تہ آچر آهي نہ؟"

ڊاڪٽر شڪلا پرسان ڪرسيءَ تي ويهندي چيو. "چندر! اڄ ڪلهہ مان هڪ ڪتاب لکڻ بابت سوچي رهيو آهيان. منهنجو ويچار آهي تہ ڀارت جي ورڻ آشرمن جو نئين روماني نقط نگاهہ کان اڀياس ۽ چند ڇاڻ ڪئي وڃي. تنهنجو ان باري ۾ ڇا ويچار آهي؟"

"اجايو آهي! جيڪو سرشتو اڄ نہ سياڻ ختم ٿيڻو ٿي آهي. ان باري ۾ ايڏو وقت وڃائڻ بيڪار آهي." چندر جي آواز ۾ پڪو ڀروسو هو.

"اها ٿي تہ توهان ۾ گهٽتائي آهي. ورڻ آشرم ۾ بس ٿوريون خرابيون ڏٺوَ تہ هڪدم ان جي خلاف ٿي ويا. هڪ تحقيق ڪندڙ شاگرد جي نقط نگاهہ نرالي هئڻ گهرجي. تنهن ڪان سواءِ اسان جي پراچين سنسڪرتيءَ ۽ ريتن رواجن جو تمام خبرداريءَ ۽ باريڪ بينيءَ سان اڀياس ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. اهو چڱي طرح سمجهي ڇڏ تہ انسان ذات ڪمزور نہ آهي. پنهنجي وڪاس ڪرم ۾ اها فقط انهن سنسٿائن. ريتن رواجن ۽ اصولن آدرشن کي رهڻ تي ڏئي جي ان جي زندهہ رهڻ لاءِ تمام ضروري آهن. جي اهي ضروري نہ آهن تہ انسان ازخود انهن ڪان ڇوٽڪارو حاصل تو ڪري. هي ذات پات ۽ ورڻن جي سنسٿا نہ ڄاڻ ڪيترين صدين ڪان ڀارت ۾ قائم آهي. ڇا اها ٿي ان جي ثابتي نہ آهي تہ اها سنسٿا پنهنجي سر ڪافي طاقتور آهي ۽ ضروري بہ آهي؟"

"ايئن تہ هندستان ۾ غلامي بہ صدين ڪان هلندي ٿي اچي. تنهن ڪري ڇا اها بہ ضروري آهي؟"

"بلڪل ضروري آهي! ڊاڪٽر شڪلا چيو. "مون کي پنهنجي وطن هندستان تي فخر آهي. ڪنهن سمي مون بہ ڪانگريس جو ڪم ڪيو هو. مگر مان ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ هندستانين کي ٿوري ٿي آزادي ٿي ملي تہ هو ان جو دل کولي برو فائدو وٺڻ شروع تا ڪن ۽ هندستاني ڪڏهن بہ سنا حڪمران ڪو نہ ٿيندا."

"ائين نہ آهي. انگريزن هٿ وني هندستانين کي اهڙو بڻايو آهي. نہ تہ چندر گپت ۽ اشوڪ بہ تہ هندستان ۾ ٿي پيدا ٿيا هئا! باقي رهي ذات پات جي سنسٿا جي ڳالهہ. سو مون کي تہ صاف پيو نظر اچي تہ اها ازخود ٽٽي رهي آهي. روٽيءَ ۽ ڌيءَ جو اهو قيد هو. روٽيءَ جو قيد تہ اڳي ئي ٽٽي چڪو آهي. باقي ڌيءَ جو قيد.... شادين مرادين ۾ بہ هڪ ٻن پيڙهين اندر اهي ذات پات جا سڀ بنڌڻ لهي ويندا."

"ائين ٿيو تہ تمام غلط ٿيندو. انهيءَ مان ڄاتيءَ جي انتي ۽ ترقي رڪجي ويندي. شاديءَ کي مان جذباتي درشٽيءَ سان نٿو ڏسان. هي هڪ سماجي انتظام آهي ۽ اسان کي بہ انهيءَ درشٽيءَ کان ئي ڏسڻ گهرجي. شاديءَ ۾ سڀ کان وڏي ۽ مکيہ ڳالهہ آهي. سنسڪرتيءَ جي سمانتا. جڏهن الڳ الڳ ڄاتين جون الڳ الڳ ريتون رواج آهن تہ هڪ ڄاتيءَ جي ڇوڪري ٻيءَ ڄاتي ۾ وڃي. پاڻ کي ڪڏهن بہ ان ڄاتيءَ ۾ پوريءَ طرح سمائي نہ سگهندي. واپاري طبقي جي هڪ واڻئي جي ڌيءَ ۽ اڀياس جي براداريءَ واري برهمڻ جو پٽ. انهن ٻن جو اولاد. نہ گهر جو رهندو نہ گهاٽ جو. اهو ڪنهن بہ ڏس ۾ پنهنجي سڃاڻپ ڪري نہ سگهندو. اهو تہ هٿ وني، ٻنا فائدي حاصل ڪرڻ جي، سماجي انتظام کي ڊانوا ڊول ڪرڻو آهي."

"مگر توهين شاديءَ کي فقط سماجي نقط نظر ڪان چو ٿا ڏسو. شخصي نقط نظر ڪان چو نہ ٿا ڏسو! جيڪڏهن ٻن جدا جدا ڄاتين جو ڇوڪرو ڇوڪري پنهنجو گهربل مقصد حاصل ڪري سگهن ٿا. پنهنجو بهتر ڪم ڪري سگهن ٿا تہ انهن کي شاديءَ جي اجازت چو نہ ملڻ گهرجي؟"

"پرهڪ انسان جي شخصي حاصلات لاءِ اسين سڄي سماج کي نقصان چو پهچايون! ان جي کهڙي خاطري آهي تہ شاديءَ وقت جيڪڏهن انهن جي دلين جو راضپو آهي تہ اهو راضپو شاديءَ بعد جيون پر تائين قائم رهي سگهندو؟ دلين جي ميلاپ ۾ محبت جو جيترو مدار. خود انسان جي دل تي آهي. ان جو اوترو ئي مدار ٻاهرين حالتن تي پڻ آهي. ڪهڙي خبر تہ شاديءَ بعد انهن ٻاهرين حالتن جو ٻنهي تي ڪهڙو اثر ٿو پوي ۽ انهن جو دلي ميلاپ هميشہ قائم رهي سگهي ٿو يا نہ! ۽ مون تہ هيل تائين پريم جي شادين کي ناڪامياب ٿي ٿيندو ڏٺو آهي. ٻڌاءِ برابر ائين آهي يا نہ؟"

"ها. محبتي شاديون اڪثر ناڪام ٿين ٿيون. پر ممڪن آهي تہ اها محبت ئي نہ هجي. جتي سچو پريم هوندو اتي ڪڏهن ناڪامي نہ ملندي" چندر جرئت رکي چيو.

"اوه! اهي سڀ ادبي ۽ ڪتابن جون ڳالهيون اهن. تون هن سوال ني سماج شاستر جي نقطہ نظر کان، صوفياڻي نقطہ نظر کان ڏس، سڪ. مون پنهنجي ڪتاب جو خاڪو تيار ڪيو آهي. جڏهن تفصيل پريندس، تڏهن توکي اهي ٻڌائيندس، ها، هو مضمون ڪٿي آهي؟"

چندر هنڪي ٽائيپ ٿيل ڪاغذ ڏنا. انهن کي ورائي ڦيرائي ڏسڻ بعد ڊاڪٽر شڪلا چيو: "ٺيڪ آهي! ٻيو ٻڌ چندر، تون پنهنجو ڪم ڪار جلدي اڪلائي وٺ. ايندڙ هفتي لکنئو ڪانفرنس تي هلڻو آهي"

"ڇڱو ٻر هلندا موٽر ۾ يا ٽرين رستي."

"ٽرين ۾" پوءِ پنهنجي واچ ۾ وقت ڏسي ڊاڪٽر شڪلا چيو "مونکي ٿورو ڪم آهي. مان هلان ٿو. تون هي نقشو تيار ڪري وٺ ۽ انجو مضمون بہ لکي وٺ. پوربي ضلعن ۾ ٻارن جو موٽ. راجيہ سرڪار انهي مضمون لاءِ انعام پڻ آڇيو آهي."

ڊاڪٽر شڪلا هليو ويو. چندر وري نقشي تيار ڪرڻ ڪي لڳي ويو.



چندر جي وڃڻ کان ٿورو ٿي پوءِ پاپا آيو ۽ ڪائڻ وينو گيتا رسوئي جي ريشمي ساڙهي پائي پيءُ تي پکو جهولڻ ويٺي. گيتا پيءُ جي ٻي حد لاڏلي ڌيءُ هئي. هيڏي وڏي ٿي ويئي هئي تہ بہ چلولائي ڪرڻ ڪانسواءِ نہ رهندي هئي. سو اڄ تہ هن پنهنجي پيءُ جون دلپسند نانختايون پنهنجي هٿ سان تيار ڪيون هيون! اڄ هن کي لاڏ ڪرڻ جو هر ڪو حق هو ۽ پٽس کي هن جي جائز توڙي ناجائز هر ضد کي مجبور ٻڌجي سهڻو ٿي پوندو.

ڊاڪٽر اڃا بہ گرھ ڪونہ ڪنيا هئا جو گيتا چيو "پاپا نانختائي کاڌ!"

ڊاڪٽر شڪلا هڪ نانختائي کڻي ڪائڻ لڳو. ڪائيندي چيائين "ڏاڍي سٺي آهي" ٿورو ترسي پڇيائين "گيتا سومر ڏينهن ڪهڙو ڏينهن آهي؟"

"سومر ڏينهن ڪهڙو ڏينهن آهي! سومرڏينهن آهي منڊي Monday " گيتا کلندي چيو. ڊاڪٽر شڪلا بہ پنهنجي غلطي تي کلڻ لڳو "ڏس تہ. مان ڪهڙو نہ ويسارو آهيان. منهنجو مطلب هو تہ سومر ڏينهن تاريخ ڪهڙي آهي؟"

"يارهين" گيتا چيو "ڇو؟"

"اٺين ٿي ڏهين تاريخ ڪانفرنس آهي ۽ چوڏهين تاريخ تنهنجي پڦي ٿي اچي"

"پڦي ٿي اچي. تہ ٻنتي بہ ايندي نہ"

"انهي کي پهچائڻ لاءِ تہ پاڻ بہ اچي ٿي. فائينل جي تياري هتي ٿي ٿيڻي آهي نہ"

"ها تڏهن تہ ٻنتي هتي ٽي مهينا رهندي، پيا هاڻي ٻنتيءَ کي هتي ٿي رهائجو. مان تمام اڪيلي ٿي ٿيان"

"ها،جون تائين تہ هتي ٿي رهندي، پوءِ جولاءِ ۾ هن جي شادي ٿيندي."

"اڙي هينئر ٿي، هنجي عمر اڃان آهي گهٽي؟" گيتا حيرت وچان چيو.

"ڇو، تو جيڏي آهي. پڦهن تہ تنهنجي لاءِ بہ ڪن پيئي ڪائي."

"نہ پاپا، مان شادي نہ ڪنديس." گيتا مچلجي چيو.

"تڏهن!"

"مان بس پڙهنديس، بي اي، ايم اي پوءِ ريسرچ بس مان فقط پڙهندي رهنديس ۽ نيٺ توهانجي برابر پهچي وينديس. ڪيئن پاپا؟"

"پڳليءَ جون ڳالهيون ٻڌوس. ٻي نانختائي تہ ڏي." ڊاڪٽر کلي چيو.

"نہ، پهرين قبول ڪريو تہ پوءِ مان نانختائي ڏيانو. ٻڌايو شادي ڪونہ ڪندا نہ." گيتا هٿ ۾ ٻہ نانختايون کڻندي چيو.

"ڏي."

"نہ پهرين ٻڌايو."

"ڇڱو ڇڱو ڪونہ ڪندس"

گيتا ٻئي نانختايون پيءُ جي ٿالهيءَ ۾ رکي، وري جهولڻ شروع ڪيو. نانختايون ڪائيندي ڪائيندي ڊاڪٽر شڪلا چيو "تنهنجي سس جڏهن توکي پسند ڪرڻ لاءِ اچي تہ هن کي بہ اهي نانختايون ئاهي ڪارائج."

"وري ساڳي ڳالھ." گيتا پنڪو اڇليندي چيو. "اڄان هينئر توهان انجام ڪيو تہ منهنجي شادي نہ ڪندا ۽ ......"

"ها پائي ها. چيم تہ سهين شادي ڪونہ ڪندس. مگر ائين ڪٿي چيم تہ تنهنجي شادي ڪونہ ڪندس."

"تہ.. ها. تہ توهان سڀ ڪوڙ ڳالهايو." گيتا چيو.

"چڱو چڱو هيڏانهن ٿي..." هينئر مهراڄڻ اڳتي وڌي هن تي ڪاوڙ ڪندي چيو. "هيڏي وڏي ٿي وئي آهين. اڄان پٽي سڄو وقت ٻڙ ٻڙ ڪري." مهراڄڻ سالن کان وٽن ڪم ڪندي آئي هئي ۽ گيتا کي ڇينپڻ جو هن کي حق مليل هو. گيتا بہ هنجو لحاظ رکندي هئي. هوءَ اٿي پنهنجي ڪمري ۾ پهتي ۽ چپ چاپ ليٽي پيئي. اوڏي مهل اتڪل ٻارنهن ٿي لڳا. ليٽي ليٽي هوءَ ڪالھ جي ڳالهين تي سوچڻ لڳي. ڪلاس ۾ ڪيڏو نہ مزو آيو هو. گيسو ڪهڙي نہ سٺي ڇوڪري آهي! هن وقت گيسوءَ جي گهر ۾ ڪاڏو پيتو ٿيندو هوندو. پوءِ سيئي گڏجي ڪائيندا. ڪهڙي خبر تہ منجهند جو شايد قوالي جو شغل بہ ٿئي. هنن ماڻهن کي قوالي ڪهڙي نہ سٺي ڳائڻ ٿي اچي! پر گيتا اڄ اها ڪانہ ٻڌندي ۽ گيسو بہ ڪيترو نہ ناراض ٿي هوندي! اهو سڀ فقط چندر جي ڪري ٿي ٿيو. چندر هميشہ منهنجهي اچڻ وڃڻ ۾ رنڊڪون وجهي. هڪ دفعي پاڻ بنا پڇڻ جي سهيلين سان پڪنڪ تي ويئي هئي. اتي چندر جا ڪيترا دوست بہ آيا. انهن مان هڪڙي دوست چندر کي نہ ڄاڻ ڇا وڃي چيو. چندر ان دفعي ايڏو بگڙيو ڇا! ان ڏينهن گيتا بہ ڪيترو نہ رنو هو! هي چندر ڏاڍو خراب آهي. سچ پڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن گيتا جو چيو برابر مڃيندو آهي، پر پوءِ وري ان کان ٻيڻو رعب ڄمائيندو آهي. ۽ گيتا کي روئاري روئاري هن جو ساهہ ڪڍي ڇڏيندو آهي. پاڻ پلي سڄي دنيا گهمندو وتي. پنهنجو ڪم هوندس تہ چوندو گيتا. بس هينئر ڪري ڏي ۽ گيتا جو ڪم هوندو تہ چوندو: اڙي پائي ڇا ڪريان؟ وسري ويو. اڄ جي ئي ڳالھ ڏسو نہ. صبح جو ائين بجي آيو ۽ هاڻي تہ جناب اعليٰ ٻي بجي منجهند تائين بہ الائي اچي تو يا نہ. ٻي بجي تائين جو ڇٽي ويو آهي تہ بس اوستائين گيتا جو سڀ ننڊ آرام حرام. ڪنهن بہ ڪم ۾ دل ڪانہ لڳنديس. مگر ائين ڪم ڪيئن ٿيندو. امتحان ۾ باقي ڏينهن گهٽا آهن ۽ گيتا جي دل سواءِ شاعريءَ جي، ٻي ڪنهن شئي تي لڳيئي نٿي. هوءَ ڪيترن ڏينهن کان چندر کي چوندي آئي آهي تہ ٿوري ايڪانامڪس مونکي سمجهاءِ. مگر هو اهڙو خود مطلبي آهي جو بس ڇانهن پيئندو. نانختائي ڪائيندو. رڙاريندو ۽ پوءِ پنهنجي سائيڪل تي هليو ويندو.

ائين سوچيندي سوچيندي گيتا جي اک لڳي وئي.

ٽي بجي گيسو آئي تہ گيتا اڃا سمهي پيئي هئي. پلنگ هيٺان ڊي اير سي جو ڊيرو ڪليو پيو هو ۽ وهاڻي پرسان مڙهڻ جي آر پيئي هئي. گيتا ڏاڍي منڙي پئي لڳي. ڏاڍي سندر پئي لڳي. خاص ڪري هنجي پلڪن تہ گلاب جي پنکڙين کي بہ شهہ ٿي ڏني. گوري بدن ۾ ايڏو تہ لال خون هوس جو ڪٽي بہ ٿورو ڪٽي زور ڏيوس تہ گلاب ٽڙي ٿي پيا. هن جي خاموش لبن تي پڻ گلابن پئي مشڪيو ۽ ٻانهون ڄڻ ول جي نازڪ ٽارين جيان پکڙيون پيون هيس. گيسو آئي. هنجي هٿ ۾ مناڻيءَ جو دٻو هو، جو ماڻس گيتا لاءِ موڪليو هو. هو گهڙي پل گيتا ڏانهن نهاريندي رهي. پوءِ مناڻيءَ جو دٻو ميز تي رکيائين ۽ آر ڪٽي گيتا جي گردن تي ڪتڪتائي ڪرڻ لڳي. گيتا پاسو بدلايو. گيسوءَ هيٺان ڏاڪي جو ڊيرو ڪنيو. نهايت خبرداريءَ سان ڏاڪي جي هڪ پيچڙي گيتا جي چوٽيءَ سان ۽ ٻي پيچڙي ميز جي هڪ ٽنگ سان ٻڌائين پوءِ گيتا کي سڏ ڪيائين "اڙي گيتا اٿ. ڏس ڪير آيو آهي؟"

گيتا ڇرڪ ڀري اٿي ڪڙي ٿي ويٺي. اکيون مهٽيندي چيائين. "تنهنجا اڄان هينئر بہ لڳا آهن نہ! هن کي وٺي آئين ڇا؟"

"اوهو. ڪنهن کي ٻي بجي سڏايو هو راڻي. ذرا اسانکي بہ تہ ٻڌاءِ." گيسو هنجي ٻانهن ۾ چنهنڊڙي پائيندي چيو.

"اف! ماري وڌئي" گيتا ٻانهن کي اڇل ڏيندي چيو. "بيدرد ڪٿان جي. اهو سڀ پنهنجي انهي اختر ميان کي ڏيکاريندي ڪر ۽ جيئن ئي مٿي تي ساڙهي جو پلوءُ وجهڻ لاءِ اٿڻ جي ڪوشش ڪيائين تيئن ڏٺائين تہ چوٽي ڏاڪي سان ٻڌي پئي آهي. پر گيتا اڄان ڪجھ چوي تنهن کان اڳيئي گيسو چيو. "يا صنم! اڙي ويچاريءَ جا حال تہ ڏسو. مون تہ ٻڌو هو تہ ننڊ نہ اچي، انلاءِ ڇوڪرا پنهنجي چوٽي ڪلي ۾ ٻڌي ڇڏيندا آهن. پر اها ڄاڻ ڪانہ هيم تہ هاڻي ڇوڪرين بہ ساڳي ڪار شروع ڪري ڇڏي آهي."

گيتا چوٽيءَ مان ڏاڳو کوليندي چيو. "بس ستائڻ لاءِ مان ئي توکي مليس نہ! اختر ميان اچئي تہ هنجي چوٽي ٻڌي انهي کي نچائجان. هاڻي ئي هيئن ڇتڙي ڇو ٿي پيئي آهين!"

"اڙي راڻي! هن کي چوٽي ڪٿي آهي! هو تہ ميان آهي، ميان!"

"چوٽي نہ. تہ ڏاڙهي ڇڏجانس."
"ڏاڙهي! خدا خير ڪري. ڏاڙهي رکي تہ مان ٿي هن سان محبت ڪريان!"
گيتا ڪِلڻ لڳي.
"وٺ امان تنهنجي لاءِ مٺائي موڪلي آهي. تون آڻينءَ چو نہ؟"
"ڇا ٻڌايانءِ؟"
"ٻڌاءِ ڪجهہ ڪو نہ. وري ڪڏهن ايندينءِ؟"
"ٻڌ گيسو هن اڱاري ... نہ اربع تي پڪي اچڻي آهي. هوءَ واپس ويندي نہ. تنهن ڪان پوءِ ايندس."
"چڱو. مان هلان ٿي اجان ڪامنيءَ ۽ پريا کي مٺائي پهچائڻي آهي." گيسوءَ اٿندي چيو.
"اڙي ويهہ نہ." گيتا گيسوءَ جو رئو پڪڙي هن کي ڇڪي ويهاريندي چيو. "ايي اٿي هو. بيٺي. ايي دامن سنڀالا هٺي!"
"آ ها! هاٺي تہ تون بہ اردو شاعري ڪرڻ سکي وئينءَ." گيسوءَ ويهندي چيو.
"تنهنجو ئي مرض لڳو آهي." گيتا کلندي چيو.
"ڏسجان متان ٻيا بہ مرض لڳي وڃني! پوءِ تہ تنهنجي لاءِ بہ انتظام ڪرڻو پوندو." گيسوءَ گيتا جي پير ۾ پلنگ تي ليٽندي چيو.
"اڙي هي ڳڙ ڪونهي جو ماڪوڙيون ڪاٺين."
"ڏسنديس ڏسنديس ڇا. ڏسي رهي آهيان تہ گذريل ٻن سالن کان تون ڪيڏي نہ بدلجي وئي آهين. اڳي کيترو کلندي نچندي هئينءَ. ڪيترو نہ جهيڙو جهٽو ڪندي هئينءَ هاٺي بہ کلين ڳالهائين تہ ٿي. پر پوءِ بہ چڻ پاڻ ۾ ئي ٻڌل رهڻ شروع ڪري ڇڏيو اٿئي. پاهران کلين برابر پٺي پر اندر ۾ چڻ هردم ڪا لکن لڳي پئي اٿئي." گيسو گيتا ڏانهن نهاريندي چيو.
"هٽ. پاڳل ڪٿي جي!" گيتا گيسوءَ جي ڳل تي هلڪي ٺڦڙ هڻندي چيو. "اهي سڀ تنهنجا خيالي پلاءُ آهن. مون کي ڪنهن جي لکن لڳندي! منهنجي گروءَ مون کي اهڙي سکيا ئي ڪا نہ ڏني آهي."
"گيتا راڻي اهي ڳالهيون گرو ڪو نہ سيکاريندا آهن. زندگي نہ چاڻ ڪڏهن. نہ چاڻ ڪيئن. ازخود اهي ڳالهيون سيکاري ڇڏيندي آهي ۽ سچ ٻڌاءِ گيتا! بلڪل سچ ٻڌائجان. ڇا تنهنجي دل ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن لاءِ محبت نہ جاڳي آهي؟" گيسوءَ هينئر اهو سوال گنڀير ٿي پڇيو.
"ڏس گيسو هيل تائين مون ڪڏهن بہ توکان ڪا ڳالهہ ڪو نہ لڪائي آهي ۽ نہ شايد اڳتي بہ تو کان لڪائيندس. ڪا بہ ڳالهہ هجي ها تہ توکان لڪل رهي سگهي ها. باقي رهي محبت جي ڳالهہ. سچ پڇين تہ ڪهاڻين ۾ جو پڙهبو آهي تہ ڪنهن کي ڏسي روشن اچي ويندو آهي. کلڻ شروع ڪبو آهي. ڳائڻ لڳبو آهي. پاڳل ٿي وڃبو آهي. اهو سڀ اجان تائين مون سان ڪڏهن ڪو نہ ٿيو آهي. باقي شعر .... اهي تہ مون کي ڏاڍا وڻندا آهن. ڪيٽس (Keats)جا شعر پڙهي تہ ايئن محسوس ٿيندو اٿم تہ منهنجي نس نس لڙڪ ٻجي ڳڙڻ ٿي شروع ڪري. مگر اهو تہ رڳو شاعريءَ جو اثر آهي."
"فقط شاعريءَ جو اثر آهي!" گيسوءَ وري پڇيو. "ڪڏهن ڪنهن خاص ماڻهوءَ لاءِ تنهنجي دل ۾ خوشي يا لڙڪن جو ساگر ڪو نہ اٿلي؟ تون پنهنجي دل وري بہ چڱيءَ طرح ڦولهي ڏس تہ انهيءَ تنهنجيءَ نازڪ خياليءَ پنيان ڪنهن جي صورت تہ ڪانہ لڪي ويٺي آهي؟"
"نہ سگهي گيسو. ان ۾ من ڦولهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. اهڙي ڳالهہ هجي ها. منهنجو من ڪنهن ڏانهن مائل هجي ها تہ ڇا مون کي خبر نہ پوي ها!" گيتا پل ترسي وري چيو. " پر تون ايئن چو ٿي سمجهين؟"
"ڳالهہ هيءَ آهي گيتو!" گيسوءَ هينئر گيتا کي پنهنجي هنج ۾ ڇڪيندي چيو. "ڏس. تون مون کان علم ۾ برابر اڪابر آهين. انگريزي شاعريءَ جا برابر خوب ورق اٿلايا اٿئي مگر زندگيءَ سان جيڪو منهنجو واسطو پيو آهي سو تنهنجو اجان ڪو نہ پيو آهي. من ڪڏهن. ڪيئن ۽ ڪٿي پنهنجو هرڪ هاري ٿو ويهي تنهن جي خود اسان کي بہ خبر ڪا نہ پوندي آهي. خبر تڏهن پوندي آهي. جو جنهن جي قدمن ۾ اسان ڪنڌ نوايو هوندو آهي. اهو اوچتو جهٽڪو ڏئي پنهنجا قدم هٽائي وٺندو آهي. ان وقت اسان جي ننڊ ڦٽيو پوي ۽ پوءِ اسين سجاڳ ٿي ڏسندا آهيون تہ اڙي. اسان جو ڪنڌ تہ ڪنهن جي قدمن تي رکيو هو ۽ ان جي سهاري ئي اسان آرام جي ننڊ ۾ سپنا پٺي لڌا تہ اسان جو ڪنڌ ڪنهن اڳيان نميو ئي ڪونهي. مون کي تنهنجي اکين ۾ بہ نہ چاڻ چو انوکي ڳالهہ پئي نظر اچي. جنهن مون کي بيچين بڻائي ڇڏيوآهي. تو برابر مون کي ڪجهہ ڪو نہ چيو آهي. پر مون ڏٺو آهي تہ نازڪ طبع شعر اڄ ڪلهہ تنهنجي دل جي ان تهہ کي ڇا ڇهن. جنهن کي اهي شعر فقط تڏهن ڇهي سگهندا آهن جڏهن دل

ڪنهن جي قدمن ۾ پيٽ چڙهي چڪي هوندي آهي. مان توکي ڏوراپو ڪو نہ ٿي ڏيان تہ تو مون کان ڪجھ لڪايو آهي. ڪهڙي خبر تہ خود تنهنجي دل اڃان توکان ئي اها ڳالهہ ڳجهي رکي هجي." ۽ پوءِ گيتا جي ڪلهن تي هلڪيون ٿڦڪيون هڻندي ان چيو، " مگر منهنجي هڪ ڳالهہ مڃيندينءَ؟ منهنجي صلاح اٿئي تہ تون ڪڏهن بہ اها مصيبت ملهہ نہ ڳنهجانءِ. ڏاڍا عذاب اٿئي ان ۾."

گيتا کلڻ لڳي، "عذابن جي ڪهڙي ڳالهہ آهي! تون جا وڻي آهين. ان مرض جو علاج تو کان پڇي وٺنديس."

"مونکان ڇا پڇندينءَ؟"

درد دل کيا بانٽني کي چيز هئي؟

بانٹ لي اپني پرائي درد دل

"نہ گيتو، تون بي حد نازڪ آهين. تون انهن تڪليفن لاءِ پيدا ڪا نہ ٿي آهين. منهنجي چمپا راڻي!" ۽ گيسو هن جومنهن پنهنجي سيني ۾ ڪٺي لڪايو.

ٽن ڪري گهڙيال ساڍن ٽن بجن جي ڄاڻ ڏني. گيتا مٿو ڪنهيو ۽ گهڙيال ڏانهن نهاري چيائين. "اف، ساڍا ٽي لڳي ويا ۽ هو اڃان تائين غائب!"

"ڪنهن جي فڪر ۾ هيئن بيتاب آهين!" گيسو بہ اٿي ويهندي سوال ڪيو.

"بس درد دل، محبت، بيتابي! اڄ ڪلهہ تنهنجي دماغ ۾ فقط اهي ئي ڳالهيون ڦريون پيون آهن. انتظار ڪنهن جو ئي ڪونهي، چندر ماستر کي وٺي اچڻو آهي. امتحان ۾ خير اٿئي، باقي ڏينهن گهٽا آهن."

"اها برابر ڳالهہ آهي، مون کان پڇيو اٿئي تہ هيلتائين ڇا پڙهيو اٿم. ڳالهہ دراصل اها آهي تہ ڪاليج ۾ ڪجھ پڙهائيندا هجن تہ اسان کي گهر ۾ بہ پڙهڻ تي ڇاهہ ٿئي. پر راجا ڪاليج ۾ بہ جهڳو ئي جهڻ لڳو پيو آهي. انهيءَ کان گيتو بئي ڪنهن ڪاليج ۾ وڃي پڙهون ها تہ نيڪ هو. مون کي امان انهيءَ ڪري بئي ڪاليج ۾ ڪو نہ موڪليو جو اتي ڇوڪرا بہ گڏ ٿا پڙهن. پر گيتا، تون ڇو نہ بئي ڪنهن ڪاليج ۾ داخل ٿينءَ؟"

مون کي بہ چندر منع ڪئي." گيتا چيو. ارچتو گيسو گيتا جي اکين ۾ يڪ ٽڪ نهارڻ لڳي. پوءِ چيائين، "گيتا، تو کان هڪ ڳالهہ پڇان!"

"پڇ"

"نهيو"

"پڇ نہ؟"

"پڇانءِ ڇا؟ ايئن ئي ظاهر آهي!"

"ڇا ظاهر آهي؟"

"ڪجھ نہ."

"ٻڌاءِ نہ؟"

"چڱو، بئي ڪنهن وقت ٻڌائينديسانءِ. هينئر دير ٿي ٿئي. اڌ ڪلاڪ اڳين ئي لنگهي ويو. گاڏي ٻاهر بيٺي آهي."

گيتا گيسوءَ کي ڇڏڻ لاءِ ٻاهر تائين آئي.

گيتا چيو، "ڪڏهن حسرت کي بہ وٺي اچ نہ!"

"هينئر پهرين تون اچ. "گيسوءَ ويندي ويندي چيو. "ها، بنتي اچي تہ مان هن کي وٺي ايندس ۽ حسرت کي ڇٽجانءِ تہ مان سندس لاءِ سوکڙي وٺي ايندس."

"چڱو سلام ...."

گيسوءَ جي گاڏي اڃان ٻاهرئين دروازي کان ٻاهر ڪا نہ نڪتي هئي تہ سامهون سائيڪل تي چندر ايندو نظر آيو. گيتا غور سان ڏٺو تہ هن سان گڏ ٻيو بہ ڪير آهي يا نہ. هو اڪيلو ئي پئي آيو.

گيتا سچ پچ ڪاوڙجي وئي. بيپرواهيءَ جي بہ حد ٿيندي آهي. چندر کي ٻيا سڄي دنيا جا ڪم ياد پوندس، پر گيتا سان الاٽي ڪهڙو وير اٿس، جو هن جو ڪم ڪڏهن ياد ڪو نہ ڪندو. انهيءَ تي گيتا ڪڏهن ڪڏهن تمام دکي ٿيندي آهي. گهر ۾ پلا ٻيو ڪنهن کي ڪم لاءِ چوي. پاڻ ڪڏهن ٻاهر وڃي ڪا نہ. نتيجو اهو نڪري جو رواجي ۾ رواجي شئي لاءِ بہ محتاج ٿڃي ويٺي رهي. ٻيا ڪم تہ نوڪرن هٿان بہ ڪرائي سگهي ٿي، پر ماستر تہ نوڪر ڪو نہ آڻي ڏيندو. پشم جو رنگ تہ نوڪر ڪو نہ پسند ڪري وٺي ايندو. ڪتاب ٿوروئي نوڪر آڻي سگهندو. چندر جي انهن حالن تي گيتا ڪڏهن ڪڏهن روئي ويهندي آهي.

چندر سائيڪل ورانڊي ۾ رکي ۽ گيتا جومنهن ڏسندي ئي سمجهي ويو. "هيئن منهن ڇو سڄايو اٿئي؟ پنجين بجي تنهنجو ماستر صاحب اچي ويندو. مان سڌو هن وٽان پيو اچان." ائين چئي چندر سڌو اپياس واري ڪمري ۾ پهتو. ڏٺائين ته ڊاڪٽر شڪلا ڪي آرام ڪرسيءَ تي ليٽئي ليٽئي جهوٽو اچي ويو آهي. هن پنهنجو نقشو ۽ مس ڪنئي ۽ ڊرائنگ روم ۾ ويهي پنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿي ويو.

هو اڄ بيحد گنڀير هو. جڏهن هن مس گهوٽڻ لاءِ گيتا کان پاڻي نه گهريو ۽ خود گلاس کڻي اگڻ ۾ پاڻي پرڻ آيو ته گيتا سمجهي ويئي ته اڄ هن جو دماغ مڙيوئي بگڙيل آهي. گيتا پلا ڪري به ڇا! هوءَ پلي چندر سان ڪيترو به ضد ڪري، پر جڏهن چندر کي غصو ايندو آهي ته سندس روح ڏکي ويندو آهي. صرف اندر ئي اندر پريشان بڻجي لڇندي رهندي آهي.

هوءَ ڪيترن ئي بهانن سان ڊرائنگ روم ۾ آئي. ڪڏهن گلدستي ۾ گل ڏاهڻ، ڪڏهن ميز جو پوش بدلائڻ، ڪڏهن ڪبٽ ۾ ڪجهه رکڻ، ڪڏهن ڪبٽ مان ڪجهه ڪڍڻ. مگرچندر سڄو وقت پنهنجي نقشي ۾ منهن وجهي ويٺو رهيو. هڪ دفعو به سڪتو ڪنڌ کڻي هن گيتا ڏانهن نه نهاريو. گيتا جي اکين ۾ آنسو پرجي آيا. هوءَ چپ چاپ اچي پنهنجي ڪمري ۾ ليٽي پئي. ٿوريءَ دير بعد هوءَ سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. روئندي رهي، خوب روئندي رهي ۽ پوءِ منهن ڌوئي اچي پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. پر اتي به جڏهن هر ورق ۾ ڪيس چندر جو اداس چهرو نظر اچڻ لڳو ته هوءَ ڪتاب بند ڪري ڊرائنگ روم ۾ پهتي. چندر به نقشي جو ڪم بند ڪري چڏيو هو ۽ ڪرسيءَ تي ليٽي ڇت ڏانهن نهاري، نه ڄڻ ڇا پئي سوچيائين. هوءَ وڃي هن جي سامهون ويٺي ته چندر ڇرڪ ڀري ڪنڌ ڪنيو ۽ پوءِ نقشو سيري سامهون ڪيائين. گيتا هينئر پنهنجي سموري همت ڪٺي ڪري چيو ......

"چندرا"

"ڇا آهي؟" چندر جو آواز بيحد پريل هو.

"هيڏانهن نهار." گيتا ڏاڍي ٻسڪ سان چيو.

"ڇا هي؟" چندر هن ڏانهن نهاريندي چيو. "اڙي گيتا. تون روئين ڇو ٿي؟"

"تون منهنجي ڳالهه تي ناراض ٿي وئينءَ مان پلا ڇا ڪريان! منهنجو سياءُ ئي اهڙو ٿي ويو آهي. نچاڻ تو تي ايڏي ڪاوڙ ڇو ٿي اچي وڃيم!" گيتا جي ڳلن تان به موتين جيڏا به لڙڪ لڙي پيا.

"اڙي پڳلي! تنهنجو دماغ ته تمام جلد خراب ٿي ٿو وڃي. سمجهان ٿو ته مون توکي ڪجهه مڙيوئي چيو آهي."

"چوين ها ته دل کي سڪون ملي وڃي ها. تو کي مون ڪڏهن جهليو آهي ته تون مون کي ڪجهه نه چئو. يا تون بگڙج نه. مگر تون دل ئي دل ۾ غصو سانديي ويٺو رهين. مون کي انهيءَ تي ئي روئڻ ٿو اچي."

"نه گيتو، تنهنجي ڪا به ڳالهه نه آهي " مون کي ڪاوڙ به ڪا نه هئي. پر من نه ڇاڻ، ڇو ڏاڍو ڳورو ٿي پيو آهي.

"ڪهڙي ڳالهه آهي، مون کي ٻڌاءِ نه! پر سچي، مان آهيان ڪير. جنهن کي تون اهو سڀ ڪجهه ٻڌائين." گيتا جي آواز ۾ بيحد دک پريل هو.

"تنهنجو دماغ سچ پچ خراب ٿي ويو آهي، توکان پلا مون ڪڏهن ڪا ڳالهه لڪائي به آهي ! وڃي پهرين سنين ڇوڪرين جيان منهن ڌوئي اچ."

گيتا اٿي ۽ منهن ڌوئي واپس موٽي سامهون اچي ويٺي.

"هاڻي ٻڌاءِ، ڪهڙي ڳالهه هئي."

هڪڙي ڳالهه هجي ته ٻڌايانءِ. بس هتان نڪتس ته هڪ ٻئي پٺيان اهڙيون ڳالهيون ٿينديون ويون جو من بيحد اداس بڻجي ويو."

"پر ڪا ته ڳالهه ضرور ٿي هوندي نه!"

"ڳالهه هيءَ ٿي جو تو وٽان هتان سڌو ويس گهر ماني کائڻ. اتي ڏسان ته چاچو صاحب اچي ويو آهي. هن سان گڏ هڪ بيو صاحب پڻ آيل هو. خير، جڏهن کائي پي آٿياسين ته معلوم ٿيو ته چاچو صاحب منهنجي شاديءَ جو فيصلو ڪرڻ آيو آهي ۽ هو بيو صاحب منهنجو ٿيڻ وارو سهرو صاحب آهي. مون جڏهن هن کي انڪار ڪيو ته هو بيحد بگڙجي ويو. اوڏي مهل ئي تيز ڪٺي هليو ويو ۽ ويندي ويندي چوندو ويو ته اڄ کان وٺي اسين تو لاءِ مري چڪاسين ۽ اسين به توکي پنهنجي لاءِ مئل ئي سمجهنداسين."

"پر تنهنجي امڙ ڪٿي آهي؟"

"پرتاب ڳڙهه ۾. مگر هوءَ تہ ماتيلي ماءُ آهي. هن جي مرضي ٿي ڪانهي تہ مان گهر موٽان." پر هن چاچي صاحب جو مون سان سچ پچ پيار هو. اڄ اهو بہ ناراض ٿي هليو ويو.
گيتا ڪجهہ دير سوچيندي رهي. پوءِ چيائين، "سچ چندر، تون شادي ڇو نہ ٿو ڪرين؟"
"نہ گيتا، مون ڪي شادي ڪا نہ ڪرڻي آهي. مون تہ هميشہ ٿي ايئن ڏٺو آهي تہ شادي ڪري ڪو بہ سکي ڪو نہ ٿيو آهي، سپني جو آئينو بکڙجيو وڃي. سو اها مصيبت مٿي تي ڇا لاءِ سوار ڪجي! نہ ڄاڻ ڪهڙي ڇوڪري نصيب ۾ پوي!"
"نہ انهيءَ ۾ منجهڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي! تون پاپا کي چئو. هو وڃي ڏسي ڇوڪري پسند ڪري ايندو. مان بہ پاپا سان گڏ هلي ويندس. سچ سڻي ڇوڪري هجي تہ شادي ڪريجڏ. پوءِ پاڻ هتي اچي رهج. مان بہ اڪيلي ڪا نہ ٿيندس. ڪيئن؟"
"نہ. نہ. تون سمجهين نہ ٿي. سچي زندگي گنارٽي آهي، ڳئون. مينهن ٺورويٺي خريدٽي آهي." چندر کلي جواب ڏنو."انسان هڪ ٻئي کي سمجهي، پرکي، پيار ڪري تڏهن ئي شاديءَ کي مطلب ٿي سگهي ٿو."
"تہ جنهن کي پيار ڪندو هجين انهيءَ سان ڪٿي شادي ڪر."
چندر ڪو بہ جواب ڪو نہ ڏنو.
"ٻڌاءِ نہ. چپ ڇو ٿي وئين؟ ڀلا ٻڌاءِ چندر، تو ڪڏهن ڪنهن کي پيار ڪيو آهي؟"
"ڇو؟"
"ٻڌاءِ نہ؟"
"شايد ڪو نہ ڪيو اٿم."
"بلڪل ٺيڪ. مون پاڻ ايئن ٿي ٿي سمجهيو." گيتا چيو.
"اهو ڪيئن؟ تو اهو ڪيئن سمجهيو؟"
"انهيءَ ڪري جو تون ڪنهن کي پيار ڪندو هجين ها تہ مون کان ٿورو ٿي لڪائين ها. مون کي تہ ضرور ٻڌائين ها. ▪ تو جو ڪڏهن بہ مونکي ٻڌايو ڪونهي تہ مان سمجهي ويس تہ تو اڃا ڪنهن سان پيار نہ ڪيو آهي."
"مگر تو اهو سوال پڇيو ڪيئن؟ اهو سوال تنهنجي من ۾ اٿيو ڪيئن؟"
"ايئن ئي. ٿورو وقت اڳي گيسو آئي هئي. پڇڻ لڳي، تو ڪڏهن ڪنهن سان پيار ڪيو آهي.دراصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ هوءَ اختر کي پيار ڪندي آهي. هن سان جلد ئي شادي ٿيڻي اٿس. سو انهيءَ ڪري ئي هن پڇيو تہ تو ڪڏهن ڪنهن سان پيار ڪيو آهي. مون چيومانس: نہ. چيائين تہ تون مون کان لڪائين ٿي. تڏهن مان پنهنجي دل ئي دل ۾ سوچيندي رهيس تہ تون اچين تہ توکان پڪ ڪريان تہ مون ڪڏهن ڪنهن سان سچ پچ پيار ڪيو تہ ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ تون ئي آهين جنهن کان منهنجي دل جي ڪا بہ ڳالهہ لڪل ڪا نہ آهي. ٻين کان بہ جيڪي لڪائيندي آهيان، سو توکي ٻڌائي ڇڏيندي آهيان. ويچار آيم تہ ممڪن آهي، مون ڪڏهن ڪنهن سان پيار ڪيو هجي، توکي ان بابت ٻڌايو بہ هجيم ▪ پوءِ مونکان وسري ويو هجي. تنهن ڏينهن کو نہ ائين ٿيو. پاپا جي دوا جو نالو مون کان صفا وسري ويو هو پر توکي ياد هو. سو سمجهيم تہ شايد مون کان وسري ويو هجي پر توکي تہ ضرور ياد هوندو. ٻڌاءِ مون ڪڏهن ڪنهن سان پيار ڪيو آهي ڇا؟"
"مون سان ڳالهہ ڪا نہ ڪئي اٿئي."
"تہ پوءِ پڪ ٿي پڪ مون ڪنهن سان بہ پيار ڪو نہ ڪيو آهي. گيسو ايئن ئي ڏکو هٽي رهي هئي."
گيتا سامت جو ساهہ کڻي، وري چيو. "بس چاچي جي ناراض ٿي وڃڻ سبب ٿي توکي هيڏو دک ٿيو آهي! ٿي وڃي ناراض. پاپا اڃان ويٺو آهي نہ. اهو ڇا توکي گهٽ گهرندو آهي؟"
"اهو تہ برابر گهرندوآهي. تو کان وڌيڪ تہ مون کي ڀائيندو آهي، مگر چاچي جي ڳالهہ سچ پچ منهنجي من کي سخت دکي بنائي ڇڏيو. پوءِ ويس بسريا وٽ. بسريا ڏاڍا سٺا گيت ٻڌايا تہ من اڃان بہ وڌيڪ ڳورو ٿي ويو.
"تہ پوءِ تون ضرور ڪنهن کي پيار ٿو ڪرين. اصل سورنهن آنا خاطري آهي." گيتا هٿن سان تاڙيون وڄائيندي چيو.
"سو ڪيئن؟"
"گيسو چوي ٿي جيڪو گيت يا شعر ٻڌي اداس ▪ گنڀير ٿيو وڃي، ان کي ضرور ڪنهن سان محبت آهي. اڙي هي دروازي وٽ ڪير بيٺو آهي!"
چندر اوڏانهن نهاري چيو، "او .... بسريا اچي ويو."

چندر هن کي وٺي اچڻ لاءِ اٿيو تہ گيتا هن کي چيو. "تورو وقت هن کي ٻاهر ويهارج جيستائين مان کمرو ٺيڪ ڪري وٺان."

بسريا کي ٻاهر ويهاري چندر اندر پنهنجو نقشو ۽ ٻيو سامان بند ڪرڻ لاءِ آيو تہ گيتا چيو. "ٻڌ!"

چندر بيهي ويو.

گيتا هن جي پرسان وڃي چيو. "هاڻي تہ تون اداس ڪو نہ آهين نہ..؟ مرضي نہ اٿئي تہ شادي نہ ڪر. انهيءَ ۾ اداس ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. ٻي ڳالهہ ٻڌ. ائين شاعري ٻاعريءَ تي منهن بڇڙو ڪري ويهندين تہ ٺيڪ نہ ٿيندو."

چندر چيو. "چڱو."

"چڱو ٻڱو نہ هلندو. توکي منهنجو قسم آهي. تون ائين اداس ۽ ملول ٿي ٿو وڃين تہ مون کان ڪو بہ ڪم نٿو ٿئي."

"ڀڳلي! چڱو سائين. اداس ڪونہ ٿيندس." چندر هن جي ڳل تي هلڪي چماٽ هڻندي چيو ۽ پوءِ بيخبريءَ ۾ ئي هن کان سرد آه نڪري ويئي. هو پنهنجو نقشو کڻي اپياس واري ڪمري ۾ پهتو تہ ڊاڪٽر شڪلا اڃان ننڊ ۾ هو. گيتا اجا ڪمرو ٺيڪ پئي ڪيو ۽ چندر ٻاهر اچي بسريا وٽ ويٺو.

ٿوري دير بعد ڪمرو ٺيڪ ڪري گيتا دروازي وٽ اچي بيٺي. چندر پڇيو. "ڪيئن. سڀ ٺيڪ ٿي ويو؟" هن ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي.

"هيءَ ٿي آهي توهان جي شاگردياڻي، ڪماري گيتا شڪلا. هن سال بي اي جو امتحان ڏيندي."

بسريا اکيون مٿي کڻڻ کان سواءِ هٿ جوڙي سلام ڪيو. گيتا موٽ ۾ هٿ جوڙيا ۽ پوءِ ڏاڍو شرم محسوس ڪرڻ لڳي. چندر اٿيو ۽ بسريا کي آڻي اندر ڪمري ۾ ويهاريائين. بسريا جي سامهون گيتا ۽ پر ۾ چندر. خاموش. سڀيئي خاموش.

نيٺ چندر چيو. "تنهنجو ماسترصاحب اچي ويو آهي. ٻڌائينس تہ تو کي ڇاڇا پڙهڻو آهي."

گيتا وري بہ چپ. بسريا بہ ڪڏهن هيڪڙو، ڪڏهن ٻيو ڪتاب ٿي کڻي ڏٺو. ٿوريءَ دير بعد نيٺ سوال ڪيائين. "توهان جا سبجيڪٽ ڪهڙا آهن؟"

"جي!" گيتا ڏاڍي ڪوشش سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو. "هندي، ايڪانمڪس ۽ جاگرافي." چوندي چوندي هن جي نرڙ تي پگهر جون بوندون چمڪڻ لڳيون.

"توهان کي هندي ڪير پڙهائيندو آهي؟" بسريا جون نگاهون اڃان بہ ڪتاب ۾ ئي اٽڪيل هيون.

گيتا چندر ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ مشڪي ڪنڌ هيٺ جهڪائي ڇڏيائين.

"تون پاڻ ٻڌائينس نہ. هيءَ راجا گرلس ڪاليج ۾ پڙهندي آهي. شايد ڪماري پوار هن کي هندي پڙهائيندي آهي." ايترو چئي چندر اٿي کڙو ٿيو. "چڱو. هينئر توهين هن کي پڙهايو تہ مان وڃي پنهنجو ڪم ڪريان." ۽ چندر اپياس واري ڪمري ڏانهن هليو. هو اجا دروازي وٽ مس پهتو تہ گيتا بسريا کي چيو. "جي ... مان پين کڻي ٿي اچان." ۽ هرڻيءَ جيان ڊوڙندي چندر وٽ پهتي.

"اي چندر ٻڌ." چندر رڪجي ويو. گيتا هن جي قميص جي ڪنڊ پڪڙي، ننڍن ٻارن جيان لاڏ ڪندي چيو. "تون هلي ويهہ تہ مان پڙهنديس. هونءَ مون کي لڄ ٿي اچي."

"هل، سچو وقت رڳو ٻاراڻي!" چندر هن کي جهٽڪيندي چيو. "هلي سڌي ٿي ويهہ پڙهہ. هيڏي وڏي ٿي ويئي آهين، اڃان ساڳيون عادتون."

گيتا چپ چاپ منهن لٽڪائي بيهي رهي ۽ پوءِ ڌيري ڌيري بسريا وٽ اچي پڙهڻ ويٺي. چندر اپياس واري ڪمري ۾ پنهنجو نقشو ٺاهڻ لڳو. ڊاڪٽر صاحب: اڃان ننڊ ۾ هو. هڪ مک هن جي ڳل تي اچي ويٺي. ڏاڍي هٿ سان ان مک کي اڏائيندي هن ننڊ ۾ ڳالهائيندي چيو. "هن معاملي ۾ مان سرڪاري موقف سان اختلاف ٿو ڪريان."

چندر چرڪ پري پنيان نهاريو. ڊاڪٽر صاحب جي اک کلي ويئي هئي ۽ هن اوٻاسي پئي ڏني.

"توهان مون کي ڪجهہ چيو؟" چندر پڇيو.

"نہ. ڇا مون هينئر ڪجهہ چيو! اوهہ. مون شايد سپنو پئي ڏٺو. لڳا ڪهڙا آهن؟"

"ساڍا پنج"

شام ٿي ويئي آهي!" ڊاڪٽر صاحب دريءَ کان ٻاهر نهاريندي چيو. "هينئر ڇڏ چندر. اڄ لاءِ ڪافي ڪم ڪيو اٿئي. گيتا ڪٿي آهي؟"

پڙهي ويني. اڄ ڪان هن جو ماستر صاحب اچي ويو آهي.“
”چڱو هن کي به وچي سڏي اچينس ۽ چانهه به گهرائي وٺ. ڪيس به سڏي وٺ ... گيتا کي.“
چندر ڊرائنگ روم ۾ ويٺو ته ڏٺائين ته گيتا ڪتاب ڀيٽي سهيڙي ۽ بسريا اڳيئي وچي ڇڪو آهي.
هن گيتا کي ڪجهه چوڻ چاهيو پر هن ڏانهن نهاريندي ٿي انومان ٿيس ته اڄ هوءِ جهڳڙي ڪرڻ لاءِ تياريون ڪري رهي آهي. انهيءَ ڪري هو خود وڃي مهراڄڻ کي چئي آيو ته چانهه جا ٽي پيالا اپياس واري ڪمري ۾ پهچائي وڃ.
هو موٽيو پئي ته گيتا سندس رستو روڪي بيهي رهي ۽ چڻ ڌمڪي ڏيندي چيائينس، ”سپاڻي ڪان تون به گڏ نه ويهندين ته مان ڪا نه پڙهنديس.“
”مان گڏ ڪو نه ويهي سگهندس. توکي پڙهڻو هجي ته پڙهه. نه پڙهڻو هجي ته نه پڙهه.“ چندر نهايت تڏي آواز ۾ چيو ۽ اڳتي وڌيو.
”ته پوءِ مان ڪا نه پڙهنديس.“ گيتا زور سان چيو.
”ڪهڙي ڳالهه آهي، ڇا پئي وڙهو ڇو پيا؟“ ڊاڪٽر شڪلا پنهنجي ڪمري مان آواز ڏيندي چيو. چندر ڪمري ۾ داخل ٿيندي چيو. ”ڪجهه ڪونهي. هيءَ چوي ٿي ته ....“
گيتا هن کي وچ ۾ ئي ڪٽيندي چيو. ”پهرين مان چونديس. پاپا. مون هن کي چيو ته ماستر پڙهائڻ اچي ٿو. اوڏي مهل تون به اتي ويهه. هونءَ مون کي ڏاڍي لڄ ٿي اچي. هي چوي ٿو پڙهه نه پڙهه، مان ڪو نه ويهندس.“
”چڱو چڱو، تون پهرين چانهه ڪٽي اچ.“
جڏهن گيتا چانهه ڪڻڻ ويئي ته ڊاڪٽر شڪلا چيو، ”ماستر پروسي جوڳو آهي نه. گيتا هينئر ابوجهه ڪونهي. هن کي پنهنجي گهر جو سمجهي ڪنهن پروسي واري ماستر جي ئي حوالي ڪج.“
”ها... ها. آها به ڪا چوڻ جي ڳالهه آهي.“
”ها ٺيڪ آهي. هيل تائين ته گيتا فقط تنهنجي ئي نگهبانيءَ هيٺ رهي آهي. تون به پنهنجي جوابداري سمجهندو هوندين. ماستر ڇا هنديءَ ۾ ايم- اي آهي؟“
”نه، ايم اي ۾ پڙهندو آهي.“
”ڏاڍو سٺو. بنتي به اڇتي آهي. اڳو پوءِ هن کي به پڙهائيندو.“
گيتا چانهه کٽي پهچي ويئي.
”پاپا، توهين لکنئوءِ ڪڏهن ويندا؟“
”شڪر وار ڏينهن ڇو؟“
”۽ هي به توهان سان گڏ هلندو؟“
”ها.“
”۽ مان اڪيلي رهنديس؟“
”اڪيلي ڇو رهندينءَ؟ مهراڄڻ هتي اچي سمهندي ۽ اسين به سومر ڏينهن موٽي ايندا سين.“ ڊاڪٽر پيالو کٽي چانهه پيئڻ شروع ڪئي.

●

شام مايوس، من اداس، طبيعت اچاٽ. ستارن جي روشني به زردي پئي محسوس ٿي.
مارچ مهيني جي شروعات هئي. تنهن هوندي به شام ڪيڏي نه گرم هئي، يا شايد فقط گيتا جي دل ۾ ئي بيچيني هئي. پهرين هوءَ وڃي سامهون بينچ تي ويئي. مگر پر واري سرنهن جي وڻ جي جهرڪين چوُن چوُن ڪري. ايڏو ته وني شور مچايو جو هن جي طبيعت گهبرائجي ويئي. هن کي مان گهربي هئي. مڪمل سناٽو گهربل هو. جتي ڪير به نه ٻولي. ڪا به ڳالهه نه هلي. سڀ ڪجهه خاموشيءَ جي ساگر ۾ ٻڏل رهي.
هوءَ اتي ڦرڻ لڳي. جڏهن پيرن ۾ وڌيڪ هلڻ جي طاقت نه رهيس ته وري سبز گاهه تي ليٽي پيئي.
اڳاري جي شام هئي ۽ پاپا اڃا ڪو نه موٽيو هو. موٽڻ ته درڪنار هوءَ ته پاپا يا چندر جي مختصر چنيءَ لاءِ واجهائي رهي آهي. ٻنهي مان ڪنهن به ڪو نه لکيو آهي ته موٽڻ ۾ دير ڇو ٿي اتن ۽ هن وقت ڪٿي آهن. ڪنهن کي به گيتا جي ڳڻتي ڪا نه ٿي ڏني. چنچر ۽ آچر ڏينهن تي هن ڪاڏي تي روئڻ شروع ڪري ڇڏيو. چانهه جو ته منهن ڪو نه ڏنو هٽائين پر جڏهن سومر ڏينهن صبح جو به پاپا ڪو نه موٽيو ته هن ائين سڏڪا ڀري روئڻ شروع ڪيو جو رڌڻي مان مهراڄڻ کي چلهه تان تئو لاهي، ٻاهر جهڪي ڪري. هن کي پرچائڻ لاءِ اچڻو پيو. گيتا کي

هينئ روئيندو ڏسي مهراجڻ پڻ پريشان ٿي ويئي هئي. هن جو ڪاوڙجڻ وغيره سڀ ٺر ٿي ويو هو. هوءَ صرف ٽيٽ جي منهن ڏانهن تڪيندي ٿي رهي. سومر ڏينهن هوءَ ڪاليج ۾ بہ ڪا نہ ويئي. انتظار ڪندي رهي تہ متان منجهند جو پاپا موٽي اچي. انهن ٻن ڏينهن ۾ هوءَ گيسوءَ سان بہ ڪا نہ ملي هئي.
مگر اڳاري جي منجهند تائين بہ جڏهن ڪا خبر نہ آئي تہ هوءَ بي صبر ٿي پئي. منهن ڌوتائين، چانهہ پيتائين ۽ پوءِ وري اچي ٻاهر چپر تي چڪر ڏيڻ لڳي. چڪر ڏيئي جڏهن ٿڪي تہ ان ئي گاهہ تي ليٽي پيئي.
شام بيحد اداس هئي! افق جي لالائي پڻ سياهہ ٿيڻ جي ويئي هئي. بادل ساهہ روڪي اچي بيٺا هئا. خاموش ستارا ٽم ٽم ڪري پئي چمڪيا. ڪونجون دور متي آڪاس ۾ قطارون ٺاهي، پر هلائيندين اڏامنديون ٿي ويئون. گيتا هڪ سرد آهہ ڀري سوچيو:
ڪاش مان بہ ڪونج هجان ها! پوءِ جيڪر هڪدم اڏامي جتي جي چاهيان ها. اتي جي خبر وٺي اچان ها. پاپا هينئر ڪيڏانهن گهمڻ ويو هوندو. چندر دوستن وچ ۾ ويٺو گپ شپ ۾ مست هوندو. هن پڪ ئي پڪ اتي بہ دوست ٺاهي ڇڏيا هوندا. چندر ڏاڍو سريلو آهي. سڀاءَ جو ڏاڍو مٺو آهي. اڄ تائين گيتا ڪنهن جي بہ واتان هن جي ڪا گلا ڪا نہ ٻڌي هئي. سڀ ئي هن کي پائيندا آهن. ايتري قدر جو مهراجڻ، جيڪا گيتا ۽ ٻين سان هميشہ پيئي بگڙجندي آهي، سا بہ چندر جو هر ڳالهہ ۾ پاسو وٺندي آهي. گيتا هر ڪنهن کان پڇندي آهي تہ چندر بابت تنهنجو رايو ڇا آهي. مگر هر ڪو چندر جي جيتري تعريف ڪندو آهي، گيتا هن کي اهڙو سٺو ڪا نہ سمجهندي آهي. چوندي آهي، انسان جي سچي پرک ان کي پوندي جيڪو رات ڏينهن هن سان گذاريندو هوندو. چندر هن کي پشم ڪڏهن ڪو نہ آڻي ڏيندو آهي. بادامي رنگ جي پشم چويس تہ ناسي رنگ جي وٺي ايندو آهي. هونءَ سچو ڏينهن پيو نقشا ليکي، پر گيتا سالن کان چوندي اچيس تہ ميز پوش تي ڪو گل ليکي ڏئي تہ اڄا تائين اهو ڪم نہ ڪيو هئائين. هڪ دفعي گيتا ڪانپور مان تمام سٺي وائل گهرائي. ڏسي، چندر چيس: هيءَ تہ ڏاڍي سٺي وائل آهي. ڏي تہ مان توکي ان جي ڪناريءَ تي گل ڇٽ ليکي ڏيان. پري پائجانءِ. پوءِ هن ان تي پان جي پتي جي شڪل جهڙا نہ ڄاڻ الائي ڇا ڪٽي ليکيا. گيتا پڇيو: هي ڇا آهي. تہ جواب ڏنائينس تہ لنڪا جو نقشو آهي! جڏهن گيتا بگڙي تہ چوڻ لڳو: ڇوڪرين جي دلين ۾ راوڻ کان وٺي مينڪهنات تائين ڪروڙين دئيت وسندڙ آهن. انهيءَ ڪري انهن جي پوشاڪ تي لنڪا جو چٽ تمام سندر لڳندو. لڳي جو گيتا کي ڪاوڙ تہ اها اهڙي اوچي سا ڙهي پنهنجي مالهڻ کي ڏيئي ڇڏيائين. انهن ڳالهين جي ٻيلا ٻين کي خبر ڪٿي آهي؟ انهن جي اڳيان تہ بس چندر ٺورو مرڪيو، بہ چار مذاقي ڳالهيون ڪري کين کلايائين، انهن جا وڏا وڏا ڪم ڪيائين تہ سڀ سمجهن، چندر تہ صفا گلاب جو گل آهي. مگر هو هڪ نوڪدار تيز ڪنڊو آهي جو ڏينهن رات گيتا جي دل ۾ چڀندو ٿو رهي، تنهن جي دنيا کي ڪهڙي خبر! دنيا کي ڪهڙي ڄاڻ تہ چندر جون عادتون گيتا کي ڪيترو نہ پريشان ڪنديون آهن. دنيا کي انهن ڳالهين جي خبر پئجي وڃي تہ ڪير بہ جيڪر چندر جي تعريف نہ ڪري. سڀ جيڪر گيتا کي ئي داد ڏين. گيتا ڪڏهن بہ ڪنهن کي اهي ڳالهيون نہ ٻڌائيندي هئي. مگر اڄ هن جي دل تڙپي ٿي تہ ڪير اڳيان هجيس جنهن کي دل کولي چندر جي برائين بابت ٻڌايان ۽ پنهنجو من هلڪو ڪريان.
"اٿ راڻي پٽ! هلي ماني کاءُ، پوءِ اندر هلي ليٽ. اڄا ٻاهر ليٽڻ جي مند ڪا نہ آئي آهي." اوچتو مهراجڻ اتي پهچي، گيتا جي سپنن جي سلسلي کي ٽوڙي ڇڏيو.
"مان هينئر ڪا نہ کائينديس. مون کي بک ڪانهي!" گيتا اڃا پنهنجي سونهري سپنن ۾ غلطان رهندي، مدهوش آواز ۾ جواب ڏنو.
"اٿي هلي کاءُ پٽ! کائڻ پيئڻ کانسواءِ جيءُ ڪيئن هلندو. اٿ هل." مهراجڻ ڏاڍي لاڏ سان چيو. گيتا ڇوٽڪاري جي ڪا بہ واهہ نہ ڏسي اٿي کڙي ٿي ۽ کائڻ هلي. گرهہ کڻندي ئي هن جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. مگر هن ٻاڻ کي روڪي ورتو. ٻين اڳيان ٻاڻ سنڀالڻ هن کي ايندو هو. گرهہ بہ کڻڻ بعد هن مهراجڻ کان پڇيو. "اڄ ڪا چٺي تہ ڪا نہ آئي؟"
"نہ راڻي! تون بہ تہ سڄو ڏينهن گهر ۾ ئي هئينءَ نہ!" مهراجڻ تئي تي اڦراٽو اٿلائيندي چيو. "چو پٽ، وڏي بابوءَ ڪجهہ نہ لکيو تہ ننڍي بابوءَ کي تہ بہ ٽي اکر لکڻ کپندا هئا نہ؟"
"مان بہ تہ اهو ئي رودن ويٺي روئان نہ. مان پلي هتي سڏڪا ڀري ڀري مري ختم ٿي وڃان، پر اتي تہ پاپا کي ڪٿي، نہ پاپا جي دادلي کي ڪو فڪر ۽ چندر تہ اهڙو خراب آهي جو مان ڇا چوان! اهڙو خود غرض آهي، بس فقط پنهنجي مطلب جو! صبوح جو شام جو. ايندو. مان يا پاپا نہ گڏيس تہ بس سڄو گهر متي ڪٽي ڏيندو. سڄو ڏينهن پيئي گهمي، تنهنجو پير هينئر ڇيڄرو ٿي پيو آهي. سچ پچ چندر جي ڪارڻ ئي تہ مون ڪٿي بہ اچڻ وڃڻ بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻاڻ آهي جو اڄ لکنئوءَ. سڀاڻي ڪلڪتي. متان وري ڇنيءَ جا بہ لفظ لکڻ جي بہ

فرصت ڪا نہ ملنديس. مان ائين ڪريان ها تہ منهنجو ساھ ڪڍي ڇڏي ها ۽ پاپا جا بہ حال ڏسو نہ. سندس لاڏلو ساڻ اٿس، تہ بس بئي ڪنهن جو فڪر ئي ڪو نہ اٿس. پڌءِ نہ مهراڄڻ. اڳتي تون چندر ڪي چانھہ ٻانھہ ڪجھہ بہ نہ ٿاهي ڏج."

"ڇو پٽ، هن ڪي هيئن هيترو ڳالهائين ڇو ٿي؟ ننڍو بابو تہ چندڊ جهڙو سهڻو آهي ۽ هميشہ پيو مرڪي، ماڻس نہ ڄاڻ ڪهڙي ڪئور دل واري آهي. جنهن ههڙي پٽ کي پاڻ کان الڳ ڪيو. ويچارو هوٽلن ۾ الائي ڪهڙا سڪا ٽڪر ڪائيندو هوندو. هن ڪي هتي گهرائي رهائينس تہ ڏس. مان پنهنجي هٿ سان هن ڪي ڪارائي ٻن مهينن ۾ ڪهڙو نہ موٽو بنائي ٿي ڇڏيان. مون ڪي تہ هن تي ڏاڍو قياس ايندو آهي."

اتي مالهڻ اندر اچي چيو. "بيبي جي، ٻاهر هڪ ميم صاحب ٿي پڇي تہ هتي ڪهڙو ڊاڪٽر رهندو آهي. مون چيومانس تہ هتي ڊاڪٽر نہ. بابو صاحب رهندو آهي پر هوءَ چوي ٿي تہ ڊاڪٽر جو هيءُ ئي گهر آهي."

"تون هن ڪي ويهار، مان اچان ٿي." ۽ گيتا جلدي جلدي ڪاڏو ختم ڪري ورتو.

ٻاهر اچي ڏٺائين تہ نيل ڪنٺ وڻ جي آڌار تي هڪ سائيڪل رکي آهي ۽ هڪ عيسائڻ ڇوڪري باغ ۾ اچ وڃ پيئي ڪري. ٽيندي چوويهن يا پنجويهن سالن جي، پر لڳي ڏاڍي سٺي ٿي.

گيتا اڳتي وڌي هن کان انگريزيءَ ۾ پڇيو. "توهين ڪنهن جو پڇي رهيا آهيو؟"

عيسائي ڇوڪريءَ نج هنديءَ ۾ جواب ڏيندي چيو. "مان ڊاڪٽر شڪلا سان ملڻ آئي آهيان."

"هو تہ ٻاهر ويو آهي ۽ ڪا بہ خبر ڪانهي تہ ڪڏهن موٽي ايندو. توهان جو ڪو خاص ڪم آهي؟" گيتا وڌيڪ سوال ڪيو.

"نہ. ائين ئي ملڻ آئي هيس." هن سائيڪل ڏانهن وڌندي چيو.

"پر توهين پنهنجو نالو تہ ٻڌائي وڃو!"

"منهنجو نالو ايڏي اهميت وارو ڪونهي. مان وري اچي هن سان ملي وينديس. ها.... توهين هن مسٽر چندر کي سڃاڻندا آهيو؟"

"ها.... توهين پمي آهيو، مس ڊڪروز" گيتا کي هڪدم سجهي آيو. "اچو اچو، مان توهان کي ائين وڃڻ نہ ڏينديس. هلو، اندر هلو." گيتا ٻنا هٺڪ هن جي سائيڪل ۾ هٿ وجهي هن کي روڪيندي چيو.

پمي هن سان گڏ اندر ڊرائنگ روم ۾ پهتي. پميءَ ويهڻ کان اڳي سوال ڪيو. "مسٽر چندر رهندو ڪٿي آهي؟"

"رهندو تہ هو چونڪ ۾ آهي، پر اڄ ڪلهہ تہ هو پاپا سان گڏ ٻاهر ويل آهي. تنهن ڏينهن هن توهان جي ڏاڍي ساراھ پئي ڪئي. هن کي مون ڪڏهن بہ ڪنهن ڇوڪريءَ جي ايڏي ساراھ ڪندي ڪو نہ ٻڌو آهي!"

"سچ!" پميءَ جو چهرو لال ٿي ويو. "هو ڏاڍو سٺو آهي، ڏاڍو سٺو آهي."

ٿوري دير پمي خاموش رهي. پوءِ پڇيائين. "هن مون لاءِ ڇا ٿي چيو؟"

"گهڻو ئي چيائين. هڪڙي ڏينهن تہ سڄي شام اسين توهان بابت ئي ڳالهائيندا رهياسين. هن اهو بہ ٻڌايو تہ توهين ڪم جا ڪهڙا نہ هوشيار ۽ ڦڙت آهيو. چيائين تہ توهان کي ادب جو بيحد شوق آهي ۽ توهين شاديءَ کان بيحد نفرت ڪندا آهيو. توهين ڪنهن سان بہ رلندا ملندا ڪو نہ آهيو. ڪڏهن ٻاهر ڪو نہ نڪرندا آهيو ۽ مس ڊڪروز...!"

"نہ، توهين مون کي پمي ڪري سڏيو."

"سو مس پمي، توهين شايد هن کي انهيءَ ڪري وڻيا جو توهين ڪيڏانهن بہ نڪرو ڪريو ڪو نہ ۽ توهان کي آزادي پسند ڪانهي." گيتا اهو سڀ ڪجهہ يڪساهيءَ چئي ويئي.

"نہ. هن جا ويچار صحيح آهن." پميءَ چيو. "مان تہ شاديءَ ۽ طلاق جي آزمودي بعد ان نتيجي تي پهتي آهيان تہ چوڏهن سالن کان وٺي چوٽيهن سالن تائين ڇوڪرين تي تمام سخت ضابطو يا ڪرڙي نگهباني هئڻ گهرجي." پميءَ جو لهجو نهايت گنڀير هو.

هڪ عيسائي ڇوڪريءَ جي واتان اها ڳالهہ ٻڌي گيتا دنگ رهجي ويئي.

"ڇو؟" گيتا سوال ڪيو.

"انهيءَ ڪري جو ان عمر ۾ ڇوڪريون بيحد نادان ٿينديون آهن ۽ ڪير بہ ساڻن بہ چار مٺيون ڳالهيون ڪري، تہ ائين سمجهڻ ٿيون لڳن ڄڻ تہ دنيا ۾ هن کان وڌيڪ ڪين ٻيو ڪو پيار ئي ڪو نہ ٿو ڪري. انهيءَ عمر ۾ جيڪو بہ نوجوان ڇوڪرو ساڻن لهہ وچڙ ۾ ٿو اچي تنهن کي هو پريم جو ديوتا سمجهڻ شروع ڪنديون آهن. نتيجو اهو نڪرندو آهي جو هو اهڙي چار ۾ ڦاسي وينديون آهن جنهن مان زندگيءَ ۾ ڇوٽڪارو ملي نہ سگهندو

آهي. منهنجو تہ اهو ويچار آهي تہ ڇوڪريون ڇوٽيهن سالن جي عمر بعد ئي شادي ڪن، جڏهن پاڻ بري ڀلي سڃاڻڻ جوڳيون لائق ٿيون بڻجن. ٻيءَ حالت ۾ تہ مون کي هندن جو اهو رواج تمام پسند آهي، جنهن ۾ هو ڇوڏهن سالن کان اڳي ئي ڇوڪريءَ جي شادي ڪري ڇڏين ۽ انهيءَ بعد هن جو واسطو فقط ان هڪ شخص سان رهندو آهي جنهن سان هن کي سڄي زندگي نڀائڻي آهي. انهيءَ ننڍڙيءَ وهيءَ ۾ ٻئي هڪ ٻئي کي سمجهندا، پروڙيندا اڳتي وڌندا آهن. مگر اهو سرشتو صفا بيڪار ۽ ڀتو آهي تہ ڇوڏهن ۽ ڇوٽيهن سالن جي عمر وچ ۾ ڇوڪرين جي شادي ٿئي يا هنن کي شادي ڪرڻ جي آزادي ڏني وڃي. تنهنجي تہ شادي اڃا ڪا نہ ٿي آهي نہ؟"

"نہ."

"تمام سٺو. تون ڇوٽيهن سالن جي عمر کان اڳي شادي نہ ڪج. ها، مسٽر چندر منهنجي باري ۾ ٻيو ڇا ڇا چيو؟"

"ٻيو تہ خاص ڪجهہ ڪو نہ چيائين. ها، هن اهو بہ ٻڌايو تہ توهان کي سگريٽ ۽ چانهہ بيحد وڻندا آهن. ڏس مان صفا ڀلجي ويس. ترسو مان سگريٽ گهرائي وٺان." ۽ گيتا ميز تي رکيل گهنٽي وڄائي.

"توهين تڪليف نہ وٺو. مون سگريٽ پيئڻ بند ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي."

"ڇو؟"

"مسٽر چندر کي سگريٽ پيئڻ پسند نہ آهي. هينئر هو منهنجو دوست ٿي ويو آهي ۽ دوستيءَ ۾ هڪ ٻئي سان نڀائڻ ضروري آهي. توهان کي هن اهو ڪو نہ ٻڌايو تہ اسين ٻئي دوست ٿي ويا آهيون." ڀميءَ گيتا ڏانهن نهاري سوال ڪيو.

"جي ها، ٻڌايو هئائين. چڱو توهين چانهہ پيئو."

"ها، چانهہ ڀلي گهرايو. توهان جو مسٽر چندر سان ڪهڙو رشتو آهي؟" ڀميءَ ٻيو سوال ڪيو.

"ڪو بہ نہ! هن سان ڀلا منهنجو ڪهڙو رشتو ٿيندو؟ جڏهن ڏسوس تڏهن مون تي ٻيو بگڙندو. ٻاهر ويو آهي تہ مون کي خط بہ ڪو نہ لکيو اٿس، اهو بہ ڪو رشتو آهي!"

"نہ منهنجو اهو مطلب هو تہ توهين هن سان ڪافي گهرا آهيو نہ!"

"ها، اٿين برابر هو مون کان ڪا بہ ڳالهہ ڪو نہ لڪائيندو آهي. ڇو؟"

"پوءِ ٺيڪ آهي. هو نهايت سچي دل جو ماڻهو ٿو ڏسجي. توهين مون کي اهو ٻڌائي سگهو ٿا تہ هن کي ڪهڙيون ڳالهيون پسند هونديون آهن."

"جي.... هن کي شاعري ڏاڍي وڻندي آهي! بس هن کي شاعري ٻڌائيندا رهو يا شاعريءَ جو ڪو ڪتاب ڪٺي ڏيوس. تنهن کان سواءِ هن کي صبح جو گهمڻ بہ ڏاڍو وڻندو آهي. رات جو گنگا جو سير وڻندو اٿس. سئنيما تہ هن کي تمام گهڻي پسند آهي ۽ چانهہ جي پتين جو حلوو بہ هن کي وڻندو آهي."

"اهو ڇا ٿيندو آهي؟"

"منهنجو مطلب آهي تہ بنا کير واري چانهہ هن کي بيحد وڻندي آهي."

"ٺيڪ ٺيڪ. توهين شايد ائين سمجهندا هوندا تہ مان ڪا جاسوس آهيان، جو مسٽر چندر بابت هيڏي جاچ پڙتال پيئي ڪريان. مگر مان توهان کي اصلي ڳالهہ بہ ٻڌائي ڇڏيان. گذريل ٻن ٽن سالن کان مان بلڪل اڪيلي رهندي هيس. ڪنهن سان بہ ملندي ڪندي ڪا نہ هيس. تنهن ڏينهن مسٽر چندر جڏهن مون وٽان ٿي ويو تہ مون تي ڏاڍو گهرو اثر ڇڏي ويو. هن کي ڏسي مون ائين محسوس ڪيو تہ هن جي دل ۾ سچائي آهي، جا ٻين ماڻهن ۾ ڪا نہ ملندي آهي. انهيءَ ڪري مون ويچار ڪيو تہ هن سان دوستي جوڙيان پر مان زندگيءَ ۾ اڳي بہ هڪ دفعو دوستي ڳنڍي، ان بعد شادي ڪري دوکو کائي چڪي آهيان. انهيءَ ڪري مان هينئر ڪنهن بہ نئين دوستي ڳنڍڻ کان اڳي هن جي باري ۾ سڀ ڪجهہ ڄاڻڻ ٿي چاهيان.... مگر هن کي تہ مان اڳي ئي پنهنجو دوست بنائي چڪي آهيان." چانهہ اچي ويئي هئي ۽ ڀمي گيتا لاءِ پڻ پيالو ٺاهڻ لڳي.

گيتا چيو، "نہ مون اڃا هينئر ماني کاڌي آهي."

ڀميءَ چانهہ جا ٻہ ٽي ڍڪ پرڻ بعد چيو، "مسٽر چندر توهان بابت مون کي ٻڌايو هو."

"ٻڌايو هوندائين." گيتا منهن بگاڙي چيو. "منهنجي نندا ڪئي هوندائين. ٻيو ڇا چيو هوندائين!"

ڀمي چانهہ جي پيالي مان اٿندڙ ٻاڦ ڏانهن نهاريندي پنهنجن ئي خيالن ۾ محو هئي. ٿوري دير بعد چيائين، "منهنجو انومان غلط ڪو نہ نڪرندو آهي. مسٽر چندر کي ڏسندي ئي مان سمجهي ويس تہ هو منهنجي لائق دوست آهي. مون شاعري پڙهڻ گهٽا ڏينهن اڳي ڇڏي ڏني آهي، پر ڪنهن شاعرا شايد مسز براؤننگ هڪ هنڌ چيو آهي تہ هو منهنجي زندگيءَ ۾ روشني بڻجي آيو. هن کي ڏسندي ئي مون کي خاطري ٿي ويئي تہ هن جي

هٽ ۾ منهنجي دل جا سڀ راز سلامت ھندا. هو ڪڏ بہ نہ ڪندو. پيار بہ نہ ڪندو. زندگيءَ ۾ اچي بہ زندگيءَ کان دور، خوابن سان ٻڌل هوندي بہ خوابن کان الڳ.... اها ڳالهہ مسٽر چندر سان بلڪل پوري لڳي ٿي. اچي. معاف ڪج مس گيتا! مان توهان سان اهي سڀ ڳالهيون انهيءَ ڪري ٿي ڪريان جو توهين هن سان بلڪل گهرا پيل آهيو ۽ توهين هن کي ضرور ٻڌائيندا تہ منهنجا سندس باري ۾ ڪهڙا ويچار آهن. چڱو مان هلان ٿي."

"ويهو نہ!" گيتا چيو.

"نہ منهنجو پاءُ منهنجي لاءِ ترسيو ويٺو هوندو. ڪاڏي جو وقت ٿي ويو آهي." پميءَ اٿندي چيو.

"توهين تمام سٺا آهيو. توهين آيا تہ ٿوري وقت لاءِ مان پنهنجون سڀ ڳڻتيون پلجي ويس، نہ تہ ٿن ڏينهن کان مان بيحد اداس آهيان. ويهو. مسٽر چندر بابت بيون بہ ڪي ڳالهيون ٻڌايو."

"هينئر نہ. هو بلڪل نرالو ماڻهو آهي، مان ايترو ئي چئي ٿي سگهان. اوه.... توهانجون اکيون تہ ڏاڍيون سهڻيون آهن ڏسان....!" ائين چوندي، گيتا جڙ نندو پار هجي تيئن هن جو منهن پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ جهلي، مٿي ڪري پميءَ چيو، "سچ پچ تمام حسين نيڻ آهن توهان جا...! معاف ڪجو، مان مسٽر چندر سان بہ ائين بنا حجاب هوندي آهيان."

گيتا هيسجي ويئي، اکيون جهڪائي ڇڏيائين.

پميءَ پنهنجي سائيڪل ڪڍندي چيو، "مسٽر چندر سان گڏ توهين بہ اچجو. توهان چيو ائين نہ، تہ مسٽر چندر کي شعر بيحد وڻندا آهن؟"

"جي ها. گڊ نائيٽ!"

پمي جڏهن پنهنجي بنگلي تي پهتي تہ سائيڪل جي ڪپيان ڪئرير تي شاعريءَ جا پنج ڇهہ ڪتاب ٻڌل هئس.

اٺ وڃي چڪا هئا. گيتا بستري تي ليٽي پڙهڻ لڳي. انگريزي شعر ٿي پڙهيائين. هوءَ سوچڻ لڳي "جڏهن پمي صرف عيسائي هوندي بہ هيڏي آزاد ۽ بيحجاب آهي، تڏهن انگريز ڇوڪريون تہ الائي ڪيترو آزاد ۽ بيحجاب هونديون. هن جي ان بيحجابيءَ ۾ معصوميت تہ برابر ڪانهي پر ٻاجهہ ضرور آهي. ڏاڍي صاف دل ٿي ڏسي. ڪجهہ بہ لڪائڻ ڪا نہ ڄاڻي. مون کان فقط پنج يا ڇهہ سال وڏي آهي، پر مان هن جي اڳيان ڄڻ ٻار پيئي لڳان. هن جي ڪيتري نہ ڄاڻ آهي ۽ هن جي سمجهہ بہ ڪيڏي نہ تکي آهي. چندر جي تعريف ڪندي تہ ٿڪي ئي نٿي. چندر خاطر هن سگريٽ پيئڻ ڇڏي ڏنو. چندر هن جو دوست آهي. هيڏي پڙهيل لکيل ڇوڪريءَ لاءِ بہ روشنيءَ جو ڏيئو دوت آهي. مون کي تہ سچ پچ چندر تي فخر ڪرڻ گهرجي. انهيءَ چندر سان ئي مان هيڏو لڙندي جهڳڙندي آهيان. هن سان هيڏو ضد وغيره ڪندي آهيان ۽ هو سڀ برداشت ڪندو آهي! چندر جا ڪيترا نہ دوست آهن ۽ هن جي ڪيڏي نہ عزت آهي! چندر چاهي تہ جيڪر منهنجي ذري بہ پرواهہ نہ ڪري، مگر هو منهنجي هر ڪا سٺي بري ڳالهہ سهندو رهندو آهي. مان چندر کي ڪيڏو نہ پريشان ڪندي آهيان!

چندر جيڪڏهن مون سان سچ پچ ناراض ٿي وڃي ۽ هميشہ لاءِ مون سان ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏي تہ پوءِ ڇا ٿئي! يا چندر ڪيڏانهن هليو وڃي تہ پوءِ! خير چندر تہ شايد ڪڏهن بہ الله باد ڇڏي ڪو نہ ويندو. پر جي مون کي خود ئي ڪيڏانهن وڃڻو پوي تہ پوءِ ڇا ٿيندو. مان ڪيڏانهن وينديس؟ پاپا کي مڃائڻ تہ سولي ڳالهہ آهي تنهن کان سواءِ مان ڪنهن کي پيار ڪنديس ئي ڪا نہ، جو مون کي شادي ڪرڻي پوي.

اهو تہ سڀ ٺيڪ آهي، مگر چندر ڇني چو نہ لکي آهي. ڇا هو ناراض ٿي ويو آهي؟ وڃڻ وقت مون هن کي تمام گهڻو پريشان ڪيو هو. پيتيءَ جو ڪڙو ڪولي ڇڏيو هوم ۽ چندر جيئن ئي پيتي کنئي تيئن هن جا ڪپڙا وغيره سڀ ڪري پيا. چندر انهيءَ تي مون کي ذرو بہ ڪو نہ جهڙڪيو هو. ويندي وقت ائين بہ ڪو نہ چئي ويو تہ گهر جو خيال رکج، اڪيلي گهمڻ نہ وڃج، مهراجڻ سان لڙائي جهڳڙو نہ ڪج، پڙهائي چالو رکج. انهيءَ مان گيتا سمجهي ويئي تہ هو ناراض ٿي ويو آهي. البت ان وقت ڪجهہ ڪو نہ هئائين.

مگر چندر کي پوءِ بہ خط لکڻ گهربو هو. ڀلي غصي پريو ئي خط لکي ها! بنا خط ملڻ جي منهنجو من ڪيڏو نہ ٿو گهبرائجي! ڇا چندر کي اهو سڀ معلوم هوندو! ائين ممڪن ڪيئن هوندو؟ جڏهن هيڏو دور ويٺي بہ مون کي خبر پيئي پوي تہ چندر ناخوش آهي، تڏهن چندر کي اها خبر ڪا نہ پوندي هوندي تہ گيتا بيحد اداس ويٺي آهي. هن کي ضرور خبر هوندي. ائين سوچيندي سوچيندي هن کي نہ ڄاڻ ڪيڏي مهل ننڊ ڪٽي ويئي. اهو تہ چئي نٿو سگهجي تہ ان ننڊ ۾ هن کي پاپا جي ڪا ڇني ملي يا نہ، مگر ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ جيئن هڪ نقطي مان هيءَ ڪائنات سرجي ۽ اها وري نقطي ۾ سمائجي ويئي، ساڳيءَ طرح گيتا جي هيءَ ساوڻ جي بادلن مثل گهور اداسي ۽ بيچيني جيئن چندر جي ڌيان مان ئي اٿي هئي، تيئن اها سموري اداسي وري هن جي ئي ڌيان ۾ سمائجي ويئي.

●

ٻئي ڏينهن صبح جو گيتا اڱڻ ۾ ويٺي پٽاٽا چليندي چندر جو انتظار پئي ڪيو. اڳين رات جو پاپا موٽي آيو هو ۽ ان ڏينهن صبح جو پڦي ۽ بنتي به اچي ويون هيون.

"گيتو!" اهڙي ته سنيهه سان ڪنهن سڏ ڪيو جو هوائن ۾ امرت پرجي ويو.

"اچي وئين چندر!" گيتا پٽاٽا اتي ئي رکي اٿي ڪڙي ٿي. "لکنوءِ مان منهنجي لاءِ ڇا وٺي آئين؟"

"گهڻو ئي وٺي آيس گيتا."

اوچتو ڪمري مان اندران آواز آيو. ڪير آهي گيتا؟"

"چندر آهي." گيتا جواب ڏنو. "چندر. پڦي اچي ويئي."

پڦي به ڪمري مان ٻاهر نڪري آئي.

"پرنام ماسي!" چندر اڳتي وڌي هن جا قدم ڇهڻ لاءِ هيٺ نوڙيو.

"هان.... هان." ڪندي پڦي ٿي قدم پنتي هٽي ويئي. "ڏسين ڪو نه ٿو ته مون کي پوڄا جي ساڙهي پيئي آهي. هي ڇا آهي گيتا؟"

گيتا پڦيءَ جي ڳالهه جو ڪو به جواب ڪو نه ڏنو.

"چندر تون منهنجي ڪمري ۾ هل. هتي پڦي پوڄا ڪندي."

چندر اتان پري ٿيو ته پڦيءَ پان جي پتي سان لوٽي مان پاڻي کڻي اتي زمين تي ڇٽڪاريو. "گيتا بنتيءَ کي وچي موڪلينس." مهراڄڻ پڦيءَ کي ڏوپدان ۾ ٽانبو ڏيئي ويئي.

گيتا پنهنجي ڪمري ۾ پهچي، چندر کي کٽ تي ويهاري پاڻ هيٺ زمين تي ٿي ويٺي. "هي ڇا، مٿي ٿي ويهه نه!"

"نه. مان هتي ئي ٺيڪ آهيان." ۽ هوءَ چندر جي پينٽ تي پينسل سان ليڪا ڪڍڻ لڳي.

"اڙي هي ڇا ٿي ڪرين؟" چندر پنهنجا پير مٿي ڪندي چيو.

"تو هيترا ڏينهن ڇو لڳايا؟" گيتا هن جي پينٽ جي ٻئي پانچي تي ليڪا ڪڍڻ شروع ڪيا.

"وڏي آفت ۾ ڦاسجي وياسين گيتا! لکنو مان اسين وياسين بريلي. اتي اسين هڪ جلسي ۾ ڦهتاسين جتي ڪو وزير صاحب به اچي پهتو. ڪن سوشلسٽن، ڪميونسٽن ۽ مزدورن هن جي خلاف مظاهرا ڪيا. انهيءَ تي پوليس وارن ۽ مزدورن وچ ۾ دوبدو ڇڪري شروع ٿي ويئي. اسان جي قسمت زور هئي، جو اسان کي سماجوادي/سوشلسٽ نوجوان ڪيلاش مشرا جي مدد پهتي. هن ئي اسان جي جان بچائي. نه ته پاپا ۽ مان ٻئي اسپتال ۾ زير علاج هجون ها."

"اڇا! پاپا ته مون کي ڪجهه ڪو نه ٻڌايو." گيتا جي آواز ۾ گهٻراهٽ هئي. ٻئي ڪيتري دير تائين بريليءَ ۽ ان سماجوادي جوان ڪيلاش مشرا بابت ڳالهيون ڪندا رهيا.

اوچتو چندر سوال ڪيو. "اڙي هي ٻاهر ڳائي ڪير ويٺو؟"

ٻاهران سچ پچ ڳائيندو پئي آيو.... "آنچل ۾ ڪيون باند ليا. مجهه پرديسي ڪا پيار! آنچل ۾ ڪيون...." ۽ چندر کي ڏسندي ئي ان ڇوڪريءَ ڇرڪ ڀري چيو. "اڙي!" هوءَ پل به نهاريندي رهي. پوءِ شرم وچان لال ٿيجي اتان ڀڄي ويئي.

"اڙي ڀڄين ڇو ٿي؟ هيءَ ئي چندر آهي نه. گيتا هن کي واپس سڏيندي چيو.

ڇوڪري ڪمري جي ٻاهران رڪجي ويئي. منهن ڦيرائي چيائين. "مان اندر ڪا نه ايندس. مون کي لڄ ٿي اچي."

"اڙي اندر اچ نه. چڱو بيهه ته مان توکي پڪڙي وٺي ٿي اچان. سخت جهنگلي آهي هيءَ ته." ائين چوندي گيتا اٿي. هوءَ ڀڄي ويئي ۽ گيتا هن جي پٺيان دوڙي. ٿوري دير بعد گيتا هن کي چوٽيءَ کان پڪڙي ڪمري ۾ داخل ٿي. هوءَ ويچاري سخت پريشانيءَ ۾ هئي. ساڙهيءَ جو پلؤ ڏندن وچ ۾ کڻي دٻايو هئائين. وارن جون ٿي ڇڳون هن جي منهن تي پئي لٽڪيون. شرم وچان جڻ پاڻ ۾ پئي سمائي ۽ هن جون اکيون... هن جون اکيون فيصلو ڪري نٿي سگهيون ته مرڪن يا حجاب ڪن.

"ڏس... چندر ڏس." گيتا سهڪي پئي. "هيءَ اٿيئي بنتي. دنبي ڪٿان جي! اهڙي ته دنبي آهي جو منهنجو ته اڌ ساهه ڪڍي ڇڏيو اٿس."

چندر ڏنو تہ هن ويچاريءَ جي تمام بري حالت ٿي رهي آهي. ٿلهي هوءَ خاص ڪا نہ هئي. البت ڳوناٽي تندرستي هن ۾ خوب هئي. لال مکڙو، جنهن ۾ حياءَ ٻيٺي لالاڻي پري ڇڏي هئي. هڪڙي هٿ سان پنهنجي چوٽي سنڀالي هٿائين ٻئي هٿ سان پنهنجي لباس کي سنڀاليو هٿائين. ساڙهيءَ جي هڪ ڪنڊ ڏندن وچ ۾ دٻيل هئس.

"ڇڏيس هن کي.... هي ڇا آهي گيتا! تون سخت جهنگلي آهين." چندر هن کي ڇنڀيندي چيو.

"جهنگلي مان آهيان يا هيءَ." گيتا هن جي چوٽي ڇڏيندي چيو. "هي تہ ڏس، مون کي ڪيڏو نہ چڪ پاتو اٿس!"

گيتا جي ڳچيءَ تي سچ پچ ڏندن جا تازا نشان هئا. هيڏي ساري ڇوڪري بہ چڪ پائي سگهي ٿي. صرف اهو ويچار ڪندي ئي چندر کي کل اچي ويئي. "ڪيئن ڙي هيڏي ساري چڪ ٿي پائين!" هن جي کل بند ئي نٿي ٿي. سچ پچ هيءَ تہ ڏاڍي مزيدار ڇوڪري آهي. نالو اٿس، بنتي."

هوءَ پاڻ سنڀالي چڪي هئي. چيائين. "نمستي."

چندر ۽ گيتا ٻنهي کي کل اچي ويئي. "هيتري دير بعد ياد آيئي."

"بنتي! اي بنتي!" ٻاهران پڦيءَ جو آواز آيو. بنتيءَ گيتا ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ٻاهر نڪري ويئي.

"ٻڌاءِ گيتو. هتي جو هيو ڪهڙو حال احوال آهي؟"

"تو تہ هڪڙي چٺي بہ ڪا نہ لکي." گيتا شڪايت ڀرئي آواز ۾ چيو. "مان روز روئندي هيس ۽ تنهنجي هوءَ آئي هئي."

"منهنجي هوءَ؟" چندر ڇرڪ ڀري چيو.

"اڙي هوءَ تنهنجي ڀمي راڻي!"

"اڇا. آئي هئي. ڇا ٿي چيائين؟"

"چيائين ڪجهہ ڪو نہ. صرف تنهنجي تصوير ڏسي ڏسي پيئي رنائين." گيتا پنهنجي آڱرين کي نچائيندي چيو.

"منهنجي تصوير! ڪٿي هئي منهنجي تصوير؟"

"تون تہ بس بحث ڪرڻ لڳي وڃين. مان وڪيل ٿورئي آهيان تون ڪا نئين ڳالهہ ڪر."

"مان تہ توکي خوب ڳالهيون ٻڌائيندس. وڏي وڏي ڪهاڻي آهي." بنتي موٽي آئي. هن جي هٿن ۾ هڪ ٿالهي ۽ هڪ گلاس هو. ٿالهيءَ ۾ مٺائي ۽ گلاس ۾ شربت هو. هن ٻئي شيون چندر اڳيان رکيون.

چندر انڪار ڪندي چيو. "نہ ڀائي، مان تہ ڪو نہ کائيندس."

بنتيءَ گيتا ڏانهن نهاريو.

گيتا هيٺئر منهن ٺٺائي چيو. "اڙي هاڻي تازو لڪنئوءَ مان موٽيو آهين سو ڪيئي نہ نخرا شروع. اهو تڪلف نہ ڪرين تہ ڀلا خبر ڪيئن پوي!"

چندر مشڪي کائڻ شروع ڪيو.

بنتيءَ پنهنجي آڱر جي منڊيءَ کي ڦيريندي ان ڏانهن نهاريندي چيو. "داديءَ جي چوڻ تي ئي توهان کاڌو؟"

چندر وري مشڪيو. ڪجهيائين ڪو نہ. بنتي هلي ويئي.

چندر چيو. "ڏاڍي سني ڇوڪري ٿي لڳي."

"ها ڏاڍي وڻندڙ آهي ۽ پڙهڻ ۾ بہ مون جهڙي ڍلي ڪانهي. ڏاڍي هوشيار آهي."

"اڇا. تنهنجي پڙهائي ڀلا ڪيئن پيئي هلي؟"

"ماستر صاحب ڏاڍو سٺو ٿو پڙهائي، چندر. هاڻي مان هن سان خوب ڳالهيون ڪندي آهيان. دنيا ڀر جون ڳالهيون ڪندي آهيان. هو بس هميشہ ڪنڌ جهڪائي ويٺو رهندو آهي! هڪ ڏينهن مان پڙهندي پڙهندي ناريل بہ کائيندي رهيس پر هن کي اصل پتو ڪو نہ پيو. هن کي چئينس نہ. هڪ ڏينهن گيت ٻڌائي."

چندر جواب ڪو نہ ڏنو. هو اٿي ڊاڪٽر جي ڪمري ۾ پهتو ۽ اتي ڪتاب اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو.

ايتري ۾ پڦيءَ جو تيز آواز ٻڌو. "خبر هجيم ها تہ هيءَ منهن ڄلي مون کي هيئن نانچ نچائيندي. تہ ڄمندي ئي نڙيءَ تي ننهن ڏيئي ڇڏيانس ها. هري رام! ڪنڌ ڏس تہ آسمان ۾ پيو اڏاميس. اڙي ڳالهائين ڇو نہ ٿي؟ ڇا نانگ سنگهي ويو اٿيئي؟"

پروفيسر شڪلا جي گهر ۾ هيءَ بلڪل نرالي ڳالهہ هئي. هن جي رهڻي ڪهڻي ڪهڙي بہ سماجهي ۽ ٻاجهاري هئي! چندر سپني ۾ بہ ڪو نہ سوچيو هو تہ هن گهر ۾ بہ ڪڏهن اهڙي تلخ ٻولي ٻڌڻ ۾ ايندي. هو ڇرڪ

پري ٻاهر ڏانهن نهارڻ لڳو. ڊاڪٽر شڪلا پروڙي ويو. لڄ کي مرڪ ۾ لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين.
"منهنجي بيوه ڀيڻ آهي. ڪالهه ڳوٺ مان آئي آهي. ڏيءُ کي هتي ڇڏڻ."
انهيءَ بعد ڪنهن شئي جي ڪرڻ جو آواز آيو. شايد ڪو ٿانءُ ڪريو. ايتري ۾ گيتا اچي پهتي. غصي ۾ لال ٿي چيائين، "پاپا، توهان ٻڌو؟ ڀڦي ٻنتيءَ کي اڦٽ ماري وجهندي."
"ڇا ٿيو آهي؟" ڊاڪٽر سوال ڪيو.
"ٿيو ڪجهه ڪونهي. ٻنتيءَ پوڄا جو ڏيئو. ٺاڪر جي سنگهاسن جي پنيان ڪٺي رکيو هو. ڀڦيءَ کي اهو نظر ڪو نه آيو ته غصو ٻنتيءَ تي ڇنڊڻ شروع ڪيئين اٿس."
ايتري ۾ وري ڀڦيءَ جو آواز آيو. "ڇٽڻ لاءِ ته خوب تيار هو. باقي پالڻ وقت هليو ويو. مري ويو ته اڳو پوءِ پنهنجي اولاد کي به ساڻ ڇو نه وٺي ويو! موڻ تي هيءَ هڇا ڇو مڙهي ويو! اهڙي ڪلڇڻي آهي جو ڄمندي ئي پيءُ جو سر نيائين."
"ٻڌو ويئا نه پاپا!"
"هل، مان ٿو هلان." ڊاڪٽر شڪلا اٿي ڪڙو ٿيو. پر گيتا اتي ئي ترسي بيٺي. چندر کي چيائين،
"ڀڦيءَ جو اهڙو ته خراب سڀاءُ آهي جو بس. ٻنتي ويچاري الائي ڪيترو برداشت ڪندي ٿي رهي!"
ڀڦيءَ ٺاڪر جي سنگهاسن صاف ڪندي چيو، "روئين ڇا تي ٿي؟ آهي سڀ نخرا پنهنجي هٺ کي وڃي ڏيکارج. باقي ٻه مهينا اٿيئي. هيئنر ڪاڻ ٿي بيتاب نه ٿيءُ."
شرافت جي بس حد ٿي چڪي!
ڊاڪٽر شڪلا اتي پهچي ٻنتيءَ کي چيو. "ٻنتي، تون اندر ڪمري ۾ هل." پوءِ ڀيڻ کي چيائين. "هاڻي هي سڀ گوڙ بکيڙو بند ٿيندو يا نه؟ توکي ڪو شرم حياءُ به ڪونهي."
ٻنتي سڏڪا ڀريندي اندر ويئي. اپياس واري ڪمري ۾ چندر کي ريشل دسي هو. اتان پويان پيرَ ڪري گيتا جي ڪمري ۾ پهتي ۽ اوڇنڪارون ڏيئي روئڻ لڳي.
ڊاڪٽر شڪلا وري چيو. "هاڻي مان پنهنجو ڪم ڪريان يا هي سڀ جهڳڙا نبيريان. ڪالهه ڪان وٺي گهر ۾ صفا جنگ لڳي وئي آهي. گيتا. هيءَ واپس ڪڏهن ويندي؟"
"سڀاڻي ويندي پاپا. ٻنتيءَ کي وري ڪڏهن به هن وٽ واپس نه موڪلجو." گيتا جي آواز ۾ بيحد غصو ڀريل هو.
"چڱو تون هلي منهنجي ماني لڳاءِ. چندر تون پنهنجو ڪم هتي ئي ڪر. جي گهڻو گوڙ سمجهين ته لئبريري ۾ هليو وڃج. اڄ هڪڙي ڏينهن جي ئي تڪليف آهي."
چندر ٿورا ڪتاب کڻي اٿي کڙو ٿيو. هن اتان هليو وڃڻ ٺيڪ سمجهيو. گيتا پيءُ لاءِ ماني لڳائڻ ويئي. ٻنتي سڏڪا ڀري، لڙڪ ڳاڙي پنهنجي دک کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. ڀڦي گهنٽي وڄائيندي. ڇپن ۾ پڙ پڙ ڪندي، نه ڄاڻ ڇا بڪندي تي ويئي. پڳتيءَ جي ٻاونا سان ڀريل گهنٽيءَ جي مڌر آواز ۾ اهو سڀ ڪجهه ٻڌڻ ۾ نٿي آيو.
مگر ڀڦي ٻئي ڏينهن ڪا نه ويئي. ٽن چئن ڏينهن بعد به جڏهن چندر اتي پهتو ته ڏٺائين ته ٻاهر آڱڻ ۾ ڊاڪٽر شڪلا ويٺو آهي ۽ دروازي وٽ بيٺي ڀڦي هن کي ڪجهه چئي رهي آهي. چندر جي پهچندي ئي هوءَ هڪدم چپ ٿي ويئي ۽ چندر ڏانهن حيرت مان نهارڻ لڳي. ڊاڪٽر شڪلا چيو. "اچ چندر ويهه." چندر پر واري ڪرسي ڇڪي ويٺو ته ڊاڪٽر ڀيڻ کي چيو. "ها تون چئو. اڙي هي نه اسان جي گهر جو ماٿو آهي. ڇا گيتا توکي هن جي باري ۾ ٻڌايو ڪونهي؟ هي چندر آهي. منهنجو بالڪو تمام سٺو ڇوڪرو آهي."
"چڱو چڱو، ڀائي ويهه. تون هڪڙي ڏينهن اتي آيو هئين نه. گيتا سان گڏ بي- اي ۾ پڙهندو آهين نه؟"
"نه ماسي. مان ريسرچ ڪندو آهيان."
"واه، توکي ڏسي ته ڀائي ڏاڍي خوشي ٿي. ها شڪل...." هن هيئنر پنهنجي ڀاءُ ڏانهن منهن ڪري چيو. "ته اهو ئي نيڪ آهي. ٻنتيءَ جو وهانءُ حال ٽاري ڇڏجي ۽ هي ڇوڪرو جيڪڏهن نيڪ نڪري ته اڳو پوءِ آڪاڙ ۾ گيتا جي شادي به ڪري ڇڏجي. هيئنر وڌيڪ ترسڻ نٿو سونهي. هيندي اٿ جيڏي ڏيءُ هيئن ٻسي سيند کڻي هيڏانهن هوڏانهن پيئي ڦري!"
"ها. اهو نيڪ آهي." ڊاڪٽر شڪلا هن جي ڳالهه جي پٺڀرائي ڪندي چيو. "مان خود به هيئنر گيتا جي شاديءَ ۾ دير وجهڻ نٿو چاهيان. بي- اي تائين پڙهائي هن لاءِ ڪافي آهي. هونءَ به اسان جي ذات ۾ ڇوڪرا

آهن ڪٿي؟ مگر ها. جنهن ڇوڪري جو تون ذڪر ٿي ڪرين تنهن ۾ سندس گهر وارا ته اعتراض ڪو نه وجهندا؟ ڇوڪرو ته برابر اسان کي سٺو لڳو، پر هن جا گهر وارا الائي ڪيئن آهن!"

"پر گهر وارن سان توکي ڇا ڪرڻو آهي. ڇوڪرو ته الڳ ٿلڳ آهي. پنهنجي سر پڙهندڙ آهي ۽ ڇوڪري بلڪل الڳ رهندي. نه سس جو سراپ، نه نڻان جو ڏچ رهندس. مان جنم پتري به گهرائي ٿي ڏيانو. پيڻائي ڪٿي فيصلو ڪر."

ڊاڪٽر شڪلا ڪنڌ ڌوڻي قبوليت ڏني.

ٻڌيءَ وري ڇيو. "ته پوءِ بنتيءَ لاءِ ڇا ٿو چوين؟ اسوءَ تائين ٺاري ڇڏيان نه؟"

"ها... ها." ڊاڪٽر ڪنهن ٻئي ويچار ۾ ٻڏل رهندي ٿي جواب ڏنو.

"ته پوءِ تون ٿي ان ناسوٽي موڏيءَ کي ڇٽينس. ڪالهه ڪان وٺي منهنجي ڇاتيءَ تي مڱ ڏرڻ شروع ڪيا اٿس." ٻڏي اهي لفظ چئي اتان هلي ويئي.

چندر چپ چاپ ويٺو هو. دل ۾ نه ڄاڻ ڇا پيو سوچيائين. هو پنهنجن ويچارن ۾ اهڙو ته غلطان ٿي ويو هو جو ڊاڪٽر جڏهن ڏانهن منهن ورائي سڏ ڪيو. "چندر" ته هو صفا ڇرڪ پري اٿيو. ڄڻ اوچتو ڪنهن ٻيءَ دنيا مان موٽي آيو هجي. ڊاڪٽر انهيءَ تي ڇيو. "ڇو، تنهنجي طبعيت خراب آهي ڇا؟"

"نه.... نه" چندر ڦڪي مرڪ مرڪندي ڇيو.

"شايد اڄ ڪلهه ڪم تمام گهٽو ٿو ڪرين پنهنجي ٿيسز جا ڪيترا باب لکي پورا ڪيا اٿيئي. مارچ ته اچي پورو ٿيو آهي ۽ اپريل سچو توکي پنهنجي ٿيسز ٽائيپ ڪرائڻ ۾ لڳي ويندو. مئي ۾ توکي ڪنهن به حالت ۾ ٿيسز پيش ڪرڻي ئي آهي."

"جي ها" چندر جي آواز ۾ بيحد ٿڪ هو. "ڏهه باب" مون لکي پورا ڪيا آهن. باقي ٻي وڏيڪ باب لکڻا اٿم. اپريل جي پهرين هفتي اندر سمورو ڪم ختم ٿي ويندو. هينئر ٿيسز ڪانسواءِ ٻيو ڪم ئي ڪهڙو اٿم." چندر تمام اونهو ساهه کنيو ۽ پنهنجي ...ٽي ٿي هٿ ڦيرائڻ لڳو.

"مون کي تنهنجي طبعيت ٺيڪ نٿي لڳي. ڇانهه ٺهرائي وٺ. مگر ها، هتي ته نڪا گيتا آهي نڪو مهراڄڻ آهي." ڊاڪٽر صاحب کي اوچتو يادگيري آئي.

گيتا؟ گيتا جو نالو ٻڌي چندر وري ڇرڪ پري اٿيو. ها، ٿورو وقت اڳي جڏهن ٻڌيءَ ڳالهه پئي ڪئي ته پاڻ گيتا بابت ٿي پئي سوچيائين، پر ڇا پئي سوچيائين؟ هن ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪجهه به ياد ڪري نه سگهيو. نه ڄاڻ ڇا پئي سوچيائين. الائي... ها، شايد گيتا جي شاديءَ جي باري ۾ ئي ڪا ڳالهه ٻولهه پئي هلي. ڪهڙي ڳالهه ٻولهه پئي هلي؟

"گيتا ڪيڏانهن ويئي آهي؟" چندر پڇا ڪئي.

"اڄ شايد صابر صاحب جي گهر ويئي آهي. هن جي ڌيءَ ساڻس گڏ پڙهندي آهي نه، اوڏانهن ويئي آهي، بنتيءَ سان گڏ."

"امتحان ۾ باقي ڏينهن گهٽا اٿس؟ ڇا هن جو گهمڻ اجا بند ڪو نه ٿيو آهي؟" چندر وڌيڪ سوال ڪيو.

"نه، سچو ڏينهن پڙهيائين ويٺي. شام جو مس اٿي، مٿي ۾ به سور اچي پيو هوس، تڏهن نڪري ويئي. ويچاريءَ کي گهمڻ ڦرڻ ڏي، هاڻي ته جلد ئي هلي ويندي." ڊاڪٽر شڪلا ڇپن سان مشڪيو ٿي، پر ان مسڪراهٽ پنيان لڙڪ لڪيل هئا.

"گيتا جي شادي ڪٿي پڪي ٿي آهي؟" چندر پڇيو.

"بريليءَ ۾. هينئر ٻڌيس ئي ڳالهه ڪري ويئي. جنم پتري ملي ته اها پيڻائيي. پوءِ تون ٻين سڀني ڳالهين کي ڏسي وٺج. تون ته پنهنجي ٿيسز تيار ڪرڻ ۾ مشغول هوندين. ڇوڪرو مان ئي وڃي ڏسي ايندس. مئي کان پوءِ جولاءِ ۾ گيتا جي شادي ڪري ڇڏينداسين. توکي به هاڻي جلدي ڊاڪٽريٽ ملي ويندي ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ڪو عهدو ملي ويندئي. بس پوءِ پٽ ڌيءَ ٻنهي جي جوابداريءَ کان آجو ٿي ويندس." اڄ ڊاڪٽر شڪلا جو آواز ئي ڦري ويو هو.

چندر چپ رهيو.

ٿوري دير ترسي ڊاڪٽر سوال ڪيو. "تو بنتيءَ کي ڏٺو؟"

"اها ٿي نه. جنهن تي تنهن ڏينهن ڪاوڙ پئي ڪيائين؟"

"ها، اها ٿي. هن جو سهرو آيل آهي. هن کي ڇوٽو آهي ته شادي ڪجهه وقت ترسائي. جيئن پهرين گيتا جي شادي ٿي وڃي. هوءَ بنتيءَ کان وڏي آهي. تنهن کان سواءِ اسان جو مطلب آهي ته بنتي به پنهنجو هيءَ سال پڙهي پورو ڪري وٺي. اڄ ته هن سان ان باري ۾ ڳالهائي اچون."

ڊاڪٽر شڪلا ائين چئي اٿيو. چندر بہ هن جي پٺيان اٿيو. اندر پهچي هن بنتيءَ جي سهري جو ديدار ڪيو. هو سامهون هڪ پلنگ تي ويٺو هو. پر اهو اڀاڳو پلنگ هن لاءِ پورو ڪو نہ ٿي پيو. هن جڏهن ساهہ ٿي کنيو تہ پراڻن واري اها کٽا ياد ٿي آئي. جنهن ۾ چيل آهي تہ هيءَ ڌرتيءَ جو گولو هوريان هوريان واراهہ جي منهن مان ڪيئن ٻاهر نڪتو هو. مٿي تي ٿورا هلڪا وار هئس ۽ چيلهہ وٽ هڪ انگوشو ٻڌل هوس. باقي بيو سڄو جسم ننگو هوس. صبح جو شايد گنگا اشنان ڪري آيو هو. ڇاڪاڻ جو بينڻ انگن سان گڏوگڏ پيٽ تي پڻ گنل چندن لڳل هوس.

ڊاڪٽر شڪلا هن جي پر واري ڪرسيءَ تي ويهي چيو. "ٻڌايو دبيجي. توهان ڇانهن پاڻي تہ ڪئي آهي نہ؟"

پلنگ مان چيچاٽ نڪتو. ماس جي ان وشال لوٽ ۾ هڪ زبردست ڀونچال آيو ۽ دبيجي ڇانهن پاڻي جي ڳالهہ ياد ڪري گد گد ٿي ڪلڻ لڳو. فضا ۾ زبردست اٿل پٿل مچي ويئي ۽ ڪمري جون ديوارون ڪرندي ڪرندي بچي ويون. دبيجي اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نہ ٿيو. سو ليٽيءَ ئي چيائين. "هو... هو... هو! سڀ توهان جي مهرباني آهي. خوب منائي ڪاڏم. هاڻي بس ٿورو شربت ملي تہ پيٽ ۾ نہ جيڪا جلن آهي. اها بہ ٺري وڃي." ايئن چوندي چوندي هن پنهنجي پيٽ تي هٿ ڦيريو.

"ها.... ها. اڙي پاڻي ٿورو شربت ناهي وٺو." ڊاڪٽر شڪلا دروازي ڏانهن منهن ڪري چيو. جنهن جي اوٽ ۾ پڪي بيٺي هئي. هن آديش جي جواب ۾ پڪيءَ جو آواز آيو. "اڙي باپ ڙي! هي اڊائي مٽو ديوَ گهٽ ۾ گهٽ هڪ پخال شربت تہ ضرور پيئندو." ٻڌي. چندر کي کل اچي ويئي. ڊاڪٽر شڪلا بہ مشڪڻ لڳو. مگر دبيجيءَ جي منهن سڳوري تي خوشيءَ يا دک جي هلڪي ريکا بہ نمودار ڪا نہ ٿي. چندر دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳو تہ پراچين ڏڪار ۾ برهمانند سڌ پرش ۽ مهاتمائون بہ ضرور اهڙا ئي ٿيندا هوندا.

پڪي شربت جو گلاس تيار ڪري ڪٺي آئي. دبيجي ڪنگهندو. ڦو ڦو ڪندو اٿيو ۽ هڪ ئي ڍڪ ۾ شربت جو سڄو گلاس پي ويو.

ڊاڪٽر شڪلا هينئر هٿ جوڙي ڏاڍي نماڻائيءَ سان چيو. "دبيجي. اسان جي هڪ گذارش آهي."

"نہ... نہ" دبيجيءَ وچ ۾ ئي هن جي ڳالهہ ڪٽي چيو. "بس هاڻي مان وڌيڪ ڪجهہ ڪو نہ کائيندس. توهان منهنجو تمام گهڻو خيال ڪيو آهي. بس توهان کي ڏسي مون کي ڏاڍي سرهائي ٿي آهي. توهين سچ پچ ديوتا ماڻهو آهيو. تنهن ڪانسواءِ توهين تہ ڇوڪريءَ جا ماما آهيو. شادي وغيرہ ۾ پڪش مامي ناني جو ئي ڏسبو آهي. هي تہ ڀڳوان اهڙي جوڙ ڪئي آهي جو گهوٽ جي ڪٽنب توڙي ڪنوار جي ڪٽنب ٻنهي ۾ ماما گياني آهن. توهين هتي ڪاليج ۾ پروفيسر آهيو ۽ هوڏانهن اسان جي پاسي يعني ڇوڪري جو مامو ڊاڪ گهر ۾ منشي آهي. بس توهان جي مهرباني آهي." دبيجي صفا هٿ ۾ ٿي ڇڇيو. چندر مشڪڻ لڳو. ڊاڪٽر وري چيو. "اها تہ سڀ اوهان جي نهٺائي آهي. پر منهنجو خيال هو تہ هتن گرمين ۾ شادي نہ رکي اگر سياري ۾ شاديءَ جو مهورت رکجي تہ وڌيڪ سٺو ٿيندو. اوستائين توهان جي خدمت لائق اسين ڪجهہ تياري بہ ڪري وٺنداسين."

دبيجي ان لاءِ تيار ڪو نہ هو. هو نهايت حيرت وچان ڊاڪٽر ڏانهن نهارڻ لڳو. مگر ڪيتري بحث مباحثي بعد هو نيٺ انهيءَ ڳالهہ تي راضي ٿيو. بشرطيڪ اسوءِ تائين هر ڏڻ وار تي ڇوڪري لاءِ ڪڙتو ۽ ڌوتيءَ جو جوڙو ۽ يارهن روپيہ نذراني طور موڪليا وڃن پر جي سياري ۾ شادي ٿي ٿئي تہ اڳو ٻوءِ ڇوڪريءَ جي سس، نڻاڻ ۽ ڏيرياڻيءَ لاءِ بہ گرم شالون موڪليون وينديون ۽ دبيجي جيڪو دفعو گنگا اشنان لاءِ پرياگ ۾ ايندو سو دفعو هن کي بہ ٿالهہ ڪپڙن جو ۽ سون جي ڪا چيز سوکڙيءَ طور ڏني ويندي. جڏهن ڊاڪٽر شڪلا هن جا سڀ شرط منظور ڪيا تہ دبيجي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ڪڙتو ڌوتي سنڀالي. ڳنڍڙي ڪٺي چوڻ لڳو. "چڱو. تہ هاڻي مون کي اجازت ڏيو. بس مان هاڻي هلان ٿو ۽ هي روپيا ڇوڪري کي ڏجو. ڳالهہ هينئر بلڪل پڪي ٿي ويئي." هن پنهنجي صدريءَ جي کيسي مان هڪ مڙوٽيل سڙوٽيل ٿيل ۾ ٻڌل پنجن روپين جو نوٽ ڪڍي ڊاڪٽر شڪلا جي هٿ ۾ ڏنو.

"چندر. تون دبيجيءَ کي هڪ ٽانگو ڪري ڏينس. اسٽيشن لاءِ. چڱو هل. مان بہ ٿو هلان."

دبيجيءَ کي اماڻي جڏهن ٻئي موٽيا تہ ڏٺائون تہ پڪي ٿيلهيءَ مان ڪي سيون پيئي ڪڍي. ڊاڪٽر شڪلا هن جي هٿ ۾ نوٽ ڏيئي چيو. "هان وٺ. هي ڏيئي ويو آهي تنهنجو سيڻ. ڇوڪريءَ لاءِ."

"صرف پنجن روپين جو نوٽ ڏسي پڪي صفا ڀڄري اٿي. "نہ زر. نہ زيور. بس هن ڪاغذ ٽڪري تي شادي پڪي ڪري ويو. پاڻ تہ ڪپڙا. روپيہ. سون وٺن لاءِ وات ڦاڙڻ لڳو ۽ ڏيڻ مهل موڏيءَ جي پيٽ ۾ چڻ سور ٿو پوي. اڙي. منهنجو وس هلي تہ هن جي هڏي هڏي جيڪر ڪٽن کي کارايان."

چندر کلي کلي صفا پاڳل بڻجي ويو.

پڦيءَ ٽيلهي بند ڪري ڇيو. "اڃا تائين ڪو ٻنتيءَ جو پتو آهي! هن مليڇ ترڪياڻي جي گهر وڃي ڪجهه ڪائي پيئي آئي ته پوءِ هتي منهنجو گذر ٿي نه سگهندو. گيتا کي ڏسي هن جو من تمام وڏي ويو آهي. اڃي ته ڏسو ڪيئن نه ٿي چنچري لاهيانس!"

ڊاڪٽر شڪلا پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. چندر کي به اڄ لڳي هئي، سو هن پڦيءَ کان پاڻيءَ جو گلاس گهريو. پڦيءَ هن کي پاڻيءَ گلاس ڏيندي ڇيو. "ويهي پيءُ پٽ، ويهي پيءُ. ڪاڻڻ لاءِ ڪجهه ڏيانءِ؟"

"نه ماسي" پڦي جي ڪٽي پاڃي کپڻ ويني. چندر پاڻي پيئيندي سوچڻ لڳو ته پڦي جڏهن ٻين سيني سان ههڙو منو ٿي ڳالهائي، تڏهن صرف ٻنتيءَ سان ههڙو ڪوڙو ۽ کهرو ڇو ٿي هلي!

ايتري ۾ ٻاهران چمپلن جي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. چندر مٿي نهاريو. گيتا ۽ ٻنتي ٻئي موٽي آيون هيون. گيتا چمپل لاهي پنهنجي ڪمري ۾ هلي ويئي. ٻنتي ٻاهر اگڻ ۾ ماءُ وٽ وڃي ڇيو. "مون کي ڏي، مان پاڃي کپي وٺان."

"هل، هٽ هتان، پهرين وڃي وهنجي ڪري اچ. اتي ڪجهه ڪاڏءِ ته ڪو نه؟ هيتري دير ڇا ٿي لڳايئي. مون کي اصل خبر آهي. تون هتي منهنجو نڪ ڪپائيندينءَ تڏهن توکي آرام ايندو. فرنگين جا رنگ سکي ويئي آهين هتي."

ٻنتي خاموش، هن جي منهن تي گهري دک جو احساس هو. هن نگاهون جهڪائي ڇڏيون. رنائين ڪو نه، چپ چاپ ڪنڌ لٽڪائي گيتا جي ڪمري ڏانهن هلي ويئي.

چندر پل ۾ ويٺو رهيو، پوءِ گيتا وٽ ويو. گيتا جي ڪمري ۾ ٻنتي اڪيلي کٽ تي اونڌي ليٽي پيئي هئي، وهاڻي ۾ منهن لڪائي. چندر جڻ پريشان ٿي ويو. هن کي هن ڇوڪريءَ تي بيحد قياس آيو. جنهن کي پيءُ ڪو نه هو. جنهن کي ماءُ وٽان نفرت ۽ نفسي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نصيب نٿي ٿيو، ان اڀاڳي ڇوڪريءَ لاءِ چندر جي دل ۾ بيحد ممتا پيدا ٿي ويئي. هو سوچڻ لڳو ته ٻنهي ڀينرن جي وچ ۾ ڪيڏو نه فرق آهي. هڪڙي ننڍپڻ کان ڪيڏي نه لاڏ، شاهوڪاريءَ ۽ پيار وچ ۾ پلي آهي ۽ ٻي ڪيڏي نه مصيبتن، ڪيڏي نه بي عزتي ۽ نفرت وچ ۾ پلي آهي ۽ اهو سڀ هن کي ان ماءُ وٽان نصيب ٿيو آهي جا سڄي دنيا کي سواءِ پنهنجي ڌيءَ جي، پيار ڏيئي ٿي سگهي.

هو ڪرسيءَ تي ويهي چپ چاپ اهو سوچيندو رهيو ته آئينده به هن ويچاريءَ کي ڪهڙو سک نصيب ٿيندو. هن جي سهري کي ڏسندي ئي آئينده جي سک جو تصور پليءَ پت ڪري سگهجي ٿو.

ايتري ۾ گيتا ڪپڙا بدلائي هٿ ۾ هڪ ڪتاب جهلي، ان جي پڙهڻ ۾ ئي مشغول اتي پهتي ۽ کٽ تي ويهي رهي. "اڙي! هيئن ڇو پيئي آهين؟ اڙي تون چندر آهين! ٻنتي اٿ." هن ٻنتيءَ جي پٺيءَ تي هٿ رکي ڇيو.

ٻنتي جا هيل تائين خاموش هئي، سا گيتا جي ممتا ڀرئي ڇهاءُ تي سڏڪن ۾ اڇي ڇنڪي. اهو ڏسي گيتا چندر کان سوال ڪيو. "ٻنتي راتيءَ کي ڇا ٿيو آهي؟" ۽ انهيءَ تي جڏهن ٻنتي اڳي کان به زور سان سڏڪا ڀري روئڻ لڳي، ته گيتا وري چندر کي چيو. "تو ئي هن کي ڪجهه چيو آهي. ٻن هفتن بعد موٽيو آهين ۽ اچڻ شرط هن کي روئارڻ شروع ڪيو اٿيئي. تو ضرور هن کي ڪجهه چيو آهي. مان سمجهي ويس. مون سان هلڻ ڪري هن تي به غصو چنديو هوندئي. چندر مان توکي صاف صاف ٻڌائي ٿي ڇڏيان ته مان تنهنجيون سڀ ڳالهيون سهي ٿي وڃان پر ان جو مطلب اهو نه آهي ته تون هن ويچاريءَ تي به پنهنجو رعب ڇمائڻ شروع ڪرين. اڄ کان پوءِ تو وري هن کي ڪجهه چيو آهي ته سٺو نه ٿيندو."

"تنهنجي دماغ جو ڪو پردو شايد ڍلو ٿي ويو آهي. مان ٻنتيءَ کي ڇا چوندس؟"

"بس، تنهنجي اها ئي ته بري ڳالهه آهي نه!" گيتا وڌيڪ بگڙجي ڇيو. "ڇو ٻنتيءَ کي ڇو نه چوندين؟ جڏهن مون کي چوين ٿو ته هن کي ڇو نه چوين؟ ڇا مان تنهنجي عزيز آهيان ۽ هيءَ تنهنجي عزيز نه آهي."

چندر کي کل اچي ويئي. "عزيز ڇو نه آهي؟ پر توسان نه هيئن پڇبو، نه هونءَ پڇبو."

"اهي سڀ ڳالهيون مان ڪا نه ٿي سمجهان. مون کي رڳو اهو ٻڌاءِ ته هيءَ روئي ڇو ٿي؟" گيتا جڻ چندر کي ڌمڪائڻ لڳي.

"پڦيءَ هن کي ڪجهه چيو."

"اڙي ته هن جي چوڻ تي روئڻ ڇا جو! توکي هيترو سمجهايم ته هن جي اها عادت آهي. کلي ٽاري ڇڏ. هل اٿ! اٿين ٿي يا ڪتڪتائي ڪريانءِ." گيتا هن کي ڪتڪتائي ڪرڻ شروع ڪئي. ٻنتيءَ هن جي هٿ کي ٽيلهو ڏيئي پري ڪيو ۽ وري سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

"تون ائين ڪا نه مڃيندينءَ نه! ڏس ته هاڻي ڪيئن نه ٿي ٺيڪ ڪريانءِ. چندر هتان، هي هن جو هٿ ته پڪڙ."

پر چندر چپ چاپ ويٺو رهيو.

"اجا ويٺو آهين. هن جو هي هٿ پڪڙ ته ڏس. هن کي هڪ منٽ ۾ ڪيئن ٿي ڪلايان!" گيتا چندر جو هٿ پڪڙي هن کي بنتيءَ طرف ڇڪڻ لڳي. چندر پنهنجو هٿ ڇڏائي ڇيو. "هوءَ ويچاري روئي ويني ۽ تون هن کي پرچائڻ بدران اٽلو وڌيڪ پريشان ڀيئي ڪرين."

"اڙي خبر اٿيئي ته روئي ڇو ٿي؟ تورو وقت اڳي هن جو سهرو آيو هو. هو ڏاڍو ٺلهو هو. سو هيءَ پيئي سوچي ته متان سندس هو به نه اهڙو ٺلهو هجي." ائين چوندي گيتا وري هن جي ڳچيءَ تي ڪتڪتائي ڪرڻ لڳي.

بنتي هينئر کلي ويئي. گيتا به ٽپ ڏيئي اٿي "اڙي هيءَ ته کلي ويئي. هاڻي وري روئيندينءَ! ۽ گيتا هن کي وري ڪتڪتائي ڪرڻ لڳي. بنتي پهرين ته کل وچان ليٽڙڻ لڳي. ير پوءِ پنهنجي ساڙهي سنڀالي ڇيائين.

"ڇ... ديدي! هو ويٺو آهي ۽ تون!" ائين چئي هوءَ اٿي ٻاهر وڃڻ لڳي.

"ڪيڏانهن هلينءَ!" گيتا پڇيو.

"جي وچان ٿي وهنجڻ" بنتيءَ ساڙهيءَ جو پلؤ مٿي تي وجهندي ڇيو.

"ڇو مون توکي هٿ لاتو انهيءَ ڪري!" گيتا کلندي ڇيو.

"اي چندر، هو گيسوءَ جو ننڍو ڀاءُ آهي نه حسرت، مون هن کي ڇمي ڏني ته هڪدم وڃي صابڻ سان منهن ڌوئڻ ويٺو. پنهنجي اميءَ کي چوڻ لڳو: "منهنجو منهن جونو ٿي ويو ۽ پڌ... اڄ مون گيسوءَ جي اختر ميان کي به ڏٺو. ڏاڍو مزيدار آهي. مون ته گيسوءَ سان ڳالهيون ويني ڪيون. ير بنتيءَ ۽ قول هن کي ڏاڍو ڇيڙيو. ويچارو گهبرائجي ويو. قول ڏاڍي چلولي ۽ نازڪ آهي. بوليون به آهي بوليندي آهي ڇا! بنتي ۽ قول هڪ ٻئي جون ڏاڍيون پڪيون ساهيڙيون ٺڄي ويون. ڳائين به ٻئي سٺو ٿيون."

"بنتي ڳائيندي آهي!" چندر پڇيو. "اسان ته هن کي هتي صرف روئيندو ڏٺو آهي."

"اڙي ڏاڍو سٺو ڳائيندي آهي. هن اتي هڪ ڀُوناٽو گيت ڏاڍو سٺو ڳايو."

"اڙي ڏٺئي نه. هنن سيني ڳالهين ۾ مون کي توتي ڪاوڙ ڪرڻ ته صفا وسري ويئي. تون هي چار ڏينهن ڪٿي هئين؟ ٻڌاءِ، جلدي ٻڌاءِ."

"مشغول هوس. گيتا. ٿيسز ٿي حصا پوري ٿي ويئي آهي. مان روز پنج ڪلاڪ ويهي لکندو آهيان.

"پنج ڪلاڪ!" گيتا پڇيو. "ڪير اڄ ڪلهه پيئندو آهين يا نه؟"

"ها... ها. ٿي ڳڻون خريد ڪيون اٿم." چندر ڇيو.

"مذاق ڇڏ. ڪاڏي جو خيال ڀاڻيهي رکجانءِ پنهنجي طبيعت خراب ڪيئي ته هينئر منهنجو به امتحان ويجهو آهي. اڪيلو اڪيلو ويٺو مکيون مارينديس. مان ڏسڻ به ڪا نه ايندي سانءِ."

"توکي اجا ڇا پڙهڻو آهي؟"

"ڪورس ته پورو ڪري ڇڏيو هوم. فقط ٿوريون مشڪلاتون هيون سي گڏريل ٻن ٽن هفتن ۾ ماستر صاحب سڀ ٻڌائي ڇڏيون. هاڻي باقي دوڙ ڪرڻو آهي. مگر بنتيءَ جو امتحان مٿي ۾ آهي. هن کي به ته پڙهڻو آهي."

"ڇگو مان هلان ٿو."

"اڙي ويهه نه. ورتي خبر نه آهي ڪيترن ڏينهن بعد ايندي. اڄ پڪي هلي ويندي. پوءِ سياڻ کان وني وري هتي اچي پڙهه نه. تو بنتيءَ جي سهري کي ڏٺو هو؟"

"ها ڏٺو هوم" چندر هن جي شڪل ياد ڪري وري کلي ڏٺو. "باپ ڙي! هو ته صفا پيپ هو، پيپ!"

گيتا ڇيو. "بنتيءَ جي نٽان سان تنهنجي شادي ڪرايون. ڪنديــن؟ اها بہ ڀيءَ جهڙي ٺلهي آهي. پوءِ ڏسنداسين تنهنجي همت ته هن کي ڪيئن ٿو ڇڙهون ڏين ۽ ڪاوڙ ڪرين."

شادي! چندر کي هڪدم ياد اچي ويو. پڪيءَ ٻڻ گيتا جي شاديءَ جي ڳالهه ڪئي هئي. ان وقت هن کي ڪهڙو احساس ٿيو هو؟ ڇا ٿيو هو؟ هن جو مغز چڪر ڪائڻ لڳو. ائين پئي سمجهيائين ڄڻ مٿي ۾ سخت سور هوس. اهو سور هو يا ٻيو ڪجهه هو. جيڪي به هو، هن جي رڳ رڳ کي ڄڻ ڇيريائين پئي. هڪدم.....

"ڇو چندر! اڙي هيئن ڇپ ٿي وئين؟ دنبي ڪنوار جو نالو ٻڌي ڏڄي وئين ڇا؟" گيتا چندر جي ڪلهي کي پڪڙي ڌونڌاڙڻ شروع ڪيو.

چندر ڇپن تي صرف هڪ ڦڪي مرڪ آڻي سگهيو ۽ ڇپ چاپ گيتا ڏانهن نهارڻ لڳو. گيتا چندر جي انهيءَ نهار اڳيان سهمجي ويئي. چندر جي ان نگاهه ۾ نه ڄاڻ ڇا هو! هڪ قسم جي ٽپ اڪيلائي، سجائي هئي، ڄڻ آيندڙ پيڙا جو بد سوڻ ڀاچو هو. هڪ نرالي قسم جي درد جو خاموش آواز هو. هڪ قسم جي پڪهرجندڙ اداسي هئي. جا بہ بيحد گهري. ايتري گهري. نه ڄاڻ ڪيتري گهري ۽ چندر يڪ ٽڪ ڏسندو رهيو. بنا اک ڇنڀڻ جي.

گيتا بہ پريشان ٿي اٿي. هي منهنجو چندر تہ آهي ئي ڪو نہ. هيءَ نگاهہ منهنجي چندر جي تہ لڳي ئي ڪا نہ ٿي. چندر اهڙي نموني ايئن پڪ ٽڪ بنا اک چنڀڻ جي تہ ڪڏهن بہ گيتا ڏانهن ڪو نہ نهاريندو آهي. نہ هيءَ نگاهہ منهنجي چندر جي نہ آهي. انهيءَ نگاهہ ۾ نہ شرارت آهي. نہ غصو آهي. نہ پيار آهي. نہ ممتا آهي. ان ۾ جيڪي آهي تنهن کان گيتا بلڪل اڻ واقف آهي. اڄ پهريون ئي دفعو هن چندر جي نگاهن ۾ اهو احساس ڏٺو هو ۽ اهو ڏسي هوءَ ڏڪي ويئي، صفا ڏڪڻ لڳي. نہ هي بيو ڪو چندر آهي جو ڏانهنس ائين پيو نهاري. هي تہ بلڪل اڻواقف. ڪو اجنبي. ڪنهن ٻئي ديس جو واسي آهي. جو گيتا ڏانهن .....

"چندر... چندر! توکي ڇا ٿي ويو آهي؟" ڊپ ۾ گيتا جو آواز ڏڪڻ لڳو. هن جو منهن زرد ٿي ويو. هن جو ساهہ منجهڻ لڳو. "چندر..." ۽ جڏهن هوءَ بيو ڪو وس هلائي نہ سگهي تہ هن جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا.

چندر جي هٿن تي جڏهن هڪ گرم گرم لڙڪ اچي ڪريو تہ هو ڇرڪ ڀري اٿيو.

"اڙي گيتو! روئين ڇو ٿي؟ روءُ نہ ڀڳلي! منهنجي طبيعت ذرا نيڪ نہ آهي. پاڻيءَ جو گلاس تہ کڻي اچ."

گيتاڄا بہ ڏکي پئي. چندر جي آواز ۾ اڄا بہ اها فطري نرمائي ڪا نہ آئي هئي. هوءَ پاڻي کڻي اچڻ لاءِ اٿي.

"نہ. تون ڪيڏانهن نہ وڃ. تون هتي ويهہ." چندر گيتا جو هٿ پڪڙي پنهنجي پيشانيءَ تي رکيو. پوءِ هن جو هٿ پنهنجي ٻنهي هٿن وچ ۾ دٻائيندي چيائين. "گيتا!"

"ڇو چندر!"

"ڪجهہ ڪونهي." پر اهو آواز بہ چندر جو ڪو نہ هو. ڇڻ ڪنهن ٻئي جو هو. نہ ڄاڻ اهو آواز ڪٿان پئي آيو.

"ڇا مٿي ۾ سور اٿيئي؟ ٻنتي جلدي ڪر. پاڻيءَ گلاس تہ کڻي اچ." گيتا ٻنتيءَ کي آواز ڏيندي چيو. انهيءَ رڙ تي چندر پلڪ ۾ پنهنجي فطري حالت ۾ موٽي آيو. "اڙي. هينئر مون کي ڇا ٿي ويو هو؟ گيتا. تو هينئر ڇا پئي چيو؟"

"نہ ڄاڻ توکي هينئر الائي ڇا ٿي ويو." گيتا گهٻرايل ۽ هيسيل آواز ۾ چيو.

چندر هينئر بلڪل نيڪ هو. چيائين. "ڪجهہ ڪونهي گيتا. مان بلڪل نيڪ آهيان. مان تہ فقط توکي پريشان ڪرڻ لاءِ ائين چپ چاپ ويٺو رهيس." چندر کلندي چيو.

"هل... هل. تنهنجي مٿي ۾ ضرور سور آهي." ٻنتي پاڻي گلاس کڻي پهچي ويئي.

"هان وٺ. پاڻي پيءُ."

"نہ مون کي ڪجهہ ڪو نہ کپي." چندر انڪار ڪندي چيو.

"ٻنتي، هو مٿي جي سور وارو بام تہ کڻي اچ." گيتا پاڻيءَ جو گلاس زوريءَ چندر جي چپن تي رکندي چيو. ٻنتي بام اڳي ئي کڻي آئي هئي. گيتا هن کي چيو. "تون هن جي نرڙ تي لڳائي وٺ. اڙي. ٻيٺي ڏسين ڇا ٿي؟ ڪرسيءَ جي پٺيان ذرا هلڪي هٿ سان هن کي بام لڳائي وٺ."

ٻنتي فرمانبردار ڇوڪريءَ جيان اڳتي وڌي ۽ وري هڪڪي ٻيهي رهي. هڪ اجنبي مرد جي پيشانيءَ تي بام ڪيئن لڳائي. "اڙي لڳائين ٿي يا... دنبي ڪٿان جي! بس سڄو ڏينهن ڪائيندي ڪائيندي موٽي ٿيندي ويندي. باقي ذري ڪم چئينس تہ ٻرو چڙهندس."

ٻنتي لاچار اڳتي وڌي چندر جي پيشانيءَ تي جيئن بام تي مهنيو تيئن چندر هن جو هٿ هٽائي ڇڏيو. انهيءَ تي گيتا ٻنتيءَ کان بام جي شيشي وٺي چيو. "مون کي ڏي تہ مان لڳايانس." ٻنتي بام جي شيشي هن کي ڏيئي هلي ويئي. گيتا اڳتي هٿ وڌايو تہ چندر هن کي ڇڙٻ ڏني. "سڌي ٿي ويهہ." گيتا ماٺ ڪري ويٺي تہ چندر چيو. "ها. هاڻي ٻڌاءِ تہ تو ڪهڙي ڳالهہ پئي ڪئي! ها. ٻنتيءَ جي شاديءَ جي ڳالهہ هئي نہ. اي... هن جو سهرو تہ بيحد لالچي ماڻهو ٿي ڏٺو. توهان ڇا ڏسي هن جي اتي مائٽي ڪئي آهي؟"

"الائي پڻيءَ ڇا ڏٺو آهي. حقيقت ۾ پڻي خبر نہ آهي ڇو. ٻنتيءَ تي هميشہ ڪاوڙيل ٿي رهي. ٻنتي هن تي ڄڻ بوجهہ آهي ۽ هوءَ ڪنهن بہ نموني پاڻ تان اهو بوجهہ هٽائڻ ٿي چاهي. مگر چندر. ٻنتي ڏاڍي خوش آهي. هوءَ تہ اتاولي آهي تہ سياڻ شادي ٿي وڃيس." گيتا مشڪندي چيو.

"اڇا. هوءَ خود شاديءَ لاءِ ايڏي اتاولي آهي!" چندر جي سوال ۾ حيرت ڀريل هئي.

"تڏهن ڇا؟ صبح جو هن پنهنجي سهري جي خوب خدمت ڪئي. مگر پاپا جي مرضي هئي تہ هن سال جو امتحان پاس ڪري وٺي تہ پوءِ شادي ڪجي. هن کان پڇڻ لاءِ پاپا مون کي چيو هو. مون هن کان پڇيو تہ چيائين تہ امتحان پاس ڪرڻ بعد بہ جڏهن شادي ڪرڻي آهي تہ ان کي ترسائڻ مان فائدو ڪهڙو. پوءِ وري پاپا جڏهن هن کي چيو تہ تنهنجي شادي سياري تائين ترسائي ويئي آهي تہ ڏاڍي عجب وڃان ڇيائين: سياري تائين!"

"گيتو. توکي خبر آهي تہ هن جي شادي سياري تائين چو ترسائي وئي آهي؟ پهرين تنهنجي شادي ٿيندي." چندر کلندي چيو. هينئر هو بلڪل ماٺ هو. گهٽ ۾ گهٽ هن جي ٻاهرين روش ۾ ڪا بہ پريشاني يا ڳڻتي نظر نٿي آئي.
"منهنجي شادي!" هن جون اکيون ڦاٽي ويون. وات کلي ويو. هٿ ڏڪڻ لڳا. چهري تي حيرت ڇائنجي ويس. "ڪير ڪندو منهنجي شادي. پڇي؟ پاپا هن کي ڪرڻ ئي ڪو نہ ڏيندو. مون کان سواءِ پاپا جو ڪم ئي ڪو نہ هلندو ۽ بابو صاحب. ڀوءِ تون هي رعب ڪنهن تي اچي ڄمائيندين؟ منهنجي شادي! هون!" گيتا منهن موڙي چيو.
"نہ گيتا. مان سچ پچ ساپيا ۾ ٿو چوان. ٽن چئن مهينن بعد تنهنجي شادي ٿي ويندي." چندر هن کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي.
"اڙي هل." گيتا وري بہ کلندي چيو. "تون مون کي ائين تنگ ڪري نہ سگهندين."
"چڱو. انهيءَ ڳالهہ کي ڇڏ. تو وٽ ڪو پوسٽ ڪارڊ آهي؟ ڪٿي اڄ تہ هن ڪامريڊ کي چٺي لکي وٺان." چندر ڳالهہ کي ڦيرائي ويو. نہ ڄاڻ چو. هن کي گيتا جي شاديءَ جي معاملي تي وڌيڪ اپٽار ڪرڻ ۾ هڪ انوکو احساس ٿي رهيو هو.
گيتا سوال ڪيو. "ڪهڙو ڪامريڊ؟ ڇا تون ڪميونسٽ ٿي ويو آهين؟"
"نہ ڙي. هو بريليءَ وارو سماجوادي (سوشلسٽ) جوان جنهن جهڳڙي ۾ اسان جي حياتي بچائي هئي. توکي مون ان جهڳڙي جو سربستو احوال ٻڌايو ڪو نہ هو."
"ها ها. ٻڌايو هو. هن کي ضرور خط لک." گيتا پوسٽ ڪارڊ آڻي هن جي هٿ ۾ ڏيندي چيو. "توکي هن جي ايڊريس جي خبر آهي؟"
چندر ڪارڊ پڙهي لکيو تہ گيتا چيو. "ٻڌ. هن کي لکينس تہ پاپا جي ڌيءَ گيتا. توهان جي بيحد شڪرگذار آهي جو توهان هن جي پاپا جي جان بچائي ۽ ڪڏهن موقعو مليو تہ الله باد ضرور اچجو. لکيس نہ.... اهو سڀ ڪجهہ."
"ها." چندر ڪارڊ کيسي ۾ رکندي چيو.
گيتا هينئر وري چنچل بڻجي وئي چيائين. "مان بہ سوشلسٽ پارٽيءَ جي ميمبر ٿينديس."
"ٺيڪ آهي. . توتي وري اها نئين ڌن سوار ٿي. تو سوشلسٽ پارٽيءَ کي ڇا سمجهيو آهي؟ اها عوامي پارٽي آهي. ائين نہ ڪجاءِ جو سوشلسٽ پارٽيءَ ۾ وڃين ۽ موٽي پاپا کي اچي چوين: اڙي. مون تہ سمجهيو هو تہ پارٽي هوندي. چانهہ پاڻي ملندو. هتي تہ سيني ماڻهن فقط ليڪچر پئي ڪيا."
"هٽ. ڇا مان اهڙي بيوقوف آهيان!" گيتا بگڙجندي چيو.
"نہ نہ. تون تہ ڄاڻ جو ساگر آهين. مگر زالن جي سياسي ڄاڻ ڪجهہ اهڙي ئي قسم جي ٿيندي آهي."
"ٺهيو ٺهيو. ڇوڪريون نہ هجن تہ توهان جو جيڪر هڪڙو بہ ڪم نہ هلي."
"چڱو گيتا. اڄ ٿورا روپيا ڏيندينءَ؟ مون وٽ پئسا خلاص ٿي ويا آهن اڄ سئينما تي وڃڻو آهي." چندر هن کي هينئر ڏاڍو پيار ڏيکاريندي چيو.
"ها ها. ڏينديس ڇو نہ. مطلبي ڪٿان جو!" گيتا چيو. "اڃا هينئر تون ڇوڪرين جي برائي ڪري رهيو هئين نہ!"
"تہ تون انهن ڇوڪرين مان ٿورڙي آهين. تون تہ اسان جي ڏاهي گيتا آهين نہ. ڏاهي گيتا."
گيتا هن جي ڳالهين ۾اچي وئي. "گهڻو کپيئي؟" ۽ پنهنجي بلائوز جي کيسي مان پنجين روپئي جو نوٽ ڪڍي چيائين. "هن مان ڪم ٿي وينديئي؟"
"ها ها. اڄ خيال ڪيو اٿم تہ پميءَ وٽ وڃان ۽ پوءِ سيڪنڊ شو ۾ سئينما ڏسي اچان."
"پميءَ راڻيءَ وٽ ويندين! سمجهي ويس. چاچي کي بہ تو شاديءَ کان انڪار انهيءَ ڪري ئي ڪيو. مگر پمي تہ توکان ٽي سال وڏي آهي. ماڻهو ڇا چوندا؟"
"سوچا. دنيا ۾ سڀ ائين ئي هلندو آهي." چندر کلي ڳالهہ ٽاري ڇڏي.
"چڱو. ماني هتي ئي کائي وڃ ۽ موٽي وڃ." گيتا چيو.
"نہ گهراءِ" چندر پلنگ تي پير ڦهلائيندي چيو. ماني اچي وئي ۽ جيستائين کائي پورو ڪري تيستائين گيتا سامهون ويٺي رهي ۽ بنتي پوريون آڻڻ لاءِ ڊڪ دوڙ ڪندي رهي.

چندر پميءَ جي بنگلي تي پهتو ان وقت شام ٿيڻ ۾ دير ڪا نه هئي. مگر سئنيما جي پهرئين شو شروع ٿيڻ ۾ ڪافي وقت پيو هو. پمي گلابن وچ ۾ پئي گهمي. برٽي شاندار سوٽ پائي هيٽ ساوڪ ٽي گوڏن وچ ۾ ڪنڌ رکي. نه ڄاڻ ڪهڙي سوچ ۾ غلطان ويٺو هو. برٽيءَ جي چهري جي پيلاڻ هينٽر کي قدر گهڻجي ويئي هئي. هو هاڻي اڳي جهڙو پيانڪ به ڪو نه ٿي لڳو. پر هن جي اکين ۾ اجا اهو ئي پاڳلپڻو هو. سوٽ بلڪل شاندار پيل هوس. پر قميص جو ڪالر اڌ اندر ته اڌ ٻاهر نڪتل هوس.

پمي چندر کي ايندو ڏسي ٽڙي پيئي. "هلو چندر. ڪهڙو حال آهي؟ صبح کان ئي دل پئي چيو ته منهنجو دوست اڄ ضرور ايندو ۽ شام جي وقت ته تون اهڙو سٺو ٿو لڳين جهڙو هو جهڳمڳ ڪندڙ تارو. جنهن کي ڏسي ڪيٽس (keats) پنهنجي آخرين سانيٽ رچي هئي." پمي هڪ گلاب جو گل ٽوڙيو ۽ چندر جي ڪوٽ ۾ اٽڪايائين. چندر برٽيءَ ڏانهن ڏپ ڀريل نگاهن سان ڏٺو. انديشو هوس ته وري اڄ به منهنجي ڪنڌ تي نه سوار ٿي وڃي. مگر برٽيءَ ڪجهه ڪو نه چيو. هن صرف هٽ ڪٽي چندر کي ڪيڪاريو ۽ پوءِ پنهنجي سوچ ۾ گم ٿي ويو.

پميءَ چيو. "هل. اندر هلي ويهون. چندر ۽ پمي پئي ڊرائنگ روم ۾ وڃي ويٺا.

چندر چيو. "مون کي ته ڏپ پئي لڳو ته تو گل ڇني مون کي ڏنو ته برٽي وري ناراض ٿي ويندو. مگر اڄ ته هن اکر به ڪو نه ڪڇيو."

پميءَ مرڪيو. "هينٽر هو ڪجهه ڪو نه چوندو آهي. گلابن مان هن جو چاهه ئي نڪري ويو آهي. هينٽر هن کي انهن جي ڪا به پرواهه ڪانهي."

"ڇو؟" چندر کي حيرت لڳي.

"نه ڄاڻ ڇو؟ مان سمجهان ٿي ته هن جو پنهنجي زال ۾ اڳي جيڪو ڀروسو هو سو هوريان هوريان ٽٽندو ٿو وڃي. هينٽر اٽلو هن کي اهو يقين ٿيندو ٿو وڃي ته هوءَ سچ پچ سارجنٽ سان پيار ڪندي هئي. انهيءَ ڪري ئي هن گلن تان به پنهنجو پيار هٽائي ڇڏيو آهي."

"اڇا. مگر اهو سڀ ٿيو ڪيئن؟ مون ته ائين سمجهيو هو ته مرڻ گهڙيءَ تائين هن جو اهو پاڳلپڻو دور ٿي نه سگهندو."

"ڳالهه هيئن ٿي ته تنهنجي اچڻ کان به ٽي ڏينهن پوءِ مون ويچار ڪيو ته قبول ڪجي ته منهنجي" برٽيءَ جي خيالن ۾ فرق آهي. مگر ان جو مطلب اهو نه آهي ته مان هن جا گل چورائي. هن کي غير فطري ڏک پهچايان. هن جو پاڳلپڻو وڌايان. ان ڏينهن مون کي احساس ٿيو ته ٻڌي ۽ منطق کان سواءِ جذبات ۽ همدرديءَ کي به جيون ۾ وڏي اهميت آهي ۽ مون هن جا گل چورائڻ بند ڪري ڇڏيا. ٻه ٽي ڏينهن هو بيحد خوش رهيو ۽ مون کي به ڏاڍو قرار ۽ سڪون مليو. مگر ٽئين ڏينهن هن خود ڪرپو ڪٽي گلابن جا ڪيترا ٻارا اکوڙي ڦٽا ڪري ڇڏيا. مون وٽ اچي چيائين هينٽر ته ڪير گلاب چورائڻ به ڪو نه ٿو اچي. پوءِ به هوءَ انهن گلابن ۾ ڪا نه ٿي ليپي. هوءَ پڪ ئي پڪ سارجنٽ سان گڏ ويندي آهي. هن جو مون سان پيار نه آهي. ذرو به پيار نه آهي. ائين چئي هو روئڻ لڳو. بس ان ڏينهن کان هن گلابن جي پچار ڇڏي ڏني آهي. شاندار سوٽ پائي گهمندو ٿو رهي ۽ اڪثر چوندو ٿو ڦري چا مان سارجنٽ کان گهٽ سهڻو آهيان! هينٽر ته هو اڳي کان به وڌيڪ پاڳل بڻجي ويو آهي. اڪيلائيءَ ۾ الائي ڪنهن سان سچو وقت جهيڙو ڪندو ٿو رهي."

چندر عجب ۾ اهو سڀ ٻڌندو. ڪنڌ ڌوڻيندو رهيو.

پميءَ چيو. "مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. مون ته هن سان همدردي ڪري گلاب چورائڻ بند ڪري ڇڏيا. پر ان جو نتيجو وري هي وڃي نڪتو. الائي ڇو چندر. پر مان ائين سمجهندي آهيان ته همدردي ڪرڻ هن دنيا ۾ وڏو ڏوهه آهي. ڪنهن به ماڻهوءَ سان همدردي ڪرڻ نه گهرجي."

چندر اوچتو پنهنجي واچ ۾ وقت ڏٺو.

"ڇو؟ مان توکي ايترو جلد وڃڻ نه ڏينديس. ويهه مون سان ڳالهيون ڪر. ٻه ٽي سال ٿي ويا آهن. مون ڪنهن سان ڳالهيون نه ڪيون آهن ۽ توسان مون دوستي رکي انهيءَ لاءِ ته توسان ڳالهيون ڪنديس."

چندر کلي چيو. "تو منهنجو ڏاڍو سٺو استعمال ڳولي ڪڍيو آهي."

"نه چندر. تون مون کي غلط نه سمجهه. زندگيءَ مون کي ايتريون ڳالهيون ٻڌايون آهن ۽ هي ڪتاب جيڪي مون پڙهڻ شروع ڪيا آهن. تن به مون کي ايتريون ڳالهيون ٻڌايون آهن جو چاهيان ٿي ته ڪنهن کي اهي ڳالهيون ٻڌائي پنهنجو من هلڪو ڪريان. انهيءَ ڪري توکي منهنجون اهي سڀ ڳالهيون ٻڌڻيون پونديون."

"مان ٻنڻ لاءِ تيار آهيان. پر تو اهي ڪتاب پڙهڻ ڪڏهن کان شروع ڪيا آهن؟" چندر جي آواز ۾ تعجب هو.
"تنهن ڏينهن مان ڊاڪٽر شڪلا جي گهر وٺي هيس. هن جي ڌيءَ ونان پتو پيم تہ توکي شعر بيحد پسند آهن. سوچيم تہ توسان انهيءَ بابت ئي ڳالهيون ڪريان. انهيءَ ڪري شعر پڙهڻ شروع ڪيم."
"چئبو تہ هنن ٻن ٽن هفتن ۾ پاءُ توڙي پيڻ ٻنهي ۾ ڦيرو اچي ويو آهي."
پمي ڪجهہ ڪو نہ. صرف مرڪيائين.
"پمي منهنجي مرضي آهي تہ اڄ سئنيما تي هلون. موٽر آهي. باقي پنڌرنهن منٽ آهن. مرضي هجيئي تہ هل."
"سئنيما! چئن سالن کان مان ڪيڏانهن ڪا نہ ويئي آهيان. سئنيما ناچ وغيره سڀ بند ڪري ڇڏيا اٿم. هال اندر منهنجو دم گهٽجڻ لڳندو. تڏهن بہ هل. پيا ماڻهو تہ خوش ٿي سئنيما ڏسن ٿا اچن." هن اونهو ساهہ کڻندي چيو. "برٽيءَ کي وٺي هلون؟"
چندر وري واچ ڏانهن نهاري چيو. "ڀلي، پر جلدي ڪر. نہ تہ دير ٿي ويندي."
پمي اندر ويئي ۽ هلڪي پوري رنگ جو فراڪ پائي آئي. انهيءَ رنگ ۾ هوءَ ٽڙي پيئي هئي. چندر هن ڏانهن نهاريو تہ هوءَ شرمائجي ويئي. چيائين. "ائين مون ڏانهن نہ ڏس. مون وٽ هي سٺي ۾ سٺو فراڪ آهي. مون کي خبر آهي تہ مان ان ۾ تمام سٺي لڳندي آهيان. چڱو هل." ۽ هن اڳتي وڌي ٻنا هٽڪ. ٻنا حجاب چندر جي ڪلهي تي هٿ رکيو.
برٽي اجا ٻاهر ساوڪ تي چڪر پئي ڏنا. هن جا پير ٿابڙجي پئي تہ بہ هو ڏاڍي شان سان سينو تاڻي ٿي هليو. پميءَ چيس، "برٽي، مسٽر چندر اڄ مون کي سئنيما تي وٺي ٿو هلي. تون هلندين؟"
"هون!" برٽيءَ ڪنڌ ڌوڻيو. "سئنيما! نہ. ڪڏهن بہ نہ هلندس. تون مون کي ڇا ٿي سمجهين" هن جو آواز جهڪو ٿيندو پئي ويو. "اگر سئنيما تي هوءَ مون کي سارجنٽ سان گڏ ملي وڃي تہ مان هن جو گلو گهٽي ڇڏيندس." ائين چوندي برٽيءَ پنهنجو گلو اهڙو تہ زور سان دٻايو جو اکين جا تارا ٻاهر نڪري آيس ۽ هو ڪنگهڻ لڳو. برٽيءَ وري چيو. "هوءَ مون کي پيار نٿي ڪري. هوءَ سارجنٽ کي پيار ٿي ڪري. هن سان گڏ گهمي ٿي. مون کي سئنيما تي گڏجي وڃي تہ مان هن جو خون ڪري ڇڏيندس. پوءِ پوليس ايندي. تہ کي خبر آهي مسٽر چندر. مون کي هن کان ڪيڏي نہ نفرت آهي! ۽... ۽... مگر ڪهڙي خبر. مان شايد هن سان نفرت نہ بہ ڪندو هجان. مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي. مان پاڳل ٿي ويو آهيان. اف!" ۽ هو مٽي کي هٿ ڏيئي ويهي رهيو.
پميءَ چندر جو هٿ پڪڙي چيو. "هل. اسان جي هوندي هن جو دماغ پاڻ وڌيڪ خراب ٿيندو."
ٻئي موٽر ۾ وڃي ويٺا. چندر موٽر چالو ٿي ڪئي جو پميءَ چيس. "ڪيترن ڏينهن کان مون موٽر ڪا نہ هلائي آهي. اڄ مان ٿي موٽر هلايان."
چندر ڦري ٻئي پاسي ٿي ويٺو.
فلم جو نالو هو "سلومي هيٿر شي ڊانسد" يعني "جتي سلومي نچندي هئي." چندر ٽڪيٽون خريد ڪيون ۽ ٻئي مٿي پهتا. پيڙ ڪا نہ هئي. صرف ٽي چار ماڻهو هئا. هي ٻئي اڪيلي هنڌ وڃي ويٺا. اجا خبرون پئي هليون جو اوچتو پميءَ سوال ڪيو. "ڪپور. توکي سلومي جي ڪهاڻيءَ جي خبر آهي؟"
"نہ. ڇا ڪو ناول آهي."
"نہ. هيءَ بائيبل جي هڪ ڪهاڻي آهي. هيراڊ هڪ راجا هو. هن پنهنجي پاءُ جو خون ڪري پاڃائيءَ سان شادي رچائي. سلومي هن جي پائٽي هئي. هوءَ سهڻي هئي ۽ ڏاڍو سٺو نچندي هئي. هيراڊ هن تي بہ موهت ٿي پيو. مگر سلومي خود هڪ پيغمبر پٺيان مست هئي. پيغمبر سلوميءَ جي پريت کي ٺڪرائي ڇڏيو. هڪ دفعي هيراڊ سلوميءَ کي چيو تہ تون مون کي پنهنجي ناچ سان خوش ڪر. پوءِ جيڪي گهرنديءَ سو ڏيندو سانءِ. سلوميءَ ناچ ڪيو ۽ انعام ۾ ان پيغمبر جو سر گهريائين. هيراڊ وچن ڏيئي ويٺو هو. هن پيغمبر جو سر سلوميءَ کي ڏنو پر پوءِ اچي دٻ لڳس تہ مٿان راڄ تي آفت نازل ٿئي. انهيءَ ڪري سلوميءَ کي بہ مارائي ڇڏيائين."
چندر کي اها ڪهاڻي ڏاڍي سٺي لڳي. سوچيائين "فلم ضرور سٺي هوندي. گيتا جو امتحان ويجهو هو نہ تہ جيڪر هن کي بہ ڏيکاريان ها پر هي مغربي ملڪن جي سڀيتا ڪهڙي آهي! هيراڊ پنهنجي پائٽيءَ تي موهت ٿي ويو. هن پميءَ کان پڇيو. "هيراڊ پنهنجي پائٽيءَ تي ئي هرک ڪيئن هاريو؟"
"سو ڇا ٿيو؟ هي تہ سيڪس. ڪام جو سوال آهي مسٽر چندر. سيڪس جي خواهش ڪهڙي نہ طاقتور. ڪهڙي نہ خطرناڪ آهي. اهو تون شايد هن وقت سمجهي نہ ٿو سگهين. تنهنجي نگاهن ۾ اڃا معصوميت آهي. روپ جي ڪامڻ جي لهس اڃا توکي ڪا نہ آئي ٿي ڏسجي. مگر اڳتي هلي توکي بہ معلوم ٿي ويندو تہ اهو روپ جو جادو ڪهڙو نہ ڀيانڪ آهي. جن کي اهو روپ جو ڪامڻ لڳي ٿو. تن کي مهل ڪمهل. رشتو

ناتو. عزت. بي عزتي، سڀ ڪجهه وسري ويندو آهي. هو پنهنجي پائنتيءَ تي موهت ٿيو ته ڇا ٿيو. مون ته توهان جي هڪ پرائڊ ڪهاڻي پڙهي آهي ته مهاديو پنهنجي نياڻي سرسوتيءَ تي موهت ٿي ويو هو."

چندر چيو. "مهاديو نه. برهما."

"ها. ها. برهما. مون کان وسري ويو. سو هي سڀ سيڪس آهي، ڪام آهي. اهو انسان کي ڪيڏانهن ٿو گهلي وڃي ان جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي. انهن ڳالهين ۾ تون اجايا ٻارن جهڙو ٻي سمجهه آهين. ايشور نه ڪري جو تون ان شربت جي هڪ بوند به چکين. مون کي تنهنجي ان پاڪائي، معصوميت سان ئي ته محبت آهي."

پمي‌ءَ چندر ڏانهن نهاري چيو: "توکي خبر آهي، مون طلاق ڇو ڏنو؟ منهنجو مڙس مون کي تمام گهڻو پائيندو هو. پر شاديءَ جي جنسي حوس جي پهلوءَ مون کي ڏڪائي ڇڏيو. مان ايئن محسوس ڪندي هيس ته مان انسان نه، ماس جو ٽڪر آهيان. جنهن کي منهنجو مڙس جڏهن چاهي، پٽي سگهي ٿو. جڏهن چاهي.... مون کي ڪراهت اچي ويئي. منهنجي دل ۾ گهري نفرت جو احساس اڀريو تون جڏهن مون وٽ آئين ته بيحد معصوم لڳين. تو اچڻ شرط محبت جي تقاضا ڪا نه ڪئي. تنهنجي اکين ۾ حوس ڪا نه هئي، بک ڪا نه هئي، لوڀ ڪو نه هو. انهن ۾ هئي همدردي، سڪ، نماڻائي، تون مون کي ڏاڍو وڻئين. سچ ته تو مون کي پنهنجي معصوميت سان وري جيئاري ڇڏيو."

چندر کي پاڻ تي هڪ انوکو فخر محسوس ٿيو. پمي‌ءَ لاءِ هن جي دل ۾ بيحد عزت جو احساس پيدا ٿي ويو. هن کي پنهنجي معصوميت سان جيئاريو هئائين! اوچتو چندر کي خيال آيو..... پر اها معصوميت مون کي ملي ڪنهن وٽان؟ گيتا وٽان ئي نه! هن ئي ته مون کي سيکاريو آهي ته مرد ۽ عورت وچ ۾ ڪهڙو نه عظيم رشتو جڙي سگهي ٿو.

پمي‌ءَ پنهنجو هٿ چندر جي هنج ۾ ڪٽي رکيو. پڇيائين. "ڇا پيو سوچين؟"

چندر ڏڪي ويو. مگر مجبوريءَ ۾ هن به پنهنجو هٿ پمي‌ءَ جي ڪلهي تي ڪٽي رکيو. ڪن پل بعد پمي‌ءَ پنهنجو هٿ هٽائي ورتو. چيائين. "چندر. مان سوچيندي آهيان ته شاديءَ جو هي سرشتو ختم ڪري ڇڏجي ته ڪهڙو نه سٺو ٿئي! مرد ۽ عورت وچ ۾ دوستي هجي، ذهني هم آهنگي ۽ انساني همدردي هجي. ائين نه ته مرد عورت کي صرف جنسي اڃ بجهائڻ جو پرزو ٿو سمجهي ۽ عورت مرد کي پنهنجو مالڪ ۽ ديوتا ڪري مڃي. حقيقت ۾ ائين الائي ڇو ٿو ٿئي. جو شاديءَ بعد رشتا بگڙجيو وڃن. انهن جو اڳيون سٺو روپ ڦري خراب روپ ٿيو وڃي. مان ته ائين ٿي ڏسان جو محبت جون شاديون به ناڪام ٿيون ٿين. ڇاڪاڻ ته شاديءَ کان اڳي مرد عورت کي اوچ نگاهن سان ٿو ڏسي، هن سان همدردي ۽ پيار سان ٿو هلي. پر شاديءَ بعد هن لاءِ عورت صرف جنسي حوس جو رانديڪو بڻجي ٿي وڃي. مان ته ان راءِ جي آهيان ته پريم جو انت شادي ٿيڻ نه گهرجي ۽ پريم ۾ ملڻ جو انگ هٿڻ ٿي نه گهرجي."

"مگر هر ڪا ڇوڪري اهڙي ڪا نه ٿيندي آهي." چندر وراڻيو "توکي پلي ملڻ کان نفرت هجي، پر هر ڪنهن کي اها نفرت ناهي."

"هر ڪنهن کي ٿيندي آهي. ڇوڪريون ان ملڻ جي صرف هلڪي جهلڪ، هلڪي ڪتڪتائي، هلڪي لرزش پسند ڪنديون آهن. هن جي انهيءَ سياءَ لاءِ پلي هن تي ڪيڏا به ڏوهه مڙهيا وڃن پر حقيقت ائين آهي ته ڇوڪرين ۾ ملڻ جي چاهنا گهٽ ٿيندي آهي ۽ مردن ۾ اها چاهنا وڌيڪ ٿيندي آهي."

فلم شروع ٿيو، هوءَ چپ ٿي ويئي. ٿوري ئي وقت بعد معلوم ٿيو ته فلم جو نالو گمراهه ڪندڙ هو. اها بائيبل واري سلوميءَ جي ڪهاڻي ڪا نه هئي. ان ۾ هڪ آمريڪن ناچڻي ۽ ڪن ڏاڙيلن جي ڪهاڻي هئي. پمي خفي ٿي ويئي. ڏاڙيل جڏهن ان آمريڪين سلوميءَ کي پڪڙي هڪ جهنگل ۾ پهتا ته رسيس ٿي. پمي‌ءَ چيو. "اٿ ته هلون، اڌ فلم ئي دل کي بيزار بنائي ڇڏيو آهي."

موٽر ۾ چڙهندي پمي‌ءَ چيو. "چندر هينئرموٽر تون هلاءِ."

"نه. تون ئي هلاءِ!" چندر وراڻيو.

پمي‌ءَ موٽر هلائيندي چيو. "ڪيڏانهن هلون؟"

"جيڏانهن وڻيئي." چندر پنهنجن ئي پورن ۾ غلطان هو.

پمي‌ءَ موٽر کي تمام تيز ڇڏيو. رستا صاف هئا. پمي‌ءَ جي فراڪ جو ڪالر هوا ۾ اڏامڻ لڳو ۽ چندر جي ڳلن تي ٺڪيون هڻڻ لڳو. چندر هٽي دور ٿي وينو. پمي‌ءَ چندر ڏانهن نهاريو ۽ پنهنجي ڪالر نيڪ ڪرڻ بدران فراڪ جو مٿيون بٽڻ کولي ڇڏيائين ۽ چندر کي پاڻ ڏانهن ڇڪيائين. چندر چپ چاپ وينو رهيو. پمي‌ءَ هڪ هٿ سان موٽر جو اسٽيئرنگ پئي سنڀاليو ۽ ٻئي سان چندر جو هٿ پڪڙي ويٺي رهي. ڇڻ هن کي پاڻ کان دور ٿيڻ نه ڏيندي. چندر جي بدن ۾ هلڪي هلڪي لرزش پئي اٿي. شايد هوا ٿڌي هئي. يا انهيءَ ڪري جو هن جو..... هن

پمي جي هٿ مان پنهنجي هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. پميءَ پنهنجو هٿ هٽائي ورتو ۽ موٽر جي اندرين بتي ٻاري ڇڏي.

چندر چپ چاپ ناڪر صاحب بابت سوچيندو رهيو. موٽر هلندي رهي. اوچتو جڏهن بيٺي ته چندر ڏٺو ته مئڪفرسن ڍنڍ وٽ پهچي ويا هئا.

پميءَ چيو "اچ" ٻئي هيٺ لٿا ۽ ڍنڍ جي ڪناري تي وڃي ويٺا. چوڌاري ماٺ هئي. پاڻي به ماٺ هو. صرف رکي رکي ڪنهن وقت ڪٿي مڇيءَ ٽپو ڏيئي ڏنو ته آواز ٿي ٿيو. پاڻي ۾ هلچل مچي ٿي ويئي. ڍنڍ جي هن پر ڳوٺ ۾ شايد ڪا شادي هئي، جو شرنائيءَ جو آلاپ هوا جي لهرن تي ترندو، لڏندو لمندو پئي آيو. ٻئي خاموش هئا. ٿوري دير بعد پميءَ چيو. "چندر. ڪجهه ڳالهاءِ نه. هوڏانهن پاڻيءَ ۾ ڏس. تارن جو پاڇو ڏسين ٿو نه. چپ چاپ ويهي بڌ ته اهي تارا ڇا ٿا چون."

پمي تارن ڏانهن نهارڻ لڳي. چندر خاموش پميءَ ڏانهن نهاريندو رهيو. ٿوري دير بعد پمي پر ۾ لڳل بانس جي ٽنبي کي ٽيڪ ڏيئي، ٿورو ڇڙ ليٽي پيئي. هن جي فراڪ جا مٿيان به بٽڻ کليل هئا. جن وچ مان هن جي حسن جي چانڊني ڇڻ ڦاٽي ٿي نڪتي. پميءَ اکيون بند ڪري ڇڏيون. چندر هن ڏانهن نهاريندو رهيو ۽ پوءِ نه ڄاڻ ڪهڙي ڪارڻ هو اوڏانهن وڌيڪ نهاري نه سگهيو. هو تارن ڏانهن نهارڻ لڳو. پميءَ جي ڪالر وچ مان به ڇڻ آسماني تارا پئي جهريا.

اوچتو پميءَ اکيون کولي چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو. "ڪهڙو نه سٺو ٿئي اگر انسان پنهنجي رشتن ۾ هميشه لاءِ دوري قائم رکي سگهي. ان ۾ سيڪس ۽ جنسي حوس جو دخل نه ٿئي. هي تارا ڏس. هڪ ٻئي کي ڪيڏو نه ويجها آهن. ڪروڙين سالن کان اهين هڪ ٻئي سان گڏ رهندا اچن. مگر ڪڏهن به هڪ ٻئي کي ڇهڻ جي ڪوشش نٿا ڪن. انهيءَ ڪري ئي هو پنهنجي محبت نڀائيندا اچن." اوچتو هن جي آواز ۾ نه ڄاڻ ڪهڙو نشو پيدا ويو جو چندر صفا مدهوش ٿيڄي ويو. پمي چوندي رهي. "بس ائين ٿئي جو انسان پنهنجي پريتم کي نزديڪ آڻي هن کي اتي براجمان ڪري ڇڏي." ائين چوندي چوندي پميءَ چندر جو منهن پڪڙي پنهنجي ڇپن تائين آندو ۽ پوءِ ان کي ڇڏي ڏنائين. هن جي گرم گرم ساهن چندر جي ڳلن کي ڇهيو. "بس. ائين ٿئي جو انسان پنهنجي معشوق کي پنهنجي دل تائين ڇڪي پوءِ هن کي هٽائي ڇڏي." پميءَ وري چندر کي ڇڪي پنهنجي گود ۾ ليٽايو ۽ وري هن کي ڇڏي ڏنائين. پميءَ جي گود جي گرمائش چندر جي رڳ رڳ تپائي ڇڏي. هو سخت بي آرام ٿيڄي ويو. هن سوچيو: هتان هڪدم اٿي هليو وڃان. هن کي الائي ڇا پئي ٿيو. پميءَ وري چيو. "مگر نه. اسين دوست آهيون ۽ چندر تون بيحد معصوم آهين. بلڪل پاڪ صاف آهين ۽ تون هميشه ائين معصوم رهندين. مان جيڪو ويچو. جيڪا پوترتا چاهيندي آهيان ۽ پسند ڪندي آهيان. اها تو ۾ ڏسان ٿي. انهيءَ ڪري خاطري اٿم ته اسان جي دوستي هميشه قائم رهي سگهندي. جيئن هي ستارا ڪروڙن سالن کان پنهنجي دوستي نڀائيندا رهيا آهن."

چندر خاموش سوچيندو رهيو: مان معصوم آهيان! هن جو من پريشان ٿي ويو. جيئن ڪنهن پکيءَ جو ٻچڙو گهٻرائجي پنهنجي آکيري لاءِ تڙپي اٿندو آهي. ساڳيءَ طرح چندر به ان وقت تڙپڻ لڳو. پنهنجي گيتا وٽ پهچڻ لاءِ. هن ائين پئي پاتيو ته هتي ڪا شئي مون کي جڪڙڻ ٿي چاهي. هو منجهي پيو ته ڇا ڪريان؟

پمي اٿي. هو به اٿيو. بانس جو ٽنبو هليو. پاڻيءَ ۾ هلچل مچي. ڪروڙين سالن کان الڳ رهندا آيل معصوم تارا پڻ لرزيا. هڪ ٻئي سان ٽڪريا ۽ چو چور ٿي پکڙجي ويا.

●

چندر کي اها سڄي رات ننڊ ڪا نه آئي. گرمي چڱي وڌي ويئي هئي. سڪتي سوٽي چادر کان وڌيڪ ضرورت نه ٿيندي هئي. پر چندر اها وجهڻ به ڇڏي ڏني هئي. مگر ان رات ڪيترائي دفعا هن جي جسم ۾ هڪ عجيب ڏکڻي پيدا ٿيندي رهي ۽ هو پاڻ کي چادر سان ڍڪي ان ڏکڻيءَ کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. مگر چادر ۾ ائين پاڻ ويڙهڻ سبب وري هن جو دم گهٽجڻ ٿي لڳو ته هو اٿي ڪڙو ٿي ويٺو. سڄي رات هن کي ننڊ ڪا نه آئي. رکي رکي هن کي جهوٽو آيو ٿي ۽ ان ننڊ ۾ هن کي ائين پئي محسوس ٿيو ته دريءَ کان ٻاهر اري اونداهي سناٽي مان عجيب آواز اندر پيا اچن ۽ ناڱڻن جو روپ ڌاري سندس جسم جي چوڌاري ويڙهجي ٿا وڃن. هو ان تي پريشان ٿي ويو ۽ پوءِ وري اوچتو ڪٿان نهايت ئي مٺڙي سنگيت جو آلاپ ٿي آيو. جنهن هن کي ان سپني مان سجاڳ ڪري ٿي ڇڏيو. هڪ دفعي هن ڏٺو ته گيتا ۽ گيسو سامهون اچي رهيون آهن. هن گيسوءَ کي اڳي ڪڏهن ڪو نه ڏٺو هو. مگر سپني ۾ هن گيسوءَ کي سڃاڻي ورتو. پر هي ڇا! گيسوءَ کي ته پميءَ جيان فراڪ پيل

هو. وري ڏنائين تہ بنتي روئي پيئي ۽ اهڙيون تہ اوڇنگارون ڏئي پيئي روئي. جو طبعيت گهبرائجي ٿي وڃي. گهر ۾ ڪير ڪونهي. چندر سوچي نٿي سگهيو تہ ڇا ڪريان. اڪيلي گهر ۾ هو هڪ اڻواقف ڇوڪريءَ سان ڳالهائڻ جي جرئت ساري نٿي سگهيو. تڏهن هو همت ٻڌي نزديڪ پهتو تہ ڏسي..... اڙي! هي تہ گيتا آهي. لڳو ائين پئي چڙ گيتا لڄي ويئي آهي. هو پنهنجي سموري همت ڪٺي ڪري گيتا جي پر ۾ وڃي ويٺو. هن سوچيو تہ گيتا کي آٿت ڏيان. پر ڇا ڏسي تہ هٿ نازڪ زنجير ۾ جڪڙيا پيا آهن. هن جي منهن تي ڪنهن جي ساهن جي گرم هوا پيئي لڳي، پاڻ بنهہ بيوس بڻجي ويو آهي. هو گهبرائجي ويو. ڇرڪ ڀري سجاڳ ٿي ڏٺائين تہ سڄو پگهرجي پاڻي ٿي ويو آهي. هو اٿي اچ وڃ ڪرڻ لڳو. سجاڳ تہ ٿي ويو هو پر هن جو من اڃا بي آرام هو. ڪمري ۾ ڪيتري دير ائين اچ وڃ ڪرڻ بعد هو وري وڃي ليٽيو. پر ائين محسوس ڪرڻ لڳو تہ آسمان مان سوين تارا ٽٽندا نهايت تيزيءَ سان ڪرندا. سامهون ڪڙڪيءَ مان ڏانهنس پيا اچن ۽ سندس متي سان ٽڪرجي چور چور ٿي ٿا وڃن. هن جي نس نس ۾ بيحد پيڙا اٿڻ لڳي ۽ آيئن محسوس ٿيڻ لڳس تہ انگ انگ ۾ باهہ جا مچ پيا جلن.

جيئن تيئن رات ڪٽي. صبح جو اٿي يونيورسٽيءَ ڏانهن وڃڻ کان اڳي چندر پهرين گيتا وٽ ويو. ڊاڪٽر شڪلا پوڄا پئي ڪئي. پڪي شايد رات رواني تي ويئي هئي. چاڪاڻ جو پاڃي بنتيءَ ويني ڪپي ۽ هوءَ اڄ نهايت خوش نظر پئي آئي. چندر گيتا جي ڪمري ۾ پهتو. هن ليٽي ڪجهہ پڙهيو پئي. ڪيس ڏسندي ئي گيتا مرڪيو. چيائين ڪجهہ ڪو نہ. چندر جي ايندي ئي سندس بدن جي انگ انگ کي پنهنجي پليڪار نگاهن ۾ سمائي ڇڏيائين. چندر گيتا جي پيراندي کان ٿي ويٺو.

گيتا چيو. "ڪالهہ رات موٽر ڪٿي واپس موٽيئن تہ چپ چاپ هليو وئين. ٻڌاءِ رات ڪهڙو ڪيل ڏسي آئين؟"

چندر وياڪل آواز ۾ چيو. "گيتو. ڪالهہ ڏاڍو وڏو ڪيل. ڏاڍو زبردست ڪيل ڏٺم ۽ دل کي الائي ڇا ٿيو. جو سڄي رات ننڊ ڪا نہ آئي." انهيءَ بعد چندر هن کي سموري حقيقت سڻائي تہ ڪيئن هو سئنيما تي ويو. پمي‌ءَ سان سندس ڪهڙي گفتگو هلي. پوءِ موٽر ۾ ويٺي هن ڪيئن ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪيو هو. مئڪفرسن ڊِنڊ تي پهچڻ ۽ اتي پميءَ جو پاڳل بڻجڻ. ان بعد ڪيئن چندر کي گيتا جي يادگيري آئي ۽ سڄي رات ڪهڙا سپنا ڏسندو رهيو. گيتا نهايت گنڀير بڻجي، چپن وچ ۾ پينسل دٻائي، گوڏن وچ ۾ منهن اٽڪائي چپ چاپ ٻڌندي رهي. انت ۾ چيائين. "تہ تون ايڏو پريشان ڇو ٿي ويو آهين چندر! هن تہ ڏاڍي سٺي ڳالهہ ڪئي. اهو تہ ڏاڍو سٺو آهي تہ اهو سڀ جنهن کي توهين سيڪس ٿا سڏيو. اهو انساني رشتن ۾ داخل نہ ٿئي. انهيءَ ۾ برائي ڪهڙي آهي. ڇا تون چاهين ٿو تہ ملڻ جي اهاخواهش ٻن انسانن جي رشتي ۾ داخل ٿئي؟"

"داخل... نہ. تو اڃا منهنجو مطلب نہ سمجهيو آهي."

"تہ بلڪل ٺيڪ آهي. تون بہ ان ملڻ جي خواهش جو دخل نٿو چاهين. هوءَ بہ ان جو دخل نٿي چاهي، باقي جهيڙو ڇا جو آهي؟ ڇو.... تون اڄ ايڏو اداس ڇو ٿي ويو آهين!" گيتا جي آواز ۾ حيرت ڀريل هئي.

"مگر هن جو وهنوار ڪهڙو آهي؟" چندر گيتا ڏانهن نهاري چيو.

"ٺيڪ تہ آهي. هن توکي ٻڌائي ڇڏيو تہ ٻنهي وچ ۾ ڪيترو ويڇو رهڻ گهرجي. سمجهيئہ نہ؟ توهين مرد لالچي، ائين پيا چاهيو تہ اهو ٿورو ويڇو بہ نہ رهي. انهيءَ ڪري ئي تون هيڏو اداس بڻجي ويو آهين. ڇي.... ڇي!" گيتا پنهنجي چپن تي آيل مسڪراهٽ ۽ اکين ۾ ڀريل شرارت کي لڪائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي.

"تون تہ اٽلو ڇٽر ٿي ڪرين!" چندر چيو.

گيتا جواب ڪو نہ ڏنو. صرف چندر ڏانهن نهاري مشڪندي رهي. چندر سامهون ٽنگيل تصوير ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ هن گيتا جي ڪبوترن جهڙا گورا. نرم ۽ معصوم ننڍڙا پير پنهنجن هٿن ۾ جهلي ڀريل آواز ۾ چيو. "گيتا، تون ڪڏهن بہ مون مان ڀروسو نہ وڃائج."

گيتا ڪتاب بند ڪري پاسيرو رکي سڌي ٿي ويٺي. چندرجا ٻئي هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي چيائين. "پاڳل! اڃا مون کي چوندو گيتا پنهنجي چپن تي آيل مسڪراهٽ ۽ اکين ۾ ڀريل شرارت کي لڪائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. آهين، گيتا تون ٻار آهين! تون وري ڇا آهين. واهڙي شرميلا گل! بس ڪنهن هٿ پڪڙيو. ڪنهن جسم تي سڪٺي آڱرلاتي تہ گهبرائجي وئين. توکان تہ ڇوڪريون وڌيڪ بردبار آهن." گيتا هن جي ٻنهي هٿن کي لوڏيندي چيو.

"نہ گيتا، تون نٿي سمجهين. منهنجي زندگيءَ ۾ ڀروسي جو هڪ آسرو آهي، اهو تون آهين. مون کي خبر آهي دنيا ۾ پلي ڪيڏا بہ ڀونچال. ڪيڏو بہ طوفان اچي وڃي. پر تنهنجي سهاري مان هميشہ سلامت رهندس. تون ڪڏهن بہ مون کي ٻڏڻ نہ ڏيندينءَ. تنهنجي سهاري مان انهن لهرن سان ڪيڏي بہ سگهندس. مگر جي تنهنجو

مون ۾ پروسو ٽورو ئي لڏيو تہ مان انهن اونداهين گهراين ۾ وڃي غرق ٿيندس، جن جو مان تصور بہ ڪري نٿو سگهان." چندر جو آواز اڳي کان بہ وڌيڪ پرجي ويو.

گيتا بيحد گنڀير بڻجي ويئي ۽ ڪن پر چندر ڏانهن تڪيندي رهي. پوءِ چندر جي پيشانيءَ تي لٽڪندڙ وارن جي هڪ چڳ کي نيڪ ڪندي چيائين. "چندر ڀلا اهو تہ ٻڌاءِ تہ مان ڪنهن جي پروسي سهاري پيئي ٽڳان؟ مون تہ توکي ڪڏهن بہ ائين نہ چيو آهي تہ چندر! تون مون ۾ پنهنجو پروسو نہ وڃائج. مان توکي بيو ڇا چوان! مون کي پنهنجي چندر تي پورو پروسو آهي. مرڻ گهڙي تائين هن ۾ منهنجو اهو پروسو نہ ٽٽندو. پوءِ تنهنجو من اهڙو بي اعتبار ڇو ٿيو آهي! اها تمام خراب ڳالهہ آهي."

چندر پنهنجو متو گيتا جي ڪلهي تي ڪٽي رکيو. گيتا هن جو هٿ پڪڙي چيو. "هيڏانهن پميءَ توکي هتي ئي ڇهيو هو نہ؟" ۽ هن جو اهو هٿ پنهنجي ڇپن تائين کڻي آئي. چندر ڏکي ويو. هي اڄ گيتا کي ڇا ٿيو آهي. مگر گيتا ڇپن تائين هن جو هٿ آڻي. جيئن ڦيٽي وارا ڦوڪ ڏيندا آهن تيئن ان تي ڦوڪ ڏيئي چيائين، "وٽ. تنهنجي هٿ مان پميءَ جي ڇهاءَ جو زهر نڪري ويو. هاڻي تہ نيڪ ٿي وئين نہ! معصوم تي وئين نہ ڇوُمنترا!"

چندر کلي ڏنو. هن جو من بلڪل مانو ٿي ويو هو. گيتا ۾ جادو هو. سچ پچ جادو هو. بنتي چانهہ کڻي آئي. ٻہ پيالا. گيتا چيس. پنهنجي لاءِ بہ کڻي اچ. بنتيءَ سر ڌوڻي نہ ڪئي.

گيتا چندر ڏانهن نهاري چيو. "هيءَ ٻڪلي توکان الائي ڇو پيئي ڊڄي."

"ڊڄان ڇا جو ٿي." بنتيءَ ورائي ڏيندي چيو. هوءَ وڃي پنهنجي لاءِ بہ چانهہ جو پيالو کڻي آئي ۽ زمين تي ٿي ويٺي. گيتا چانهہ جو پيالو چپن تائين آڻي چيو "چندر. تو پميءَ کي غلط سمجهيو آهي. پمي ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي. توکان وڏي بہ آهي ۽ توکان وڌيڪ سمجهو. هن جو وهنوار بہ اهڙو ئي آهي. تون جيڪي بہ سوچين ٿو. غلط ٿو سوچين. منهنجو مطلب سمجهين ٿو نہ."

"جي ها گرياڻي. بلڪل چڱيءَ طرح." چندر هٿ جوڙي ڏاڍي نهٺائيءَ سان چيو. بنتيءَ کي کل اچي ويئي. ۽ هن جي ڪوپ مان ٿوري چانهہ هارجي پيئي. پرسان رکيل چندر جو پٺا پٺي سئنبل ٽورو پسي پيو. بنتي جهڪي جيئن هڪ انگوشي سان اهو اگهيو ٿي تہ گيتا رڙ ڪري اٿي. "هان... هان. هٿ نہ لاءِ. متان هن جو اهو سئنبل بہ نہ وري اچي روڻا روئي! ٻڌين ٿي بنتي. هڪ ڇوڪريءَ ڳالهہ هن کي رڳو هٿ لاتو تہ اڄ هي صاحب اداس ٿي ويو آهي. هاڻي تون وري هن جي سئنبل کي ڇهنديئن، تہ هو شايد پوليس ۾ پهچي رپورٽ داخل ڪرائي ايندو."

چندر کلي ڏنو. هن جو من ڏوپجي اهڙو اجرو بڻجي ويو هو جهڙو سياري جو نيرو گگن.

"پميءَ وٽ وري ڪڏهن ويندين؟" گيتا شرارت ڀريو مرڪندي پڇيو.

"سڀاڻي ويندس. ناڪر صاحب پنهنجي موٽر پميءَ کي وڪڻي رهيو آهي. ان دستاويز تي مون کي بہ صحيح ڪرڻي آهي." ڪن رکي هن وري چيو. "مان هينئر بلڪل بي ڊپو ٿي ويو آهيان. ٻڌاءِ بنتي تنهنجي سهري جو ڪو خط وغيره آيو يا نہ؟"

بنتي سهمجي ويئي. چندر اٿي روانو ٿيو. ٽورو اڳتي وڌي وري ڪنڌ ورائي چيائين. "ٻڌ گيتا! اڄ جيڪو بہ ڪم هجئي ٻڌائي ڇڏ. وري مهيني لاءِ مان توکي سڄاڻندس بہ ڪو نہ. مون کي ٿيسز پوري ڪرڻي آهي. سمجهيئہ."

"سمجهيم." گيتا هٿ ڦهلائيندي جواب ڏنو.

سچ پچ ڏيڍ مهيني لاءِ چندر کي ڪو بہ هوش ڪو نہ رهيو تہ سندس ڇوڏاري ڇا پيو ٿئي. بسريا روز گيتا ۽ بنتيءَ کي پڙهائڻ ايندو هو. بنتي ۽ گيتا ٻنهي جو امتحان بہ ختم ٿي ويو. پمي بہ دفعا گيتا ۽ چندر سان ملڻ لاءِ آئي. پر چندر هڪ دفعو بہ هن وٽ ڪو نہ ويو. مشرا جو هڪ خط بريليءَ مان آيو. پر چندر هن کي بہ جواب ڪو نہ ڏنو. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪتاب جا ٻہ باب لکي ختم ڪيا. پر چندر سان اڄا ان تي ڪو بہ بحث ڪو نہ ٿيو هو. بنتي هن کي مقرر مهل تي چانهہ. کير. ناشتو شربت وغيره پهچائيندي رهي. مگر چندر هڪ دفعو بہ هن کي سهري جي يادگيري ڏياري چيڙايو ڪو نہ. گيتا ڇا ٿي ڪري. ڪيڏانهن ٿي وڃي. ڪيس ڇا ٿي چيائين. چندر کي ڪو بہ هوش ڪو نہ رهيو. بس هن کي فقط پنهنجن ڪتابن. پنهنجن ڪاغذن پنهنجي اڀياس جو هوش هو ۽ ائين مدهوشيءَ ۾ ٿيسز لکي پوري ڪيائين.

ستين مئي تي هن جڏهن پنهنجي ٿيسز جو پوپون ورق لکي ختم ڪري. آرام جو ساهہ کنيو تہ ڏٺائين شام جا پنج لڳا آهن. سايبان تي پردو اڄا چڙهيو پيو آهي مگر اس لهندڙ آهي ۽ لڪ بند ٿي ويئي آهي. هن جي ڪرسيءَ پنيان فراسي وڇائي گيتا ويٺي آهي. وڪٽر هيوگو جو اڌ پڙهيل ناول پر ۾ اونڌو ٿيو پيو اٿس ۽ پاڻ چندر جو هڪ ايڪانامڪس جو ٿلهو ڪتاب کولي ان جي ورقن تي قلم سان ڪجهہ ڇڻي رهي آهي.

چندر کر موڙيا. اپو ساھ کڻي سڏ ڪيو. ”گيتا! اڄ نيٺ چند آزاد ٿي ويئي. بس هاڻي ٻن ٽن مهينن اندر مابدولت ڊاڪٽر بڻجي ويندا!“

گيتا پنهنجي ڪم ۾ مگن رهي. چندر جيڪي چيو اهو ٻڌندي بہ بيخبر. چندر هٿ وڌائي هن جي چوٽيءَ کي ڇڪ ڏني. ”هاءِ ڙي! مون کي اهو سڀ نٿو وڻي چندر!“ گيتا بگڙجندي چيو. ”تنهنجي ڪم وچ ۾ ڪير ڪجھ چوندو آهي تہ تون ڪيڏو نہ بگڙندو آهين! باقي اسان جو ڪم جڻ اهميت وارو ڪونهي.“ گيتا وري قلم کڻي چٽ ڪيڻ ۾ مشغول ٿي ويئي.

”نيٺ ڪهڙا اپنشد رٽجي رهيا آهن! مان بہ تہ ڏسان“ ۽ چندر هن کان ڪتاب ڪسيو. ايڪانامڪس جي ان ڪتاب جي هڪ پوري صفحي تي گيتا ٻلي ٺاهي هئي. پر جي توهان جي نگاھ ۾ ٿورو ٿي پولو پوي تہ اهو ٻڌائي نہ سگهندا تہ چوراسي لکن جوڻين مان اهو جيو ڪهڙي جوڻيءَ جو آهي. مگر ان جي خلقڻهار گيتا جو چيو ٿي تہ اها ٻلي آهي، تنهن ڪري مڃڻو ئي پوي ٿو تہ برابر اها ٻلي آهي.

چندر گيتا جي ٻانهن پڪڙي چيو. ”اٺ! سست ڪتان جي. ڪڻ هيءُ پوٿو. هل تہ هلي پاپا کي پيرين پئي اچون.“

گيتا چپ چاپ اٿي ۽ ڇٽيوان ڇوڪريءَ جيان فائيل کنيائين. دروازي وٽ پهچي هوءَ رڪجي ويئي ۽ فائيل چندر جي ڪنڌ تي رکندي چيائين. ”اي چندر! ڇا تون هاڻي سچ پچ ڊاڪٽر ٿي ويندين؟“

”تڏهن ڇا!“

”آها!“ چوندي گيتا جو ٽپ ڏنو تہ فائيل وچي هيٺ ڪريو ۽ پنا زمين تي پکڙجي ويا.

چندر خفا ٿي اٿيو ۽ غصي وچان گيتا کي پٺيءَ تي مڪ هڻي ڪڍيائين. ”هاءِ رام!“ ڪندي گيتا پنهنجي پٺي مهٽيندي چيو. ”ڏاڍا سخي آهيو ڊاڪٽر چندر صاحب! اسان کي بنا ٿيسز لکڻ جي ڊگري ڏيئي ڇڏيو. مگر ڊگري ڏاڍي زوراور هئي.“

چندر کي کل اچي ويئي.

ٻئي پاپا وٽ پهتا. هو بہ لکڻ مان هينئر ئي فارغ ٿيو هو ۽ شربت ويٺي پيتائين. چندر اڳتي وڌي چيو. ”پوري ٿي ويئي.“ ۽ هيٺ جهڪي ڊاڪٽر جا پير ڇهيائين. هن چندر کي ڇاتيءَ سان لڳائي چيو. ”بس پٽ، هينئر تنهنجي مراد پوري ٿي ويئي. جولاءِ کان تون ضرور يونيورسٽيءَ ۾ اچي ويندين.“

گيتا فائيل ۾ واري ڪوچ تي رکيو ۽ پنهنجا پير اڳيان ڪري ويهي رهي. پاپا پڇيو. ”هي ڇا آهي؟“

گيتا نهايت گنڀيرتا سان چيو. ”ڇا منهنجا پير ڪو نہ ڇهندو؟“

”هٽ پڳلي، تون هاڻي تمام بدتميز ٿي ويئي آهين.“ پاپا لاڏ پرئي غصي سان چيو. ”چندر تو هن جو دماغ تمام مٿي چاڙهي ڇڏيو آهي. تون هن کي ڪجھ ضابطي هيٺ رکندو ڪر. توکان نيٺ نندي آهي.“

”چڱو پاپا، اڄ تہ اسان کي مٺائي ملڻ گهرجي.“ گيتا وري چيو. ”چندر ٿيسز ختم ڪئي آهي نہ!“

”ضرور، ضرور پٽ.“ ائين چئي ڊاڪٽر شڪلا کيسي مان ڏهن روپين جو نوٽ ڪڍي ڏيءُ کي ڏنو.”هان، مٺائي گهرائي کائو.“

گيتا هٿ ۾ نوٽ لوڏيندي ٽپ ڏيندي اپياس واري ڪمري ۾ پهتي. چندر بہ هن جي پٺيان آيو. گيتا ويهي ويئي ۽ دل ۾ حساب لڳائي چوڻ لڳي. ”ڏهين روپئي پائونڊ پشم. هڪ پائونڊ ۾ اٺ ويڙها. ڇهن ويڙهن مان هڪ شال. باقي بچيا بہ ويڙها. انهن مان هڪ سوئيٽر. بس! سوئيٽر بنتيءَ لاءِ ۽ شال منهنجي لاءِ!“

چندر مٺائيءَ جي اميد لاهي ڇڏي. پر وري بہ ڪوشش ڪرڻ لڳو. ”گيتا شال هينئر ڇا ڪندينءَ؟ اجا تہ گرميءَ جا ڏينهن آهن.“

”هن سياري ۾ تنهنجي شادي جا ٿيڻي آهي. اسين هينئر کان ئي بندوبست ڪري ڇڏيون. نہ تہ.... ڊاڪٽر تہ تون ٿي وئين. هاڻي باقي ڊاڪٽرياڻي ايندي.“ گيتا هن کي چيڙائيندي چيو.

ڪيتري ڪوشش بعد گيتا نيٺ مٺائي گهرائڻ جي ڳالھ مڃي. نوڪر جڏهن مٺائي وٺڻ ويو تہ چندر هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي پڇيو. ”بنتي ڪٿي آهي؟ هن کي بہ سڏ ڪر يا اڪيلي ئي اڪيلي کائي ويندينءَ.“

”هوءَ ماستر صاحب وٽ پڙهي ويٺي.“

”ڇو. امتحان تہ ختم ٿي ويو نہ! اجا ڇا پيئي پڙهي؟“ چندر سوال ڪيو.

”ودشيءَ جي ٻئي ڪنڌ لاءِ تياري ڪري رهي آهي. سيپٽمبر ۾ امتحان اٿس.“

چندر چيو. ”ٺيڪ آهي.بسريا کي بہ سڏ ڪر.“

”چڱو. مٺائي تہ اچڻ ڏي.“ گيتا چيو. پوءِ فائيل ڏانهن نهاري چيائين. ”مون کي هن ڪمبخت تي سخت غصو ٿو اچي.“

"چو؟"
"چو! انهيءَ ڪمبخت ڪارڻ تو ڏيڍ مهينو مون سان سڌو منهن ڏيئي ڳالهايو به ڪو نه. امتحان ڏينهن صبح جو توکي سلام ڪرڻ دعا ته تو مون کي دعا به ڪا نه ڪئي." گيتا شڪايت ڪندي چيو.
"ته اڄ هينئر ئي دعا ڪريانءِ. هاڻي تـه ٿيسز ختم ٿي ويئي. هاڻي جيترين وڻئي اوترين ڳالهيون ڪري وٺ. ٿيسز تيار نه ڪريان ها ته تنهنجي چندر کي ڊاڪٽريءَ جو لقب ڪيئن ملي ها." چندر هينئر هن کي لاڏ ڏيکاريندي چيو.
"ته ڪانووڪيشن تي تنهنجو گائون اوڍي فوٽو مان ڪڍائيندس." گيتا چنچل ٿي اٿي. ايتري ۾ نوڪر منائي وٺي آيو. چندر هن کي چيو. "وڃ بنتيءَ کي سڏي اچ."
بنتي به آئي.
چندر پڇيو "تو پڙهي پورو ڪيو؟"
"اڃا نه."
چندر چيس. "چڱو اڄ وڏيڪ پڙهڻ بند. هن کي به هتي وٺي اچ ته گڏجي منائي کائون."
"چڱو" چئي بنتي جيئن واپس ٿي ويئي تيئن گيتا چيو. "اڙي لالچڻ! اهو ته پڇ ته منائي آهي ڇاجي؟"
"مون کي خبر آهي." بنتيءَ مرڪي چيو. "اڄ هن وٽ ويو هوندو.... پمپيءَ وٽ ۽ وري تنهن ڏينهن واري ڳالهه ٻولهه ٿي هوندي."
گيتا ٺهڪن ۾ اچي چڻڪي ۽ چندر سهمجي ويو. بنتي بسريا کي سڏڻ لاءِ هلي ويئي.
گيتا چيو. "هاڻي ته هن به منهن کوليو آهي."
"ها. هوءَ ڏاڍي سلجهيل ۽ مانيٽي ڇوڪري آهي. مون کي ڏاڍي وڻي ٿي. هن جي وات مان لفظ ته ڇڻ اڪلن ٿي نٽا."
"ها. مگر هاڻي کلندي ٿي وڃي. هن گيسوءَ کي پنهنجو گرو بنايو آهي. مون کان وڌيڪ ته گيسوءَ سان ٺهي ويئي آهي. ٻئي شادي ڪرڻ واريون آهن نه. سو جڏهن گڏجن تڏهن شاديءَ بابت سس پس پيئون ڪن."
چندر چيو. "هيءَ شعر به لکندي آهي نه! تو هڪ دفعي اهڙي ڳالهه ته ڪئي ٿي."
"نه نه.... اصل ڳالهه هيئن هئي. جو هن وٽ هڪڙو سهڻو نوٽ بڪ هو ۽ ان ۾ هيءَ الائي ڇا پيئي لکندي هئي ڪنهن کي ڪو نه ڏيکاريندي هئي. نيٺ هڪ دفعي مون ڏٺو ته اها ڊائري هئي. جنهن ۾ هوءَ ڌوٻيءَ جو حساب ڪتاب لکندي هئي."
"ته شعر ڪا نه لکندي آهي. نه ته اڄ ڪلهه سورهن سالن ۾ پيار ڪري شعر لکڻ ته ڇوڪرين لاءِ فئشن ٿي پيو آهي. اهڙو عام. جهڙو ساڙهيءَ جو پلئه الٽو پائڻ عام ٿي ويو آهي."
"اجهو ڪلي تنهنجي عورتن جي گلا." گيتا بگڙجندي چيو.
منائي کائڻ وارا اچي ويا. اڳيان بنتي. پٺيان بسريا. بسريا سلام ڪري ويهي رهيو. "ٻڌاءِ بسريا. تنهنجي شاگرديائي ڪيئن پيئي هلي؟"
"پهريون نمبر" شاعر بسريا ڪنڌ لوڏي چيو. گيتا چندر ڏانهن نهاري مرڪڻ لڳي.
"۽ هيءَ گيتا ڪيئن آهي؟"
"پهريون نمبر." بسريا وري ساڳئي انداز ۾ چيو.
"ٻئي پهريون نمبر. هڪ ئي وقت!" چندر سوال ڪيو.
گيتا ۽ بنتي ٻنهي کي کل آئي. پر بسريا کي سمجهه ۾ نه آيو ته ان ۾ کلڻ جي ڪهڙي ڳالهه هئي. ڳالهه نه سمجهي پهرين ڪياڙي ڪنهڻ لڳو ۽ پوءِ خود به کلڻ لڳو. هن جي ائين کلڻ تي وري سڀني کي کل اچي ويئي.
گيتا چيو. "چندر. ماستر صاحب به ڏاڍو مزيدار آهي. هڪ ڏينهن بنتيءَ کي مهاديويءَ جي هوءَ ڪوتا پئي پڙهايائين .... بره ڪا جل جات جيون. پڙهائيندي پڙهائيندي خود سرد آهون پرڻ شروع ڪري ڇڏيائين."
چندر ۽ بنتي کلڻ لڳا. بسريا پهرين خود به کليو ۽ پوءِ چيائين. "ها پائي. ڇا ڪريان! چندر توکي ته خبر آهي ته مان بيحد جذباتي آهيان. مان سهي نه ٿو سگهان. هڪ دفعي ائين ٿيو جو امتحان جي پيپر ۾ ڪروٽارام جو هڪ گيت معنيٰ لکڻ لاءِ مليو. پر مان پڙهي ايترو ته جذبات سان پرجي ويس جو اتي ئي هال ۾ اتي اڄ وڃ ڪرڻ لڳس. سپروائيزر سمجهو ته مان بين تان ڪجهه ڏسڻ لاءِ اٿيو آهيان. سو هن مون کي ڪڍي ڇڏيو. مون کي ان جو ته ايڏو ارمان ڪو نه ٿيو. پر گيت پڙهي مون کي سچ پچ روئڻ اچي ويو."

گيتا کلڻ لڳي تہ چندر هن کي اک جي اشاري سان منع ڪئي ۽ نهايت گنڀيرتا سان چيائين. "ها ڀائي بسريا، اها ڳالهہ تہ آهي. ڇنبو تہ تو امتحان ئي ڪو نہ ڏنو."

"تڏهن ڇا. مون کي امتحان جي پرواهہ ٿورو ئي آهي! منهنجي لاءِ انهن امتحانن جي ڪا بہ معنيٰ نہ آهي. مان تہ سوچ جو پوڄاري آهيان. ان وقت منهنجي دل ۾ امتحان جي سوچ کان وڌيڪ تخليق جي سوچ هئي ان ڪوتا ۾ سمايل درد جي. اهڙيءَ طرح مان ڪيترائي دفعا ناپاس ٿي چڪو آهيان. مون سان هو پڙهندو هو نہ هريهيرتنين. سو هينئر بستي ڪاليج جو پرنسپال ٿي ويو آهي. بيو منهنجو هم ڪلاسي هو. سو هينئر آل انڊيا ريڊيو ۾ وڏو عملدار آهي."

"هڪڙو تنهنجو همڪلاسي تہ اسان ٻڌو تہ اسيمبليءَ جو اسپيڪر ٿي ويو آهي." چندر هن جي ڳالهہ کي وچ ۾ ڪپيندي چيو. گيتا ۽ بنتي ٻئي کلڻ لڳيون.

نيٺ مٺائيءَ جو ڪائڻ بہ شروع ٿيو. بسريا ٿو ري لح پئي ڪئي. بنتيءَ هن کي چيو. "کائو. مٺائي تہ جدائيءَ ۽ جذبات جي روڳ لاءِ ڏاڍي فائديمند ٿيندي آهي."

"اڙي هاٺي تہ بنتيءَ جو بہ گلو کليو آهي. پنهنجي استاد کي چيڙائي رهي آهي." چندر چيو.

بسريا ٿوري دير بعد اٿي هليو ويو. چيائين. "مون کي هڪ پارٽيءَ ۾ وڃڻو آهي."

پڇاڙيءَ ۾ ٿالهيءَ ۾ جڏهن باقي هڪ رس گولو وڃي بچيو تہ بنتيءَ اهو هٿ ۾ ڪٺي چيو. "ڪير کائيندو؟" نہ ڄاڻ ڪهڙي ڪارڻ بنتي اڄ ڏاڍي خوش پئي لڳي.

چندر چيو. "مان."

گيتا چيو. "مان"

بنتيءَ هڪ دفعو چندر ڏانهن. هڪ دفعو گيتا ڏانهن نهاريو. چندر چيو. "اڄ ڏسون بنتي ڪنهن جي آهي. گيتا جي يا چندر جي."

بنتيءَ هڪدم رس گولو گيتا جي وات ۾ ڪٺي وڌو ۽ گيتا جي ڪلهي تي ڪنڌ رکي چوڻ لڳي. "مان تہ پنهنجي ديديءَ جي آهيان." گيتا وات واري رس گولي جو اڌ بنتيءَ کي کارايو تہ هن اهو اڌ رس گولو چندر کي ڏيکاري. گيتا کي چيو. "ديدي. هي اسان کي ڏاڍو ٽوڪي ٿو. هينئر مان بہ تو وانگر ڳالهائينديس تہ هن جو دماغ ٺڪاڻي لڳي ويندو."

گيتا بنتيءَ جي مٿي تي پيار مان هٿ ڦيريندي چيو. "اسين ٻئي گڏجي هن جو دماغ ٺيڪ ڪنديونسين." ۽ هوءَ ٿالهيون کڻي هلي وئي.

چندر چيو. "بنتي. پاڻي ڪو نہ پياريندينءَ."

بنتي اٿي پاڻي کڻي آئي ۽ چيائين. "اسين توهان جو هيترو ڪم ٿيون ڪريون. پر توهين اسان کي هميشهہ ٽوڪيندا ٿا رهو. توهان کي ان ۾ ڪهڙو مزو ٿو اچي."

چندر ڪن پل بنتيءَ ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ چيائين. "اصل ۾ ... ٽوڪڻ بعد جڏهن تون سهمجي ويندي آهين .... ها ايئن!"

بنتي هينئر بہ سهمجي وئي ۽ لڄ وچان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين. بنتي ڏسڻ ۾. ٻڌڻ ۾ ڏاڍي سٺي هئي. هن جي بت جي بناوٽ گيتا جهڙي سڊول برابر ڪا نہ هئي مگر هن جي مک تي ڇڻ هڪ آسماني جهلڪ هئي. جنهن وچ ۾ وري گلابي گلن جي لالاڻي هئي. اکيون هن جون وڏيون وڏيون. پلڪن وچ ۾ اهي ائين پيون ڦرنديون هيون ڄڻ سهڻن سپنن وچ ۾ موتي پئي لڏيا. شرم ڪندي هئي تہ مک تي گلاب مشڪڻ لڳندا هئس ۽ ڳلن جي ان گلستان وچ ۾ بہ کڏون نهي وينديون هيس. بنتيءَ جي انگ انگ ۾ روپ جي لهر هئي. هر وقت ٽانگڻ جيان وکڙ پئي کائيندي هئي هن ۾ عادت هئي جو ڳالهائيندي هئي تہ ڪنڌ هميشہ جهڪيل رکندي هئي ۽ پنهنجي ساڙهيءَ جي پلو جي ڪنڊ آڱرين تي ويڙهيندي رهندي هئي.

اڄ بہ هوءَ چندر جي ڳالهہ تي سهمجي وئي ۽ ساڙهيءَ جي پلو کي آڱر تي ويڙهڻ لڳي. پنهنجي مسڪراهٽ کي روڪي چندر ڏانهن ايئن نهارڻ لڳي جنهن ۾ ٿورو حجاب ٿوري ڪاوڙ. ٿوري التجا ۽ ٿوري شرارت ڀريل هئي.

چندر هڪدم چيو. "اڙي گيتا، گيتا! بنتيءَ جون اکيون تہ اچي ڏس"

"اڇا آيس." گيتا پر واري ڪمري مان آواز ڏنو.

بنتيءَ چيو. "توهين ڏاڍا خراب آهيو!"

"ها اڄ کان وٺي تون مون کي ٽوڪيندينءَ نہ! منهنجو دماغ ٺيڪ ڪندينءَ نہ! اڄ تہ خوب وات کوليو هيئي هاڻ ٻڌانءِ!"

ٻڌاياءِ ڇا هيل تائين مان ڳالهائيندي ڪا نہ هيس انهيءَ ڪري ٿي نہ؟"

"هاڻي پنهنجي ساهرين وڃي اهي سڀ ڳالهيون ٻڌائجانءِ. اتي تنهنجي انهن ڳالهين تي ماڻهو موهجي ويندا." چندر هن کي وري ڇيڙيندي چيو.

"ڇي ..... ڇي. اهي چرچا مون سان نہ ڪريو. ديديءَ سان اهي چرچا ڇو نہ ٿا ڪريو. جنهن جي شادي مون کان بہ اڳي ٿيڻي آهي.

"توکان اڳي وري هنجي ڪيئن ٿيندي. هن جو تہ اڃان فيصلو بہ ڪو نہ ٿيو آهي."

"فيصلو ٿيل ئي سمجهو. هنن ديديءَ جو فوٽو پسند ڪري ڇڏيو آهي. ڀلا هڪ ڳالهہ ڇوانوَ. مڃيندا؟"
بنتيءَ جي آواز ۾ التجا ۽ طلب ٻئي مليل هئا.

"ڇا؟" چندر اچرج ڪائيندي پڇيو. بنتيءَ جو اڄ اوچتو وات کلي ويو هو. بنتيءَ زمين ۾ نگاهون کپائي چيو."توهين مون سان شاديءَ جي باري ۾ مذاق نہ ڪريو. مون کي اهو اصل نہ ٿو وڻي."

"واهہ ڙي واهہ شادي سڻي ٿي لڄي باقي ان جو مذاق نٿو وڻي!"

"ها. اها ئي تہ ڳالهہ آهي." بنتي اوچتو ڳنڀير ٿي چيو. "توهين سمجهندا هوندا تہ مان شاديءَ لاءِ ڏاڍي منتظر آهيان. ديدي بہ ايئن ٿي سمجهي. مگر اڪيلي منهنجي دل ٿي ڄاڻي تہ شاديءَ جي صرف ذڪر تي ئي منهنجو ڪهڙو حال ٿو ٿئي. تنهن هوندي بہ مون شاديءَ کان انڪار ڪو نہ ڪيو آهي. ان ڏينهن ديبيجيءَ جي شيوا چاڪريءَ لاءِ ڪيڏي نہ ڊڪ ڊوڙ پاتم. سڀ انهيءَ ڪري جو .... توهين منهنجي امڙ جو تہ ونهوار ڏسي چڪا آهيو. توهين هتي هن ڪٽنب ۾ رهندي اهو ويچار ۾ بہ آڻي نہ سگهندا تہ مان ماءُ وڻ ڇا ڇا برداشت ڪندي آهيان. اتي صفا دوزخ آهي. ماءُ جي گود منهنجي لاءِ صفا دوزخ جي ڪنڊ آهي ۽ مان ڪنهن بہ نموني ان کان ڇوٽڪارو پائڻ ٿي چاهيان. ٻيو نہ. ٿورو آرام تہ ملندو." بنتيءَ جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا هئا. عن هلڪا سڏڪا پريندي چيو. "مگر توهين يا ديدي جڏهن مون کي ڪجهہ چئو ٿا تہ مون کي ايئن لڳندو آهي تہ مان ڪهڙي نہ نيچ آهيان. ڪيتري نہ ڪريل آهيان. جو پنهنجي شاديءَ لاءِ ايڏو وياڪل ٿي رهان. توهين مونکي ڪجهہ نہ چئو تہ ڏاڍو سٺو." بنتيءَ جي اکين مان صفا برسات شروع ٿي ويئي.

گيتا پر واري ڪمري ۾ سڀ ڪجهہ ٻڌندي رهي هئي. هن ايندي ئي چندر کي چيو. "تمام خراب ڳالهہ آهي. ڇو بنتي راڻي! تون ڇو ٿي روئين؟ پڦيءَ جو سياءُ ئي اهڙو آهي ان تي دک ڪري پنهنجو جيءُ ڳارڻ ۾ ڪهڙو لاڀ!" بنتيءَ جي پرسان وڃي هن کي پنهنجي سيني سان لڳائي چيائين. "منهنجي راڄ دلاري! بس وڌيڪ نہ روءِ. هن کان پوءِ اسين توسان اصل چرچو نہ ڪنداسين. بس هاڻي روئڻ بند ڪر. ڏاهي! وڃ منهن ڌوئي اچ."

بنتي هلي ويئي. چندر لڄ وچان ڪنڌ جهڪائي ويٺو رهيو.

گيتا کي هينئر وري هن کي بہ پرچائڻو پيو. ڏاڍي پيار سان چيائين. "وٺ هاڻي وري توکي روئڻ ٿو اچي ڇا؟ تون هن کي ساهرن بابت نہ ڇيڙائيندو ڪر. هوءَ ڏاڍي دکي آهي. ۽ تنهنجو هوءَ ڪيڏو نہ قدر ڪندي آهي! ٻيو ڪير هن سان مذاق ڪري تہ ٻي ڳالهہ آهي. پر تنهنجو ۽ منهنجو هن کي ڇوڻ ڏاڍو برو ٿو لڳي."

"ٺيڪ آهي. پر هن چيو ٿي تہ تنهنجوفوٽو بہ پسند ٿي چڪو آهي." چندر ڳالهہ کي بدلائڻ سانگي چيو.

"تڏهن ڇا. منهنجي شڪل توجهڙي آهي ڇا. جو ماڻهو ان کي پسند نہ ڪندا." گيتا آڪڙجي چيو.

پر چندر وري پڇيو. "نہ. سچ سچ ٻڌاءِ!"

گيتا وري بيپرواهيءَ سان چيو. "اڙي صاحب هنن جي پسند ڪرڻ سان ڇا ٿو ٿئي. مان شادي ٻادي ڪا نہ ڪنديس. تون انهيءَ دوکي ۾ نہ رهج تہ مون کي هتان ڪڍي سگهندين."

ايتري ۾ بنتي بہ موٽي آئي. هوءَ اڃان بہ اداس هئي. گيتا بنتيءَ کي هٿ کان ٻڪڙي زوريءَ چندر جي پاسي ۾ ويهاريو.

"وٺ چندر. هن کي پيار ڪر تہ هوءَ وري مشڪي. ٻلي ڪٿان جي!" گيتا بنتيءَ کي ڳل تي هلڪي چماٽ هڻندي چيو. پوءِ بنتيءَ جو منهن پنهنجي هٿن ۾ جهلي پنهنجي منهن نزديڪ آڻي. پنهنجون اکيون هن جي اکين ۾ اٽڪائي گيتا چيو. "پاڳل. لڙڪن جو پنهنجو خزانو هيئن اجايو ڇو لٽائيو آهي ڇا؟"

"چندرا!" ٻاهران ڊاڪٽر شڪلا جو آواز آيو ۽ چندر اٿي هليو ويو.

●

گيتا تي گهمڻ جو شوق سوار ٿي ويو. صبح ٿيو نہ اهي نہ هوءَ ڇمبل ٻائي گم ٿي ويندي هئي. گيسو. ڪامني. پريا. ليلا. هن جي جي ساهيڙين مان ڪا ڪا نہ بچي هئي جنهن جي گهر هوءَ اڄ ڪلهہ وڃي ٻڪيڙو نہ مچائيندي هجي. جنهن سان پنهنجي دل جون بہ چار دک سک جون ڳالهيون نہ ڪري ايندي هجي. بنتيءَ کي گهمڻ

جو شوق ڪھڻ ھو. باقي گيتا جڏھن گيسوءَ وٽ ويندي ھئي تہ ھوءَ ھن سان ضرور ڪڏ ويندي ھئي. بنتيءَ ئي گيتا جي ساھيڙين ۾ گيسو ئي سڀني کان وڌيڪ پسند پيئي ھئي. ڊاڪٽر شڪلا کي موڪل ھئي، پر ھو گيتا جي شادي ڪرڻ جي ڏن ۾ ھو. انھيءَ ڪري ڪيڏانھن ٻاھر ڪو نہ ويو ھو. چندر ڏيڍ مھيني جي لڳاتار اپياس بعد ھينئر آرام پئي ڪيو. ھن فيصلو ڪيو ھو تہ برسات شروع ٿيڻ تائين ڪنھن بہ ڪتاب کي ھٿ نہ لائيندس. ھن ڏاڍي آرام سان ڏينھن پئي ڪاٽيا. صبح جو اٿي سائيڪل تي گنگا ڏانھن ھليو ويندو ھو. اتي ھن کي اڪثر ناڪر صاحب بہ گڏجي ويندو ھو. ڊاڪٽر شڪلا جي بہ ڏاڍي چاھنا ھوندي ھئي تہ صبح جو گنگا تي اشنان ڪرڻ وڃي، مگر ڏينھن جو ھو ڪو بہ ڪم ڪري نہ سگھندو ھو. انھيءَ ڪري ھن کي پنھنجو ڪم صبح جو ئي ڪرڻو پوندو ھو.

ھڪ ڏينھن صبح جو لکيائين ويٺي تہ چندر اچي ھن جا پير ڇھيا. چيائين، "راجيہ سرڪار جو انعام ڪالھ شام جو اچي ويو."

"ڪھڙو انعام؟"

گڏيل پرانتن ۾ ماتا جي بيماري ۽ ان ۾ ٻارن جو موت جي عنوان تي مون جيڪو مضمون لکيو ھو. تنھنجو."

"تہ چا ميڊل اچي ويئي؟"

"جي." چندر پنھنجي کيسي مان مخمل جي ھڪ دٻلي ڪڍي ڊاڪٽر شڪلا جي ھٿ ۾ ڏني. ٻلو نھايت سھڻو ھو. تجلا ڏيندڙ سونو ٻلو جنھن تي پرانتڪ سرڪار جي راجيہ مدرا اڪريل ھئي.

ڊاڪٽر شڪلا اٿي پنھنجن ھٿن سان چندر جي قميص ۾ اھو ٻلو اٽڪائيندي چيو، "شل ھميشہ جس جو ڀاڳي ٻڻجين! وڃ، اندر گيتا کي ڏيکاري اچ."

چندر اندر وڃڻ تي ھو جو ڊاڪٽر شڪلا وري چيس، "ٻڌ، گيتا جي شاديءَ جو انتظام ڪرڻو آھي. مون کان تہ ڪجھ ٿي ڪو نہ سگھندو. سڄو انتظام توکي ئي ڪرڻو پوندو. پيو ٻڌ، چيٽ جي ڏسھن تي ڇوڪريءَ جو پاءُ ۽ ھن جي ماءُ گيتا کي ڏسڻ لاءِ اچڻا آھن. بنتيءَ جي ماءُ بہ ڳوٺان ايندي."

"ڇگو" چئي چندر ڪرسيءَ تي ويھي رھيو. پڇيائين، "ڇوڪرو ڪٿي آھي، چا ڪندو آھي؟"

"ڇوڪرو پاڻ شاھجھان پور ۾ آھي. زميندار گھر آھي. ڇوڪرو ايم اي پڙھيل آھي. ڏاڍي سٺن خيالن جو آھي. ھن لکيو آھي تہ ڄڃ سان فقط ڏھ ماڻھو ايندا ۽ فقط ھڪ ھڪ ڏينھن رھندا. پيو لکيو اٿس تہ ڇوڪريءَ ۽ ڇوڪري جي ڪپڙن ۽ زيورن کان وڌيڪ ڪجھ ڪو نہ وٺنداسين."

"اچا. براھمڻن ۾ تہ اھڙو رشتو ملڻ ڏاڍو مشڪل آھي."

"تڏھن چا! گيتا سچ پچ خوش نصيب آھي. نہ تہ بنتيءَ جي سھري کي تہ تو پاڻ ڏٺو ھو. ڇگو. گيتا سان ملي اچ."

چندر گيتا جي ڪمري ۾ پھتو پر ھوءَ ھئي ڪٿي. ھو ٻاھر اڳڻ ۾ آيو. مھراجڻ ماني ويٺي ڪئي ۽ بنتيءَ ورانديءَ ۾ سگريءَ تي پڪوڙا پئي تريا.

"اچو" بنتيءَ ھن جي آجيان ڪندي چيو. "دادي تہ ويئي آھي گيسوءَ کي سڏڻ. اڄ گيسوءَ جي دعوت آھي."

"وھو. ھن موڙھي تي وھو." بنتيءَ ڪانن جو ھڪ موڙھو چندر ڏانھن سيريندي چيو. چندر ويھي رھيو. بنتيءَ ھن جي ھٿ ۾ مخملي دٻلي ڏٺي تہ چيائين، "ھي چا آندو اٿو. ديديءَ لاءِ آندو اٿو چا؟ ھيءَ دٻلي تہ منديءَ جي معلوم ٿئي ٿي."

"منديءَ! دال ۾ وجھي کائيندي چا؟ جھنگلي ڪٿان جي! ھن کي منديءَ پائڻ جو ڍنگ ڪٿي آھي." چندر چيو.

"منھنجي داديءَ لاءِ ايئن ڳالھائيندا تہ سٺو نہ ٿيندو!" بنتيءَ پنھنجي فطري نموني ۾ ڪنڌ کي ھڪ پاسي جھڪائي اکيون ٻچائيندي چيو. "ھن کي منديءَ پائڻ جو ڍنگ ڪونھي تہ چا توھان ۾ آھي! ھاڻي ھن جي جڏھن شادي ٿيندي تہ ھوءَ سورنھن سينگار ڪندي. پلا ٻڌايو تہ ديدي گھونگھٽ ۾ ڪيئن لڳندي! ھينئر تہ سڄو وقت مٿو اگھاڙو ڪري بلبل جيان آزاد پيئي گھمي!"

"تو پاڻ ۾ تہ عادتون وجھي ڇڏيون آھن نہ ساھرن ۾ رھڻ جون." چندر بنتيءَ کي چيڙڻ لاءِ چيو.

"اڙي منھنجي ڪھڙي ڳالھ آھي!" بنتيءَ اونھو ساھ کڻندي چيو. "مان تہ پيدا ئي ھنن لاءِ ٿي آھيان. مگر گيتا ديديءَ جو شاديءَ ۾ جڪڙجڻ ٺيڪ نہ آھي. ديدي انھن جھنجھٽن لاءِ پيدا ڪا نہ ٿي آھي. توھين ماما ڊاڪٽر کي چئو ڇو نہ ٿا؟"

چندر ڪو بہ جواب ڪو نہ ڏنو. چپ چاپ ويٺو ڪجھ سوچيندو رھيو. بنتي بہ پڪوڙا ترينديي رھي. جڏھن ختم ڪري اٿي، تڏھن بہ چندر ائين خاموش ڪنھن سوچ ۾ مگن ويٺو ھو.

"ڇا پيا سوچيو؟ ڪو نہ ٻڌائيندا. ڇڱو مان ديديءَ کي ٻڌائيندس تہ توهين ايئن خاموش ويٺا الائي ڇا سوچيندا ٿا رهو!" بنتيءَ چيو.
"سو مان تنهنجي ديديءَ کان ڊڄان ٿو ڇا!" چندر چيو
"اهو پنهنجي دل کان پڇو. مان توهان کي پٽائي نہ ٿي سگهان." بنتيءَ جيئن مشڪيو تيئن هن جي ڳلن تي گلابن جا گلستان ٽڙي پيا. "ڀلا ٻڌايو تہ هن دٻليءَ ۾ ڇا آهي. ڇا ڪجهہ خانگي آهي؟"
"نہ ڙي، خانگي ڇا ٿيندو. اهو بہ وري توڪان. سونو ٻلو آهي، هڪ ليڪ تي مون کي انعام مليو آهي." ۽ چندردٻلي کولي هن کي ميڊل ڏيکاريو.
بنتيءَ ڏسي چيو، "هي تہ ڏاڍو سٺو آهي. مون کي ڏيئي ڇڏيو."
"تون ڇا ڪندينءَ؟" چندر کلي سوال ڪيو.
"ديديءَ جي گهوٽ لاءِ ڪنن جون ڦليون ٺهرائيندس." بنتيءَ چيو. "اڙي ها. توهان کي مان هڪڙي شئي ڏيکارڻ ٿي چاهيان."
"ڇا"
"اهو ڪا نہ ٻڌائيندس، پر پر ڏسندا تہ ٽپ ڏيندا."
"تہ ڏيکار نہ."
"هينئر ديدي اڄڻ ۾ هوندي. ديديءَ جي سامهون ڪا نہ ڏيکارينديسانو"
"گيتا کان لڪائي مان ڪجهہ ڪو نہ ڪندو آهيان، ڇا توکي اها خبر ڪانهي؟"
"مان لڪائڻ جي ڳالهہ ڪٿي ٿي ڪريان. توهين ڏسي هن کي ٻڌائجو. هونءَ مان وري هن کان ڇا لڪائيندي آهيان. ڏسو گيتا ديدي بہ اچي ويئي."
چندر منهن ورائي ڏٺو. گيتا جي هٿ ۾ هڪ ڪمند جي لٺ هئي، جا هوءَ هوا ۾ ڦيرائيندي پئي آئي. چندر کي کل اچي ويئي.
"ٽڙي پيا نہ ديديءَ کي ڏسي." بنتيءَ چيو ۽ هڪ گرم پڪوڙو کڻي چندر مٿان اڇلايائين.
"اڙي تون تہ ڏاڍي شيطان ٿي ويئي آهين، پاڃي ڪٿان جي!"
گيتا چمپل لاهي اندر آئي. صفا جهومندي نينگ ڏيندي پئي آئي.
ٻڌايو سيٺ سوارٿيمل!" هن چندر کي ڏسندي ٿي چيو. "بس صبح سان آيئي نہ پڪوڙن جي بوءِ" ۽ پيو موڙهو سيري هوءَ چندر جي پر ۾ ويهي رهي. هٿ واري ڪمند جي لٺ چندر کي ڏيندي چيائين، "وٺ هي گهر ۾ پوڪج ۽ روز ڳنڍيري کائج. سمجهيئي!" اتي وري دٻلي ڏسي اها ڪٺندي چيائين. "هن ۾ ڇا آهي؟ مان نہ ڏسان؟"
"ڏاڍي سڌري وٺي آهين. منهنجا خط تہ بنا پڇئي کوليندي آهين. باقي هي پڇي ڏسنديئن!"
"اڙي مون سمجهيو تہ متان هن دٻليءَ ۾ پمپءَ جي دل بند هجي. تنهنجي ساهيڙي آهي، شايد يادگيريءَ خاطر تو کي اها ڏني هجيس." ائين چوندي گيتا دٻلي کولي تہ اچل ڏيئي اٿي. "هيءَ تہ توکي هن مضمون تي مليو آهي. جنهن جا تون چارٽ ٺاهيندو هئين."
"ها"
"پوءِ تہ هي منهنجو آهي." گيتا دٻلي بلائوز اندر ڇاتيءَ ۾ لڪائيندي چيو.
"مون ڪڏهن چيو تہ منهنجو آهي. تنهنجو ئي آهي." چندر ورائيو.
"پائي ڏسان؟" گيتا اٿي هلي ويئي.
"بنتي بہ چار پڪوڙا تہ ڏي." چندر بنتيءَ کان پڪوڙا وٺي کائيندو گيتا جي ڪمري ۾ پهتو. ڏٺائين، گيتا آرسيءَ سامهون بيٺي آهي." پنهنجي ساڙهيءَ ۾ ٻلو پئي لڳائي. هو چپ چاپ بيٺو ڏسندو رهيو. گيتا ٻلو لڳايو " کي سيڪنڊ ان ڏانهن نهاريندي رهي. پوءِ اهو سيني سان ڪڻي جڙيائين. جهڪي ان کي چپن سان چميائين.
"بس، ڪيئيس نہ گندو؟" چندر مذاق جو موقعو ڇڏڻ نہ چاهيو.
گيتا صفا پاڻي پاڻي ٿي ويئي. ڳلن تي پرڀات جون لال باڪون ڦٽي سندس ڪنن جي پاپڙين تائين ڦهلجي ويون. هوءَ هڪدم آرسيءَ اڳيان هٽي ويئي ۽ ڪاوڙجي چيائين. "تون چور آهين! ڇا ٿي ڏٺئي؟"
ايتري ۾ بنتي ٿالهيءَ ۾ پڪوڙا کڻي اچي پهتي. گيتا تڙ تڪڙ ۾ ٻلو ساڙهيءَ تان لاهي چندر کي ڏيئي چيو. "وٺ، سنڀالي رکينس."
"چو، پائي ڇڏ نہ!"

"نہ بابا، پرائي شئي. ڪيڏانهن گم ٿي وڃي تہ ڏنبا ڪاٽڻا پون." ۽ بلو دبليءَ ۾ وجهي چندر جي گود ۾ رکي ڇڏيائين.
بنتيءَ آهستي چيو. "يا مرلي مرليڌر جي. ڇپن سان نہ لڳائيندينءَ؟" چندر ۽ گيتا ٻئي سهمجي ويا.
بنتيءَ چيو. "اڃهو گيسو بہ اچي ويئي."
گيتا جي جيءَ ۾ جان آئي. چندر بنتيءَ جو ڪن پڪڙي چيو. "تون تمام الٽو سڌو ڳالهائڻ لڳي آهين!"
بنتيءَ ڪن ڇڏائيندي چيو "ڪوڙ ٺوروئي ٿي چوان." چندر چپ چاپ گيتا جي ڪمري ۾ ويٺو پڪوڙا کائيندو رهيو. پرِ واري ڪمري ۾ گيتا، گيسو، قول ۽ حسرت ڳالهيون پئي ڪيون. بنتيءَ هنن کي ناشتو پهچائيندي رهي. ٿوري وقت بعد بنتي پاڻيءَ جو گلاس کڻي چندر وٽ پهتي. چيائين، "حلوو کڻي ٿي اچان، وڃجو نہ." ۽ اک ڇنڀ ۾ هوءَ وري حلوو کڻي آئي.
"ڇگو، مان هلان ٿو." چندر چيو.
"نہ وهو، مان توهان کي هڪ شئي ٿي ڏيکاريان. رڳو گيسوءَ سان بہ چار ڳالهيون ٿي ڪري اچان؟" بنتي بيحد معصوم ادا سان چيو. "اچو حسرت ميان اچو" ۽ پل پر ۾ ننڍڙو ٻالڪ ڇهن سالن جو حسرت ميان، ريشمي ڪڙتو ۽ چوڙيدار پاجامو پائي، سهي جيان ٽپ ڏيئي ڪمري ۾ داخل ٿي ويو.
"آداب عرض!" هن ڏاڍي فضيلت سان چندر کي سلام ڪيو. چندر هن کي مٿي کڻي گود ۾ ويهاريو. "وٽ حسرت، حلووکاءُ"
حسرت ڪنڌ ڌوڻي چيو. "گيسوءَ دادي‌ءَ چيو آهي تہ چندر ڀائيءَ کي منهنجا آداب چئي اچ ۽ کائج ڪجھ نہ. مان ڪائيندس ڪونہ."
چندر چيو. "منهنجي بہ هن کي نمستي وڃي چئج."
حسرت اٿي ڪڙو ٿيو. "مان هن کي چئي ٿو اچان. ۽ پوءِ وري منهن ورائي چيائين. "توهين تيستائين حلوو ختم ڪري ڇڏيندا؟"
چندر کي کل اچي ويئي. "نہ. اسين تنهنجو انتظار ڪنداسين. تون وڃ."
حسرت ڪنڌ ڌوڻيندو هليو ويو.
اندر ۾ گيتا اچي چيو. "هتي ويهي گيسوءَ جو غزل ٻڌ. آواز بہ پهچئي ٿو نہ! قول بہ آئي آهي. انهيءَ ڪري گيسو تنهنجي سامهون نٿي اچي. قول پنهنجي اميءَ وٽ شڪايت وڃي ڪندي. هوءَ توسان ملڻ لاءِ ڏاڍي منتظر آهي. ڇگو ويهي ٻڌج، هان!"
گيتا هلي ويئي. گيسوءَ گانو شروع ڪيو. بلڪل جهيڻو سنهڙو منڙو آواز. جنهن ۾ ڪشش هئي. موهڻ جي بي انتها طاقت هئي، نشو هو. چندر ويهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ليٽي پيو ۽ نيم سجاڳ حالت ۾ ٻڌندو رهيو. غزل ختم ٿيندي ئي گيتا ڊوڙندي آئي. "ٻڌءِ نہ!" هن جي پٺيان پٺيان حسرت بہ آيو ۽ گيتا جي ٽنگن کي چنبڙي چيائين. "گيتا ديدي، مان حلوو ڪو نہ کائيندس."
گيتا کلي ڏنو. "پاڳل! وٺ کاءُ!" حسرت جي وات ۾ حلوي جو ٽڪر وجهي، هن کي گود ۾ کڻي هوءَ چندر جي پاسي ۾ ويهي رهي ۽ هن کي گيسوءَ بابت ٻڌائڻ لڳي. "گرميءَ جي موڪلن ۾ گيسو نئنيتال ويئي آهي. اختر جي امي بہ اتي ايندي ۽ مڱڻي جي رسم اتي ئي ادا ڪئي ويندي. هينئر هوءَ وڌيڪ ڪا نہ پڙهندي. جولاءِ تائين هن جونڪاح ٿي ويندو. هو سڀيئي رات واري گاڏيءَ ۾ روانا ٿيڻا آهن." وغيره وغيره. بنتي گيسو ۽ قول سان ڳالهين ۾مشغول هئي. ٿوري دير بعد گيتا اٿي هلي ويئي. چئي ويئي: تون هينئر وڃج نہ. مانجهاندو هتي ئي ڪري وڃج. مان بنتيءَ کي تو وٽ موڪليان ٿي، ان سان ويهي ڳالهيون ڪج."
ٿوري دير بعد بنتي آئي، هن جي هٿ ۾ ڪجھ هو. جنهن کي هن ساڙهيءَ جي ڪنڊ ۾ لڪائي ڇڏيو هو. "هينئر ديدي ڪانهي. جلدي ڏسي وٺو."
چندر تعجب ڪائيندي پڇيو. "ڇا آهي؟"
ديديءَ جي گهوٽ جو فوٽو." بنتيءَ مشڪي هڪ فوٽو چندر جي هٿن ۾ ڏنو.
"اڙي، هي تہ مشر آهي، ڪامريڊ ڪيلاش مشر." چندر جي دماغ ۾ بريليءَ وارا واقعا. لنبازي ۽ پيا سڀ واقعا گهمي ويا. چندر جي دل ۾ ان وقت الائي ڇا ٿيڻ لڳو. ڪنهن وقت هن کي اچرج پئي لڳو تہ ڪنهن وقت دل ۾ سرهائيءَ جو احساس ٿي اپريس تہ گيتا خوشنصيب آهي جو هن کي اهڙو سٺو گهوٽ ٿو ملي. وري اهو پور اچڻ لڳس تہ ڪيلاش عجيب سياءَ جو نوجوان آهي. گيتا الائي هن سان جالي سگهندي يا نہ.پر وري سوچڻ لڳو تہ. گيتا سچ پچ ڀاڳ واري آهي. اهڙو سٺو ڇوڪرو اٿين ملڻ نهايت مشڪل آهي.

بنتيءَ چيو. "ڇا توهين هن کي سڃاڻو؟"
"گيتا ٻه ته هن کي نالي سان سڃاڻي، باقي شڪل ۾ ڪو نه سڃاڻينس. سنو ڇوڪرو آهي، تمام سنو ڇوڪرو آهي." چندر هڪ اونهو ساهه کڻندي چيو ۽ پوءِ چپ ٿي ويو. بنتيءَ پڇيو. "ڇا پيا سوچيو؟"
"ڪجهه نه." چندر اکين ۾ پرجي آيل لڙڪن کي دٻائي چپن تي مرڪ آڻڻ جي ڪوشش ڪندي چيو. "مان وينو سوچيان ته اڄ منهنجي دل ۾ ڪيڏو نه سڪون، ڪيڏي نه خوشي آهي ته گيتا هڪ تمام سني گهر ۾ وڃي رهي آهي. اهڙي مڙس وٽ وڃي رهي آهي جو نهايت بلند خيالن وارو جوان آهي." چوندي چوندي چندر جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا.
بنتيءَ چندر جي تمام ويجهو اچي چيو. "هي ڇا چندر بابو! توهان جي اکين ۾ لڙڪ! هي ته سٺو ٿي نه ٿو لڳي. جنهن معصوميت ۽ بلنديءَ سان توهان ديديءَ سان نڀايو آهي، اهڙين ديوتائون به مشڪل ڪري سگهن ۽ ديدي به توهان کي جيڪو نماڻو پيار ڏنو آهي، ان کي پائي ته انسان جنت ڪان به مٿي پهچي ويندو آهي. پوءِ اڄ توهان جي اندر ۾ هيءَ ڪمزوري ڪيئن پيدا ٿي آهي! مون کي ته سچ پچ شرم پيو اچي. اڄ تائين ديدي ته نهيو، پر مون کي به توهان تي ڪيڏو نه فخر هو! ڇڳو ترسو ته مان فوٽو واپس رکي اچان. متان ديدي اچي وڃي." بنتي فوٽو کڻي هلي وئي.
بنتي موٽي تيستائين چندر پاڻ سنڀالي چڪو هو. ڪن پر بنتيءَ ڏانهن نهاري چندر چيو. "مون انهيءَ ڪري ڪو نه رنو هو. بنتي! مون اهو پئي سوچيو ته پوءِ هتي ڪيئن لڳندو! پر خير آ."
بنتيءَ چيو. "پر هڪ ڏينهن ته ايئن ٿيڻو ئي آهي. اهو سهڻو ئي پوندو."
"ايئن ته آهي. پلا گيتا هي فوٽو ڏنو آهي." چندر سوال ڪيو.
"اجان نه. حقيقت ۾ ماما مون کي چيو ته گيتا کي اهو فوٽو ڏيکاريان، مگر مون کي همت نٿي ٿئي. مون هن کي چيو ته چندر اچي ته اهو ڏيکاريندس. توهين جڏهن ٺيڪ سمجهو ته ڏيکارجوس. جيئن جي ڏسهن ايندڙ اڱاري تي آهي." بنتيءَ چيو.
"اڇا" چندر وري اونهو ساهه کنيو.
بنتي ٿورو وقت يڪ ٽڪ چندر ڏانهن نهاريندي رهي. چندر هن کي پاڻ ڏانهن ايئن نهاريندو ڏسي پڇيو. "ڇا ٿي ڏسين بنتي؟"
"ڏسان ٿي ته توهان پلڪون ڇنڀيو ٿا يا نه." بنتيءَ نهايت گنڀيرتا سان چيو.
"ڇو؟"
ڇاڪاڻ جو مون ٻڌو آهي ته ديوتائون ڪڏهن به پلڪون نه ڇنڀيندا آهن."
چندر جي منهن تي هلڪي مرڪ وري ويئي.
" نه توهين مذاق نه سمجهو. مون پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي به ماڻهو ڏٺا آهن. تن ۾ توهان جهڙو ڪو نه ڏٺو اٿم. توهين ڪيڏا نه اوچا آهيو. توهان جي دل ڪيڏي نه ڪشادي آهي. ديدي سچ پچ ڀاڳ واري آهي."
چندر ان جو ڪو به جواب نه ڏنو. چيائين ته وڃ فوٽو کڻي اچ ته اڄ ئي ڏيکاري ڇڏيانس. هينئر گهر وڃي ڇا ڪندس."
پاپا جي ڪاڻڻ بعد چندر ۽ گيتا ڪاڻڻ ويٺا. مهراجڻ هلي ويئي هئي. انهيءَ ڪري بنتيءَ هنن کي گرم گرم ڦلڪو پئي پهچايو. گيتا ريشمي ساڙهي اوڍي چونڪي اندر ويئي ڪاڌو ۽ چندر چونڪي کان ٻاهر. ڏينهن جي ڪاڌي وقت ڊاڪٽر شڪلا ڇوت ڇات جو سخت پابند هو.
چندر گيتا کي ڇيڙيندي چيو. "ڏس، اڄ بنتيءَ ڦلڪو پچايو آهي ته کهڙو نه سوادي ٿيو آهي ۽ تون پچائيندي آهين ته خبر ئي ڪا نه پوندي آهي ته ڦلڪو آهي يا ڪڪر."
گيتا کلي چيو. "سو تون مون کي ۽ بنتيءَ کي ويڙهائڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين! پر بنتيءَ ۽ منهنجي ڪڏهن به لڙائي نه ٿيندي."
"اڙي اسين سڀ اها ڳالهه سمجهون ٿا." بنتيءَ گيتا جي ٿالهيءَ ۾ ڦلڪو وجهندي چيو. گيتا جيئن کنڌ جهڪائي کاڻڻ لڳي تيئن بنتيءَ اک جي اشاري سان چندر کان پڇيو. "ڪڏهن ڏيکاريندينس؟"
چندر کنڌ ڌوڻيو ۽ گيتا کي چيو. "تون هن کي چٺي لکيندينءَ؟"
"ڪنهن کي؟"
"ڪيلاش مشر کي. هو بريليءَ وارو. ٿورا ڏينهن اڳي هن خط لکيو هو جنهن ۾ تنهنجي لاءِ به سلام لکيو هئائين."
"نه. مان خط پٽ ڪا نه لکنديس. تون ڀيرين هن کي هتي هڪ دفعو گهراءِ ته سهي."

"ها، هاڻي مهيني ٻن اندر هن کي هتي سڏائبو. پوءِ توسان هن جي خوب واقفيت ڪرائيندس ۽ تو کي هن جي پارٽيءَ ۾ پرتي ڪرائي ڇڏبو." چندر چيو.

"ڇا؟ مان مذاق ڪا نہ ٿي ڪريان. مان سچ پچ سماجوادي پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ ٿي چاهيان.. گيتا چيو. "چاهيان پئي تہ هاڻي ڪجهہ ڪم ڪرڻ گهرجي. گهٽيئي کيل کير. ٻالپڻ گذاري ڇڙهيس."

"هن پنهنجو فوٽو بہ موڪليو آهي. ڏسينديئن؟" چندر پنهنجي کيسي ۾ هٿ وجهندي چيو.

"ڪٿي آهي؟" گيتا بيحد اتساهہ وچان پڇيو. "ڪڍ، ڏسان."

"پهرين ٻڌاءِ تہ انعام ڪهڙو ڏينديئن؟ ڏاڍي مشڪلات سان هن کان فوٽو گهرايو اٿم." چندر چيو.

"انعام ڏينديس توکي!" ۽ گيتا هڪدم جهٽ هڻي هن کان فوٽو کسي ورتو.

بنتيءَ دٻيل آواز چيو. "گيتا ديدي، چونکي مان هن کي ڇهي ورتئي."

گيتا ٽالهي ڇڏي اٿي کڙي ٿي. چندر کي ڇهڻ بعد هوءَ هينئر چونکي ۾ ويهي ڪائي نٿي سگهي.

بنتيءَ چيو. "ڇگو فوٽو مليئي ديدي، جو ڪاڌو بہ اڌ ۾ ڇڏي اٿينءَ!"

گيتا هٿ منهن ڌوئي ساڙهيءَ جي پلوءَ سان فوٽو جي ڪنڊ پڪڙي ڏٺو ۽ پوءِ چيائين، "چندر ڏس، هو سچ پچ ڪهڙو نہ سنو ٿو لڳي. هن جو چهرو ڪهڙو نہ تيجسوي آهي. پيشاني ڪهڙي نہ ڪليل ۽ اوچي اٿس." گيتا اجان فوٽو ڏانهن نهاريندي رهي.

"سنو ٿو لڳيئي فوٽو. پسند آهي؟" چندر گنڀيرتا سان پڇيو.

"ها .... ها. ٻين سوشلسٽن وانگر اصل ڪو نہ ٿو لڳي." گيتا وراڻيو.

"ڇگو گيتا، هيڏانهن اچ." چندر ۽ گيتا ٻئي ڪمري ۾ پلنگ تي وڃي ويٺا. چندر گيتا جو هٿ جهلي ان ۾ پيل منڊيءَ کي ڦيريندي چيو، "هڪ ڳالهہ چوان، مڃيندينءَ؟"

"ڪهڙي؟" گيتا نهايت معصوميت ڀرئي ادا سان چيو.

"پهرين ٻڌاءِ تہ مڃيندينءَ؟" چندر هن جي منڊيءَ ڏانهن ڀڪ ٽڪ نهاريندي چيو.

"ڇا مون ڪڏهن تنهنجي ڳالهہ ٽاري آهي! ڪهڙي ڳالهہ آهي؟"

"ڪهڙي بہ ڳالهہ هجي، تون ضرور مڃيندينءَ؟" چندر وري بہ سوال ڪيو.

"چيم تہ سهي ها. ها. تنهنجي ڀلا اهڙي ڪهڙي ڳالهہ هوندي جا گيتا مڃي نہ سگهندي." گيتا جي واعدي مان، نهار مان، انگ انگ مان روح ارپي ڇڏڻ جو جذبو پئي ڇلڪيو.

"گيتو! پنهنجي واعدي تي قائم رهج. ڏس!" هن گيتا جون آڱريون پنهنجي اکين جي پلڪن سان لڳائي چيو. "گيتا! تون هن چوڪري سان شادي ڪري ڇڏ."

"ڇا؟" گيتا ڇڻ زخم ڪاڌل هرڻيءَ جيان تڙپي اٿي. "هن چوڪري سان! هيءَ آهي شڪل مون سان شادي ڪرڻ واري، چندر مون کي اهڙو مذاق اصل پسند نہ آهي. سمجهيئي يا نہ؟ سو انهيءَ ڪري ئي هيڏو پيار پئي ڏيکاريئي. هيڏو لاڏ ڪوڏ پئي ڪيئي!"

"تون واعدو ڏيئي ڇڪي آهين!" چندر جي آواز ۾ بيحد التجا هئي.

"ڇاجو واعدو! ڇا تون پنهنجا سڀ واعدا پاڙيندو آهين؟ تنهن کان سواءِ هينئن دوکو ڏيئي واعدو وٺڻ! همت نہ هئي تہ صاف صاف چئيـن ها! مان بہ جيڪي سمجهان ها، سو چوان ها. مون کي هينئن ٻڌي منهنجي قرباني ڏيڻ جو ٿو چاهين؟" گيتا کي بيحد غصي ڪارڻ روئڻ اچي ويو.

چندر حيران! هن اصل سوچ ڪا نہ ڪئي هئي تہ هينئن ٿيندو. هو ڪن پل خاموش ويٺو رهيو. سمجهہ ۾ ئي نہ ٿي آيس تہ گيتا کي ڇا چوي. هن آڪٽي وڏي روئيندڙ گيتا جي ڪلهي تي هٿ رکيو.

"هٽ هتان!" گيتا نهايت رڪائيءَ سان هن جو هٿ هٽائيندي چيو ۽ ساڙهيءَ سان منهن ڍڪي چيائين، "مان شادي نہ ڪنديس. اصل نہ ڪنديس. ڪنهن سان بہ نہ ڪنديس. توهين سڀيئي جيڪڏهن مون کي مارڻ لاءِ تيار ٿيا آهيو تہ مان هينئر ئي پنهنجو مٿو ڦاڙي ڇڏينديس." ۽ سچ پچ جوش ۾ اچي گيتا پنهنجو مٿو ديوار سان ٽڪرائڻ لڳي. "اڙي!" چندر ڊوڙي گيتا کي پڪڙي ورتو، مگر گيتا صفا گرجندي چيو، "چندر، پري هٽي وڃ. مون کي هٿ نہ لائج." هن ۾ اچ ايڏي طاقت الائي ڪٿان آئي هئي. هن جهٽڪو ڏيئي پاڻ کي ڇڏائي ورتو.

چندر دٻيل آواز ۾ چيو، "چي گيتا! مون کي تو مان هيءَ اميد اصل ڪا نہ هئي. هيءَ جذبات تو کي سونهين ئي نہ ٿي ۽ تون اڄ ڳالهيون ڪهڙيون پئي ڪرين. مان اهو ئي چندر آهيان نہ!"

"تڏهن تہ مان ....! هن سڄي دنيا ۾ بس تون ئي وڃي بچئين. مون کي فوٽو ڏيکاري منهنجي [illegible] پچڻ لاءِ؟" گيتا سڏڪا ڀري روئڻ لڳي. "پاپا بہ مون کي هينئن دوکو ڏنو. مون کي پاپا مان بہ اهڙي اميد ڪا نہ هئي."

"پڳلي ڪهڙي ٻيءَ پنهنجي ڌيءَ کي هميشه ڪنوارو ويهاريو آهي!" چندر چيو.
"تون چپ رهه چندر. مون کي اڄ تنهنجون ڳالهيون زهر ٿيون لڳن ... گيتا هي فوٽو تو کي پسند آهي؟ تنهنجي زبان مان اهي لفظ نڪتا ڪيئن؟ مون کي اصل خبر ڪا نه هئي ته توهين سڀ ايئن ڪندا." گيتا ٿورو وقت چپ چاپ سڏڪا ڀريندي رهي. پر پوءِ وري ڦاٽي اٿي. "ڪٿي آهي اهو فوٽو. مون کي ڏي. مان هينئر ئي پاپا وٽ ويندس. مان هن کي چونديس: ها، مان هن ڇوڪري کي پسند ٿي ڪريان.هو ڏاڍو سٺو آهي. بيحد سهڻو آهي. مگر مان هن سان شادي نه ڪنديس. مان ڪنهن سان به شادي نه ڪنديس." ايئن چوندي هوءَ پيءُ جي ڪمري ڏانهن هلڻ لڳي.
"خبردار جي اڳتي قدم وڌايو اٿئي.!" چندر هينئر هن تي ڪاوڙ ڪندي چيو. "ويهه هتي."
"مان نه روڪجنديس." گيتا آڪڙجندي چيو.
"نه روڪجنديس؟"
"نه روڪجنديس!"
چندر جو هٿ مٿي کڄيو ۽ گيتا جي ڳل تي هڪ زوردار چماٽ لڳي ويئي. گيتا جي ڳل تي نيرا نيل ڇمي ويا. هوءَ حيران ٿڻ پٿر بڻجي ويئي. اکين جا لڙڪ ڇمي ويس. پلڪن جون نگاهون. زبان جوآواز. سيني جا سڏڪا. ڇڻ پٿر بڻجي ويس.
چندر هڪ دفعو گيتا ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ڪرسيءَ تي ڪري پيو ۽ مٿو جهلي ويهي رهيو. گيتا به ڪرسيءَ جي نزديڪ زمين تي ويهي رهي ۽ مٿو چندر جي گوڏن تي رکي ڇڏيائين. بيحد ڳوري پريل آواز ۾ چيائين. "چندر تنهنجو هٿ نه ڏسان. توکي چوٽ نه ڪا نه لڳي؟"
چندر گيتا ڏانهن نهاريو. اهڙي نگاهه سان ڄڻ قبر منهن کولي اوباسي ڏيئي رهي هيئي. گيتا وري سڏڪا ڀرڻ شروع ڪري ڇڏيا. چندر جي پيرن تي پنهنجو مٿو رکي چوڻ لڳي. "چندر،ڇا تون مون کي سچ پچ پنهنجي آسري کان هٽائي ئي خوش ٿيندين؟ چندر. مذاق جي ڳالهه الڳ آهي. زندگيءَ ۾ نه هينئن دشمني نه ڪر."
چندر اونهي ساهه کڻڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه چئي نه سگهيو. مٿو هٿن ۾ جهلي خاموش ويٺو رهيو. پنج منٽ گذري ويا. ڪمري ۾ سناٽو. گهري خاموشي! گيتا چندر جي پيرن کي پنهنجي سيني سان لڳائي پالهين نگاهن سان نه ڄاڻ ڇا کي تڪيندي رهي. ديوارن پار. ڏسائن پار. افق پار! ديوار تي ٽنگيل گهڙيال ٽڪ ... ٽڪ ٿي ڪئي!
چندر نيٺ کنڊ ڪڍي چيو. "گيتا هيڏانهن مون ڏانهن نهار!" گيتا منهن مٿي ڪيو. چندر چيو. "گيتا، تون نه ڄاڻ مون کي ڇا سمجهندي هوندينءَ! مگر تون جي سمجهين سگهين ته مان ڇا پيو سوچيان. ڇا ٿو سمجهان..." گيتا جواب ڪو نه ڏنو.
چندر چوندو هليو. "گيتا مان تنهنجي من کي سمجهان ٿو. تنهنجي من جيڪي توکي نه ٻڌايو. سو مونکي ٻڌائي ڇڏيو هٿائين. مگر گيتا اسين هڪ ٻئي جي زندگيءَ ۾ ڇا انهيءَ لاءِ آيا هئاسين ته هڪ ٻئي کي ڪمزور بنايون. جنت جي اتاهينءَ تي ويهي اسان روحاني سنگيت صرف انهيءَ لاءِ ٻڌو ته ان کي شاديءَ جي شرنائي جي آلاپ ۾ بدلائي ڇڏيون."
"مون کي غلط نه سمجهه چندر! مان گيسو ڪانه آهيان جا اختر سان شادي رچائڻ جا سپنا پيئي لهندي آهي. ۽ چندر تون به اختر ڪونه آهين. مان ڄاڻان ٿي ته مان تنهنجي لاءِ رکڙيءَ جي سٽ کان به وڌيڪ معصوم رهي آهيان. مگر مان جهڙي آهيان تهڙي ئي تون مون کي رهڻ چونه ٿو ڏين. مان ڪنهن سان به شادي نه ڪنديس. مان پاپا وٽ رهنديس. شاديءَ لاءِ منهنجو من نٿو مڃي. مان ڇا ڪريان؟ تون غصو نه ڪر. دکي نه ٿيءُ. تون اجازت ڏيندين ته مان ڪجهه به ڪري سگهان ٿي. مگر اُن قتل ڪرڻ کان اڳي اهو ڏس ته سهي. ته منهنجي دل تي ڇا ٿو وهي!" گيتا چندر جي پيرن کي اڃا به وڌيڪ زور سان پنهنجي سيني سان جُڪڙيندي چيو.
"گيتا. تون هڪ ڳالهه سوچ. تون جيڪڏهن سيني جو پيار وٺندي ٿي هلين ته توتي ڪجهه جوابداري به آهي نه! اڄ تائين پاپا توکي ڪيئن پاليو آهي. ڇا هينئر تنهنجو فرض اهو آهي ته تون هن جي مرضيءَ کي ٺڪرائين! تنهن کان سواءِ ٻي ڳالهه سوچ.هن جو مون ۾ جڏهن ڀروسو هو. تڏهن ئي ته مون کي چيائين ته توکي فوٽو ڏيکاريان. تنهنجي پسند پڇان. هينئر جيڪڏهن تون انڪار ٿي ڪرين ته هڪ طرف پاپا کي صدمو پهچائيندينءَ. ٻئي طرف هن جو مون ۾ هيل تائين جيڪو ڀروسو رهيو آهي. اهو ٽٽي پوندو. ڇا ان بعد اسين ٻئي هن کي منهن ڏيکارڻ لائق رهنداسين؟ ٻڌاءِ. تون ڇا ٿي چاهين؟ صرف پنهنجي ٿوري جذبات لاءِ سيني جي زندگي چوپٽ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آهين. تنهنجي منهن تي اها ڳالهه پوي ٿي! پاپا ڇا چوندو... ته چندر توکي اهائي سکيا

ڏني! دنيا اسان کي ڇا چوندي، ٻڌاءِ. اڄ تون شادي نہ ڪر، پر سياڻي ڪان وٺي پاپا هميشہ دکي رهي ۽ دنيا اسان تي ملامت مڙهيندي رهي، پوءِ تون خوش ٿينديندءِ؟ ٻڌاءِ، خوش ٿينديندءِ؟"

"نہ." گيتا جي آواز ۾ لرزش هئي.

"اڃا ٻي بہ ڳالهہ آهي گيتو. سون جي پرک باهہ ۾ ٿي ٿيندي آهي. باهہ ۾ پوڻ سان اهو جڏهن وڌيڪ چمڪندو آهي، تڏهن ئي سچو سون سڏائيندو آهي. مون تنهنجي شخصيت کي ٺاهيو آهي يا تو منهنجي شخصيت کي ٺاهيو آهي، اهو صرف تڏهن ئي پڌرو ٿيندو جڏهن اسين مشڪلاتن، ڏکيائين، جذباتي طوفانن سان کيڏون، انهن جو مقابلو ڪندي ان مقابلي ۾ سوپارا ثابت ٿيون. تڏهن ئي چئي سگهبو تہ اسان هڪ ٻئي جي جيون ۾ انقلاب آندو، ہل پريو. جي تون هميشہ منهنجي ٻانهن جي آسري هلين ۽ مان تنهنجي نگاهن جي ڇانو ۾ رهان ۽ دنيا جي طوفانن کان اسين ڌڇندا رهون تہ اها ڪانئرتا چئبي. ڇا مون کي ائين سٺو لڳندو تہ دنيا منهنجي گيتا کي ڪانئر سڏي! گيتا، جنهن تي مون کي هميشہ ناز ۽ فخر پئي رهيو آهي، سا ڇا پاڻ کي ڪانئر سڏائڻ پسند ڪندي."

"ها" گيتا وري چندر جي گوڏن ۾ منهن لڪائي ڇڏيو.

"ڇا، مان اهي لفظ گيتا جي چپن مان ٿو ٻڌان؟ ڇي پڳلي! اڄ تائين تنهنجي نگاهن منهنجي پراڻن ۾ امرت ٿي پريو آهي ۽ منهنجي ساهہ تنهنجي پران ۾ طوفانن جو ويگ. اسان کي تہ پاڻ خوش ٿيڻ گهرجي تہ اڄ اسان جي سامهون جا واٽ آئي آهي، ان تي اسان کي اهو ثابت ڪرڻ جو وجهہ ملندو تہ اسان هڪ ٻئي کي هميشہ معصوميت ۽ اوچائي پئي ڏني آهي. مون اڄ تائين هميشہ تنهنجي سار سنڀال تي ڀروسو رکيو هو. ڇا اڄ تون منهنجو اهو ڀروسو ٽوڙي ڇڏينديندءِ؟ گيتا، اڄ تون اهڙي ظالم ڇو ٿي رهي آهين؟ تون ساڌارڻ ڇوڪري نہ آهين. تون ڌروتاري کان وڌيڪ روشن آهين. تون ائين ڇو ٿي چاهين تہ دنيا تو لاءِ بہ ائين ئي چوي تہ گيتا هڪ معمولي جذباتي ڇوڪري آهي ۽ اهو سڀ مان پنهنجي ڪنن سان ويهي ٻڌان! ٻڌاءِ گيتا." چندر گيتا جي مٿي تي هٿ ڦيريندي چيو.

گيتا پنهنجون نگاهون مٿي ڪنيون. ڪيڏو نہ گوندر هو انهن نگاهن ۾! انهن نگاهن سان چندر ڏانهن نهاري هن اهي وري جهڪائي ڇڏيون. گيتا جي مٿي تي وري بہ هٿ ڦيريندي چندر چيو، "گيتا، مان ڄاڻان ٿو تہ مان توتي شايد بيحد سختي ڪري رهيو آهيان، مگر تو کان سواءِ منهنجو ٻيو آهي ڪير، ٻڌاءِ؟ توتي ئي تہ مان پنهنجو حق آزمائي سگهان ٿو. مون تي ڀروسو رک گيتا. زندگيءَ ۾ جدائي، وڇوڙو، دک، پيڙا ئي انسان کي مهان بنائي سگهن ٿا. جذبات ۽ عيش ڪڏهن بہ اسان کي اوچائيءَ تي پهچائي نٿا سگهن. ٻڌاءِ گيتا توکي ڇا پسند آهي؟ مان مٿي چڙهان تنهنجي ڀروسي جي سهاري يا تون عرش تي پهچين منهنجي بي عزتيءَ جي سهاري. انهيءَ کان بهتر ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي گيتا! چاهين تہ منهنجي جيون کي معصوم ساڌنا ٺاهہ، چاهين تہ ان کي دوزخ ۾ ڌڪي ڇڏ!"

گيتا هڪ اونهو سرد ساهہ کنيو ۽ ڪن پل انتظار ڪيائين. پوءِ چيائين، "اهڙي کهڙي تڪڙ آهي چندر! تون جيڪي چوندين مان ڪنديس." هن جي آواز ۾ وري سڏڪا پرجي ويا. "مگر اهڙي تڪڙ ڇو ٿو ڪرين، اڃا مون کي پڙهڻ ڏي، سکڻ ڏي."

"نہ. ههڙو سٺو ڇوڪرو وري نہ ملندو ۽ هن ڇوڪري سان تہ تون شاديءَ بعد بہ پڙهي سگهين ٿي. مان هن کي سڃاڻان. هو صفا ديوتا آهي. ٻڌاءِ، مان پاپا کي چوان نہ، تہ توکي پسند آهي."

گيتا چپ رهي.

"ان ماٺ جو مطلب ڇا آهي، ها يا نہ؟" چندر وري سوال ڪيو.

گيتا اڃا بہ وات کو نہ کوليو. صرف هيٺ جهڪي چندر جي قدمن کي جيئن پنهنجي چپن سان ٿي چميائين تيئن هن جي اکين مان ٻہ گرم لڙڪ بہ انهن تي ڪري پيا. چندر گيتا کي اٿاريو ۽ هن جي مٿي تي هٿ رکي چيائين، "ڌٽي تنهنجي آتما کي هميشہ اوچو رکندو، گيتا." پوءِ اونهو ساهہ کڻي چيائين، "مون کي توتي فخر آهي." ۽ هو فوٽو کڻي ٻاهر هليو ويو.

"ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ وڃ نہ!" گيتا هن جو ڪڙتو پڪڙي بيحد نيزاري ڪندي چيو.

"چندر پلنگ تي ويهي رهيو. گيتا وهاڻي تي مٿو رکي ليٽي پيئي ۽ ڦاٽل اکين جي جڙ نگاهن سان نہ ڄاڻ ڇا تڪيندي رهي. چندر چپ هو، بلڪل خاموش. ڪمري ۾ صرف گهڙيال جو آواز پئي آيو... ٽڪ ٽڪ!

ٿوري دير بعد گيتا چندر جي قدمن کي وهاڻي ڏانهن ڇڪيو ۽ انهن ۾ منهن لڪائي ويهي رهي. بنتي آئي پر گيتا ڇري بہ ڪا نہ. چندر ڏٺو تہ هوءَ ايئن سندس پيرن ۾ منهن لڪائي پيئي آهي ۽ ننڊ اچي ويئي اٿس. بنتيءَ فوٽو کڻندي اشاري ۾ پڇيو، "منظور؟"

"ها."

• بنتي جواب ٻڌي خوش ڪا نہ ٿي. هن هڪ دفعو چندر ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ڪنڌ جهڪائي هلي ويئي.

گيتا سمهي ويٺي هئي. چندر جي پيرن تي هن جي گرم ساهن هلڪيون ڦوڪون پئي ڏنيون. هو خاموش ويٺو رهيو. هن کي چرڻ جي، گيتا جي ننڊ ڦٽائڻ جي همت نه ٿي. ٿوري دير بعد جڏهن گيتا پاسو بدلايو ته چندر اٿيو. هو ٻاهر اڱڻ ۾ کوچ تي اچي ويٺو ۽ نه ڄاڻ ڇا سوچيندو رهيو.

جڏهن وري اٿيو ته ڏنائين ٻارهن لڳي چڪا آهن ۽ گيتا سندس سيرانديءَ کان ويٺي مٿس پنکو پئي جهولي. هن ڏانهنس گنهگاري نگاهن سان ڏٺو گيتا ڏاڍي دک مان پنهنجون نگاهون ڦيرائي ڇڏيون ۽ ديوارن جي چوٽين تي آخرين پساهه کڻندڙ موٽ جي آسن تي براجمان اس ڏانهن نهارڻ لڳي.

چندر اٿي ويٺو ۽ ڪجهه سوچڻ لڳو ته گيتا چيس، "سياڻ ايندين يا نه؟"

"چو نه ايندس." چندر وراڻيو.

"مون سمجهيو ته شايد هينئر کان ئي دور رهڻ چاهيندين." گيتا هڪ اونهو ساهه کڻي چيو ۽ وچڙي جي اوٽ ۾ لڙڪ اگهي ڇڏيائين.

●

چندر ٻئي ڏينهن صبح جو ڪو نه ويو. هن جي ٿيسز جو وڏو حصو ٽائيپ ٿي اچي ويو هو، سو ان کي سڌارڻ ويهي ويو. سانجهي وقت اچ الائي ڇو هن کي اتي وڃڻ جي همت نٿي ٿي. جيتوڻيڪ من ۾ گيتا جي ڳڻتي به هيس. هوءَ ڪالهه کان تمام مرجهائي ويئي هئي. چندر کي رکي رکي پاڻ تي غصو پئي آيو. ڪيس خبر هئي ته پاڻ پنهنجن هٿن سان پنهنجي خوشي ۽ سک جي قبر کوٽي رهيو آهي. پوءِ به هن اها واٽ ورتي ڇاڪاڻ جو ڪيس اها خبر هئي ته سورن جو پيچرو ئي زندگيءَ جو صحيح پيچرو آهي. هن پنهنجي جيون ۾ هلڪائي، سستائي نٿي آڻڻ چاهي. هو ان جي سخت خلاف هو. مگر هن لاءِ گيتا جي اکين جو هڪ لڙڪ به اشتٰ مثل هو ۽ گيتا جي پشيمان چهري تي اداسي ۽ غم جي سڪتي ريکا ڏسندي ئي هو صفا پاڳل ٿيڻ جي ويندو هو. صبح جو هو ڪو نه ويو پر پوءِ هو خود پڇتائڻ لڳو ۽ بيصبر ٿيڻ شام جي پنجن بجن جو انتظار ڪرڻ لڳو.

پنج لڳا ته هو سائيڪل کڻي اتي پهتو. ٻنتي، گيتا ٻئي ڪو نه هيون. ڊاڪٽر شڪلا اڪيلو پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هو، جو چندر اتي پهتو.

ڊاڪٽر شڪلا چيو، "اچ، گيتا ڇا چيو ته پسند اٿس."

"ها، هن کي ڪو به اعتراض نه آهي."

"مون کي اڳي ئي خبر هئي. گيتا اهڙي سٺي ۽ اهڙي سباجهي آهي. جو هوءَ ڪڏهن به منهنجي خواهش نه ٽوڙيندي. مگر چندر ڪالهه کان هن ڪاڏو پيتو ڇڏي ڏنو آهي. ٻڌاءِ، انهيءَ مان پلا ڪهڙو فائدو. ڇا منهنجي وس جي ڳالهه آهي؟ مان هن کي هميشه ته پاڻ وٽ رکي نٿو سگهان. اچ صبح جو نيرن وقت ته هوءَ منهنجي اڳيان به ڪا نه ويٺي.... تون ئي ٻڌاءِ منهنجو ان ۾ ڪهڙو ڏوهه آهي؟"

چندر خاموش! پوءِ پڇائين، "گيتا آهي ڪٿي؟"

"گئريج ۾ موٽر پيئي ڌاهي.-ڏاڍي منع ڪئي مانس ته سخت اس آهي. لڪ پيئي لڳي، مگر هوءَ مڃي ڪٿي ٿي! ٻڌاءِ هن جي اها پريشاني مون کي ڪيئن وڻندي؟ وڃ چندر تون ئي وڃي هن کي سمجهاءِ. مان ڇا چوانس." ڊاڪٽر جي آواز ۾ درد پريل هو.

چندر اٿي هليو ويو. گئريج ۾ ڪافي گرمي هئي. مگر ٻنتي اتي تڏو وڇائي سمهي پيئي هئي ۽ گيتا موٽر جو ڍڪ لاهي ان جي صفائي ڪرڻ ۾ مشغول هئي. ٻنتيءَ کي هوش ڪو نه هو. وهاڻي ۽ تڏي تان هٽي زمين تي وڃي پيئي هئي ۽ هن جي چوٽي سنڌل نانگڻ جيان پيئي لڳي. ٻنتيءَ جو هڪ هٿ ڇاتيءَ تي ٻيو هٿ زمين تي هو ۽ ساڙهيءَ جو پلؤ چادر ٿيڻ جي ويو. چندر جي پيرن جي آهٽ تي گيتا منهن ڦيرائي، هن کي ڏسي چيو، "اچ چندر!" هن جي چپن تي مرڪ آئي پر ملول. ان مرڪ جي خوشي، موهڻي لڄي ڇڪي هئي. ان جو صرف پاڇو باقي بچيل هو. گيتا ارچتو ٻنتيءَ ڏانهن نهاريو. "اڙي، سمهي ڪيئن پيئي آهين! اٿ، چندر آيو آهي." ٻنتيءَ اکيون کوليون، چندر کي ڏٺو. ليٽي ئي نمستي ڪيائين ۽ پوءِ ساڙهي سنڀالي پاسو ورائي وري سمهي پيئي.

گيتا چيو، "هيءَ ڪمبخت ته سڄو ڏينهن ننڊون پيئي ڪري. هيڏو چيومانس ته ڪمري ۾ وڃي پنکي هيٺان سمهه. پر هوءَ ٻڌي ڇو ٿي. مان گئريج ۾ هجان ته هيءَ پلا ڪمري ۾ ڪيئن سمهي! جتي مان مرنديس، اتي هيءَ مرندي."

”تہ تون ڪثريج ۾ ڇو ائي اهين؟ هينئر موٽر کي صفا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پيئي هئي؟“ چندر چيو. مگر ڪوشش ڪندي بہ هو اڄ پنهنجي آواز ۾ اڳي جيان غصو پيري نہ سگهيو. نہ ڄاڻ هن جي اها ڪاوڙ ڪيڏانهن هلي ويئي هئي.

”نہ چندر، اڄ منهنجي طبيعت نٿي لڳي. ڇا ڪريان....مڙهڻ ڪنيم، اهو بہ رکي ڇڏيم. شاعري ڪنيم پڙهي نہ سگهيس. اڄ ان ۾ ذرو بہ چاهہ نہ لڳو. تڏهن سوچيم تہ ڪو سخت، ڪٺور ڪم ڪريان جنهن ۾ لوهہ فولاد جو مقابلو هجي تہ من ان ۾ دل لڳي. تڏهن هتي موٽر ٺيڪ ڪرڻ هلي آيس.“

”ڇو اڄ شاعريءَ ۾ دل ڇو نہ لڳي؟ تعجب آهي.... گيسوءَ سان گڏ تہ تون ڪلاڪن جا ڪلاڪ شاعري پڙهندي گذاري ڇڏيندي آهين!“

”اڳي شايد دل ۾ ڪنهن کي پيار ڪندي هيس، تڏهن شاعري ۾ مزو اچي ويندو هو.“ گيتا کي تنهن ڏينهن جي ڳالهہ ياد اچڻ تي اداس ڪل اچي ويئي. ”هينئر شايد ڪنهن کي پيار ڪا نہ ٿي ڪريان تہ شاعريءَ ۾ مزو نٿو اچيم. هينئر اهي گيت بيوس، بيجان ۽ غيرفطري پيا لڳن. دل جي درد اڳيان اهي نهايت ٿڪيون آهن.“ ۽ هوءَ وري موٽر جي پرزن ٺيڪ ڪرڻ ۾ لڳي ويئي. چندر چپ چاپ موٽر جي دروازي کي ٽيڪ ڏيئي بيٺو رهيو. دل ۾ الائي ڇا سوچيندو رهيو.

گيتا مٿو کڻي ڪانسواءِ، ٺوڙي ٺي نوڙي، هڪ هٿ سان هڪ پرزي تي تار ويڙهيندي چيو. ”چندر تنهنجي دوست جا عزيز اچڻا آهن.... ايندڙ آگاري تي. جلدي تياري ڪرڻي اٿيئي.“

”ڪهڙا دوست! ڪهڙا عزيز!“

”منهنجو ڏير ۽ سس اچڻا آهن، مون کي ڏسڻ لاءِ. هنن پنهنجي اچڻ جو ڏينهن ڦيرائي ڇڏيو آهي. تياري ڪرڻ لاءِ فقط ڇهہ ڏينهن آهن.“

چندر ڪو بہ جواب ڪو نہ ڏنو. ٿوري دير ترسي گيتا وري چيو، ”اگر ٺيڪ سمجهين تہ ٿوري ڪريم پائوڊر وٺي اچج. لڳائي پاڻ کي گوري منهم بڻايان تہ شايد اڳهامي ويندس. ڪيئن، ٺيڪ آهي نہ!“ گيتا عجيب نموني ٺهڪ ڏنو ۽ چندر ڏانهن نهارڻ لڳي. چندر ٻاهران خاموش هو پر هن جي اندر ۾ هڪ عجيب پيڙا هئي، جنهن جو ٻاڇو هن جي پيشانيءَ تي پئي پيو.

گيتا موٽر جو ڪور ڍڪي چندر وٽ اچي چيو، ”ڇو چندر، توکي منهنجي ڳالهہ پسند نہ آئي؟ ڇا ڪريان، ڪالهہ ڪان وٺي مون ڪان اهو بہ وسري ويو آهي تہ مذاق ڪيئن ڪجي. چرچو ٿي ڪريان تہ چٽر ٿي ٿي وڃي. مگر چندر مون توکي ڪجهہ بہ چوڻ نٿي چاهيو.“ گيتا جي ٻولڻ ۾ بيحد لاڏ هو، ”ڇگو مان ڪجهہ بہ نٿي چوان.“ هن پنهنجي ساڙهي سنڀالڻ لاءِ هٿ ڪنيو. هن جي هٿن ۾ ڪاراڻ لڳل هئي. چندر سمجهيو تہ گيتا منهنجي ڪلهي تي هٿ ٿي رکي، سو پري هٽي ويو تہ گيتا چيو، ”گهٻرائجين ڇو ٿو ديوتا! تنهنجي اجري بدن تي مان داغ ڪا نہ لڳائيندس. اها ڪاراڻ مان پنهنجي پلاند سان اگهي ڇڏيندس.“ ۽ سچ پچ ساڙهيءَ جي پلاند سان هٿ اگهندي چيائين، ”بنتي، هل تہ اندر هلون اٿ ٻلي، جلدي ڪر.“

اتي چندر کي صوفا تي ويهاري گيتا هن جي پير ۾ ٿي ويٺي. آگرين مان ٺڪاءُ ڪڍندي چيائين ”چندر، منهنجي مٿي ۾ ڏاڍو سور آهي.“

”مٿي ۾ سور نہ پونديءَ تہ ڇا ٿينديئي! هيڏي لڪ ۾ هلڻيءَ موٽر ٺيڪ ڪرڻ. پاپا ڪيڏو نہ دکي ٿي رهيو آهي. ڇا تنهنجو هيئن هلڻ نهي ٿو؟ پوءِ فائدو ٿي ڪهڙو! هونءَ دکي نہ ڪري هيئن دکي ڪرڻ. ڳالهہ تہ اها ٿي وڃي بيٺي نہ! شابس تڏهن آهي، جڏهن تون پنهنجي هٿن سان پنهنجي دنيا جلائي خاڪ ڪري ڇڏين ۽ پوءِ بہ منهن تي گهنج نہ پوي، چپن مان شڪايت جي صرف سي نہ نڪري. هيل تائين تو دنيا جي اوچاين تي پهچي بہ جيئن پنهنجو ٻالپڻو، پنهنجي معصوميت قائم رکي هئي، تيئن هينئر دنيا جو سڀ سک عيش لٽائڻ بعد بہ تون پنهنجو اهو ٻالپڻو، پنهنجي اها معصوميت ڇو نہ ٿي قائم رکين!“

”ٻالپڻ! گيتا ڪلي چيو. ”چندر، ٻالپڻ هينئر ختم ٿي ويو. مان وڏي ٿي ويئي آهيان.“

”وڏي ٿي ويئينءَ! ڪڏهن ڪان؟“

”ڪالهہ منجهند ڪان!“

چندر خاموش. ٿوري دير بعد وري گيتا ٿي چيو. ”نہ چندر، مان ٻن ٽن ڏينهن ۾ ٺيڪ ٿي ويندس. تون گهٻرائج نہ. مان موت جي سيج تي بہ تنهنجي آديش کي ماڻ ڏيئي مشڪندي رهنديس.“ ائين چئي گيتا وري خاموش، پورن ۾ ويڙهجي، ويٺي رهي. چندر بہ چپ چاپ سوچيندو رهيو. نيٺ چيائين، ”گيتو! توکي منهنجي ذري بہ پرواهہ نہ آهي؟“

"تڏهن ڪنهن جي پرواھ اٿم چندر! تنهنجي پرواھ نہ هجير ها تہ مان بہ ڏسان ها. مون کي ڪير ٿو جهڪائي سگهي. اڄ ڪان سال اڳي جڏهن مان ڳوٺ مان پاپا وٽ آئي هيس، تڏهن مون کي ڪڏهن بہ اهو خيال ڪو نہ آيو تہ هڪ ڏينهن مان ڪنهن جي اڳيان ايئن جهڪي سگهنديس.... چندر، اڄ من ڏاڍو اچاٽ آهي، هل ڪٿان گهمي اچون. هلندين نہ؟"

"هل." چندر وراڻيو.

"ترس، بنتيءَ کي اٿاري اچان. هوءَ ڪمبخت اڃا سمهي پيئي آهي." گيتا اٿي هلي ويئي. ٿوري دير بعد بنتي اکيون مهٽيندي بغل ۾ تڏي دٻائي اٿي آئي ۽ وري ورانڊي ۾ ويهي جهوٽا کائڻ لڳي. پٺيان گيتا وچي هن جي چوٽي ڇڪيندي چيو، "اٿ تيار ٿي وڃ! گهمڻ هلڻو آهي."

ٿوري وقت ۾ سڀئي تيار ٿي ويا. گيتا وڃي گئريج مان موٽر ڪڍي آئي. چندر کان پڇيائين، "تون هلائيندي يا مان هلايان؟ اڄ مون کي هلائڻ ڏي. هل تہ اڄ ڪنهن وڻ يا پهاڙ سان هن موٽر جو ٽڪر ڪارايان."

"اڙي باپ ڙي!" پٺيان بنتيءَ رڙ ڪئي، "تہ مان ڪا نہ هلنديس."

گيتا ۽ چندر ٻنهي ڪنڌ ورائي هن ڏانهن ڏٺو ۽ هن جي گهبراهٽ ڏسي دنگ رهجي ويا.

"نہ، تون مرندينءَ ڪا نہ." گيتا چيو ۽ هوءَ اڳيان ويهي رهي. بنتيءَ کان پڇيائين، "تون پٺيان ويهندينءَ نہ."

"نہ بابا موٽر هلندي تہ مان ڪري پونديس."

"اڙي توکي موٽر جي پٺيان ويهڻ لاءِ ٿي چوان ڇا! پٺئين سيٽ تي ويهڻ لاءِ ٿي پچان." گيتا وري سوال ڪيو.

"او.... مون سمجهيو تہ تون مون کي موٽر جي پٺيان بيهڻ لاءِ ٿي چوين، جيئن بگيءَ ۾ سئس پٺيان بيهندو آهي، تيئن. مان تہ توسان گڏ ويهنديس." بنتي اڄ چنچل ٿي اٿي هئي.

"اڄ تنهنجو ڀالپڻ وري موٽي آيو آهي، ڀلي ڪٿان جي! هل، ويھ اچي مون وٽ." بنتي مشڪندي گيتا جي پر ۾ وڃي ويٺي. گيتا پيار مان هن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو. چندر پٺيان ٿي ويٺو تہ گيتا چيس، "هرج نہ سمجهين تہ تون بہ اڳيان اچي ويھ. باقي جي ويچو رکڻ چاهين تہ ڀلي پٺيان ويٺو هج."

چندر بہ اڳيان اچي ويٺو. هڪ طرف چندر، ٻئي طرف گيتا، وچ ۾ بنتي.

موٽر هلي تہ بنتيءَ رڙ ڪئي، "اڙي منهنجو ماستر صاحب!"

چندر ڏٺو تہ بسريا سامهون پيو وڃي. چندر رڙ ڪري هن کي چيو، "اڄ پڙهڻ ڪو نہ ٿيندو." گيتا موٽر روڪي ڪا نہ.

چندر کي بيحد عجيب لڳو جڏهن ڏٺائين تہ موٽر پمي‌ءَ جي بنگلي اڳيان اچي بيٺي آهي. پڇيائين، "هتي ڇو؟"

"ايئن ئي." گيتا وراڻيو. "اڄ دل ٿي چوي تہ پميءَ وٽ هلي انگريزي شعر ٻڌان."

"سويل تو چيو ٿي تہ اڄ شعر پڙهڻ ۾ منهنجو من نٿو لڳي."

"تون ڪجھ بہ ڇئو نہ چندر. اڄ مون کي ڇڏي ڏي تہ جيڪي من ۾ اچيم سو ڪندي رهان. منهنجي مٿي ۾ ڏاڍو سور آهي ۽ مون کي ڪجھ بہ سمجھ ۾ نٿو اچي تہ ڇا ڪريان. چندر تو سٺو نہ ڪيو."

چندر جواب ڪو نہ ڏنو، چپ چاپ اڳتي وڌيو. گيتا پٺيان بنتي هٽڪندي هٽڪندي پئي آئي.

پميءَ ڪجھ لکيو ويٺي. هن اٿي سيني جي آجيان ڪئي. هڪ ڪوچ تي هوءَ ويٺي، ٻئي ڪوچ تي گيتا، چندر ۽ بنتي ويٺا گيتا پميءَ سان بنتيءَ جي واقفيت ڪرائي ۽ جڏهن پميءَ اٿي بنتيءَ سان هٿ ملايو تہ الائي ڪهڙي ڪارڻ بنتيءَ چندر ڏانهن نهاري مشڪي ڏنو. شايد ان ڏينهن واري ڳالھ ياد اچي ويس.

اوچتو گيتا کي بہ نہ ڄاڻ ڪهڙو خيال آيو... شايد بنتيءَ جي شرارت ڀري مرڪ تي ئي هن کي اهو ويچار آيو. هن چندر کي چيو، "چندر، تون پميءَ سان ٿي ويھ دوستن کي هميشہ گڏ ويهڻ گهرجي."

"ها ۽ خاص ڪري جڏهن اهي ڪڏهن ڪڏهن ئي ملندا هجن." بنتيءَ مشڪي گيتا جي ڳالھ کي وڌائيندي چيو. پمي هن جو مذاق سمجهي ورتو ۽ بنا شرمائڻ جي چيائين، "اسان کي وچ واري جي ضرورت نہ آهي، مهرباني، اڄ چندر، هتي اچي ويھ." پميءَ چندر کي پاڻ وٽ سڏيو. چندر اٿي پميءَ وٽ وڃي ويٺو. ٿورو وقت ائين ڳالهيون ٿينديون رهيون. پتو پيو تہ برٽي ڪنهن دوست سان گڏ شڪار ڪيڻ ويو آهي. اڄ ڪلھ هو دل جي شڪل جو دفتريءَ جو خاڪو ڪٽي ان تي تير ڇٽڻ جي ڪوشش ڪندو ٿي رهيو. ڪنهن جهرڪيءَ وغيره کي ماريندو هو تہ ان کي ڪٽي اهو ئي ڏسندو هو تہ گولي ان جي دل ۾ لڳي يا نہ. صحت هن جي سڌرندي ٿي ويئي. گيتا ڪوچ تي مٿو رکي اداس ويٺي هئي. اوچتو پميءَ بنتيءَ کي چيو، "مون توهان کي اڄ پهريون دفعو ڏٺو آهي، توهين ڳالهايو ڇو نہ ٿا؟"

بنتي سهمجي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. ڏاڍي عجيب ڇوڪري آهي. هميشہ خاموش رهندي، پر ڪنهن وقت وري پور آيس تہ پنهنجي غون غون سان سڄو گهر گونجائي ڇڏيندي. چپ هوندي هئي تہ اڪثر اکين جي نگاهن، ڳلن جي رنگ جي لاهہ چاڙهہ ۽ چپن جي مرڪ ذريعي ئي ٻوليندي هئي. پميءَ پڇيس، "توهان کي گلن سان شوق آهي؟"

"ها... ها." بنتيءَ ڪنڌ ڌوڻي جواب ڏنو.
"چندر تون هن ڪي وڃي گلاب ڏيکاري اچينس. ڏاڍا سنا ٽڙيا آهن."
بنتيءَ گيتا کي چيو. "هل ديدي!"
"تون وڃ. مان پميءَ سان ڳالهيون ٿي ڪريان."
گلن وچ ۾ پهچي بنتيءَ چندر کي چيو. "ٻڌو. ديديءَ کي الائي ڇا ٿو ٿيندو وڃي."
"مان خود پريشان آهيان. بنتي! مگر نه ڄاڻ دل جي ڪهڙي ڪنڊ مان هڪ اعتماد ڀريو آواز هردم اٿين ٿي ٿو چوي ته گيتا پاڻ سنڀالي ڇاڏي ٿي. پنهنجي من جو توازن رکي ڇاڏي ٿي. گيتا سچ پچ تياڳ جي مهما پروڙي ٿي....." انهيءَ بعد چندر اوچتو خاموش ٿي ويو. هن بنتيءَ سان گيتا جي باري ۾ وڌيڪ بحث ڪرڻ نٿي چاهيو.
چندر کي خاموش ٿيندو ڏسي بنتيءَ چيو. "توهان کي هڪ ڳالهه ڇوان مڃيندا؟"
"ڇا؟"
"مون کان جيڪڏهن ڪا غير واجب ڳالهه ٿي وڃي ته مون کي معاف ڪري ڇڏجو. توهين ۽ ديدي ٻئي مون کي ايترو ته پيار ٿا ڏيو. جو مان اندازو لڳائي نٿي سگهان ته پنهنجي وهنوار جي حد ڪٿي مقرر ڪريان."
بنتيءَ ڪنڌ جهڪائي هڪ گل کي مروٽيندي چيو.
چندر هن ڏانهن نهاريو ۽ ڪن اڌ سانت رهيو. پوءِ چيائين. "نه بنتي. جڏهن گيتا توکي ايترو چاهي ٿي. تڏهن تون مون تي به پنهنجو ايترو ئي حق سمجهه.جيترو گيتا تي ٿي سمجهين!



هوڏانهن اڪيلائي ملندي ئي پميءَ گيتا کي چيو. "ڇا توهان جي طبعيت خراب آهي؟"
"نه... نه."
"اڄ توهين تمام پيلا نظر پيا اچو."
"ها. من نٿي لڳو ته توهان وٽ هلي آيس. چيم. توهانجي شاعري ٻڌنديس .... انگريزيءَ ۾. منجهند جو مون پنهنجي سر شاعري پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي. پر دل نه لڳي ۽ شام جو وري اٿين محسوس ڪرڻ لڳيس ته گيت نه ٻڌنديس ته مٿو ڦاٽي پوندم."
"توهان جي من ۾ ڪا پريشاني آهي. ڪا هلچل آهي يا شايد.... هڪ ڳالهه پڇانوَ؟"
"پڇو."
"توهان کي خراب ته ڪو نه لڳندو؟"
"نه. خراب ڇو لڳندو؟"
"توهان کي چندر سان پيار ته ڪونهي؟ هن سان شادي ڪرڻ چاهيو ٿا ڇا؟"
"ڇي ڇي! مس پمي توهين هي ڳالهيون ڪهڙيون ٿا ڪريو. منهنجي جيون ۾ هن لاءِ اها جاءِ نه آهي. ڇي ڇي. توهانجون ڳالهيون ته جسم ۾ صفا ڪنڊا ٿي ٿيون چڀن. مان ۽ چندر سان شادي ڪنديس! اهڙي نفرت پري ڳالهه ته مون ڪڏهن ڪا نه ٻڌي!"
"معاف ڪجو. مون توهان کان اٿين ئي پڇيو هو. ڇا هو..... چندر کي ڪنهن سان پيار آهي؟"
"نه بلڪل نه." گيتا اهڙي ئي پروسي سان چيو. جهڙي پروسي سان هن پاڻ بابت ڳالهايو هو.
ايتري ۾ بنتي ۽ چندر موٽي آيا. گيتا بيصبر ٿي چيو. "منهنجو دم ٿو گهٽجي. توهين ڪو گانو شروع ڪريو!"
"چندر ڇا ٻڌندين؟" پميءَ پڇيو.
"پنهنجي دل سان ٻڌاءِ. نيڪ آهي... گيتا چيو ته شاعري ته ٻڌڻ لاءِ ملي."
پميءَ اٿي ڪٻٽ مان هڪ ڪتاب ڪڍيو ۽ هڪ گيت ڳائڻ شروع ڪيائين. وارن جا ڪانٽا لاهي ڇڏيائين ۽ هن جا وار هوا ۾ اڏامڻ لڳا. هن پنهنجو مٿو چندر جي ڪلهي تي ڪٽي رکيو ۽ ڪتاب چندر جي گود ۾ رکيائين.
بنتيءَ مرڪيو ته گيتا هن کي اک جي اشاري سان منع ڪئي. پميءَ ڳائڻ شروع ڪيو. ليڊي نارٽن جو هڪ گيت.
"مان توکي پيار ڪا نه ٿي ڪريان. نه. مان توکي پيار ڪا نه ٿي ڪريان.
پوءِ به مان اداس ٿي رهان. جڏهن تون مون وٽ نٿو رهين!
مون کي ان نرمل نيلن گلن سان به ريس ٿي ٿئي جن هيٺان تون ڪڙو هوندين ۽ جنهن جا ستارا توکي ڏسي سگهندا هوندا......"

چندر ٻمي ۽ ڏانهن نهاريو. گيتا پنهنجو ڪنڌ پنهنجي ئي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو. ٻمي ۽ ڀهرين مصرع ختم ڪري اونهو ساهه کنيو ۽ وري ٻي مصرع شروع ڪيائين...

"مان توکي پيار ڪا نه ٿي ڪريان.
پوءِ به تنهنجون ڀوليندڙ اکيون، جن جي نيلاڻ ۾ گهرائي، چمڪ ۽ صداقت آهي....
منهنجون يڪ ٽڪ نگاهون اڌ رات جي آڪاس ڪي تڪينديون ٿيون رهن.
ٻئي ڪنهن جي نگاهن سان ته ائين ڪو نه ٿو ٿئي..."

گيتا ٻنتيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ هن جي ڪلهي تي مٿو رکي ليٽي پيئي. ٻمي ڳائيندي رهي...

"نه! مون کي معلوم آهي ته مان توکي پيار ڪا نه ٿي ڪريان. مگر منهنجي ان صاف دل تي شايد ڪير به اعتبار نه ڪندو.
مون اڪثر ڏٺو آهي ته ماٺهو مون ڏانهن ڏسي مشڪي ڏيندا آهن.
ڇاڪاڻ جو مان يڪ ٽڪ اوڏانهن پيئي نهاريندي آهيان، جتان تون ايندو آهين!"

گيت جو سر نهايت سپاويڪ نموني شروع ٿيو. فضا ۾ اڏاٽو، لرزيو ۽ پوءِ ڏيري ڏيري هڪ سوز ڀري، سڏڪن ڀري لئي ۾ سمائجي ويو. گيت ختم ٿيو ته گيتا جو ڪنڌ ٻنتيءَ جي ڪلهن تي ۽ چندر جو هٿ ٻمي ۽ جي ڪلهي تي هو.چندر ٿوري دير گيتا ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ ٻمي ۽ جي زلفن جي هڪ هلڪي سونهري ڇڳ سان کيڏيندي چيائين، "ٻمي، تون ڳائين ڏاڍو سٺو ٿي."

"سٺو! ڀهترين چئه. اڄرج ڀريو چئه. تو ته ڪڏهن ڪو نه ٻڌايو ته ٻمي اهڙي سٺي آهي. وري ڪڏهن ٻڌائيندينءَ." گيتا چيو.

"ضرور مس شڪلا! ڪاش، هيءَ گيت ليڊي نارٽن بجاءِ توهان لکيو هجي ها!"

گيتا گهبرائجي اٿي. هن چندر جو هٿ پڪڙي چيو.

"چندر، اٿ ته هلون. مس ٻمي، اسين وري ٻئي ڪنهن دفعي ايندا سين. اڄ منهنجو من ٺيڪ نه آهي."

چندر ڊرائيور جي جڳهه تي ويٺو ته ٻنتيءَ چيو، "مون کي اڳيان هوا ٿي لڳي، مان پنيان ٿي ويهان."

موٽر علي ته گيتا چيو، "هتي من البت سانتيڪو آهي، چندر! سويل سمجهه ۾ ئي نٿي آيو. من اندر الائي ڪهڙا ڀيانڪ طوفان پيئي اٿيا. هڪ ٻئي سان پيئي ٽڪريا. هينئر اهي سڀ طوفان ماٺا ٿي ويا. فقط طوفان کان پوءِ واري خاموشي، اداسي آهي." گيتا اونهو ساهه کنيو. "الائي ڇو، اڄ سڄو بدن ڇڻ ٽٽي پيو." هن سڄي جسم کي مروٽيندي چيو.

ٻئي ڏينهن چندر ويو ته گيتا کي بخار اچي ويو هو ۽ انگ انگ ۾ سور ۽ اکين ۾ اها لالائي، اها باهه ڀريل هئس. ڄڻ انهن ۾ ڪنهن ڀريل ٽانڊا ڪٽي رکيا هئا. سڄي رات هوءِ بي آرام رهي، صفا پاڳل ٿيجي ويئي. وهاڻا، چادرون، پاڻيءَ جو گلاس سڀ ڪٽي اڇلائڻ لڳي. ٻنتيءَ کي ڪڏهن سڏي پاسي ۾ ٿي ويهاريائين ته ڪڏهن ڌڪي پري پٽي ڪيائين. ڊاڪٽر پريشان، سڄي رات ڏي ۽ جي سيرانديءَ کان ويٺو رهيو. هن جي مٿي تي، هن جي پيٽ تي برف رکندو رهيو. ڊاڪٽر گهوش چيو ته ڪالهه گرمي ۾ نڪرڻ جو ئي هيءَ نتيجو آهي.

ٻنتيءَ هڪ دفعو پڇيس "چندر کي سڏايان؟" ته گيتا وراڻيو، "نه مان مري وڃان پوءِ، منهنجي جيئري نه!"

ٻنتيءَ تنهن هوندي به جڏهن ڊرائيور کي چيو: چندر کي سڏي اچ. ته گيتا هڪدم ٻڪوڙجي ويئي. "توهين سڀيئي منهنجي جان وٺڻ لاءِ تيار ٿيا آهيو؟" ۽ هوءِ ڪمزوريءَ وچان سهڪڻ لڳي. ڊرائيور چندر کي سڏڻ ڪو نه ويو.

چندر پهتو ان وقت ڊاڪٽر سڄي رات جي اوجاڳي بعد ڏي ۽ جي سيرانديءَ کان اٿي وهنجڻ پٽي ويو. چندر کي چيائين، "رات کان گيتا کي نه ڄاڻ ڇا ٿي ويو آهي. هينئر البت آرام اٿس. پر سڄي رات بي آرام هئي ۽ هڪڙي ڏينهن ۾ ئي اهڙي چيڙاڪ ٿي پيئي آهي ڇا!"

چندر ڪمري ۾ پهتو ته گيتا ان وقت اکيون بند ڪري ليٽي پيئي هئي ۽ ٻنتي هن جي مٿي تي برف جي ٿيلهي رکي ويٺي هئي. گيتا جو چهرو راتوڪي رات ۾ زرد ٿي ويو هو ۽ منهن تي پريشانين جا انيڪ گهنج پئجي ويا هئس. اکيون بند هوندي به پلڪن هيٺان ڄڻ ٻرندڙ ٽانڊن جي تپت پئي نڪتي. چندر جي اچڻ جي آهٽ ٻڌندي ئي گيتا اکيون کوليون. باهه وسائيندڙ نگاهن سان بلڪل عجيب نموني چندر ڏانهن نهاريائين. پوءِ ٻنتيءَ کي چيائين، "ٻنتي، هن کي چئينس ته هتان هليو وڃي!"

بنتي خاموش، چندر بہ سمجهيو ڪو نہ. هو اڳتي وڌي آيو. چيائين. "گيتا. ڪيئن پنهجي وئينءَ نہ بيمار! مون تہ توکي بروقت ٽي چيو تہ گئريج ۾ موٽر صفا ڪرڻ نہ وڃ. ٽيو ڏينهن هيترو رنئي پنيئي ڪلهہ اس ۾ پنڪين. اڄ پنهجي رهينءَ. ڪيئن اٿيئي طبعيت؟"

گيتا بستري تي ڪسڪي پري هٽي وئي. پاڻ کي چادر سان سڄو اٿين ڪٽي ڍڪيائين جڻ چندر جي پاڇي کان بہ بچڻ ٿي چاهيائين. پوءِ نهايت ڪوڙي تيز ۽ سهڪندڙ آواز ۾ چيائين. "بنتي چئينس تہ هتان هليو وڃي!"

چندر چپ ٿي ويو ۽ يڪ ٽڪ گيتا ڏانهن نهارڻ لڳو. گيتا جي ان ڳالهہ چندر کي جڻ چلي وڌو. گيتا جي ڳالهہ ۾ اڄ ڪيڏي نہ ڏارياٽپ هئي! گيتا جيڪا هن کي پاڻ کان وڌيڪ پياري هئي، سا اڄ هيئن ٻولي! چندر چيو، "گيتا، توکي ڇا ٿيو آهي!" هن جي آواز ۾ ڏک هو، پيار هو، لاڏ هو، همدردي هئي.

"مان ڇوان ٿي تہ تون هتان وڃين ڪو نہ؟" گيتا صفا ناٽڪ جيان ڦوڪاريندي چيو.

"منهنجي بيماريءَ تي همدردي ڏيکارڻ وارو تون آهين ڪير؟ مون کان پڇڻ وارو تون ڪير؟ مان بيمار آهيان، مران ٿي. تنهن سان تنهنجو مطلب؟ تون ڪير آهين. منهنجو پاءُ آهين؟ پيءُ آهين؟ ڪالهہ پنهنجي ساهيڙيءَ وٽ منهنجي بيعزتي ڪرائڻ لاءِ ٿي وٺي هليو هئين!" گيتا سهڪڻ لڳي.

"بيعزتي! گيتا، ڪنهن تنهنجي بيعزتي ڪئي؟ پميءَ تہ ڪجهہ ڪو نہ چيو. تون پاڳل تہ ڪا نہ ٿي وئي آهين!" چندر گيتا جي پيرن تي هٿ رکندي چيو.

"پاڳل نہ ٿي آهيان تہ ٿي وينديس." هن پنهنجا پير پري هٽائي ڇڏيا. "تون، پمي، گيسو، پاپا ۽ ڊاڪٽر سپيئي گڏجي مون کي پاڳل بنائي رهيا آهيو. پاپا چوي ٿو شادي ڪر. پمي چوي ٿي نہ ڪر. گيسو چوي ٿي تون پيار ٿي ڪرين ۽ تون.... تون ڪجهہ ڪو نہ ٿو ڪڇين. تون مون کي هن دوزخ ۾ جلندو پچندو ڏسين ٿو، پر ڪڇين ڪو نہ ٿو. ڪجهہ ڪرڻ لاءِ، مون کي بچائڻ خاطر تون اٿلو مون کي ان دوزخ ڏانهن ڌڪي رهيو آهين.... چندر مان پاڳل ٿي ويئي آهيان. مان ڇا ڪريان؟" گيتا جي ان پڪار ۾ بيحد دک هو، التجا هئي. چندر خاموش، سر جهڪائي مٽي کي هٿ ڏيئي ويٺو رهيو. گيتا ٿورو وقت سهڪندي رهي. پوءِ چيائين. "ڪالهہ مون کي پميءَ وٽ وٺي هلڻ جو توکي ڪهڙو حق هو! هن ڪالهہ پنهنجي گيت ۾ اٿين ڇو چيو تہ مان توکي پيار ٿي ڪريان!" چندر بنتيءَ ڏانهن نهاريو. گيتا چيو. "بنتي! بنتيءَ کان مان ڪجهہ ڪا نہ لڪائيندي آهيان. پميءَ اٿين ڇو چيو... مان توکي پيار ڪا نہ ٿي ڪريان، اصل ڪا نہ ٿي ڪريان. منهنجو من مون کي دوکو ڏيئي نٿو سگهي. مون کي توسان صرف... نہ ڄاڻ اهو ڇا آهي پر پميءَ اهڙي ڳالهہ ڪئي؟ اهي ڳالهيون ٻڌي منهنجي اندر ۾ ڄڻ جوالا مکي دکي اٿي آهي! تون مون کي پميءَ وٽ ڇو وٺي هلئين؟"

"تون خود هلي هئينءَ گيتا." چندر وراڻيو.

"تہ تون مون کي روڪي سگهئين ٿي. تون چوين ها تہ نہ وڃ. تہ ڇا مان اتيّ وڃي سگهيس ٿي؟ تو مون کي ڇو نہ روڪيو؟ تون منهنجو هٿ پڪڙين ها، مون تي ڪاوڙ ڪرين ها... تون اٿين ڇو نہ ڪيو؟ ڇا هڪ ڏينهن اندر مان تنهنجي لاءِ سڌاري ٻڄي ويس. جي غير ٻڄي وئي آهين تہ اڄ تون ڇو آيو آهين؟ هتان هليو وڃ.مان چوان ٿي.... هتان هليو وڃ." گيتا هينئر ڏند پئي ڪرٽيا.

"گيتا...!"

"مان تنهنجو آواز بہ ٻڌڻ نٿي چاهيان. وڃين ٿو يا نہ....؟" ۽ گيتا پنهنجي مٽي واري برف جي ٿيلهي ڪٽي پري ڦٽي ڪئي. چندر ڇرڪ پري اٿيو. بنتي گهبرائجي وئي. چندر گيتا ڏانهن نهاريو. هن جي صورت ڊيڇاريندڙ ٻڄي وئي هئي. چندر جي دل روئڻ لڳي. هو اٿيو. پل بہ گيتا ڏانهن نهاريائين. پوءِ آهستي آهستي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو.

ٻاهر ورانڊي ۾ پهچي ڪوچ تي ويهي هو سوچيندو رهيو تہ گيتا کي ڇا ٿي ويو آهي. ٽيون ڏينهن شام جو پاڻ هئين ڪوچ تي ليٽيل هو ۽ گيتا سندس مٿن کان ويهي مٽس پنکو پئي جهوليو. ڪالهہ شام جو بہ هوءَ مشڪندي ڪلندي رهي. پاڻ ٿي چيائين تہ طوفان ختم ٿي ويو. پوءِ هي ڇا ٿيو! اندر جي ڪشمڪش هي ڪهڙو روپ ورتو!

۽ ان اهو روپ ڇو ورتو؟ جڏهن پاڻ پنهنجي من کي مانو رکي سگهي ٿو، مشڪندي کلندي سڀ ڪجهہ برداشت ڪري سهي ٿو تہ گيتا بہ اٿين ڇو نہ ٿي ڪري سگهي. پاڻ پنهنجي ساهہ سان گيتا جي پرورش ڪئي هئائين. ذرو ذرو ڪري هن کي ڏاهيو هئائين. سنواريو هئائين، سينگاريو هئائين. پوءِ گيتا ۾ اڄ هيءَ ڪمزوري ڪٿان آئي؟

ڇا ان پرورش ڪندي پاڻ کا غلطي ڪئي هئائين؟ ڇا گيتا بہ هڪ معمولي ڇوڪري آهي. جنهنجو پريم ۽ نفرت جو جذبو ٻين رواجي ماڻهن جهڙو ٿي آهي؟ قبول ڪجي تہ پاڻ پنهنجي ۽ گيتا لاءِ جيڪا واٽ چونڊي هئائين اها علحده آهي.نرالي آهي. مگر پوءِ ڇا؟ ڇا گيتا ۽ پاڻ بہ دنيا کان علحده، نرالا نہ آهن؟ پوءِ تڏهن گيتا

هيئن ڌهي چو پيئي آهي؟ ڇا ڇوڪريون صرف جذبات جا پتلا آهن؟ ڇا ساڏنا هنن کان پڇي ٿي ڪا نہ؟ يا پاڻ گيتا جي بردباري ڪٽڻ ۾ غلطي ڪئي هئائين؟ ڇا گيتا زندگيءَ جي هن تلوار مثل سنهڙي ڌار تي هلڻ ۾ ناڪامياب ٿيندي؟ اها گيتا جي تہ نہ، پر خود سندس ئي هار آهي."

۽ پوءِ.... گيتا جيڪڏهن اهڙي ٿي رهي تہ چندر جو ڇا ٿيندو؟ گيتا ئي تہ چندر جو روح آهي؟ تہ ڇا اهو پاپ، گناهہ چندر مٿان ئي مڙهجندو تہ هن پنهنجن ئي هٿن سان پنهنجي روح جو خون ڪيو؟

ڇا تياڳ جو بيو نالو خون آهي؟ ڇا مرد ۽ عورت جي ناتي لاءِ رشتي لاءِ هڪ ئي واٽ ڪليل آهي...
پيار، شادي ۽ تربيتي! ڇا معصوميت، تياڳ ۽ جدائي انهيءَ نالي کي، انهيءَ رشتي کي، پروسي کي، زنده رکي نٿا سگهن؟ گيتا ۽ پمپيءَ وچ ۾ تڏهن ڪهڙو فرق آهي؟ ڇا گيتا جي دل کي ايترو نزديڪ آڻي، گيتا جي وجود ۾ پاڻ کي سمائي، ۽ اڄ وري هن کي دور رکڻ ۾ پاڻ پاپ ڪري رهيو آهي؟ تہ ڇا پشپ کي چمن مان ٽوڙي، ان کي پنهنجي ڪوٽ ۾ لڳائڻ ئي درست آهي؟ بيو سڀ پاپ گناهہ آهي؟ ڇا مون گيتا جي وجود کي ٽوڙي ڇڏيو آهي؟
ڪنهن هن جي پٺيان سندس ڪلهي تي هٿ اچي رکيو. ويچار ڌارا ٽٽي پيئي... بنتي هئي. بنتيءَ ڏاڍي سڪ مان پڇيو، "توهين ڇا پيا سوچيو؟"

"ڪجهہ نہ."

"ٻڌايو نہ. ڇا مان ٻڌڻ جي حقدار نہ آهيان؟" بنتيءَ جي آواز ۾ هميشہ ايڏي تہ پنهنجائپ، ايڏي همدردي، ايڏي صداقت هوندي هئي جو چندر هن کان ڪجهہ بہ لڪائي نہ سگهندو هو.

"ڪجهہ ڪونهي بنتي! تون چوين ٿي تہ مان ديوتا آهيان. ڇاڪاڻ جو مون گيتا کي ايڏي دوريءَ تي رکيو آهي! گيتا چوي ٿي تہ مون اهو ويچو وجهي پاپ، گناهہ ڪيو آهي. مان منجهي پيو آهيان تہ مون ڇا ڪيو آهي. ڇا مان خود گهڻ پريشان آهيان. مان اهو بہ اندازو لڳائي نٿو سگهان تہ منهنجو اندر ڪيتري حد تائين زخمي ٿيو آهي. ڇا مون کي هڪ گهڙيءَ جو بہ آرام نصيب ٿئي ٿو؟ ڇا منهنجي لاءِ اها سزا ڪافي نہ هئي جو قدرت هيئر وري گيتا کي هيءَ ڏنڀ ڏيئي رهي آهي؟ ڪاش، اها بي آرامي، اها پريشاني صرف مون کي ئي ملي! منهنجي پاپ جي سزا گيتا کي ڇو ٿي ملي؟ بنتي، هيئر توکان ڪجهہ بہ لڪل نہ آهي. جنهن کي مان پنهنجي ساهن ۾ سمائي اندر لوڪ تائين وٺي ويس، اڄ هوا جا جهوٽا ان کي بادلن جي اوچائيءَ تان ڌڪڻ جي ڪوشش ڇو پيا ڪن ۽ مان هيئن بيوس ڇو بڻجي ويو آهيان." بنتيءَ جي همدرديءَ پرئي ڇهاو تي چندر جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا.

"ڇي .... ڇي! توهين تہ ههڙا سمجهو ۽ عقل وارا آهيو! ديدي نيڪ ٿي ويندي. ڇا گهبرائجڻ سان سڀ ٺيڪ ٿي ويندو؟ توهان کي منهنجو قسم آهي، اداس نہ ٿيو. ڪو بہ سوچ ويچار نہ ڪريو. ديدي اڳي ئي بيمار، مٿان توهين بہ پنهنجي هيءَ حالت ڪندا تہ ڪم ڪيئن هلندو. اٿو. ديدي توهان کي سڏي ويئي."

چندر اندر ويو. گيتا اشاري سان هن کي پنهنجي پير ۾ ويهڻ لاءِ چيو. "چندر! منهنجو دماغ ٺيڪ نہ آهي. تون هتي ويهہ منهنجي پرسان. مگر ڪجهہ بہ ڇئجان نہ. ڳالهائج نہ!"

ان بعد ڏينهن تہ گذري ويو پر نهايت عجيب نموني. جيڪو پيرو چندر اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، سو پيرو گيتا هن کي ڇڪي ويهاري ڇڏيو. هن کي گهر وڃڻ بہ نہ ڏنائين. ڪاڌو بہ بنتي اتي ئي کڻي آئي. گيتا ڪڏهن چندر ڏانهن ٿي نهاريو تہ ڪڏهن وهاڻي ۾ منهن لڪائي ٿي ڇڏيائين. زبان مان اکر ڪو نہ ڪڇيائين. مگر هن جي نيڻن ۾ جيڪو گوندر گڏيل احساس هو، سو نهايت عجيب هو. پاپا آيو. ڪلاڪ ويٺو رهيو. مگر هن ٻات ڪا نہ چوريو. پاپا هليو ويو تہ هن چندر جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيو ۽ پوءِ پاسو ورائي وهاڻي تي پنهنجي ڳل هيٺان چندر جو هٿ دٻائي ليٽي رهي. اکين مان گرم گرم لڙڪ ڳڙندا. ڳلن تان وهندا چندر جي هٿ کي آلو ڪندا رهيا.

چندر خاموش هو. مگر گيتا جا اهي گرم لڙڪ ڄڻ سندس چمڙيءَ جي پورن مان سندس جسم اندر داخل ٿي، هن جي دل تائين پهچي ويا ۽ جڏهن هن جي دل ٻڏڻ لڳي تہ انهن گرم لڙڪن هن جي نيڻن تي حملو ڪيو. گيتا سڀ ڏٺو مگر ڪڇيائين ڪو نہ. ڪلاڪ بعد اپو ساهہ کڻي بيحد اداسيءَ پريو مرڪي چيائين، "اسين ٻئي پاڳل ٿي ويا آهيون نہ! ڇڳو. هيئر شام ٿي آهي. هل، ٻاهر ساوڪ تي هلي ويهون."

گيتا چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي اٿي. بنتيءَ هن کي دوا ڏني. ٿرماميٽر سان تپ جاچيائين تہ بخار لهي ويو هو. چندر گيتا لاءِ ڪرسي کڻي تہ هن مرڪي چيس، "چندر اڄ بيمار آهيان تہ مون لاءِ ڪرسي ٿو کڻين، جڏهن مري وڃان، تڏهن جنازي کي ڪلهو ڏيڻ ضرور اچج. نہ تہ دوزخ ويندس، سمجهيئي نہ!"

"ڇي.... ڇي! اهڙي اُبتي وائي نہ ڪيندي ڪر ديدي!" بنتيءَ چيو.

گيتا ٻاهر سبز ٻاريءَ ۾ ڪرسيءَ تي ويٺي. چندر سندس پير ۾ هيٺ ٿي ويٺو. گيتا چندر جو مٿو ڪرسيءَ جي پاسي تي ليٽائي هن جي خشڪ ڇپن تي پنهنجون آڱريون ڦيرائي چيو. "چندر، اڄ مون توکي ڏاڍو ڏکي

ڪيو نہ؟ مگر نجاڻان ڇو، اڄ توکي ائين دکي نہ ڪريان ها تہ مون کي جيڪا طاقت هينئر ملي آهي، سا اصل ملي نہ سگهيم ها." ۽ پوءِ چندر جي مٿي کي پنهنجي گود ۾ ڇڪيندي گيتا چيو، "ديوتا منهنجا! اڄ توکي گهڻيون گهڻيون ڳالهيون ٻڌائيندي، تمام گهڻيون!"

بنتي اٿي وڃڻ لڳي تہ گيتا چيو "ڪيڏانهن ٿي هلين؟ تون هتي ويهہ. تون منهنجي شاهد رهندينءَ، جيئن پوءِ چندر ايئن چئي نہ سگهي تہ گيتا ڪمزور نڪتي." بنتي ويهي رهي. گيتا ڪي سيڪنڊ اکيون بند ڪري ڇڏيون. پوءِ پنهنجي چوٽي پنيان ڇڪي اڳيان گود ۾ ڪندي چيائين "چندر، هڪ ٻئي کي ڄاڻندي سڃاڻندي اڄ اسان کي ڪيترائي سال ٿي ويا آهن. اصل کان ئي مون لاءِ چڱي مدي، سڀ ڳالهہ جو فيصلو تون ئي ڪندو رهيو آهين. اڄ بہ تون ئي ٻڌاءِ چندر! جي مان پاڻ سنڀالڻ جي بي حد ڪوشش ڪريان ٿي ۽ نٿي سنڀالي سگهان تہ ڇا مان اهو ڏوهہ ٿي ڪريان؟ توکي خبر آهي چندر، تون جهڙو مضبوط آهين ان تي مون کي فخر آهي. تون ڪيڏي نہ اوچائيءَ تي آهين! مان بہ تو جهڙي مضبوط بڻجڻ جي، تنهنجي اوچائيءَ تي پهچڻ جي ڪوشش ڪريان ٿي، پر جي ان ۾ ڪنهن وقت ٿڙڪي ٿي پوان تہ اهو گناهہ ٿيو ڇا؟"

"نہ." چندر وراڻيو.

"۽ انهيءَ اندر جي ڪشمڪش ۾ تو ڏانهن ڪنهن وقت ڪٺور بڻجي ٿي وڃان تہ تون چپ چاپ سڀ ڪجهہ سهي ٿو وڃين. مون کي خبر آهي تہ تون جيتري سک مون کي ڏين ٿو ان ۾ منهنجون سڀ ڪمزوريون لڪي ٿيون وڃن. مگر اڄ مان توکي پروسو ٿي ڏياريان چندر، تہ مان پاڻ بہ پنهنجين انهن ڪمزورين تي شرمسار آهيان ۽ هن کان پوءِ جيئن تون چاهين ٿو، مان اهڙي ئي بڻجڻ جي ڪوشش ڪنديس."

چندر ڪجهہ ڪو نہ. صرف هيٺ ساوڪ تي رکيل گيتا جي پيرن تي پنهنجون ڏڪندڙ آڱريون رکي ڇڏيون. گيتا چوندي رهي، "چندر، ٿورا مهينا اڳي گيسوءَ جڏهن مون کان پڇيو هو تہ گيتا، تنهنجي دل ڪڏهن ڪنهن ڏانهن جهڪي آهي تہ مون هن کي صاف انڪار ڪيو هو. ڪالهہ پمپيءَ بہ مون کان پڇيو تہ تون چندر کي پيار ڪرين ٿي ڇا، تہ مون نہ ڪئي. مان اڄ بہ ان کان انڪاري آهيان تہ مون توکي پيار ڪيو آهي يا تو مون کي پيار ڪيو آهي. اها ڳالهہ مان بہ سمجهان ٿي ۽ تون بہ سمجهين ٿو. مگر اهو نہ توکان لڪل آهي نہ مون کان تہ تو مون کي جيڪي ڏنو آهي، اهو پيار کان گهڻو مٿي آهي.اهو پيار کان بہ وڌيڪ معصوم ۽ پيار کان گهڻو وڌيڪ مهان آهي. مون شادي ڪرڻ نٿي چاهي.... تيون ڏينهن مون انڪار ڪيو. ڪيترو نہ رنم. ڪيترو نہ خفا ٿيس! پر پوءِ مون سوچي ڏٺو تہ اهو سڀ غلط آهي، جذباتيپڻو آهي. جڏهن پاپا مون کي هيترو پيانئي ٿو تہ مون کي هن جي دل ڏکوئڻ نہ کپي. مگر من اندر جيڪو خفو پريل هو. جا باهہ پريل هئي سا ڪنهن نہ ڪنهن تي تہ وسڻي هئي نہ! اها مون پاڻ تي وسائڻ چاهي. دل ٿي چاهيو تہ پاڻ کي بيحد ڏنجهہ ڏيان. انهيءَ ڪري ئي گٽريج ۾ موٽر صفا ڪرڻ ويس، مگر اتي بہ ڪاميابي نہ مليم ۽ آخر ۾ اهو خفو، اهو غصو پاڻ تي نہ وسائي، ان تي وسايم جنهن کي مون هميشهہ پاڻ کان اوچو، پاڻ کان بہ وڌيڪ پيارو ڪري مڃيو هو. اها سڀ باهہ وسي اچي توتي!"

چندر گيتا ڏانهن نهاريو. گيتا مشڪي چوڻ لڳي.... "تہ مون ڏانهن ايئن نہ نهار. ائين نہ سمجهہ تہ اڄ مون جيڪي ڪيو تنهن لاءِ توکان معافي گهرنديس. مان ڄاڻان ٿي تہ منهنجي معافي گهرڻ تي تون دکي ٿيندين، مون کي ڇنبيندين. خير..... اڄ کان مون پنهنجي راهہ سڃاڻي ورتي آهي. مون پروڙي ورتو آهي تہ مون کي ڪيترو سنڀالي هلڻ گهرجي. تنهنجي اميدن کي پوري ڪرڻ لاءِ مون کي ڇا بڻجڻو پوندو. اهو بہ مان اڄ سمجهي ويٺي آهيان. مان اڄ کان خوش رهنديس، بهادر، بردبار رهنديس ۽ جيڪا واٽ تون ڏيکاريندين ان تي ئي هلنديس. مگر هڪ ڳالهہ مون کي ٻڌاءِ چندر! مان شادي ڪري وڃان پوءِ اتي سکي نہ رهان، هن کي پنهنجي پوڄا ۽ پنهنجو پيار ڏيئي نہ سگهان ۽ توکي دک ٿئي تہ پوءِ؟"

چندر گاهہ جو هڪ سلو پٽي چيو، "ڏس گيتا، هڪ ڳالهہ ٻڌاءِ. جي مان توکي ڪجهہ ڏيان ٿو ۽ تون مون کي اهو موٽائي ٿي ڏين تہ اها ڪا تمام وڏي يا اهم ڳالهہ ڪانهي. جي مون سچ پچ توکي سک، اجرائپ يا ٻيو ڪي ڏنو آهي تہ اهو تون، جيڪي ٻيا تنهنجي جيون ۾ ٿا اچن... پلي اهو تنهنجو مڙس ڇو نہ هجي..... انهن کي ڇو نہ ٿي ڏيئي سگهين؟ پنهنجي دل جي پيار جي پندار کي خرچڻ ۾ تون ايڏي ڪنجوس ڇو ٿي بڻجين؟ منهنجو سپنو بلڪل نرالو آهي گيتا! اڄ تائين تنهنجي ساهہ ۾ پريل امرت مان ئي مون کي اهو بل ملندو رهيو تہ مان پنهنجي جيون ۾ ڪجهہ ڪري سگهان. مان ائين ٿو چاهيان تہ توکي اهو سنيهہ ڏيان جو ڪڏهن بہ گهٽجي نہ سگهي. جيترو ان کي ونڊجي اوترو وڌي ۽ مون کي پڪو پروسو آهي تہ تون اگر پنهنجي سنيهہ جي فقط هڪ بوند بہ ڪنهن کي ڏين تہ اهو ونندڙ الائي ڇا بڻجي ٿو سگهي. تون جي پنهنجي ان پريم پندار جي سخاوت چالو رکين تہ تنهنجي مڙس کي ڪڏهن بہ بي سڪون يا ناراض ٿيڻ جو سبب ٿي نٿو سگهي. ڪيلاش تہ اهڙو سنم چوڪرو آهي

۽ هن جو جيون ايترو اوچو آهي جو تون هن جي زندگيءَ ۾ ائين لڳندينءَ جيئن مندي ۾ هيرو. باقي جيستائين تنهنجو شخصي سوال آهي تہ مان توکان صرف اها ئي ڀيک ٿو پنان تہ دنيا ۾ سڀ ڪجهہ وڃائڻ بعد بہ ڪا ڳالهہ اگر مونکي سڪون ڏيئي سگهي ٿي، صرف اها. تہ منهنجي گيتا پنهنجي جيون ۾ ڪيڏي نہ اوچائيءَ تي رسي آهي! مان توکان بس انهيءَ پروسي جي ئي ڀيک ٿو پنان!"

"ڇي چندر! تون مون کان وڏو آهين، اهڙي ڳالهہ نہ ڪر. مگر هڪ ڳالهہ آهي چندر مون کي خبر آهي تہ مان چنڊ آهيان، جنهن کي روشني سورج جي ڪرڻن مان ئي ملندي آهي. تون جيئن اڄ تائين مون کي سنواريو آهي، آئينده بہ جي تون منهنجي روح ۾ ساڳيءَ طرح روشني پريندو نہ رهئين تہ مان شايد پنهنجو پاڻ سجائي نہ سگهان. سمجهيئي؟"

"سمجهيم، پاڳل ڪٿان جي!" چندر وري ٿوري دير خاموش ويٺو رهيو. پوءِ گيتا جي قدمن ۾ ڪنڌ نوائي چيائين، "ٽن ڏينهن ۾ ڪيڏو نہ پريشان ڪيو اٿئي! صورت تہ ڏس ڇا ٿي اٿيئي. وساکيءَ ۾ باقي چار ڏينهن آهن. هاڻي وري دماغ خراب نہ ڪج. هو اچڻ ۾ هوندا."

"بنتي! دوا ڪٿي اچ...." بنتي ويئي تہ گيتا چيو. "اٽ. هاڻي سان هيٺ گاهہ تي ويهنديس." ۽ هيٺ گاهہ تي ويهندي گيتا چيو، "مگر هڪ ڳالهہ آهي. اڄ کان وٺي شاديءَ جي ڏينهن تائين، تون هر وقت منهنجي آڏو رهج. پوءِ تون جيڪي چوندين سو مان ڪندي وينديس."

"قبول آهي." چندر ٿورو پري هٽي گاهہ تي ليٽي پيو ۽ آڪاس ڏانهن نهارڻ لڳو. شام ٿي چڪي هئي ۽ ڏينهن جي اڏاٽل ڏڏڙ هٽي چڪي هئي. آڪاس ۾ بادل ڇميا بيٺا هئا ۽ انهن جي ڪنارين تي لالائي پيئي چمڪي. ٻرنگو هڪ پتنگ آسمان ۾ نهايت اوچو پيئي اڏاڻو. چندر جو من ڳوڙرو هو.جيتوڻيڪ ٽي ڏينهن اڳي جيڪو طوفان اٿيو هو، اهو ختم ٿي چڪو هو، پر چندر جو من اڃا هلڪو نہ ٿيو هو. اهو اڃا پريل ۽ ڳورو ئي هو. هو چپ چاپ ليٽيو رهيو. بنتي دوا ۽ پاڻي کڻي آئي. دوا پي گيتا چيو، "چندر چپ چو آهين!"

"نہ، ڪجهہ ڪونهي."

"پوءِ ڳالهائين چو نہ ٿو؟ ڏس بنتي، سويل چيائين چا ٿي ۽ هينئر ڪري چا ٿو." گيتا چيو.

"هينئر ٿي ڏيڪاريانس." بنتيءَ چيو ۽ گلاس وارو بچيل پاڻي چندر مٿان ڪٽي ليٽايائين. چندر ڇرڪ پري اٿي ڪڙو ٿيو ۽ بگڙجي چيائين، "هيءَ ڪهڙي بدتميزي آهي! اهو سڀ لاڏ ڪوڏ پنهنجي ديديءَ کي ڏيکاريندي ڪر!"

"تہ ائين پيا چو آهيو؟ ڳالهيون ڪندا پرين مڙس واريون ۽ منهن سجائي ويهندا ٻارن جيان. واهہ ڙي چندر بابو!"

"بلڪل ٺيڪ. هن جو دماغ ائين ئي ٺيڪ ٿيندو."

ايتري ۾ ڊاڪٽر شڪلا بہ اچي پهتو. گيتا جي مٿي تي هٿ رکي چيائين. "تون تہ هينئر ٺيڪ آهين!"

"ها پاپا!"

"بنتي، سپاڻ تنهنجي ماءُ جي اچڻي آهي. وساکيءَ جي تياري ڪرڻي آهي. گيتا جي سس ۽ ڏير بہ اچڻا آهن."

گيتا چپ چاپ اٿي هلي ويئي. چندر، بنتي ۽ ڊاڪٽر ويٺا وساکيءَ جي ڏينهن لاءِ پروگرام تيار ڪندا رهيا.

چندر کي وڏي ۾ وڏو سڪون اهو هو تہ گيتا ٺيڪ ٿي ويئي هئي. وساکيءَ پورنماسيءَ کان هڪ ڏينهن اڳي بنتيءَ سڄي گهر جي اهڙي تہ سٺي صفائي ڪئي جو اهو سڄو چمڪي اٿيو. البت اها ڳالهہ صفا الڳ آهي تہ اپياس واري ڪمري جي صفائي ڪندي بنتيءَ چندر جا ڪيترائي ضروري ڪاغذ ٻهاري ٿٽا ڪري ڇڏيا ۽ اگڻ ڌوئيندي چندر جي ڪپڙن کي گندن چندن سان رنگي ڇڏيائين. چندر انهيءَ تي بنتيءَ تي ڪاوڙ ڪئي ۽ گيتا اهو سڀ ڏسي ٽهڪ ڏيئي کلندي رهي. چندر کي چيائين. "تون هيئن چڙين چو ٿو. توکي ٿورڙائي ڪير ڏسڻ ٿو اچي."

ويساک پورڻماسيءَ تي ڊاڪٽر ۽ بنتيءَ ماءُ موٽر وٺي هنن کي اسٽيشن تي وٺڻ ويا. چندر ٻاهر ورانڊي ۾ اخبار پيئي پڙهي ۽ گيتا اندر ڪمري ۾ ويٺي هئي. بہ ڏينهن هن کي دبجي هلڻو هو. هوءَ ٻاهر نڪري نہ سگهندي چاڪاڻ جو ڪهڙي خبر، ڪيڏي مهل سندس سس ۽ ڏير ٿو اچي وڃي. پڦي هن کي سڀ سمجهائي ويئي هئي ۽ ڇئيوان چوڪريءَ جيان هن سڀ ٻڌو ۽ قبوليو هو ۽ چپ چاپ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺي هئي. بنتيءَ ڪڙهيءَ لاءِ بيسڻ پيئي چاڻيو ۽ مهراجڻ رنڌڻي ۾ پيئي ڪم ۾ مشغول هئي.

گيتا آهستي آئي ۽ در جي اوٽ مان ڏسڻ لڳي تہ پاپا ۽ پڦي موٽر ڪاهي موٽيا تہ ڪونهن. جڏهن ڏٺائين تہ ڪير ڪونهي تڏهن دبيل قدمن سان اڳتي وڌي ۽ پنيان ئي پنيان چندر کان اخبار کسي ورتائين. چندر پنيان نهاريو تہ گيتا هڪ معصوم ٻالڪ جيان مشڪي ڏنو ۽ چيائين. "ڪيئن چندر. مان ٺيڪ آهيان نہ؟ ائين ئي رهان نہ؟ ڏس مان تنهنجو سڀ چوڻ مڃان ٿي نہ!"

"ها گيتو. انهيءَ ڪري تہ مان توکي هيڏو پيار ٿو ڪريان!"

"مگر چندر، اڄ مون کي هڪ دفعو روئڻ ڏي. پوءِ هنن جي سامهون مان ٿوروئي روئي سگهنديس."
گيتا جو گلو ڀرجي آيو. پلڪون آليون ٿي ويس.
"ڇي گيتا...!"
"ڇگو بس نہ. ڪا نہ ٿي روئان." ۽ گيتا هڪدم اکيون اگهي ڇڏيون. ايتري ۾ در وٽان موٽر جي ٽوٽاري وڄڻ جو آواز آيو ۽ گيتا ڀڳي. "اڙي هيءَ تہ ڀميءَ جي موٽر آهي." چندرچيو. گيتا رڪجي ويئي.
ڀميءَ گهر اڳيان اچي موٽر بيهاري.
"هلو، منهنجا جاڙا دوستو! ڪهڙو حال آهي توهان جو!" ۽ ڀمي ٻنهي سان هٿ ملائي، ٻنا هڻڪ ڪرسي ڇڪي ويهي رهي.
گيتا چيو، "چندر هن کي اندر وٺي هل. هو شايد ايندا هجن."
"نہ. مان تڪڙي آهيان. اڄ شام جو ٻاهر ٿي وڃان. برني مسوريءَ هليو ويو آهي. اتان هن مون کي بہ سڏايو آهي. شڪار ڪندي هن جي هٿ ۾ شايد چوٽ لڳي آهي.... مان اڄ ئي وڃڻي آهيان."
گيتا چيو، "مون کي ڪو نہ وٺي هلندا؟"
ڀميءَ وراڻيو، "هلو. چندر تون بہ هل. جولاءِ ۾ موٽي اچڄ."
چندر چيو، "جڏهن ايندڙ سال اسان جي دوستيءَ جو پهريون سالگرهہ ايندو نہ. تڏهن هلندس."
"ڇگو موڪلائي!" ڀميءَ چيو. گيتا ۽ چندر جڏهن هٿ جوڙي الوداع ڪئي تہ ڀميءَ اڳتي وڌي گيتا جو منهن پنهنجي هٿن وچ ۾ جهلي، هن جي اکين جي پلڪن کي چمي چيو، "مون کي تنهنجون اهي اکيون ڏاڍيون وڻن ٿيون. اڙي، هنن ۾ تہ لڙڪن جو کارو سواد آهي! هينئر روئي ويٺي آهين ڇا؟"
گيتا سهمجي ويئي.
چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي ڀميءَ چيو، "چندر، تون خط ضرور لکندو رهج. هلين ها تہ ڏاڍو سنو ٿئي ها. ڇگو، شل توهان ٻنهي دوستن جو وقت مزي سان ڪٽجي." ائين چئي ڀمي هلي ويئي.
ٿوري دير بعد ڊاڪٽر جي موٽر موٽي آئي. گيتا پنهنجي ڪمري جو دروازو بند ڪري ڇڏيو ۽ بنتيءَ مٽي تي ساڙهيءَ جو پلؤ سنڀاليو. چندر ڊوڙندو ٻاهر ويو. ڊاڪٽر سان گڏ جيڪو شخص موٽر مان هيٺ لٿو سو قد جو بندرو، رنگ جو گورو، منهن جو گول ۽ خانداني ڪٽنب جو پٽي لڳو. بدن تي ڪاڌيءَ جو ڪڙتو ۽ ڌوتي پهريل هئس. هٿ ۾ مسافريءَ جي ننڍي ٻئگ هيس. چندر اها ٻئگ وٺڻ لاءِ هٿ وڌايو تہ هن ڪلي چيو، "نہ ڀائي، انهيءَ ٻئگ ڪٽڻ ۾ منهنجا هٿ ٿڪجي ڪو نہ پوندا. توهين منهنجي هيڏي خاطرداري ڪري مون کي مٽي چاڙهي رهيا آهيو."
سيئي اپياس واري ڪمري ۾ پهتا. اتي ڊاڪٽر شڪلا واقفيت ڪرائي، "هي آهي منهنجو شاگرد ۽ ٻچڙو، پرانت جو هوشيار ارٽ شاستري محترم چندر ڪمار ڪپور. هي آهن شاهجهانپور جا مشهور ڪانگريسي ڪم ڪندڙ ميونسپل ڪمشنر محترم شنڪر لال مشر."
پڦيءَ اچي چيو، "شنڪر، تون پهرين سنان ڪري رٽ. نہ تہ چانهہ ٿڌي ٿي ويندي." پڦيءَ گلن ڦلن واري ريشمي ساڙهي ڪيڏي ڀاتي هئي ۽ شايد انهيءَ ڪري خوش هئي جو اڄ بنتيءَ تي ڪاوڙ ڪا نہ ٿي چنديائين.
"مان وهنجي تہ ويٽنگ روم ۾ ئي آيو آهيان" چانهہ مان پيئان ڪو نہ. بس ڪاڌو ئي تيار ڪرائي وٺو." ۽ واچ ڏانهن نهاريندي شنڪر بابوءَ چيو، "مون کي ٿورو وقت سوراج ڀون ۾ وڃڻو آهي ۽ ٻي بجي واري گاڏيءَ ۾ واپس وڃڻو آهي. مان شايد سوراج ڀون مان سڌو اسٽيشن تي هليو ويندس." هن ڏاڍي مٺي آواز ۾ مشڪندي چيو.
ڊاڪٽر شڪلا چيو، "پر اهو ٺيڪ تہ ڪو نہ ٿو لڳي. توهين آيا آهيو ۽ ڏينهن ترسو بہ ڪو نہ ٿا."
"ها، مون خود ترسڻ ٿي چاهيو، پر امڙ جي طبعيت ٺيڪ نہ آهي. ڪيلاش بہ ڪانپور ويو آهي، انهيءَ ڪري مون کي جلدي موٽڻ گهرجي."
بنتي ناشتي جي ٿالهي ڪڻي آئي. چندر عجب وڃان ڊاڪٽر شڪلا ڏانهن نهاريو. هن ڪلي چيو، "ڀائي، هي ماٺهو اسان وانگر ڇوت ڇات جا پابند نہ آهن."
"هنن کي براهمڻ ڪير چوندو؟ هي تہ ڪرستان آهن. هتي اسان جو ڌرم ڪرم بگاڙڻ آيا آهن." پڦيءَ چيو. هيءَ مائٽي خود پڦيءَ ئي ڪئي هئي. ڏورانهين ناتي ڪري پڦي ڪيلاش ۽ شنڪر جي ڀايي هئي.
شنڪر بابوءَ اتي هٿ ڌوتا ۽ ڪرسي سيري ويٺو. چندر ڏانهن نهاري چيائين، "اڇو، هوشيار ڊاڪٽر صاحب توهين تہ مون سان گڏ ڪائي ٻي سگهو ٿا."

"نہ، توهين ڪائو." چندر ٿورو حجاب ڪندي چيو. "اڙي ڀائي مان برهمڻ آهيان. بلڪل سچو. مون سان گڏ ڪائڻ سان جلدي ڇوٽڪارو ملندو. هٿ ۾ ٿوري پاڃي اٽڪي رهيو"تہ اوهان لاءِ جنت جو دروازو هڪدم کلي ويندو. اچو."

هڪ ٻن گرهن کائڻ بعد شنڪر بابوءَ ڀڦيءَ کان پڇيو. "ڪنوار اها ئي آهي، جيڪا هينئر ٿالهي کڻي آئي!"

"رام چڻ ڀائي، اها تہ منهنجي ڇوڪري آهي، بنتي سچائينس ڪو نہ؟ اڳئين سال ششيءَ جي شاديءَ تي تہ ضرور ڏٺو هوندئيس."

شنڪر بابو عمر ۾ ڪيلاش کان ڪافي وڏو هو پر لڳو ايڏو وڏو ڪو نہ ٿي. ڪائيندي ڪائيندي چيائين، "ڊاڪٽر صاحب، ڪڪيءَ کي چئو تہ ڦلڪو ڏيئي وڃي. بس، مان هن کي ائين ئي ڏسي وٺندس. وڏي ڏيکاءَ يا هار سينگار جي ضرورت نہ آهي."

ڊاڪٽر پيڻ کي اشارو ڪيو. هوءَ اٿي هلي وئي. ٿوري دير بعد گيتا آئي. سادي سفيد ساڙهي پائي، هٿ ۾ ڦلڪن جي ٿالهي کڻي، دروازي تائين اچي ٿورو هٽڪي، پوءِ چيائين، "ڦلڪو کپيو!" ۽ چندر جي جواب ٻڌڻ بنا ئي ڦلڪن جي ٿالهي چندر اڳيان رکي چيائين "ٻيو ڇا کپيو؟"

"مون کي ٿوري ڪڙهي کپي." شنڪر بابوءَ چيو. گيتا وئي ۽ ڪڙهي آڻي شنڪر بابوءَ جي اڳيان رکيائين. شنڪر بابوءَ اکيون مٿي کڻي گيتا کي ڏٺو تہ گيتا جون نگاهون هيٺ جهڪي ويون ۽ هوءَ اتان هلي وئي.

"ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي." شنڪر بابوءَ چيو.

"اڄ ڪلهہ جي پڙهيل لکيل ڇوڪرين ۾ هيڏو حياءُ ڪٿي ٿو ملي. سچ پچ توهان پنهنجي سڪيلڌي ڌيءَ ۾ تمام سٺا لڇڻ وڌا آهن. ڪيلاش جي ئي لائق آهي. بس ڊاڪٽر صاحب، تقدير کي مڃو. هونءَ اسان جي اهڙي خوش نصيبي ڪٿي هئي. جڏهن کان منهنجي زال گذاري وئي تڏهن کان امان ڪيلاش جي شادي لاءِ زور ڀئي پريو. ڪيلاش تہ ڪٿان بہ وهانءُ ڪرڻ ٿي چاهيو، پر اسان کي تہ پنهنجي ذات اندر ئي اهڙو سٺو رشتو ملي ويو."

"تہ تنهنجي وري ڪهڙي عمر وئي آهي. تون بہ ڇو نہ ٿو نئين ڪنوار وٺي اچين! گيتا بہ اڪيلي ڪا نہ ٿيندي." ڀڦيءَ چيو.

شنڪر بابوءَ ڪو بہ جواب نہ ڏنو. کاڌو ختم ڪري اٿيو ۽ هٿ ڌوئي واچ ۾ وقت ڏٺائين.

"هينئر ٿورو آرام ڪري وٺان. اچو تہ ٿوريون ڳالهيون ڪري وٺون." هن چندر ڏانهن نهاري چيو. هڪ بجي تائين چندر شنڪر بابوءَ سان ڳالهيون ڪندو رهيو. تنهن وچ ۾ ڊاڪٽر ۽ گيتا کاڌي جي هاج لاهي ورتي. شنڪر بابو نهايت کلمک ۽ ڳالهير هو. چندر کي تہ ڪيلاش کان وڌيڪ شنڪر بابو پسند آيو. ڳالهين ڪندي خبر پيس تہ شنڪر بابوءَ جي عمر اڃا ٽيهن سالن کان وڌيڪ نہ آهي. پنجن سالن جو هڪ ٻار اٿس ۽ انهيءَ ويم ۾ ئي هن جي زال گذاري وئي هئي. هينئر هن ٻي شادي ڪرڻ نٿي چاهي پر گانڌيوادي هو. مڪاني ڪانگريس جي ڪم ڪندڙن جو مکيہ اڳواڻ هو. ميونسپل ڪمشنر هو. خاندان زمينداري هئن. ڪيلاش بريلي ۾ پڙهندڙ هو. ڪيلاش کي اڃا نوڪري يا ڌنڌي ڪرڻ جو ارادو ڪو نہ هو. هن مزدورن لاءِ هڪ هفتيوار اخبار شروع ڪرڻ ٿي چاهي. هن اهو بہ فيصلو ڪري ڇڏيو هو تہ شاديءَ بعد گيتا کي پاڻ سان گڏ وٺي ويندو ۽ هن کي وڌيڪ پڙهائيندو ۽ سياسي ميدان ۾ هن کي پاڻ سان گڏ اڳتي وٺي هلندو.

وچ ۾ هڪ دفعو بنتي چندر کي سڏڻ آئي. چندر ٻاهر آيو تہ بنتيءَ چيو. "ديدي پڇي ٿي تہ هي ڪيڏي مهل ويندو."

"ڇو؟"

"ڇوي ٿي، چندر کي هينئر اها يادگيري ٿوروئي پوندي تہ هن گهر ۾ گيتا بہ رهندي آهي. هو تہ بس هن سان ڳالهين ۾ ريڌو ويٺو هوندو."

چندر کي کل اچي وئي، جواب ڪو نہ ڏنائين. بنتيءَ چيو. "هي ماڻهو تہ ڏاڍا سٺا آهن. مان تہ چوان ٿي، گيتا ديديءَ کي انهيءَ کان بهتر گهر ٻيو ڪٿي ملي سگهندو. هي ماڻهو منهنجي سهري وانگر ڪونهن."

"ها، پوءِ بہ گيتا هن جي ايتري شيوا ڪا نہ ٿي ڪري. بنتي تون ان باري ۾ گيتا کي ٿورو سيکارينس."

"ها ها. شيوا ڪرڻ جي سکيا مان ڏيئي ڇڏينديمانس ۽ شادي کان پوءِ جي سکيا توهين پنهنجي ڀميءَ کان ڏيارجوس. توهين پاڻ تہ هن کان اها سکيا اڳي ئي وٺي چڪا هوندا."

چندر سهمجي ويو. "شيطان ڪٿي جي، تمام بيشرم ٿي وئي آهين. اڳي تہ چپ بہ ڪو نہ چوريندي هئينءَ!"

"توهان ۽ ديديءَ تہ بنايو آهي مون کي بيشرم! مان ڇا ڪريان. اڳي مان ڪيترو نہ ڊڄندي هيس." بنتيءَ پنهنجي روايتي نموني ڪنڌ هڪ طرف جهڪائي چيو ۽ پوءِ مشڪندي پچي وئي.

ڊاڪٽر جڏهن آيو تہ شنڪر بابوءَ چيو، "چڱو. مان هاڻي هلان ٿو. هي هار منهنجي طرفان ڪنوار کي ڏجو." ۽ هن پنهنجي بئگ مان موتين جو هڪ تمام سهڻو هار ڪڍي ڀڦيءَ جي هٿن ۾ ڏنو.

"ها. ٻي بہ هڪ ڳالهہ آهي." شنڪر بابوءَ وري چيو. "شادي اسين مهيني کن جي اندر ئي ڪنداسين. توهانجون ٻيون سڀ ڳالهيون اسان مڃيون، پر هيءَ اسان جي ڳالهہ توهان کي ضرور مڃڻي پوندي."

"ايترو جلدي!" ڊاڪٽر شڪلا کان صفا ڇرڪ نڪري ويو. "اهو ناممڪن آهي شنڪر بابو. توهان کي تہ خبر آهي تہ مان بلڪل اڪيلو آهيان."

"نہ، توهان کي ڪا بہ ڏکيائي نہ ٿيندي." شنڪر بابو تمام مٺي آواز ۾ چيو. "اسين ريت رسم جا پابند نہ آهيون. توهان کان بس جيترو ٿي سگهي، اوتري ريت رسم بجا آڻجو. اسين تہ فقط ڇهہ يا ست ڄڻا ايندا سين. صبح جو ايندا سين. توهين پنهنجي بنگلي ۾ ئي هڪ ڪمرو اسان لاءِ خالي ڪرائي ڇڏجو. شام جو شادي لبندي ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ڏهين بجي اسين واپس موٽي وينداسين."

"ائين ڪيئن ٿيندو؟" ڊاڪٽر صاحب چيو. "منهنجي هڪڙي ئي ڌيءَ آهي ۽ اسانکي بہ ڪي ارمان آهن. تنهن کان سواءِ ڇوڪريءَ جي پڦي اها ڳالهہ اصل قبول نہ ڪندي."

""ڏسو نہ، مان توهان کي سموري ڳالهہ سمجهايان. ڪيلاش شاديءَ وقت ٺاٺ باٺ جي سخت خلاف آهي. انهيءَ ڪارڻ ئي هن پنهنجي ذات برادريءَ ۾ شادي ڪرڻ نٿي چاهي. پر مون جڏهن هن کي خاطري ڏني تہ ڪو بہ ڏيکاءُ نہ ڪيو ويندو، تڏهن مس هن منهنجي هيءَ ڳالهہ قبول ڪئي. تنهنڪري توهين منهنجي ڳالهہ مڃو. پوءِ شاديءَ بعد تہ سڄي عمر پيئي اٿوَ. سڪيلڌي ڌيءَ اٿوَ پيا سهج ڪجوس. باقي وقت جي ڳالهہ سو تہ شيسيہ شيگهرم! چڱي ڪم ۾ ڪڏهن بہ دير نہ وجهجي. رهي انتظام ڪرڻ جي ڳالهہ، سو توهين ڇئو تہ مان هتي ئي رهي پوان ۽ ڪم پورو ڪري ڏيانوَ." شنڪر بابوءَ کلي چيو.

ايئن ڳالهيون ٿينديون رهيون ۽ نيٺ شنڪر بابوءَ پنهنجي مٺي ۽ شيرين زبانيءَ سان سيٺي کي پنهنجي ڳالهہ مڃائي ورتي. ان بعد هن سيٺي کان موڪلايو. ڊاڪٽر صاحب ۽ پڦيءَ کي پيرين پيو. چندر سان هٿ ملايائين ۽ ائين سيٺي جون دليون جيتي هليو ويو.

پڦيءَ موتين جي مالها کي آڱرين وچ ۾ ڦيرائيندي چيو. "هڪڙو هو آيو هو موذي حرامخور! بس ڪاغذ ٽڪر ڏيئي هليو ويو." ۽ هڪ اونهو ساهہ کڻي اتان هلي وئي.

ڊاڪٽر صاحب گيتا کي سڏايو ۽ موتين جي مالها هن کي هٿن ۾ ڏنائين. گيتا پيءُ جي هنج ۾ منهن لڪائي روئي ڏنو.

گيتا پوءِ اٿي هلي وئي ۽ ڊاڪٽر، چندر ۽ پڦي شادي جي تياريءَ بابت ڳالهيون ڪندا رهيا. فيصلو اهو ٿيو تہ هينئر هنن جي مرضيءَ موجب شادي ڪئي وڃي ۽ پوءِ يونيورسٽي کلڻ بعد سيٺي کي سڏائي هڪ ٻيڪيدار دعوت ڪئي وڃي. اهو بہ فيصلو ٿيو تہ پڦي ڳوٺ وڃي اتان اناج، گيهہ، وڙين ۽ نوڪرن وغيره جو بندوبست ڪري اچي ۽ پندرهن ڏينهن اندر واپس موٽي اچي. ايتري قدر جو شاديءَ ڏينهن ۽ ان جي ٻئي ڏينهن صبح جو ڇا رڌجي، پچائجي. ڊاڪٽر صاحب اهو پڻ فيصلو ڪري ڇڏيو. وڏيڪ فيصلو ٿيو تہ جيئن ڇڄ سان خاص گهڻا ماڻهو ڪو نہ ايندا، انهيءَ ڪري انهن جي ناشتي وغيره لاءِ آرڊر يونيورسٽيءَ جي ڪنهن ڪينٽين کي ئي ڏجي.

انهيءَ وچ ۾ بنتي ناشتو ۽ شربت کڻي آئي چندر بيفڪريءَ سان شربت جون سرڪيون ڀريندي سوال ڪيو. "ڪنهن ناهيو آهي؟"

"گيتا ديديءَ."

"اڄ ڏاڍي خوش ٿي ڏسجي. شربت ۾ مٺاڻ تہ جڻ آهي ئي ڪو نہ." چندر جي اها ڳالهہ ٻڌي بنتي ۽ پڦيءَ کلي ڏنو.

ٿوري دير بعد چندر اندر پهتو تہ ڏسي تہ گيتا پنهنجي پلنگ تي ويٺي اڳيان هڪ ڪتاب رکي ان ۾ نہ ڄاڻ ڇا ڏسي رهي آهي ۽ سامهون هوءَ موتين جي مالها رکي اٿس. چندر اڳتي وڌي چيو. "گيتا! اڄ مان ڏاڍو خوش آهيان، بيحد خوش آهيان!"

گيتا اکيون مٿي کڻي چندر ڏانهن نهاري مشڪڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيائين. "مان بہ بيحد خوش آهيان."

"ڇا فيصلو ٿي ويو، انهيءَ ڪري!" بنتيءَ هن کان پڇيو.

"نہ، چندر خوش آهي انهيءَ ڪري." ۽ هن هڪ ڊگهو ساهہ کڻي ڪتاب بند ڪري ڇڏيو.

چندر پڇيو. "ڪهڙو ڪتاب آهي گيتا؟"

"ڪجهہ ڪونهي. گيسوءَ اردوءَ جا ڪي شعر ٻڌايا هئا اهي هن تي لکيل آهن." گيتا چيو. چندر بنتيءَ ڏانهن نهاري چيو. "بنتي، ڪيلاش تہ جهڙو آهي تهڙو ئي آهي پر شنڪر بابوءَ جي تہ مان تعريف ڪري ئي نٿو سگهان تنهنجو ڪهڙو رايو آهي؟"

"ها، آهي تہ برابر ديدي اتي ڏاڍي سکي رهندي. ٻڌئي ديدي، اتي وڃي اسان کي وساري نہ ڇڏج."

"۽ پوءِ مون کي بہ وساري نہ ڇڏج، گيتا!" چندر گيتا جي اداسي دور ڪرڻ لاءِ هن کي ڇيڙيندي چيو.

"توکي وسارڻ ڪانسواءِ ڪم ڪيئن هلندو؟" گيتا اڳي ڪان بہ وڌيڪ ڏکهو ساهہ کڻندي چيو. ٿين چوندي هن جي اکين مان هڪ لڙڪ ڳڙي پيو. ڪوشش ڪندي بہ هوءَ اهو روڪي نہ سگهي.

"اڙي پڳلي! تون تہ سڀ ڪجهہ پنهنجي چندر لاءِ ٿي ڪرين. هن جي اجازت سان ڪري رهي آهين. بوءِ وري هي لڙڪ ڇا جا؟ ڇي... ۽ هيءَ مالها سامهون رکي ڇا ويٺي ڪيئي" چندر هن جي دل بهلائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

"مالها تہ ديديءَ انهيءَ لاءِ سامهون رکي هئي جو... ٻڌايان؟" بنتيءَ چيو. "چندر تو رامائڻ جي ڪٿا ٻڌي آهي نہ؟ رامچندر پنهنجي هڪ ڀڳت کي موتين جي مالها ڏني تہ هو ان جي موتين کي ڏندن سان ڀڃي ڏسڻ لڳو تہ انهن ۾ اندر رام نام آهي يا نہ. سو ديديءَ بہ هيءَ مالها سامهون رکي اهو ئي پئي ڏٺو تہ ان ۾ ڪٿي چندر جي جهلڪ آهي يا نہ!"

"هٽ ڳنوارڻ ڪٿي جي!" گيتا هيئنڙڪلي ڏنو.

"هائي تنهنجو وات تمام گهڻو کلي ويو آهي." گيتا بناوٽي غصي مان چيو. پوءِ هوءَ وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ليٽي پيئي. "اڄ گيسو ڪانهي، مون کي اڄ هوءَ ڏاڍي ياد ٿي پوي."

"ڇو؟"

"ڇاڪاڻ جو اڄ مون کي هن جا ڪيترائي شعر ياد ٿا پون. هڪ دفعي هن هڪ شعر ٻڌايو هو......

يي آج فضا خاموش هئہ ڪيون،
هر ذري ڪو آخر هوش هئہ ڪيون؟
يا تم هي ڪسي ڪي هو نہ سڪي،
يا ڪوئي تمهارا هو نہ سڪا.

انهيءَ شعر جو آخري بند هو ..

"موڄين ڀي هماري هو نہ سڪين،
طوفان ڀي همارا هو نہ سڪا!"

"واهہ، اها سٹ تہ ڏاڍي سني آهي." چندر چيو. "اڄ گيسو هجي ها تہ خوب ڳالهيون ڪري ها." گيتا چيو، "ڏس چندر! زندگي ۾ ڪهڙي نہ آهي. انسان سوچي ڇا ٿو ۽ ٿئي ڇا ٿو. اڄ کان ٽي چار مهينا اڳي مون ڇا سوچيو هو! ڪلاس مان ڀڄي اسين جڏهن وڻ هيٺان ليٽي ڳالهيون ڪنديون هيونسين تڏهن مان هميشہ ائين چوندي هيس تہ مان شادي نہ ڪنديس، پاپا کي سمجهائي وٺنديس. ان وقت مون کي ڪهڙي خبر هئي تہ ايتري جلدي مون کي پنهنجو ڪنڌ هيئن نار ۾ ٻڌڻو پوندو. پاپاجي جيسٽ پاڻي بہ ڪنهن ٻئي کان هار ڪاڻي پوندي. اجا هن جو فيصلو بہ ڪو نہ ٿيو آهي تہ مهيني اندر منهنجي...." گيتا ٿوري دير چپ رهي. "۽ هن جي ٻي ڳالهہ بہ جيڪا مون توکي ٻڌائي هئي. هن چيو هو تہ جڏهن مٽي هيٺان ڪنهن جا قدم اوڄتو هٽي ويندا آهن، تڏهن ئي معلوم ٿيندو آهي تہ اسان ڪنهن جا سپنا پئي لٽا. مون کي بہ معلوم ڪو نہ هو تہ منهنجو مٿو ڪنهن جي قدمن ۾ اڳي ئي جهڪيل آهي. ياد آهي توکي..... مون توکي ٻڌايو هو ۽ توکان پڇيو هو!"

"سڀ ياد آهي" چندر وراڻيو. بنتي اٿي هلي ويئي پر چندر يا گيتا ان ڏانهن ڪو بہ ڌيان ڪو نہ ڏنو. چندر چيو، "گيتا، هيئنڙ انهن سپني ڳالهين سوچڻ مان ڪهڙو فائدو. رستو تنهنجي اڳيان آهي، تون انهيءَ تي اڳتي هل."

"ها، منهنجا ديوتا، رستو تہ برابر منهنجي سامهون آهي، مگر رکي رکي ڪيتريون پراڻيون ڳالهيون دل تي تري ٿيون اچن ۽ من چاهي ٿو تہ بس انهيءَ بابت ئي سوچيندي رهان. الائي، من کي انهيءَ مان بيحد سڪون ڇو ٿو ملي. چندر مان جڏهن اوڏانهن هلي وينديس، توکان گهڻو گهڻو دور.... تڏهن انهن يادگيرين ڪانسواءِ مون وٽ ٻيو هوندو ئي ڇا. توکي اهو ڏينهن ياد آهي جڏهن مان گيسوءَ وٽ وڃي نہ سگهي هيس. ۽ اسان ٻنهي وچ ۾ جهڳڙو ٿيو هو. چندر، اتي برابر سڀ ڪجهہ آهي، مگر اتي مان لڙنديس جهڳڙنديس ڪنهن سان؟"

چندر ڦڪو مشڪندي چيو، "ڇا تون اجا سڄي عمر ائين ٻار ئي رهندينءَ؟"

"ها چندر، چاهيم تہ ائين ئي پئي، پر زندگي تہ زبردستيءَ سڀ سک ڇني ٿي وٺي ۽ ان جي عيوض ڏئي ڪجهہ ڪين. اٿ تہ ٻاهر ساوڪ تي هلي ويهون. اڄ سڄي شام توسان ئي ڳالهيون ڪنديس."

گيتا وري رات جو ائين ٻجي اتي، جڏهن ٻئي وڃڻ لاءِ تيار ٿي بيٺي هئي ۽ ڊرائيور موٽر وٺڻ ويو. مٿان آسمان مان ٽمڪندڙ اداس ستارن ڏٺو تہ هيٺ زمين تي چندر ۽ گيتا جي اکين ۾ ٻہ لڙڪن جا موتي ٽم ٽم

ڪري پيا ٿمڪن. اتندي گيتا ڪن لاءِ چندر ڏانهن نهاريو. چندر ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ بيحد اداس آواز ۾ چيائين، "هل گيتا اسان تمام گهڻي دير لڳائي ڇڏي."

●

پندرهن ڏينهن بعد جڏهن ڀڦي واپس آئي ته گهر جو رنگ ئي بدلائي ڇڏيائين. دروازي تي ۽ برساتيءَ تي هنڌ ۾ رڱيل هٿن جي ڇاپ لڳي ويئي. ڪمرن جو سامان به هڪ طرف هٽائي وچ ۾ گلم وڇايا ويا ۽ سيني کان اندرئين ڪمري ۾ گيتا جو سمورو سامان رکيو ويو. اڀياس واري ڪمري جا سڀ ڪتاب سميٽيا ويا ۽ اتي سبڻ جي مشين آندي ويئي جنهن تي بنتي ڪپڙا تيار ڪرڻ لڳي. انهيءَ ڪمري ڪي ئي ڪپڙن ۽ ڳهڻن جو ڀنڊار گهر ڪيو ويو ۽ ان جي چابي ڀڦيءَ يا بنتيءَ وٽ ئي رهندي هئي. ڳوٺ مان هڪ وڏيڪ مهراجڻ اٽيءَ وينيءَ لاءِ، هڪ مائي ۽ ٻه مزدور آندا ويا هئا. اهي سڀئي رات جو موٽر گئريج ۾ سمهندا هئا. سڄو ڏينهن ڪم ڪندا هئا ۽ هر وقت پيئڻ لاءِ پاڻي پيا گهرندا هئا. گهر ۾ جيڪي به ڪرسيون ۽ ڪوچ هئا اهي سڀ سائيڊ ۾ ڪنا ڪيا ويا هئا. بورچيخاني جي پر واري ڪمري ۾ پاتلون، پيالا ۽ ٻيو سامان رکيو ويو هو ۽ پوڄا واري ڪمري ۾ کنڊ، گيهه، سبزيون ۽ اناج رکيل هو. مٺائي ڪٿي رکبي. ان سوال تي ڀڦيءَ، بنتيءَ ۽ مهراجڻ رڄ ۾ ساندهه ڪي ڪلاڪ بحث هليو، پر نيٺ ڀڦي بنتيءَ کي چيو، "جڏهن پنهنجي پٽن ڌيئن جي شادي ڪرين، تڏهن اها ڪئنچيءَ جهڙي پنهنجي زبان هلائج. هينئر هر ڪم ۾ تون پنهنجي ٽنگ ڇو پيئي اڙائين!" اهو ٻڌي بنتي چپ ٿي ويئي ۽ آخر ۾ ڀڦيءَ جي ڳالهه ئي قبولي ويئي. ڀڦيءَ جي جهڙي زبان تيز هئي، هن جا هٿ به اهڙا ئي تيز هئا. ڪٽڪ جون چار ڳوٺيون اڪيلي سر صفا ڪري ڪمري ۾ رکيائين. ڪهڻ ۾ ڪهڻ پنجن قسمن جون داليون آنديون هٽائين. بيسڻ پيهيائين، پاپڙ ڪيائين، ميدو ڇاڻيائين، سوجي ڪديائين ۽ سڀ شيون الڳ الڳ ڳوترين ۾ بند ڪري رکيائين. رات ٿيندي هئي ته اڪثر ڀڦي، مهراجڻ ۽ ڳوٺ مان اٽي وينيءَ لاءِ آندل داسي ڍولڪ ڪٽي ويهنديون هيون ۽ لاڏا ڳائينديون هيون. بنتيءَ به انهيءَ شغل ۾ شريڪ ٿيندي هئي.

سچ پڇو ته گيتا جي شاديءَ جو چاهه ڀڦيءَ کي ايترو ڪو نه هو جيترو بنتيءَ کي هو. هوءَ اسر جو اٿي ٻهاري ڪڍي سڄو گهر صاف ڪندي هئي، ان بعد وهنجي سهنجي پاڇي ڪپيندي هئي، پوءِ چانهه چاڙهيندي هئي. ڊاڪٽر، چندر، گيتا ۽ ٻين سڀني کي چانهه ڏيندي هئي. چندر ڪجهه حساب لکائيندو هئس ويهي لکندي هئي. پوءِ وڃي مشين تي ويهندي هئي ۽ ٻارهين هڪ ٻجي تائين ويٺي سبندي هئي. منجهند جو دال ۽ چانور صفا ڪرڻ ويهندي هئي ۽ شام جو وري شربت ۽ ناشتو تيار ڪندي هئي. رات جو دير تائين جاڳندي، لاڏا ڳائيندي هئي يا گيتا کي کلائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. هڪ ڏينهن گيتا چيس، "منهنجي شاديءَ ۾ ئي تون هيڏي خوش آهين ته پنهنجي شاديءَ ۾ ته الائي ڇا ڪندينءَ." بنتيءَ چيو، "پنهنجي شاديءَ ۾ مان خود ٻڌي وڃائينديس.... ورڌي پائي."

گهر اڃين پئي چمڪيو جيئن ريشم چمڪي. مگر ريشم جي چمڪدار، رنگين خوش گولي اندر به هڪ ساهه ٿيندو آهي... اداس، خاموش، پنهنجو ساهه روڪي، ڪن ڪن ۾ پنهنجي موت جو انتظار ڪندڙ ريشم جو ڪينئون. گهر جي هن خوشيءَ ۽ رنگينيءَ وچ ۾ به صرف هڪ ئي جيو هو، جنهن جي زندگي هوريان هوريان ڇڻ ٻڌندي ٿي ويئي، جنهن جي اکين جي چمڪ ڏيري ڏيري جهڪي ٿيندي ٿي ويئي، چنچلتا جنهنجي نگاهن کي ڏهاڳ ڏيئي ويئي هئي. جنهن جي جيون جي خوشي، رنگيني، سکون ۽ سک آخرين الوداع ڪري ويا هئا. اها هئي... گيتا! گيتا صفا بدلجي ويئي هئي. چمپا گل جهڙو گورو مک هينئر زرد پئجي ويو هو. اڃين پئي لڳو ته هوءَ بيمار آهي. ڪاڏو هينئر هن کي زهرمحسوس ٿيڻ لڳو. پنهنجي ڪمري کي ڇڏي هوءَ ڪيڏانهن ڪا نه چرندي هئي. هڪ ٿڌي چادر وڇائي ڏينهن رات ان تي پيئي هوندي هئي. بنتي جڏهن ڪلندي ڪاڏو ڪٽي ايندي هئي ۽ گيتا جي انڪار ڪرڻ تي جڏهن هن جي اکين ۾ لڙڪ تري ايندا هئا. تڏهن گيتا پاٽيءَ جي ڊڪن جي مدد سان به چار گرهه کائيندي هئي ۽ پوءِ وري ساڳي طرح منهن ملول، ٿڌيءَ چادر تي ليٽي پوندي هئي. جنت کي ڪير اندلنين سان ڪٽي سينگاري، پراندر پٽنيءَ شچيءَ کي وهه جو پيالو پيئاري ڇڏي، هن گهر جو پڻ اهڙو نمونو پئي لڳو.

ڊاڪٽر شڪلا کي همت نٿي ٿي جو گيتا سان ڳالهائي. هو روز بنتيءَ کان پڇندو هو: گيتا ڪاڏو کائي ٿي يا نه؟ ۽ هن جي ها ڪرڻ تي هڪ ٿڌو ساهه ڪڍي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويندو هو.

چندر پريشان هو. هن شايد اڳي ڪڏهن به پنهنجي زندگيءَ ۾ ايڏو ڪم نه ڪيو هو. سوناري وٽ، ڪپڙي واري وٽ، راشننگ آفيسر وٽ، پوليس ٻئنڊ جي انتظام ڪرڻ لاءِ پوليس لائينس ۾. مئجسٽريٽ وٽ درخواست ڏيڻ لاءِ، روپيه ڪڍڻ لاءِ بئنڪ ۾ وڃڻ، شاميانن جو بلو ڪرڻ، پلنگن ڪرسين وغيره جو بندوبست ڪرڻ، ڪاڌي پيتي لاءِ ٽانو ميسر ڪرڻ ۽ نه ڄاڻ ٻيو به ڪهڙو ڪهڙو ڪم.... ۽ انهيءَ بعد جڏهن ٽڪ ۾ چور چور

ٿي آڙهر جي ٻپهريءَ جي سخت گرميءَ ۾ تپش ۾ هو گهر موٽندو هو تڏهن بنتي اچي چانهه ڏيندي هئي ته گيتا اڄ ڪجهه ڪو نه کاڌو آهي. ان وقت هو ائين چاهيندو ته هو پنهنجو متو ڦاڙي ڇڏي. پوءِ به هو گيتا وٽ پهچندو هو. گيتا لڙڪ لڪائي اٿي وهندي هئي، هڪ اجڙيل مسڪراهٽ سان چندر جي آجيان ڪندي هئي. چندر هن کان پڇندو هو، "کائين ڇو نه ٿي؟"

"کاوان ته ٿي چندر. پلا هنن گرمين ۾ اڳي جا وڏيڪ کائيندي هيس!" گيتا جي ان جواب ۾ ايڏي ته پيڙا هوندي هئي جو چندر ان کي ڪو به اعراض ڪري نه سگهندو هو.

ٻاهريون ڪم هينئر ذري گهٽ ختم ٿي چڪو هو. هٿڏ جو چندبو هٽي خط اڳي ئي روانا ٿي چڪا هئا. مگر دعوت ناما به ڏاڍا سهڻا ڇپجي آيا هئا. البت ڪجهه دير ٿي ويئي هئي. شاديءَ ۾ باقي ست ڏينهن پيا هئا. چندر صبح جو ڏهين بجي پيتيءَ ۾ دعوت ناما ۽ لفافا کڻي پهتو ۽ اپياس واري ڪمري ۾ ويهي ويو. بنتيءَ اتي ڪجهه سبيو ويئي.

"گيتا ڪٿي آهي؟ هن کي سڏي وٺ."

گيتا آئي....اڪيون سڄيل، چپ سڪل، وار رڪا، ساڙهي گدلي، مک زردو، چال مريض. هٿ ۾ پنکو هوس. آئي ۽ چندر جي پير ۾ ويهي رهي. "ٻڌاءِ ڇا ڪري آئين چندر! باقي ڪهڙو بندوبست رهيل آهي؟"

"بس سڀ ڪجهه ٿي ويو گيتا راڻي! اڄ ته منهنجا پير به جواب ڏيئي بيٺا آهن. سائيڪل هلائيندي هلائيندي منهنجي پيرن ۾ ڳيڙيون پئجي ويون آهن." چندر پيتيءَ مان دعوت ناما ڪڍندي چيو، "شادي تنهنجي آهي مگر محنت ڪندي جان منهنجي نڪري رهي آهي."

"برابر آهي چندر. منهنجي شاديءَ لاءِ بيو پلا ڪنهن کي ايڏو چاهه يا اتساهه آهي." پوءِ گيتا ڏاڍي لاڏ سان چيو، "هان هيڏانهن ڪر پير ته زور ڏيانءِ."

"اڙي پاڳل ٿي ويئي آهين ڇا؟" ۽ چندر پنهنجا پير مٿي ڪري ڇڏيا.

گيتا اپو ساهه پريندي چيو، "سچ چندر، هينئر تنهنجي پيرن کي هٿ لائڻ جو به مون کي حق ڪٿي آهي؟ معاف ڪج، مان پلجي ويس ته مان هينئر اڳين گيتا نه آهيان." ائين چوندي هن جي اکين مان به لڙڪ ڳڙي پيا. گيتا هٿ ورائي وچٽي جي اوٽ ۾ اهي اگهي ڇڏيا.

چندر پير وري هيٺ ڪندي چيو، "گيتا تون ته رسي ٿي وڃين."

"نه چندر. هينئر منهنجي رسڻ پرچڻ جا ڏينهن نبري ويا. هينئر ڏارين جي ڳالهه ڪي ٿي برو پلو چئي نه سگهنديس ته باقي پنهنجي گهر وارن جي ڳالهه تي ناراض ٿيڻ جا جو! ڇڏ اهي ڳالهيون. ڏسان هي ڪهڙا دعوت ناما ڇپائي آيو آهين."

چندر هڪ دعوت ناما کڻي اهو لفافي ۾ وجهي ان تي گيتا جو نالو لکي. کيس ڏيندي چيائين، "وٺ، اسان جي گيتا جي شادي آهي، ضرور اچجو."

گيتا دعوت ناما ورتو. پوءِ هڪ ملول مسڪراهٽ چپن تي آڻي چيائين، "منهنجي گهر واري اجازت ڏني ته ضرور ايندس. هن جو به نالو لکوس هن لفافي تي، متان خراب لڳيس." ۽ گيتا اٿي کڙي ٿي.

"ڪيڏانهن هلينءَ؟" چندر پڇيو.

"هتي ڏاڍي گهٽي روشني آهي. مون کي پنهنجو اونداهو ڪمرو ئي سٺو ٿو لڳي." گيتا ورندي ڏني.

"اٽ بنتي، هي سڀ ڪارڊ اتي ئي کڻي هل." چندر چيو. "اڄ گيتا، ڪارڊن تي نالا به لکندس، توسان ڳالهيون به ڪندس. زندگي ته ڏس گيتو! اڄ پنڌرهن ڏينهن کان سولا ۾ منٽ ويهي توسان ڳالهيون به ڪري نه سگهيو آهيان!"

"اجا ڇا ڪرٽو اٿر چندر! جيئڻ چوين ٿو تيئڻ هلي ته رهي آهيان. اجا ڪجهه رهيل آهي ڇا؟ ٻڌاءِ ته ان جي پورائي به ڪري ڇڏيان. هينئر ته روئي پٽي به عرش مٿي اوچو ٻڌجڻو پوندو."

بنتي ڪارڊ کڻڻ لڳي ته گيتا هن کي چنيبندي چيو، "رک هي سڀ هتي. بس چندر جي ڏاڍي ڇئيوان چيلي ٿي ويئي آهين. هينئر ته هيءَ به منهنجي جان جي خريدارڻ ٻڌجي ويئي آهي. منهنجي ڪمري ۾ اهي سڀ کڻي ايندينءَ ته تنگون ٻانهون پيچي ڇڏينديسانءِ. پاڄڻ ڪٽان جي.

بنتيءَ ڪارڊ واپس رکي ڇڏيا. نوڪر اچي چيو، "بابو جي، ڪنير پنهنجو حساب ٿو گهري."

"مان اجهو ٿو اچان، گيتا." ايئن چئي چندر هليو ويو.

●

ڏينهن ائين پئي گذريا. شاديءَ جو ڏينهن ويجهو پوندو ٿي ويو ۽ سيني جو هڪ ٻئي کان سهارو ڇڏندو ٿي ويو. گيتا جي من تي هوريان هوريان جيڪا قبرستان جي اداسي ڇانئبي ٿي وئي، تنهن کي چندر پنهنجي پيار، پنهنجي مسڪراهٽ، پنهنجي لڙڪن سان ڌوئڻ لاءِ پريشان ٿي پئي اٿيو. مگر هيءَ ته زندگي هئي جتي پيار شڪست کائيندو آهي، مسڪراهٽ کي هار قبولڻي پوندي آهي، ڳوڙها اجايا ويندا آهن ۽ تالهيون، پيالا، پاٽلون، گلم، غاليچا ۽ بئنڊ باجا ئي سوڀ پائي ويندا آهن. جتي پنهنجي جيون ديويءَ جي لڙڪن ڳڻڻ بجاءِ پيالا ۽ پاٽلون ڳڻي رکڻيون پونديون آهن. جتي ڪنهن جي روح جي اداسيءَ کي پنهنجي لڙڪن سان ڌوئي مٽائڻ بدران تالهيون ۽ ڪٽوريون ڌوئارڻ وڌيڪ ضروري ليکيو آهي. جتي جذبات ۽ دلي ڪشمڪش جا سڀ طوفان سوناري ۽ بجاجيءَ جي شور ۾ گم ٿي ويندا آهن. جتي ان دلين جي دک ڀري پڪار شرنائين جي آواز ۾ ٻڏي ويندي آهي. جنهن وقت انسان جي دل جو ذرو ذرو حيران ۽ پريشان هوندو آهي. جنهن وقت هن جي نسن ۾ ستارا ٽٽندا آهن. جنهن وقت هن جي دماغ ۾ باهه ڀڙڪندي آهي. جنهن وقت هن جي مٿي مٿان آسمان ۽ پيرن هيٺان زمين نڪرندي ويندي آهي. ان وقت هن کي شاديءَ جي وڳن جو اڳهه پار چڪائڻو پوندو آهي ۽ بئنڊ باجي وارن کي پيشگي رقم ڏيڻ جي ڏانڊل کي منهن ڏيڻو پوندو آهي.

ان وقت اها ئي هئي چندر جي زندگي! زندگيءَ پنهنجو چڪر پوري زور سان چالو ڪري ڇڏيو هو. ڪروڙين طوفان هن کي گهيري نچائي رهيا هئا. هڪ ڪن لاءِ به ڪو ڪٿي ٽڪي نٿي سگهيو. هڪ پل لاءِ به هن کي آرام ڪو نه هو. هڪ سيڪنڊ لاءِ به هن کي سوچڻ جي فرصت نٿي ملي ته سندس چوڌاري ڇا پيو وهي واپري، هو ڄڻ بيهوش مورڇت اوستا ۾. مشين جيان ڪم ڪندو ٿي رهيو. آواز اٿيا ٿي ۽ هن جي ڪنن سان ٽڪر کائي موٽي ٿي ويا. لڙڪ ڳڙيا ٿي مگر هن جي دل کي ڇهي نٿي سگهيا. طوفاني گهمرو هن کي پنهنجي وڪڙ ۾ ڦاسائي گهليندو ٿي ويو. بجليءَ جي رفتار کان به وڌيڪ تيز، پرلئه کان به وڌيڪ طاقتور، اهو طوفان هن کي ڌڪيندو، گهليندو ٿي ويو. هڪ طرف.... شاديءَ جو ڏينهن! گيتا نڪ ۾ نٿ پاتي، هن کي خبر ڪا نه رهي. گيتا نوان ويس ڍڪيا، هن کي خبر ڪا نه رهي. گيتا پاڻ زيورن سان جهنجهيو، هن کي خبر ڪا نه رهي. گهر ۾ لاڏا ڳائجڻ لڳا، هن کي خبر ڪا نه رهي. گيتا چلهه جي پوڄا وقت پنهنجو سر زمين سان ٽڪرايو، هن کي خبر ڪا نه رهي. هو زنده جيو نه هو. هو ته صرف طوفان ۾ اڏامندڙ هڪ زردو پن هو. جو واءَ جي چڪر ۾ ڦاسجي ويو هو ۽ طوفاني لهرون هن کي هيڏانهن هوڏانهن نچائي رهيون هيون.

هن کي هوش تڏهن آيو جڏهن ڇڄ اچڻ کان هڪ ڏينهن اڳي، ٻنهي هن کي زبردستيءَ هٿ کان پڪڙي وٺي ويئي مٿي ڇت تي، جتي گيتا رنو ويٺي. ٻنهي چندر کي ٿيلهو ڏيئي اتي پهچائي، پاڻ هلي وئي.

چندر جي سامهون گيتا ويٺي هئي. گيتا. جنهن کان چندر اڄ نه ڄاڻ ڇو دور دور ڀڄڻ ٿي چاهيو. جيئن ڪو شخص پنهنجي دل جي ڦٽن کان گهبرائجي اڪيلائي مان ڀڄي ٻاهرئين انبوه ۾، ڀيڙ ۾ شامل ٿي وڃي، ڀيڙ جي بي مطلب شور ۾ پاڻ کي گم ڪرڻ چاهيندو آهي. ٻاهرين ڪولاهل ۾ اندر جي طوفان کي پلائڻ چاهيندو آهي. ساڳئيءَ طرح چندر به گذريل هفتي کان سڀ ڪجهه پلجي ويو هو. هن کي فقط هڪ ڳالهه ياد هئي... شاديءَ جو انتظام ڪرڻ. صبح جو اٿڻ کان وٺي رات جو سمهڻ تائين هن ايترو ته ڪم ڪرڻ ٿي چاهيو، جيئن هن کي هڪ پل لاءِ به بيهڻ جو وجهه نه ملي، هڪ ڪن لاءِ به سوچڻ جي فرصت نه ملي ۽ سمهڻ کان اڳي هو اهڙو ٿڪجي پوي، اهڙو چور چور ٿي وڃي جو ليٽندي ئي ننڊ هن تي غالب پئجي وڃي. ڪيس بي سڌ بنائي ڇڏي. مگر اڄ ٻنهي هن کي ان ڀيڙ وچ مان ڇڪي اڪيلائيءَ ۾ وٺي آئي، جتي هن جي طاقت ۽ ڪمزوري، هن جي معصوميت ۽ هن جو گناه، هن جي مسڪراهٽ ۽ هن جا لڙڪ، هن جي سياڻپ ۽ هن جي اياڻپ.... هن جي گيتا پنهنجي زندگيءَ جي ان موڙ تي بيٺي پنهنجو سڀ ڪجهه لٽائي رهي هئي. چندر محسوس ڪيو ته مون کي ڇاڻ چڪر آيو. هو پريشانيءَ ۽ گهبراهٽ وچان ڪٽ تي ويهي رهيو.

شام جو وقت سج اولهه ۾ غروب ٿي ٿيو ۽ سڄي ڏينهن جي اس ۾ تتل ڇت تي، ٻرندڙ برساتيءَ هيٺان هڪ پراڻي چنل ڪٽ تي گيتا ليٽي پيئي هئي. سنگين پيلي ساڙهي ۽ ڪوري ڪپڙي جي چوليءَ ۾ ملبوس. وار خشڪ ۽ اٿيا، نڪ ۾ هڪ وڏي نٿ. لڳاتار پندرهن ڏينهن لڙڪ وهائڻ، هن جي چهري جو روپ ئي ڦيرائي ڇڏيو هو. هينئر هن جي چهري تي نه نماڻائي هئي نه سونهن. نه روپ هو نه جوڀن. ائين ٿي ڏٺو گيتا جو سڀ ڪجهه لٽجي چڪو آهي. نه فقط هن جو پيار، هن جي زندگي لٽجي وئي آهي، مگر هن جو آواز به لٽجي چڪو آهي، هن جو سڏون لٽجي چڪو آهي. هن جا امنگ به لٽجي چڪا آهن. هن جا ارمان به لٽجي چڪا آهن.

گيتا پيلي ساڙهيءَ جي پلوءَ سان لڙڪ اگهي سڌي ٿي ويٺي. ٻئي چپ.... ڀهرين ڪير ڪچي! ٻنهي آئي. چندر ۽ گيتا لاءِ ڪاڏو رکي هلي وئي. چندر پڇيو، "گيتا ڪائيندين؟" گيتا وات سان ڪو نه ڪڇيو، صرف

ڪنڌ هلايائين. ٻڏندڙ سورج ۽ اڏامندڙ بادلن ڏانهن نهاري هوءَ نہ ڄاڻ ڇا سوچيندي رهي. چندر تالهي هٿائي گيتا کي پاڻ ڏانهن ڇڪي چيو، "گيتا هيئن ڪر ڪيئن هلندو؟ توکي ڏسي تہ مان پنهنجو ڌيرج سنڀالي سگهندس ۽ تون خود هي ڇا ٿي ڪرين!" گيتا چندر جي ويجهو ڪسڪي آئي ۽ ٻہ منٽ خاموش، يڪ ٽڪ قاتل نگاهن سان هن ڏانهن نهاريندي رهي. پوءِ دل کي ٽڪر ٽڪر ڪندڙ رڙ ڪري روئيندي چيائين "چندر. هاڻي ڇا ٿيندو!"

چندر سوچي نہ سگهيو تہ ڇا ڪري، ڇا چوي. لڙڪ هن جي اکين ۾ خشڪ ٿي چڪا هئا. هو روئي نٿو سگهيو. هن جي سيني ۾ جڻ ڪنهن پٿر پري ڇڏيو هو ۽ جيئن ئي اتي لڙڪن جون بوندون نهيون ٿئي تيئن اهو پٿر انهن کي پيئي ٿي ويو. هو پنهنجي تڙپ کي سنڀالي نہ سگهيو. گهبرائجي چيائين، "گيتا! گيتا توکي منهنجو قسم آهي ماٺ ڪر. چپ، بلڪل چپ ٿي وڃ. ها ائين." گيتا چندر جي پيرن ۾ منهن لڪائي ڇڏيو... "اٿ، سڌي ٿي ويهہ. سڀ ڪجھ ڄاڻندي، سمجهندي بہ تون هيئن ٿي ڪرين. ڇي.... ڇي. توکي پنهنجي دل مضبوط ڪرڻ گهرجي، نہ تہ پاپا کي ڪيڏو نہ ڏک ٿيندو!"

"پاپا تہ مون سان ڳالهائڻ بہ بند ڪري ڇڏيو آهي. چندر! پاپا کي چئينس اڄ تہ مون سان ڳالهائي. سڀاڻ کان مان هن کي تنگ ڪرڻ ڪا نہ ايندس، ڪڏهن ڪا نہ ايندس. هينئر هن جي گيتا کي سيپٽي وٺي ٿا وڃن. نہ ڄاڻ هن کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيا آهن." ۽ گيتا وري سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

چندر بنتيءَ هٿان پاپا کي سڏايو. گيتا کي روئندو ڏسي بنتي بيهي ويئي. "ديدي روءُ نہ. روءُ نہ ديدي. تون روئنديءَ تہ مان هتي ڪنهن جي سهاري رهي سگهنديس." ۽ گيتا کي چپ ڪرائيندي بنتي خود روئي ويئي ۽ لڙڪ اگهندي اتان هلي ويئي.

پاپا آيو. گيتا جيڪا چپ ٿي ويئي هئي، تنهن وري روئڻ شروع ڪيو. ڊاڪٽر شڪلا پريل گلي سان چيو، "مون کي هي رودن سٺو نٿو لڳي. هيءَ جذبات ڇا جي؟ تون پڙهيل ڳڙهيل ڇوڪري آهين. ڇا مون توکي هن لاءِ ئي هيڏي تعليم ڏني؟ سڪٽي جذبات وهيٽي ٿيڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو!" چوندي چوندي ڊاڪٽر شڪلا پاڻ روئي ڏنو. "چندر هل، اڄا گهڻو ئي بندوسبت ڪرڻو آهي." ڊاڪٽر شڪلا ۽ چندر ٻئي اتان اٿي هليا ويا.

بس شاديءَ کان اڳي، هميشہ لاءِ جدا ٿيڻ کان اڳي گيتا کي ايترو ئي موقعو مليو. انهيءَ بعد....

گاڏي صبح جو ڇهين بجي اچڻي هئي پر خوش نصيبيءَ سان ليٽ ٿي ويئي. ڊاڪٽر شڪلا ۽ ٻيا گهوٽيتن جي آجيان لاءِ اسٽيشن ڏانهن روانا ٿي ويا ۽ چندر گهر ۾ ئي رهجي ويو. ڄاڃين جي رهڻ جي بلي ڪرڻ لاءِ. ڄاڃين جي رهڻ جو بندوبست پر واري جاءِ ۾ ئي ڪيل هو. ماٿر صاحب جي بنگلي جا ٻہ ڪمرا خالي ڪرايا ويا هئا. چندر صبح جو ڇهين بجي اتي پهچي ويو ۽ سڀ سامان ٺيڪ ڪرايائين. وهنجڻ جو پاڻي وغيره اتي رکائي هو گهر آيو. ناشتي وغيره جو انتظام بورچيءَ کي سونپيل هو. مگر هن ڏانهن کي ٽوال موڪلڻا هئا.

چندر بنتيءَ کي چيو، "بنتي، ٽورا ٽوال تہ ڪڍي وٺ."

بنتيءَ مانهہ جي ڊال وينٽي ڏوتي. هن هڪدم اتي هٿ صفاڪيا ۽ ڪمري ڏنهن هلڻ لڳي.

"اي بنتي..." پڦيءَ پنڊاري مان سڏ ڪيو. "الائي ڪٿي وڃي مٺي آهي ناسوئي! اڙي هار سينگار پوءِ ڪري ونج، پهرين ڪم تہ پورو ڪري وٺ. هوءَ بيسڻ جي چاڻي ڪٿي رکي آهي؟"

"اڇها آيس." بنتيءَ چندر کي چيو ۽ هوءَ ماءُ ڏانهن ڊوڙي. پندرهن منٽ گذري ويا مگر بنتي واپس ڪا نہ آئي. شاديءَ جو گهر، هر طرف کان بنتيءَ کي سڏ پئي ٿيو ۽ بنتي پر لڳائي اڏامي هر هنڌ پئي پهتي. جڏهن بنتي ڪا نہ موٽي، تڏهن چندر گيتا کي ڳولي چيو، "گيتو ٻہ ٽي تمام وڏا ٽوال تہ ڪڍي ڏي."

گيتا چپ چاپ اٿي ۽ اڀياس واري ڪمري ڏانهن هلي. چندر بہ هن جي پٺيان هليو.

"ويهہ، مان ڪڍي ٿي اچان." گيتا پريل آواز ۾ چيو ۽ هوءَ پر واري ڪمري ۾ هلي ويئي. واپس آئي تہ هن جي هٿ ۾ منائيءَ جي ٿالهي هئي.

"اڙي هينئر کائڻ جو وقت ڪونهي، گيتا! اٺين بجي ڄاڃي پهچي ويندا."

"ان ۾ اڃا ٻہ ڪلاڪ پيا آهن. تون کاءُ چندر. هن کان پوءِ وري ڪڏهن بہ تنهنجي ڪم ۾ رنڊڪ وجهي، توکي کائڻ لاءِ نہ چونديس."

چندر خاموش.

"ياد اٿيئي چندر! هن ساڳي جڳهہ تي سارهيءَ ۾ نانختايون لڪائي ڪٽي آئي هيس. اڄ تہ پنهنجي هٿ سان ڪارايانءِ. سڀاڻي کان هي هٿ پراوا ٿي ويندا." ۽ گيتا منائيءَ جي هڪ ڇڪي پيچي چندر جي وات ۾ وڌي. چندر جي نيٽن ۾ ٻہ لڙڪ تري آيا. گيتا پنهنجي هٿ سان انهن ٻن لڙڪن کي اگهي چيو، "چندر، هتي گهر ۾ تنهنجي ڪاڏي پيتي جو خيال رکڻ وارو ڪير ڪونهي. تون پوري وقت تي کائيندو پيئندو رهج، توکي منهنجو قسم

آهي.... مان شاهجهانپور مان موٽي اچان تہ توکي ڳريل يا ڪمزور نہ ڏسان." چندر ڪجي نہ سگهيو. هن جي نيٽن مان نير ڌارا وهي هلي. گيتا ڪارائيندي رهي. هو ڪائيندو رهيو. گيتا هن کي پاڻيءَ جو گلاس ڏنو. هن هٿ ڌوتا ۽ کيسي مان رومال ڪڍيائين.

"چو. اڄ منهنجي ساڙهيءَ جي پلوءَ سان هٿ ڪو نہ اگهندين؟" گيتا پڇيو. چندر هن جي ساڙهيءَ جو پلوءُ هٿن ۾ ڪنيو ۽ اکين تي رکي هنيانءَ ڦاڙي روئڻ لڳو.

"جي چندر! اڄ مون پاڻ سنيالي ورتو. سڀ ڪجهہ قبولي ورتم. تڏهن وري تون هيئن ڪمزور ٿو بڻجين. تو مون کي چيو گيتو ماٺ ٿي، تہ مان ماٺ ٿي ويس. چا هينئر مون کي وري روئاريندين؟ اٺ.ءِ چندر اٿي ڪڙو ٿيو.

گيتا پان چندر جي وات ۾ وجهي، ڪٿو هن جي قميص سان اگهيو چندر ڪجهہ ڪو نہ چيو.

"اڙي چندر، اڄ تہ جهڳڙو ڪري وٺ. هن کان پوءِ پلي نہ ڪج."

ايتري ۾ بنتي ٽوال کڻي آئي. "ديدي، هن کي ڪجهہ کارائي وٺنس. هي اصل ڪجهہ نٿو کائي." بنتيءَ چيو.

"کارايو اٿمانس" گيتا چيو. "ڏس چندر. اڄ کان پوءِ مان ڪا نہ روئنديس، مگر هڪ شرط تي تہ تون سمورو وقت منهنجي آڏو رهندين. تصور ۾ منهنجي سامهون رهندين نہ!"

"ها رهندس." چندر لڙڪن کي اندر ئي پيئندي چيو.

"کيڏانهن هليو نہ وڃجانءِ. منهنجو هي آخرين عرض اٿيئي." گيتا چيو.

چندر ٽوال کڻي هليو ويو.

●

ڇڇ ۾ فقط اٺ ڇٽا آيا هئا. انهيءَ ڪري گهر واري موٽر ۽ ماتر صاحب جي موٽر، ٻن مان ٽي ڪم ٽپي ويو هو گهر پهتا نہ ناشتو تيار هو ۽ چندر چپ چاپ اندر وينو هو. هن هڪدم سيني جو سامان ٽانيڪو ڪرائي رکيو ۽ موٽڻ تي هو جو ڪيلاش پنيان هن جي ڪلهي تي هٿ رکي پوءِ هن کي ڀاڪر پائي چيو. "ڪيڏانهن هليا چندر صاحب! نمستي! هل تہ پهرين ناشتو ڪريون. هو چندر کي پڪڙي وٺي ويو. هن کي پنهنجي پر ۾ ويهاري ڪيلاش خود هن لاءِ چانهہ جو پيالو تيار ڪيو ۽ چيائين. "چو چندر، تون مون کان ناراض آهين ڇا؟ خط جو جواب بہ ڪو نہ ڏنبي!"

چندر چانهہ پيئندي چيو، "مان تہ تنهنجي سيني خطن جو جواب برابر ڏيندو رهيس يار!"

"تہ ائين آهي. مان پٽي هيڏانهن هوڏانهن گهميس. خط هيٺ مٿي ٿي ويا هوندا. هان وٺ سمبوسو کاءُ." ڪيلاش هن کي زور ڪندي چيو. چندر ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيو تہ چيائين. "واهہ ڙي جناب! شادي منهنجي آهي، تنهنجي ڪانهي. تون چو پيو هيئن لڄ ڪرين؟ پلا چندر...ڪر تہ سچو تو تي ئي رکيل هوندو!"

"ها." چندر وراڻيو.

"ڏاڍي افسوس جي ڳالهہ آهي يار. اسين جڏهن پهرئين دفعي گڏيا هئاسين، تڏهن مون کي اهڙي خبر ڪا نہ هئي تہ ڊاڪٽر صاحب ۽ تون ٻئي گڏجي مون کي ههڙو سنو انعام ڏيندا. توهان کي ٻچائڻ جو! منهنجي لائق ڪو ڪم هجي تہ ٻڌاءِ."

"تنهنجي مهرباني آهي." چندر ڪنڌ جهڪائي چيو. سيني ڪلي ڏنو. ايتري ۾ شنڪر بابو بہ ڊاڪٽر شڪلا سان گڏ اتي اچي پهتو ۽ سيئي چپ ٿي ويا.

سڀني ڏينهن جي رلڻ ملڻ بعد چندر ڏٺو تہ ڪيلاش بہ اهڙو ئي خوش مزاج ۽ کلمک آهي، جهڙو سندس وڏو ڀاءُ شنڪر بابو. سياست ۾ هو ڪيس جهڙو ئي فولادي نظر آيو هو. گهرو وايو منڊل بہ هن کي آوترو ئي وڻندڙ لڳو. چندر جو منَ خوشي وچان ٽڙي پيو. گيتا لاءِ هو ذرا بيفڪر ٿي ويو...هوءَ هينئر نياڻي وينديءَ. هو وڃهہ ڳولي گهر اندر پهتو. ڏٺائين تہ گيتا جي چوڌاري زالون ميڙاکو ڪري وينيون آهن ۽ هن کي مينديءَ وينيون لڳائين. بنتي ڊبي مان گيهہ ڍيني ڪڍيو. چندر اڳتي وڌي بنتي کي چوٽي کان ڇڪي چيو. "اڙي ٻڳلي! ڪچو گيهہ ٿي پيئين ڇا؟"

بنتي حيرت وچان چندر ڏانهن نهاريو. گذريل ڪيترن ڏينهن کان چندر ڪيس هڪ دفعو بہ چيڙايو ڪو نہ هو. اڄ هن کي ڇا ٿيو آهي. گذريل پندرهن ڏينهن کان چندر کي کلڻ تہ پري رهيو پر مشڪڻ بہ وسري ويو هو.

"اکيون ڦاڙي ڇا ٿي ڏسين؟ ڪيلاش ڏاڍو سٺو ڇوڪرو آهي. ڏاڍو سٺو آهي. گيتا اتي ڏاڍي سکي رهندي. کهڙو نہ سٺو ٿيندو! اڙي ٻڳلي تون خوش ڇو نہ ٿي ٿئين!" چندر وري بنتيءَ جي ٻانهن ۾ چهنڊڙي پاتي.

”ائي! مون کي بہ ديدي سمجهيو اٿوَ ڇا؟ هينئر ٿي ٻڌايانو.“ ۽ گيهہ ڀڌل هٿن سان چندر کي پڪڙي هن جي منهن تي گيهہ ڪٽي ڦڦيائين. چندر جهٽڪو ڏيئي پاڻ ڇڏايو ۽ بنتي جي ڳل تي هلڪي چماٽ هڻي اتان هليو ويو.

بنتي دبي جي ڪناري تان وهندڙ گيهہ کي اگهندي دل ۾ چيو: ديوتائون اڃا ٻيا ڪهڙا ٿيندا هوندا!

شام جو ڄڃ نڪتي، سادي سودي ڄڃ. صرف هڪڙي بئنڊ هئي. ڪيلاش شيرواڻي پاجامو پاتو هو. مٿي تي ٽوپي. گلي ۾ هڪڙي مالها ۽ ڪرائيءَ تي ڪنگڻ ٻڌل هوس. وڃڻ پڻيان هڪ ماڻهو هٿ ۾ ڪٽي پئي هليو. ور مالها پهرائڻ جي رسم ٿيڻي هئي، پر پڦيءَ پڃاڙي گهڙيءَ صاف انڪار ڪيو. چيائين: اسان جي ڇوڪري جهڙي تهڙي ڪانهي، جا پري سيا اڳيان منهن کولي اچي ور مالها پهرائي. مگر گهونگهٽ ڪڍڻ جي باري ۾ وري گيتا پنهنجي ضد تي قائم رهي. چيائين: گهونگهٽ مان مور نہ ڪيدنديس.

پاپا هن کي وني منڊپ ۾ پهتو. گهر جو ڪم ڪاج لهي ويو هو. سڀئي اڱڻ ۾ ويٺا هئا. ڪامني، پريا، ليلا سڀئي هيون. هڪ طرف ڄاڃي ويٺا هئا. گيتا خاموش هئي، مگر هن جو مک گرهڻ ورتل چنڊ جيان اونداهو هو. منڊپ ۾ هڪ بلب خراب ٿي ويو هو. چندر اهو بدلائي رهيو هو. گيتا ويندي ويندي چندر ڏانهن ڏٺو ۽ لڙڪ اگهي مشڪيائين ۽ مشڪي وري لڙڪ وهايائين. ڪامني، پريا ليلا ۽ گيتا جون ٻيون سڪيون ڪيلاش کي پٽائي رهيون هيون. گيتا ڪنڌ جهڪائي ويٺي هئي. پاپا کي چيائين تہ بنتيءَ کي مون وٽ موڪليو. بنتي اچي گيتا جي پنيان ٿي ويٺي. ڪيلاش اک جي اشاري سان چندر کي سڏ ڪيو. چندر هن جي پٺيان وڃي ويٺو تہ ڪيلاش چيس، ”يار هتي ڄوڙاري جيڪي ماڻهو ويٺا آهن تن جي چپ چاپ ۾ مون کي واقفيت تہ ڏي.“ چندر هن کي سڀني بابت ٻڌايو. چندر جيئن هن کي ڪامنيءَ، پريا، ليلا ۽ ٻين جي واقفيت پئي ڏني، تيئن بنتيءَ وچ ۾ چيو، ”توهين تہ ڏاڍا لالچي ٿا ڏسجو! هڪ مان دل نٿي ڍاپيوَ ڇا؟ واهہ پيٽيويا. واه!“ ڪيلاش انهيءَ تي مشڪي سوال ڪيو، ”هن جي شاديءَ جو فيصلو ٿيو آهي يا نہ؟“

”ٿي ويو اٿس.“ چندر وراڻيو.

”تڏهن ڳالهائڻ جو اپياس پيئي ڪري. منڊپ ۾ بہ انهيءَ ڪري ٿي اچي ويٺي آهي ڇا؟“ ڪيلاش چيو. بنتي سهمجي اٿي هلي وئي.

ويڌي شروع ٿي. ڪيلاش جي هٿ ۾ ناريل ۽ هن جي پڪوڙيل مٺ مٿان گيتا جا ٻئي هٿ. گيتا هينئر بلڪل چپ هئي. اهڙي چپ، اهڙي خاموش جو ائين پئي لڳو تہ هن جي چپن ڪڏهن ڳالهايو ئي ڪونهي. ويڌيءَ جي انهيءَ دوران ۾ هڪ ٻئي سان اقرارن ڪرڻ جو وقت آيو. ڪيلاش سڀ پرتگيائون ڪيون. شنڪر بابوءَ چيو تہ ڪنوار بہ پڙهيل آهي، هوءَ پاڻ ئي سڀ وچن ڏئي مگر گيتا ڪنڌ ڌوڻيو. ڄاڃين ۾ ڇڻ نا اميديءَ جي هڪ لهر ڊوڙي وئي. چندر هڪدم بنتيءَ کي سڏ ڪيو ۽ هن جي ڪن ۾ چيائين، ”گيتا کي وڃي چئينس تہ اهو پاڳلپڻو ڇڏي ڏي. انهيءَ مان هينئر فائدو ڪهڙو!“ بنتيءَ گيتا وٽ پهچي هن جي ڪن ۾ آهستي اها ڳالهہ چئي. گيتا نگاهہ کڻي سامهون نهاريو. چندر ورانڊي ۾ ڏاڪڻ جي ڏاڪي تي ويٺو هو. ڏاڍي فڪر ڀري نگاهہ سان ڪڏهن شنڪر بابوءَ ڏانهن، ڪڏهن گيتا ڏانهن پئي نهاريائين. گيتا سان هن جون نگاهون ملنديئي هو ڇڻ سڄو ڏڪي ويو. گيتا پل پر ڏانهنس نهاريندي رهي. چندر نہ ڄاڻ هن کي ڇا چيو ۽ گيتا بہ نگاهن ئي نگاهن ۾ نہ ڄاڻ هن کي ڪهڙو جواب ڏنو. انهيءَ بعد گيتا هيٺ رکيل پوڄا جي ناريل مٿان لڳل سنڌور ڏانهن تڪيندي رهي ۽ پوءِ وري هڪ دفعو نگاهون مٿي کڻي چندر ڏانهن نهاريائين. اها نگاهہ بلڪل عجيب، بلڪل وچتر هئي، جنهن ۾ گونڌر ڪو نہ هو، حسرت ڪا نہ هئي. لڙڪ ڪو نہ هئا. ڪمزوري ڪا نہ هئي. ان نگاهہ ۾ هو صرف هڪ گنڀير اونهو ويساه، اڻاهہ سنيهہ پورن قرباني. هن ڇڻ پڇيو ٿي... ڇا تون سچ پچ ائين ٿو چاهين؟ چندر تون وري بہ سوچي وٺ... تون اهڙو درد آهين! اهڙو ڪٺور آهين جو مون کان زبان سان چوائڻ ٿو چاهين! ڇا منهنجو سڀ سک آرام لٽڻ بعد باقي اها پاڻ نڳڻ جي ٿوري تسڪين بہ مون وٽ نہ ڇڏيندين؟ چڱو اهو بہ وٺ. منهنجا ديوتا! ۽ هن سمپورن هار مڃي. سڏڪن ڀريئي آواز سان پاڻ ڪيلاش کي ارپي ڇڏيو. اقرار دهرايا ويا. انهيءَ بعد ساڙهيءَ جو پلؤ ڇڪي، نڪ جي نٿ کي ٺيڪ ڪرڻ جي بهاني هن پنهنجا لڙڪ اگهي ڇڏيا.

چندر هڪ اپو ساهہ کنيو ۽ پر ۾ ويٺل پڦيءَ کي چيائين، ”هاڻي مان وڌيڪ ويهي نٿو سگهان. منهنجي اکين ۾ ڄڻ ڪنهن مرچ اڇلايا آهن.“

”ها. وڃي مٿي سمهي پئہ ڪٽ پيئي اٿيئي. موڪلائي سڀاڻي صبح جو ڏهين بجي ٿيندي. هينئر ڪائج پيئج نہ. نہ تہ پئجي رهندين.“ پڦيءَ ڏاڍي سنيهہ رچان هن کي چيو.

چندر مٿي پهچي ڏسي تہ بنتي اونڌي منهن کٽ تي ليٽي سڏڪا ڀري پيئي روئي هن بنتيءَ کي ڌونڌاڙيندي سڏ ڪيو. ”بنتي! بنتي!“ بنتي وڌيڪ زور سان روئڻ لڳي.

"اٽ پڳلي مون کي تہ سمجھائڻ ايندي آهين ۽ هينئر هي پاڳلپڻو ڪري رهي آهين." چندر جي آواز ۾ بہ سڏڪا پرجي ويا.

بنتي اٿي چندر جي گود ۾ منهن لڪايو ۽ هڪ دردناڪ رڙ ڪري چيائين. "هاءِ چندر! هاٿي... هاٿي ڇا ٿيندو؟"

چندر هينئر پنهنجي لڙڪن کي روڪي نہ سگهيو. هن جي دل بہ ڦاٽي پيئي ۽ جيئن ٻڏندڙ انسان سهارو پڪڙي، تيئن بنتيءَ کي پڪڙي هن جي وارن ۾ منهن لڪائي اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳو. مگر ٿوري دير بعد ئي هن پاڻ سنڀالي ورتو ۽ بنتيءَ جي مٿي تي هٿ ڦيريندي پنهنجي سڏڪن کي دٻائيندي چيائين. "پڳلي، روءُ نہ."

ڏيري ڏيري بنتي شانت ٿي ويئي. هوءَ ڪٽ تان لهي هيٺ زمين تي ويٺي ۽ چندر جي گوڏن تي هٿ رکي چيائين "چندر، تون هتي اڄڻ بند نہ ڪري ڇڏج. جيئن هينئر ايندو آهين تيئن ايندو رهج. جيستائين ديدي ساهرن مان موٽي!"

"ڇڱو." چندر بنتي جي پٺيءَ تي هٿ رکي چيو. "گهبرائج نہ. تون تہ بهادر ڇوڪري آهين نہ! سڀ ڳالهہ دل ڏاڍي ڪري سهڻ گهرجي. تون پيڻ ڏس ڪهڙي ديديءَ جي آهين نہ؟"

بنتي اٿي هيٺ هلي ويئي.

چندر ليٽي پيو. هن جي انگ انگ ۾ نس نس ۾ سور هو. هڏ هڏ ۾ ٽڪ هو. مگر هن کي ننڊ نہ آئي. هيٺان مندپ مان رکي رکي برهمڻ جي منتر اچارڻ جو. وچ وچ ۾ چاچين ۽ زالن جا آواز پئي آيا. اهي آواز هن کي پريشان ڪندا رهيا. هن جي جسم جو ٽڪ، هن جي من جي شانتي رکي رکي هن کي ڇڻ ڏڏڪا ڏيئي سجاڳ ڪري ٿي ڇڏيو. هن پاسا ورائيندي ڪڏهن مٿي ٿي نهاريو، ڪڏهن اکيون ٻوٽي ٿي ڇڏيائين تہ من ننڊ اچي وڃي. مگر هن کي ننڊ نہ آئي. هوريان هوريان هيٺ جا آواز خاموش ٿي ويا... ويڏي پوري ٿي ويئي، ڇاڇي اٿي وڃڻ لڳا. هو آوازن کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو تہ ڪهڙو ڪنهن جو آواز آهي. ڪهڙو آواز ڇا ٿو چوي. ڏيري ڏيري سڀ شور، سڀ آواز خاموش ٿي ويا.

چندر وري پاسو ڦيرايو ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيائين. آهستي آهستي هن جي من تي ڇڻ هڪ ڏنڊ، هڪ غبار ڇائنجڻ لڳو. هو ايترو وقت تہ سانده سجاڳ رهيو هو جو هينئر اک بند ٿي ڪيائين ۽ ڇپر اکين جي پتلين سان ٿي مليس تہ هن کي نهايت تيز پيڙا جو احساس ٿي ٿيو. جيئن تيئن هن جي ٿوري اک لڳي.

اوچتو ڪنهن هن کي اچي جاڳايو. هن کي جيترو اکين بند ڪندي درد ٿيو هو، هينئر اکيون کولندي بہ هن کي اوتري ئي پيڙا ٿي. هن اکيون کوليون. ڏٺائين.... سامهون گيتا بيٺي آهي.

سيٿ ۾ سندرو پريل. ڪرائي تي ڪنگڻ هٿن ۾ منديون ۽ چوڙا. ڳلي ۾ مالهائون. نڪ ۾ ڏوريءَ جي سهاري وڏي نٿ پئل. اکيون جن ۾ سانوڻي بادلن جا گرجنا هينئر خاموش ٿي ويئي هئي. جن ۾ برسات سمهي پيئي هئي. هوءَ ڪن پر پيراندي‌ءَ کان ڪڙي رهي. چندر اٿي سڌو ٿي ويٺو. هن جي دل اٿين پئي ڌڙڪي ڇڻ سندس سامهون سندس رنل پاڳ ديوي بيٺي هئي. گيتا وات مان ويڻ ڪو نہ ڪڍيو. هن صرف بئي هٿ جوڙيا ۽ هيٺ جهڪي پنهنجو مٿو چندر جي پيرن ۾ ڪٽي رکيائين. چندر هن جي مٿي تي هٿ رکي چيو. "ايشور تنهنجو سهاڳ اٽل رکي. تون شل هميشہ اوچي رهين. مون کي اڄ توتي فخر آهي. اڄ تائين تون جيڪي منهنجي لاءِ هئينءَ، اڄ تون ان کان گهڻو وڌيڪ ٿي ويئي آهين، گيتا!"

گيتا اڃا بہ ڪجهہ ڪو نہ. آنچل سان آنسو اگهندي هوءَ پيراندي‌ءَ کان زمين تي ويهي رهي ۽ ڳلي مان ڳلن جي هڪ مالها لاهي، ان جا گل چنيائين ۽ پوءِ چندر جا پير ڪٽ تان ڇڪي هيٺ زمين تي آنداڻين.

"اڙي هي ڇا ٿي ڪرين گيتا!" چندر چيو.

"جيڪي منهنجي من ۾ اچي ٿو." ڏاڍي مشڪلات سان پنهنجي اندر جي سڏڪن کي روڪندي گيتا چيو. "هينئر مون کي ڪنهن جو بہ ڊپ ڪونهي. تو مون کي جيڪو ڏنڊ ڏنو آهي. ان کان وڌو ڏنڊ تہ هينئر ايشور بہ مون کي ڏيئي نٿو سگهي." ۽ گيتا چندر جي قدمن ۾ گل ڌري انهن کي چميو ۽ پنهنجي ڪرائيءَ ۾ ٻڌل هڪ ٻڙي کولي، ان مان سندرو ڪڍي گلن تي ڇڻڪاريائين. پوءِ چندر جي قدمن تي سر رکي ڇپ ڇاپ روئندي رهي.

ٿوري دير بعد هوءَ ازخود اٿي ۽ گل ميڙي اهي پنهنجي ساڙهيءَ جي پلو ۾ ٻڌائين. هوءَ اٿي ڪڙي ٿي ۽ ڪجهہ بہ چوڻ بنا هوريان هوريان اتان وڃڻ لڳي.

"ڪيڏانهن ٿي هلين؟" چندر گيتا جو هٿ پڪڙي چيو.

"ڪيڏانهن بہ نہ!" گيتا پنهنجو هٿ ڇڏائيندي چيو.

"نہ گيتا! هي گل مون کي ڏي، مان پاڻ وٽ رکندس." چندر وري بہ گيتا کي روڪيندي چيو.

"بيڪار آهي چندر! سيان تائين. پرهينءَ تائين اهي سڀ سڪي ويندا. منهنجا ديوتا!" ۽ گيتا سڏڪا پريندي هلي ويئي.

هڪ روشن ستارو ٽٽو ۽ سڄي آڪاش ۾ ڦهلجي. نہ ڄاڻ ڪهڙي افق تي الوپ ٿي ويو.

●

ٻئي ڏينهن صبح جو ائين ٻجي تائين سمورو سامان اسٽيشن تي پهچي ويو. ڊاڪٽر صاحب ۽ شنڪر بابو اڳي ئي اسٽيشن ڏانهن روانا ٿي ويا هئا. چاچي بہ سڀ اوڏانهن هليا ويا هئا. باقي ڪيلاش ۽ گيتا کي اسٽيشن تي پهچائڻ جي جوابداري چندر تي ڇڏي ويا هئا. جلدي ڪندي ڪندي بہ سوا نو لڳي ويا هئا. ڪيلاش ۽ گيتا ٻئي بيٺا هئا. گيتا جي پنيان حجامڻ بينہ هٿي ۽ ٻڪيءَ ڪوساٽ سوڻ پئي ڪيو. چندر جي تڪڙ مچائڻ تي هنن جي نيٽ جند آزاد ٿي ۽ اڳتي وڌيا. گيتا اجا موٽر ۾ قدم ئي ڪو نہ رکيو تہ بنتي هن جي ٽنگن ۾ لٽڪي پيئي ۽ روئڻ لڳي. گيتا بہ سڏڪن کي روڪي نہ سگهي. چندر بنتيءَ کي الڳ ڪيو. گيتا موٽر جي دريءَ تي ڪنڌ رکي سڏڪا ڀريندي رهي. موٽر هلي تہ گيتا ڪنڌ ورائي پنهنجي اباڻي گهر ڏانهن نهاريو. بنتيءَ هٿ جوڙي الوداع ڪئي تہ گيتا وري اڇي اوڇنگارن ۾ پيئي.

اسٽيشن تي گيتا بلڪل مات رهي. گهوٽ ڪنوار لاءِ سيڪنڊ ڪلاس ۾ هڪ برٿ رزرو ڪيو ويو هو. باقي ٻيا سڀ انٽر گاڏي ۾ هئا. شنڪر بابو ٻنهي کي گاڏيءَ تائين پهچائي چيو، "ڪيلاش، تون ٿورو مون سان اچ. مسٽر چندر، توهين ڪنوار وٽ ترسجو. مان ڊاڪٽر صاحب کي موڪليان ٿو."

چندر دريءَ وٽ ٿي ويٺو. شنڪر بابوءَ جو ننڍو ڪڪو پنهنجي نئين پاپيءَ وٽ اچي ويٺو ۽ هن جي ريشمي چادر سان کيڏڻ لڳو. چندر چپ چاپ ويٺو رهيو.

اوچتو گيتا هن جي هٿ تي پنهنجو مينديءَ لڳل لال هٿ ڪڍي رکيو ۽ آهستي چيائين. "چندر!" چندر منهن ورائي هن ڏانهن نهاريو تہ چيائينس، "هاڻي ڪجھ بہ سوچ نہ. هيڏانهن نهار." ۽ گيتا ڄڻ پنهنجي دل جي سموري سڪ لفظن ۾ ڀري چيو، "بنتيءَ جو خيال رکجان. هن کي تنهنجي ئي آسري ڇڏي ٿي وڃان. ٻڌ. پاپا کي رات جو سمهڻ وقت کير ۾ اوولٽين ضرور ملائي ڏجان. ڪاڏي پيتي ۾ بيپرواهي نہ ڪجان. ائين نہ سمجهجان تہ گيتا مري ويئي ۽ بنا کير جي ڇانهن پيئڻ شروع ڪري ڇڏين. .مان جلد ئي موٽي اينديس. پميءَ جو خط اچڻي تہ مون کي لکجان...."

ايتري ۾ ڪيلاش ۽ ڊاڪٽر صاحب اچي ويا. ڪيلاش باٿ روم ۾ هليو ويو. ڊاڪٽر صاحب گيتا جي مٿي تي هٿ رکي چيو. "پٽ! اڄ تنهنجي ماءُ هجي ها تہ ڪهڙو نہ سٺو ٿئي ها! ۽ ٻڌ، مهيني اندر مان توکي گهرائيندس. اتي گهٻرائجان نہ."

گاڏيءَ سيٽي هنئي.

پاپا وري چيو، "پٽ، اتي سڀني تي هلجان. ڪا بہ ٻاراڻي نہ ڪجان. سمجهيئي نہ." پاپا رومال ڪڍي اکيون اگهڻ لڳو. "شادي زندگيءَ جي وڏي جوابداري آهي. هاڻي تنهنجي نئين زندگي شروع ٿي آهي. هيل تائين تون ڌيءُ هئين. هاڻي تون ڪنوار آهين، ننهن آهين...."

گيتا چيو، "پاپا، توهان جي اوولٽين جو ڊبو شيشي واري ميز تي رکيو آهي. ها روز پيئندا ڪجو ۽ پاپا، بنتيءَ کي ڳوٺ واپس نہ موڪلجو. چندر کي بہ هاڻي گهر ۾ ئي رهائجو. توهين اڪيلا ٿي ويا آهيو..... مون کي جلد ئي گهرائجو."

گارڊ سيٽي هنئي. ڪيلاش ڊاڪٽر صاحب کي پيرين پيو. چندر سان هٿ ملايائين. گيتا چيو، "چندر، هيءَ چٺي بنتيءَ کي ڏج ۽ ٻڌ، منهنجو نتيجو ظاهر ٿئي تہ تار ڪجان."

گاڏي چرڻ لڳي. "چڱو پاپا، چڱو چندر..." گيتا هٿ جوڙيا ۽ دريءَ تي منهن رکي روئڻ لڳي. لڙڪ اگهندي نهاريندي رهي.

گاڏي پليٽ فارم کان ٻاهر نڪري ويئي، تڏهن چندر منهن ورايو. هن جي بدن جي سنڌ سنڌ ۾ سخت هو. ٿڪ هو. هن کي ڪا بہ سمڪ نہ رهي تہ هو ان ڏينهن گهر ڪيئن پهتو هو.

●

هفتي لاءِ چندر کي ڪو بہ هوش ڪو نہ رهيو. شاديءَ جي ڏينهن ۾ هن کي ڄڻ نشو چڙهيل هو. جنهن جي زور تي هو مشين جيان ڪم ڪندو رهيو. شاديءَ بعد هن جي انگ انگ ۾، نس نس ۾ اهڙي تہ سخت ٿڪاوٽ ۽ پيڙا جاڳي اٿي جو هن لاءِ اٿڻ ويهڻ بہ مشڪل ٿي پيو. ڪاڏي ڪائڻ لاءِ صرف گهر کان هوٽل تائين بہ چري نٿي سگهيو. بس ائين پيو رهيو. صبح جو نوين ٻجي سمهندو هو. پنجين ٻجي شام جو اٿندو هو. ٿورو وقت هوٽل ۾ ويهي واپس موٽي ايندو هو. چپ چاپ مٽي کڏ تي وڃي ليٽندو هو ۽ وري سمهي پوندو هو. هن جو من اجڙيل آشياني جهڙو ٻڏجي چڪو هو. جنهن مان زندگي ۽ امنگن جون لهرون پر ڪري ڪيڏانهن دور اڏامي ويون هجن. ائين پئي لڳو تہ هن کان سڀ ڪجھ وسري ويو آهي.... گيتا. بنتي، پمي، ڊاڪٽر. پنهنجي ڪوجنا، مضمون..... هن کي سڀ ڪجھ وسري ويو آهي. اهي سڀ شيون رکي رکي هن جي دل ۾ اٿيون پئي. پر چندر ائين محسوس ڪندو هو تہ اهي سڀ ان زندگيءَ. ان دنيا جون شيون آهن جا ڪانئس وسري چڪي آهي.

دنيا جنهن جو ڪنهن زماني ۾ وجود هو. مگر پوءِ هڪ پيانڪ لهر ان جو ڪٿو ڪٿو لوڙهي ڇڏيو. هينئر هن جي دنيا سندس گهر جي ڪڌ تائين محدود هئي. ۽ هن جي من جي اڏامر ڏک جي چوطرف انهن ديوارن وچ ۾ سمايل آسمان جي حدن تائين محدود هئي. اونداهيون راتيون هيون. پهرين هو تارن جي روشنيءَ کي جاچيندو هو ۽ پوءِ هوريان هوريان چنڊ جي ڪير مثل چانڊوڪي ڪفن جي چادر جيان هر چيز مٿان ڦهلجي ويندي هئي ۽ هو من ئي من ۾ ٽڪل آواز ۾، پاڻ کي چانڊوڪيءَ جي ان ڪفن ۾ ويڙهي چوندو هو..... سمهي پئه مردا. سمهي پئه!

ڇهين ڏينهن هو ڪجهه بهتر ٿيو. ٿڪاوٽ ۽ هوريان هوريان لهي ويس پر انهيءَ بعد هن کي دل ۾ ڇڻ ڪنهن شئي جي ٽٽي پوڻ جو درد محسوس ٿيڻ لڳو. اهو درد اتي جو اپريو آهي، اهو درد ڇا آهي، اهو سڀ هو سوچيندي به سمجهي نه سگهيو. شام جا پنج لڳا هئا. پر اس لهي ويئي هئي. اداس بادلن جي هڪ تهه. آڪاڙ جي الهنڊ سج کي ڍڪي ڇڏيو هو. هوا ۾ ٿڌاڻ اچي ويئي هئي. ائين ٿي لڳو ته هير جا اهي جهوٽا ڪنهن برساتي ديس مان پيا اچن. هو اٿيو. ونهتو ۽ گيتا جي گهر ڏانهن هليو.

ڊاڪٽر شڪلاهٽ ۾ ڪتاب جهلي باغ جي سبز ٻاري ۾ پئي ٽهليو. پنجن ڏينهن ۾ هو ڇڻ سخت بيو ٿي ويو هو. جسم ڇڻ جهڪي ويو هوس. منهن جي ڦڙتي اڏامي وئي هئس. هن جي اکين اکين. سست چال مان زندگيءَ جو ٿڪ پئي ٽپڪيو. چندر جي پليڪار به هن اڳي جيان ڪو نه ڪئي. صرف ايترو چيائين. "چندر مون به دفعا ڊرائيور کي تو وٽ موڪليو ته موٽي آيو ۽ اچي چيائين ته تون سمهيو پيو آهين. هاڻي تون پنهنجو سامان هتي ڪٺي اچ." ۽ پوءِ هو وري ڪتاب جا ورق اٿلائڻ لڳو. اڳي هو جسماني طور بيو برابر هو پر من جو جوان هو. پر اڄ ائين پئي ڏٺو ته هن جو اهو من به بيو ٿي ويو آهي. هن جي من جي چيلهه پڻ ڄڻ ڀڄي ٿي ويئي آهي. چندر جواب ڪو نه ڏنو. چپ چاپ بيٺو رهيو. سامهون گگن تي هڪ عجيب زردي ڇانيل هئي. ڊاڪٽر ڪتاب بند ڪري چيو. "ٻڌو اٿر..... ڪاليج جو پرنسپال موٽي آيو آهي. وڃان. تنهنجي باري ۾ هن سان ڳالهه ٻولهه ڪري اچان. تون اندر وڃ. گيتا جو خط آيو آهي. بنتيءَ وٽ اٿئي."

"ٻڌي آهي؟" چندر پڇيو.

"نه. اڄ صبح جو ئي ته ويئي. اسان هن کي ڪيترو ئي روڪيو. پر هن کي هتي آرام نٿي آيو. بنتيءَ کي به ڏاڍي مشڪلات سان هتي رهايو اٿر." ڊاڪٽر گئريج ڏانهن هليو ويو.

چندر اندر ويو. گهر اهڙو سنسان لڳو پيو هو. اندر اهڙي ته پيانڪ خاموشي ڇانيل هئي. جو چندر جو روم روم ڪڙو ٿي ويو. موت بعد به ڪو گهر اهڙو سنسان. اهڙو بيجان نه لڳندو آهي. جهڙو هي گهر اڄ شاديءَ بعد پئي لڳو. صرف رنڌڻي مان ٿوري ڪڙ ڪڙ جو پڙلاءُ پئي آيو. "بنتي!" چندر پڪاريو. بنتي رنڌڻي ۾ هئي. هوءَ نڪري ٻاهر آئي. بنتيءَ کي ڏسندي ئي چندر دنگ رهجي ويو. هوءَ اهڙي ته سنهي ٿي ويئي هئي جو ڄڻ بيمار هئي. روئي روئي هن پنهنجون اکيون سڄائي ڇڏيون هيون. چپ ڦٽجي پيا هئس. چندر کي ڏسندي ئي هن چلهه تان تئي لاهي هيٺ ڪئي ۽ وارن جي پريشان ٿيل ڇڳن کي سنواري. ساڙهي جو پلوءُ ٺيڪ ڪري ٻاهر آئي. ڪمري مان هڪ صندلي آڻي. اڱڻ ۾ رکي نهايت ملول آواز ۾ چندر کي چيائين. "ويهو."

"گهر ڪهڙو نه سڃو پيو لڳي بنتي! تون اڪيلي ڪيئن رهندي هوندينءَ؟" چندر پڇيو. بنتيءَ جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا.

"روئين چو ٿي بنتي! چي..... مون کي ڏس نه. مان ڪيئن نه پٿر بنجي ويو آهيان. چو. تون ته تمام سٺي ڇوڪري آهين نه!" چندر بنتيءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو. بنتيءَ لڙڪن پريون اکيون نگاهون چندر ڏانهن کنيون ۽ نهايت ئي پريل آواز ۾ چيائين.....

"توهين ديوتا ٻڌجي سگهو ٿا. مگر دنيا ۾ هر ڪو ديوتا نه آهي. توهان چيو ته مان روز ايندو رهندس ۽ گذريل سڄي هفتي ۾ توهان منهن به ڪو نه ڏيکاريو. اهو به ڪو نه سوچيو ته منهنجو هتي ڪهڙو حال هوندو. روز صبح شام اچا در تي هلڪو ڪڙڪو ٿي ٿيو ته مان ڊوڙندي ٻاهر ٿي آيس پر توهان جو ناتو ته صرف ديديءَ سان ئي هو. مان توهان جي ڪير لڳان!"

"نه بنتي، مان اهڙو ته سخت ٿڪجي پيو هوس جو اٿڻ ويهڻ جي به سگهه ڪا نه هيم. ٻڌيءَ کي تو وجڻ چو ڏنو. هن کي هتي رهائين ها نه؟" چندر چيو.

"اڙي هوءَ هوندي هئي ته روئڻ به ڪا نه ڏيندي هئي. مان به ٽي ڏينهن روئندي رهيس ته مون تي سخت ڪاوڙيي هئي. مهراڄڻ کي ڇوڻ لڳي هڙي ڇوڪري ته ڪتي ڪا نه ڏني. وڏي پيڻ جي شادي تي اٿس ته ساڙ ۾ پيئي جلي ۽ ڏينهن رات روئي اپتا سوڻ پيئي ڪري. جڏهن انگ ڪلندس. تڏهن شادي ٿيندس. ڪيئن هينئر ئي زوريءَ ڪنهن سان ڪٺي پلوءُ پلي ٻڌ بس!" بنتي اپو ساهه کڻندي چيو. "منهنجي زندگي ڪيئن ٿي گذري. اهو توهين سمجهي ته سگهندا. هينئر ته دل ائين پئي چوي ته مري وڃان. هيل تائين ديدي هئي ته وڏو سهارو هئي. پيئي همت ڏياريندي هئي. دل وندندي هئي. هينئر ته ڪير به پنهنجو ڪو نه آهي."

"ڇي ڇي بنتي، اهڙيون ڳالهيون ڪيئن آهن ڇا؟ گيتا مهيني اندر تہ موٽي ايندي ۽ ماءُ جي ڳالهين تي دل ۾ ڪبو آهي ڇا؟"

"چندر بابو، توهين ڇوڪري هجو ها تہ سمجهي سگهو ها." بنتي ويئي ۽ هڪ ٿالهيءَ ۾ ناشتو کڻي آئي. "ونو، ديدي مون کي ڇٽي ويئي هئي تہ چندر جي ڪاڏي پيتي جو خيال رکجان. مگر ڪنهن کي خبر هئي تہ ديديءَ جي ويندي ئي، چندر بابو ڏاريو بڻجي ويندو."

"نہ بنتي، تون اجايو غلط ٿي سمجهين. نجاڻان ڪهڙي سبب من ۾ هڪ عجيب اداسي اچي ويئي هئي. ڪجهہ ڪرڻ تي دل نٿي وري. اڄ طبعيت ڪجهہ سٺري تہ سيني کان اڳي تو وٽ آيس. هينئر گيتا کان پوءِ منهنجو پيو آهي ڪير توکانسواءِ!" چندر بيحد اداس آواز ۾ چيو.

"ها ها، تنهن ڏينهن مون توهان کي هيڏا سڏ ڪيا، پر توهين گهر جو ٿيا تہ وري پتو ئي ڪو نہ پيو. مان تہ سمجهي ويس تہ چندر بابو هاڻي اڳيون ڪو نہ رهيو آهي." بنتيءَ چوندي چوندي روئي ڏنو.

چندر جو من بہ پرچي آيو هو. نڙيءَ ۾ سڏڪا اٽڪي بيٺا هئس. پر انسان جي زندگي ڪهڙي نہ عجيب آهي! هو روئي بہ نٿي سگهيو. پيشانيءَ تي غم جا گهنج بہ وجهي نٿي سگهيو ڇاڪاڻ جو سامهون جيڪو انسان وينو هو سو خود دکي هو ۽ گيتا جيڪا هن کي پنهنجي امانت طور پنيان ڇڏي ويئي. تنهن ڪري هن کي سنڀالڻ سندس پهريون فرض هو. بنتيءَ جي لڙڪن کي روڪڻ لاءِ هن کي پنهنجا لڙڪ روڪڻا ئي پيا. ناشتي جي ٿالهي بنتيءَ ڏانهن وڌائي چيائين. "وٺ، تون بہ کاءُ" بنتيءَ انڪار ڪيو تہ پنهنجي هٿ سان هن کي کارايائين. بنتي چپ چاپ کائيندي رهي ۽ رکي رکي ڳوڙها اگهندي رهي.

ايتري ۾ مهراڄڻ آئي. بنتيءَ هن کي رنڌڻي جو ڪم سمجهايو. پوءِ چندر کي چيائين. "هلو، مٺي هلون."چندر چوڌاري نهاريو. گهر ۾ اجا بہ ساڳيو سناٽو هو. اوچتو هن جي من ۾ هڪ عجيب ڳالهہ آئي. گيتا سان هو ڪنهن بہ وقت ڪٿي بہ وڃي سگهندو هو پر بنتيءَ سان گڏ اڪيلو مٽي ڪڏ تي وڃڻ ۾ هن جي من ۾ هڪ قسم جي هٻڪ، ڪنڪو پيدا ٿي ويو. هو چپ چاپ وينو رهيو. بنتي ڪهڙي بہ سٺي هجي، ڪيتري بہ ويجهي هجي، مگر هوءَ گيتا ڪا نہ هئي، گيتا بڻجي نٿي سگهي. "نہ، هتي ئي ٺيڪ آهي!" چندر جواب ڏنو.

بنتي اٿي وڃي گيتا جو خط کڻي آئي. چندر جي من جي عجيب حالت هئي. اٿين پٺي محسوس ڪيائين تہ اکين جا لڙڪ روڪي نہ سگهندس. هن جي من ۾ وري وري اهو خيال اٿڻ لڳو تہ ڇهہ ڏينهن اڳي گيتا هن جي هئي ۽ هن گهر جي جان هئي، زندگي هئي پر اڄ اٿين پيو لڳي ڄڻ گيتا هن گهر ۾ ڪڏهن هئي ڪا نہ.

اڱڻ ۾ انڌيرو ٿيڻ شروع ٿي ويو هو. هو اٿيو ۽ گيتا جي ڪمري جي سامهون پيل ڪوچ تي وڃي وينو. بنتيءَ بجلي روشن ڪئي. خط تمام مختصر هو.

ڊاڪٽر چندر، بابو،

تو ڪڏهن اٿين بہ سوچيو هو تہ تون ايڏو دور هوندين ۽ مان توکي خط لکنديس. خير....

هينئر تہ گهر ۾ سک ۽ آرام جي بانسري وڄائيندو هوندين. مان ئي هيس جا هميشهہ توکي کائڻي جيان پيئي چيندي هيس، تنهن کي تو هينئر ڪيڏي ڦٽو ڪيو. هينئر ڪير بہ توکي پريشان نہ ڪندو هوندو، ڪير بہ تنهنجي پڙهڻ ۾ رنڊڪ نہ وجهندو هوندو. هينئر تہ تون هڪ مهيني ۾ ڏهہ ٻارنهن ٽيسز لکي پورا ڪندين.

وقت هو جو ڏينهن جا ڇوويهہ ڪلاڪ تون اکين سامهون رهندو هئين. پر اڄ تنهنجي باري ۾ سکڻو لفظ ٻڌڻ کان بہ سڪڻو ٿو پوي. ڪيترا دفعا ويچار آيو تہ جيئن اتي تنهنجي باري ۾ بنتيءَ سان ويهي ڳالهيون ڪندي هيس، تيئن هتي بہ هن سان (تنهنجي دوست سان) تنهنجي باري ۾ ويهي ڳالهيون ڪريان. مگر هي تہ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪري!

پيو سڀ ٺيڪ آهي. هتي مون کي خوب آزادي آهي. امان بہ ڏاڍي سٺي آهي. پردو اصل ڪرڻ نٿي ڏئي. پنهنجي پوڇا جا سمورا ٺانوَ پهرئين ڏينهن تي ئي مون کان صفا ڪرايائين.

ڏسجان، پاپا جو ڌيان رکجان. بنتيءَ کي جهڙي دنبي مان ڇڏي ويئي آهيان. اهڙي ئي دنبي رهي. مان مهيني بعد اتي اچي بنتيءَ جي ٻانهن توکان سنڀالي وٺنديس. اٿين نہ ڪجان جو منهنجي بدران بنتيءَ کي روئاري. تنگ ڪري ماري وجهين، جيئن تنهنجي عادت آهي.

چانهہ گهٽي نہ پيئجان... خط جو جواب ڏجان.

تنهنجي گيتا.

چندر اها چٺي هڪ دفعو پڙهي. ٻيو دفعو پڙهي ۽ پوءِ وري وري پڙهندو رهيو. هلڪي سائي رنگ جي ڪاغذ تي ننڍڙا ننڍڙا ڪارا اکر الائي ڪيئن پٽي لڳا. انهن ننڍن ننڍن لفظن ڇڻ ڪجهه ڇيو پٽي. انهن ۾ ڇڻ ڪو گپت لرٽ پريل هو جو لفظن کان گهڻو وڌيڪ گنڀير ۽ گهرو هو. ايام اڳي وياڪرڻ ۾ انهن لفظن جي جيڪا معنيٰ مقرر ڪئي ويئي هئي، گيتا جي قلم اڄ انهن لفظن ۾ ڄڻ پنهنجو نرالو مفهوم ڀري ڇڏيو هو. چندر بيسڌ ٻڌجي، وڏي چاهه سان ان خط کي وري وري پڙهندو رهيو ۽ اهي ننڍا ننڍا لفظ هن جي دل ۾ ڪيڏي مهل گهڙي ويا. ڪيڏي مهل هن جي حلق ڳيان ۽ هن جي سنجم جي لوهي پردي کي چيري اندر داخل ٿي هن جي دل جي ترڪڻ کي مروڙڻ شروع ڪري ڇڏيائون. اهو خود چندر کي به اوستائين معلوم نه ٿيو جيستائين چندر جي اکين مان هڪ گرم گرم لڙڪ خط تي نه اچي ڪريو. مگر بنتيءَ کان هن اهو لڙڪ لڪائي ڇڏيو ۽ خط ويڙهي بنتيءَ کي واپس ڪيائين. بنتيءَ خط وٺي رکيو ۽ پوءِ چيائين: "اٿو هلي ماني کائو." چندر انڪار ڪري نه سگهيو.

مهراڄڻ ٿالهيءَ ۾ وجهي ڪٺي آئي ۽ چيائين: "بابو جي، هينئر هيٺ فرش ڏونٺو آهي، توهين مٿي وجي کائو."

چندر کي زوريءَ مٿي وڃڻو ٿي پيو. بنتيءَ کٽ وڇائي اسٽول آڻي ان جي اڳيان رکيو. پاڻي گلاس ڀري رکيائين ۽ پوءِ هيٺان ٿالهي کڻي ويئي. چندر جو من بيحد ڳرو ٻڌجي ويو هو. هيءَ اها ئي جڳهه هئي، اها ئي کٽ هئي، جنهن تي گيتا جي شاديءَ واري رات چندر سمهيو هو. هتي ئي سندس پيراندءِ کان گيتا اچي ويٺي هئي، پنهنجي سهاڳ رات جي ويس ۾. هتي ئي گيتا جا لڙڪ ڪريا هئا.

بنتي پاڇيءَ جي ٿالهي کڻي آئي ۽ هيٺ ويهي پنکو جهولڻ لڳي.

چندر پريل آواز ۾ چيو: "بنتي، ڪائڻ لاءِ اصل ذرو به ارواهه نٿو ٿئي."

"پر ڪائڻ پيئڻ ڪانسواءِ ڪم ڪيئن هلندو. تنهن ڪانسواءِ توهين اٿين ڪندا ته منهنجي ڪهڙي حالت ٿيندي! ديديءَ ڪانسواءِ هينئر مون لاءِ ٻيو ڪهڙو آڌار آهي! توهين کائو." ۽ بنتي پنهنجي هٿ سان گرهه ٺاهي چندر کي کارايو. چندر کائڻ لڳو. خاموش ٿي خاموش نه ڄاڻ هو ڇا سوچيندو رهيو. بنتي چپ چاپ پنکو جهوليندي رهي.

بنتيءَ نيٺ پڇيو، "توهين ڇا پيا سوچيو؟"

"ڪجهه نه." چندر اداس نوع ۾ جواب ڏنو.

"ٻڌايو نه؟" بنتيءَ ڏاڍي گونڌر پرئي آواز ۾ پڇيو. چندر هڪ ڦڪي مرڪ مشڪندي چيو، "بنتي! هاڻي تون منهنجي اپڻي ڳالهه ڪندي ڪر. تون نٿي سمجهين ته پوءِ ڪيڏي نه تڪليف ٿي ٿئي. گيتا ڇا ڪري ويئي آهي، سو خود هوءَ به ڪا نه سمجهندي هوندي!"

"سمجهجي جو نه ٿو؟" بنتيءَ هڪ اونهو ساهه کڻي چيو، "ديدي به سمجهي ٿي، مان به سمجهان ٿي، سڀ سمجهون ٿا. مگر من الائي ڪيئن اهڙو پاڳل ٻڌجي ٿو وڃي جو سڀ ڪجهه سمجهندي به دوکو ٿو کائي. اڙي! ڏٺ ته توهان اصل کاڌو ئي ڪونهي." ۽ وڌيڪ پوريون آڻڻ لاءِ هوءَ اٿي هلي ويئي.

●

اٿين ڏينهن ڪٽجندا ويا. انسان جڏهن پنهنجي ئي هٿن سان لڙڪ خريد ڪندو آهي، ڏسي واڻسي، درد جو سودو ڪندو آهي ته اهو درد، اهي لڙڪ آزاريندڙ نه لڳندا آهن. خاص ڪري اهو شخص وري اهڙو هجي، جو پنهنجي انهيءَ درد جي سهاري پاڻ کي ديوتا بنائڻ لاءِ تيار ٿئي ۽ توهان جي هڪ هڪ لڙڪ خاطر پاڻ سوُ سوُ لڙڪ ڳاڙي لڙڪن جا وهڪرا وهائي ڇڏي ته ان حالت ۾ اهو روح راڙو، اها پيڙا به راحت ڀري لڳندي آهي.

چندر جا ڏينهن ڪيئن ٿي ڪٽيا سو صرف هن ٿي ڄاتو ۾ اڪبر جي محل ۾ ديپ جلندو ڏسي، جي ڪو شخص گنگا نديءَ جي ٻڪڇيءَ جيڏي پاڻيءَ ۾ سياري جي سڄي رات ڪاٽي سگهي ٿو ته چندر لاءِ گيتا جي پيارن منڙن خطن جي سهاري پنهنجا ڏينهن ڪاٽڻ تي اسان کي هرو پرو تعجب ڪائڻ نه گهرجي. پنهنجي گيان ۽ عقل ۾ بزرگ، خيالن ۽ ويچارن ۾ وڏو هوندي به چندر سياءِ ۾ ڄڻ ٻار هو، جنهن کان زندگي ڪجهه به ڪرائي سگهي ٿي، بشرطيڪ زندگيءَ کي اهو معلوم هجي ته هن معصوم دل ٻالڪ کي ڪڏهن ڪيئن هن جي دل ڪيئن خوش ڪجي. ڪنهن جي دل خوش ڪرڻ لاءِ هرو پرو مسڪراهٽن جي ضرورت نه آهي، شايد لڙڪن سان ئي من جلدي بهلجي ويندو آهي. بنتيءَ جي لڙڪن ۾ چندر کي گيتا جي صورت نظر ٿي آئي ۽ هن جي دل بهلجي ٿي ويئي. هو روز شام جو ايندو هو. بنتيءَ سان گيتا جون ڳالهيون ڪندو هو..... الائي ڪيتريون ڳالهيون ڪندو هو ۽ اٿين بنتيءَ کي ذريعو بنائي هو پاڻ کي گيتا جي خيال ۾ غرق ڪري هليو ويندو هو. گيتا کانسواءِ هن جو هڪ ڏينهن ته ڇا، هڪ گهڙي به ڪٽڻ مشڪل هئي. انهيءَ ڪري هينئر بنتي به هن جي هڪ وڏي ضرورت ٻڌجي ويئي. هو جيستائين بنتيءَ سان گيتا جون ڳالهيون نه ڪندو هو، تيستائين هن کي ڄڻ آرام، سڪون نه ملندو هو، اوستائين ڪنهن به ڪم ۾ هن جو من نه لڳندو هو.

جيسين گيتا سندس سامهون هئي تيسين چندر کي ڪڏهن به اهو پتو ڪو نه پيو ته سندس زندگيءَ ۾ گيتا جي ڪهڙي اهميت آهي پر اڄ جڏهن هوءَ سندس نگاهن کان هٽي دور هلي ويئي، تڏهن هن ڏٺو ته هن دنيا ۾ جيئڻ لاءِ گيتا ته سندس ساهن کان به وڌيڪ ضروري آهي. هن محسوس ڪيو ته گيتا کانسواءِ مان هڪ پل به جيئي نٿو سگهان. گيتا جي غير حاضريءَ ۾ هو ڪيس بنتيءَ ذريعي ڳوليندو هو ۽ جيئن سورج جي الهڻ تي چنڊ سج جي روشني اڌاري وٺي رات کي روشن ڪندو آهي، ساڳيءَ طرح بنتي، گيتا جي يادگيرين سان چندر جي زندگيءَ ۾ روشني ڦهلائڻ لڳي. چندر بنتيءَ کي پنهنجي ساهن جي اوٽ ۾ ائين ويهاري ويٺو ڄڻ بنتي گيتا جو عڪس هئي. گيتا جو پيار هئي.

بنتي چندر جي مک تي اداسيءَ جو هلڪو گهنج ڏسي به پريشان ٿي ويندي هئي، مگر هوءَ چندر کي کلائي نه سگهي، چندر جي اڳين خوش مزاجي هوءَ موٽائي نه سگهي. سپ جو ڪکيل انسان بيهوشيءَ جي عالم ۾ جيئن وچ وچ ۾ ٿوري وقت لاءِ هوش ۾ ايندو آهي، ساڳيءَ طرح چندر جي نيڻن ۾ ڦهليل زهر به رکي رکي هن کي ڏونگارڻ شروع ڪندو هو. انهن ڏينهن ۾ چندر به ٻي ٻي ڏينهن ڪجهه ڪو نه ڪندو هو. بنتيءَ وٽ به ڪو نه ويندو هو. بنتيءَ جي لڙڪن ۽ آهن جي به پرواهه ڪو نه ڪندو هو. ڪاڏو به ڪو نه کائيندو هو ۽ پاڻ کي پي به جيتري تڪليف ڏيئي سگهندو هو، ڏيندو هو. گيتا جو خط ايندو هو ته ان کي چپن تي رکي چمندو هو ۽ پوءِ بلڪل ٺيڪ ٿي ويندو هو. بنتيءَ ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر چندر جي انهن پورن، انهيءَ اداسيءَ کي هوءَ ڪنهن به ريت مٽائي نه سگهي. چنڊ پلي ڪيتري به ڪوشش ڪري پر رات کي ڏينهن بنائي نٿو سگهي.

مگر انسان غم ۽ ڏک ۾ به کلندو آهي. جيئن کلندي کلندي انسان جي خوشي ٽڪجي پوندي آهي تيئن ڪڏهن روئندي روئندي انسان جي اداسي به ٽڪجي پوندي آهي. ان وقت انسان پاسو بدلائيندو آهي، جيئن مسڪراهٽن جي ڇانو ۾ ساهي پٽي آرام ڪري، وري آنسن ۽ لڙڪن جي اس ۽ تپش واري واٽ تي اڳتي هلي سگهي.

ائين ئي هڪ صبح جو چندر جي دل ۾ ويچار آيو ته اڄ ٿوري دير لاءِ کلي، خوشي ڪري وٺان. ڳالهه هيئن هئي جو هن کي شيلي جي هڪ ڪوتا بيحد پسند هئي، جنهن ۾ شيليءَ پارتي چنڊن کي مخاطب ڪيو آهي. هن شيلي جي گيتن جو اهو ڪتاب کنيو ۽ جيئن ئي ان کي کوليائين ته انبڙيءَ جي آچار جا نشان اچي سامهون بيٺس، جيڪي گيتا هڪ دفعي شرارت وچان ان تي ڪيا هئا. بس شيلي ۽ هن جو شعر ته ڪيس وسري ويو، ڪيس ياد اچي ويئي. سنڌيل انبڙيءَ جي اها ڦاڪ ۽ گيتا جون شوخ نگاهون. بس پوءِ ته هڪ پٺيان ٻي، گيتا جي انيڪ شرارتن، چندر جي خيالن ۾ اٿل پٿل مچائي ڏني، هن جي رڳ رڳ ۾ ڪتڪتائي لائي ڏني ۽ چندر ان ڏينهن کلڻ لاءِ وياڪل ٿي اٿيو. هن کي ايئن لڳو ته گيتا کان هيءَ ويڇو، هيءَ جدائي سڀ ڪوڙ آهن. حقيقت فقط اهي خوشيءَ ڀريا ڏينهن آهن جن جو پل پل گيتا جي شرارتن ۽ ٽهڪن سان گونجندو هو، جي گيتا جي لاڏ پيار سان ڀريل هئا. ٻيو ڪجهه به ٺئي پر گيتا سندس جيون جي اها حقيقت هئي، جا ڪڏهن به مٽجي نٿي سگهي. پاڻ جيڪڏهن ملول ٿو بڻجي، دکي ٿو ٿئي ته اهو سراسر غلط آهي. ائين ته پاڻ پنهنجي آدرش کي ڪوڙو بنائي رهيو آهي، ڊاهي رهيو آهي، پنهنجن ئي سپنن جي بيعزتي ڪري رهيو آهي. ان ڏينهن گيتا جو هڪ خط به آيو، جنهن ۾ گيتا سٽو نه. پر اشاري ۾ ائين لکيو هو ته پاڻ به اتي پنهنجا ڏينهن چندر جي يادگيريءَ جي سهاري ڪاٽيندي ٿي رهي. هن هڪدم الٽ گيتا کي جواب لکيو جنهن ۾ ساڳيون اهي ئي اڳيون شرارتون ۽ هن کي تنگ ڪرڻ جون ڳالهيون هيون جي هو هميشه گيتا سان ڪندو هو. پر جيڪي گذريل ٽن مهينن ۾ هن کان وسري ويون هيون.

انهيءَ بعد هو بنتيءَ ڏانهن ويو.

بنتيءَ پنهنجي ساڙهيءَ تي مڙهيل پٽي پيئي لڳائي. "وٺ پڳلي پنهنجي ديديءَ جو خط! کلي اڄ مٽائي!"

"مٽائي ته توهين کارايو نه! اڄ مس مس منهن تي مرڪ آندي اٿو." بنتيءَ وراڻيو.

"ڪنهن جي؟ منهنجي منهن تي مرڪ آئي آهي! هتي ته گيتا جو نالو ٻڌي من جلڻ لڳندو آهي!"

"ٻڌو ٻڌو. مون کي توهان جي سڀ خبر آهي. صرف مان توهان کي بنائي نٿي سگهان. اڄ توهين تمام خوش آهيو."

چندر هينئر ايو ساهه کڻي چيو. "ها بنتي، اداسي به ڪڏهن ڪڏهن ٽڪجي پوندي آهي." ۽ ڪنڌ جهڪائي ويهي رهيو.

"وري ڇا ٿيو؟" بنتيءَ چندر جي ٻانهن ۾ سٽي چيائي چيو. "منهنجي منهن ڏسندي ئي توهان جي منهن تي هيءَ محرم ڇو ٿو ڇانئجي وڃي!"

"نه محترم بنتي! تنهنجي صورت پسي ته آڪاس ۾ چنڊ به لڄي ٿي ويندو آهي." چندر هينئر کلي چيو.

بنتي شرمائجي ويئي ۽ هن جي ڳلن تي گلابن جي لالائي وري آئي. هن وري چندر جي ڪنڌ ۾ سٽي چيائي چيو. "اڄ توهان کي هڪ تمام مزي واري ڳالهه ٻڌائڻي آهي، مون کي!"

"ڪهڙي؟"

"پر کلجو نه، چيڙائجو نه." بنتيءَ چيو.

"نه ضرور تنهنجي شاديءَ جي ڳالهه هوندي."

"نه شاديءَ جي ڪانهي، پريم جي ڳالهه آهي." "بنتيءَ ڀيرين کليو پر پوءِ ٿورو سهمجي ويئي.

"اڙي تو ٻوناٽيءَ کي وري اهو مرض ڪٿان لڳو؟" چندر دلي سوال ڪيو. پنهنجي ماءُ جي شڪل دني اکيي نہ. ڳترا ڪري کوهہ ۾ ڪٿي اڇلائيندئي."

"مان ڇا ڪريان. ڪير زوريءَ مٿان پيار ڪٿي مڙهيندو تہ ان ۾ منهنجو ڪهڙو وس." بنتيءَ پڪي يقين جي انداز ۾ چيو.

هيءَ ڇوڪري ڏاڍي ڪلٺي سياءُ جي هئي.

"نيٺ بہ آهي ڪير اهو اڀاڳو. نالو تہ ٻڌون." چندر پڇيو.

"منهنجو مهاشاعر ماسٽر صاحب." بنتيءَ کلي وراڻيو.

"اڇا. ڪڏهن کان؟ تو اڳي تہ ڪڏهن ڪو نہ ٻڌايو."

"مون کي بہ هاڻي ئي معلوم ٿيو آهي. پهرين ويچار ڪيم تہ ديديءَ کي لڪان پر پوءِ خيال آيم تہ ڇني الائي ڪنهن جي هٿن ۾ پوي، تڏهن توهان سان ڳالهہ ڪيم.

"نيٺ ٿيو ڇا آهي؟" چندر هن کي وڌيڪ ڪوڻيو.

"اڳي جڏهن مان ۽ ديدي گڏ پڙهندا هئاسين تڏهن تہ ماسٽر صاحب ڪجهہ ڪو نہ چوندو هو، پر جڏهن کان مون اڪيلو پڙهڻ شروع ڪيو، تڏهن کان هو گيتن جي مطلب سمجهائڻ جي بهاني مون کي دنيا ۾ جون ڳالهيون ٻڌائڻ لڳو. هڪ دفعي سڪند گپت جو پاٺ پڙهائيندي پڙهائيندي اڇي ٿڌن ساهن ۾ پيو ۽ چوڻ لڳو: ڪاش تون ديوسينا هجين ها! مون کي سخت ڪاوڙ اچي ويئي. خيال ڪيم تہ منهن تي وڄايانس تہ مان ديوسينا تہ ٿڄي سگهان ٿي، پر تون پنهنجو شاعريءَ جو هي ڏندو ڇڏي سڪند گپت ڪيئن ٿڄي سگهندين! مگر مون هن کي ڇيو ڪجهہ ڪو نہ. ديديءَ کي سڀ ڳالهہ ٻڌايم، پر هوءَ تہ هئي بيپرواهہ. هن ڪجهہ ڪو نہ چيو. هونئن ماسٽر صاحب تمام سٺو آهي، پڙهائيندو بہ سٺو آهي مگر اهو جنون هن جي مٿي تي نہ ڄاڻ ڪٿان اچي سوار ٿيو." بنتي اهي سڀ ڳالهيون تمام سياڻپ نموني ڇئي ويئي.

"پوءِ ڇا ٿيو؟"

"ڪالهہ آيو تہ هن جي هٿ ۾ هڪ ٿلهي ڪاپي هئي. اها مون کي ڏيئي ويو. کولي ڏسان تہ اهو سندس گيتن جو مجموعو هو ۽ ان تي نالو رکيو هئائين "بنتي" بس هينئر اچڻ ۾ هوندو. سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي تہ ڇا ڪريان. اڳي تہ سڀ ديديءَ مٿان ڇڏي ڏيندي هيس، هوءَ الائي ڪڏهن واپس موٽندي."

"چڱو، اهو گيتن جو مجموعو مون کي ڏي." چندر چيو. "تون بسريا کي ڇئجان تہ اهو چندر ڏسي ورتو ۽ کڻي ويو. پوءِ سياڻي صبح جو مزو ڏيکاريندوسانس. مگر ها، پهرين اهو ٻڌاءِ، تنهنجي دل تہ هن ڏانهن ڪا نہ جهڪي آهي نہ؟ متان پوءِ وري مون کي پٽين." چندر بنتيءَ کي ڇيڙيندي چيو.

"هون هون، شاعرن سان دل لڳائي مصيبت ڪير پالي!" بنتيءَ بنا سمجهڻ جي پنهنجي سياڻپ نموني چيو.

●

ٻئي ڏينهن صبح جو چندر پهتو تہ بسريا بنتيءَ کي پڙهايو پئي. بسريا جي منهن تي ڪجهہ مايوسي، ڪجهہ پريشاني، ڪجهہ ڳڻتي هئي. هن کي بنتيءَ ٻڌايو هو تہ سندس گيتن جو مجموعو چندر وٽ پهچي ويو آهي. چندر کي ڏسندي ئي هن چيو، "اڙي چندر. ڪهڙو حال آهي؟" ۽ پوءِ پاڻ کي بي ڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ چيائين، "ڀائي منهنجو شاعري جو ڳٽڪو ڪيئن لڳئي؟"

"ها ڏنو اٿم. توهين هن کي ذرا پڙهائي ختم ڪريو. پوءِ توهان سان ڪي ضروري ڳالهيون ڪرڻيون اٿم." چندر اهو سڀ ڪجهہ اهڙي ڪنور انداز ۾ چيو جو بسريا جي دل ٻڏي ويئي. هن ڏڪندڙ آواز ۾ ڏاڍي تڪليف سان پاڻ کي سنڀاليندي چيو، "ڪهڙيون ڳالهيون؟ چندر تون شايد ڪجهہ غلط سمجهي رهيو آهين!"

چندر ننڍوليءَ پريو ٺهڪ ڏيئي اتان هليو ويو. ڊاڪٽر صاحب پوڄا ڪري اٿيو هو. ٻئي ڳالهيون ڪندا رهيا. انهن مان چندر کي معلوم ٿيو تہ گهڻو ڪري اينڊڙ مهيني سندس مقرريءَ جو آرڊر اچي ويندو ۽ ٽن ڏينهن بعد گيتا کي وٺي اچڻ لاءِ ڊاڪٽر پاڻ شاهجهانپور ويندو. هن پڪيءَ کي لکي موڪليو هو تہ پاڻ اچي تہ سٺو، نہ تہ چندر کي ئي هتي اچي رهڻو پوندو. ڇاڪاڻ جو هونءَ بنتي اڪيلي ٿي پوندي. چندر جي ڳالهہ الڳ آهي. باقي ڊاڪٽر صاحب بنتيءَ کي ٻئي ڪنهن جي ڀروسي ڇڏڻ لاءِ اصل تيار نہ هو.

بي ڀروسائي انسان جي سياءَ ۽ هلت چلت کي جيترو ئي بگاڙي ٿي. ڀروسو اوترو ئي ان سياءَ ۽ هلت چلت کي ناهي ٿو. چندر تي ڊاڪٽر جيڪو ڀروسو ڪندو هو. گيتا چندر ۾ جيڪو ڀروسو رکيو هو ۽ اڄ ڪلهہ بنتيءَ بہ چندر تي جيڪو اعتماد ڪرڻ شروع ڪيو هو. انهيءَ ڪارڻ چندر جي ڪردار ۾ ايڏو تہ يقين ۽ پختائي اچي ويئي هئي جو هو صفا فولاد ٿڄي ويو هو. اهڙن موقعن تي انسان کي جڏهن گنڀير جوابداريون سونپيون وينديون آهن تڏهن عام انسان جو ڪردار وڌيڪ ڪلي

پوندو آهي ۽ مٿي چڙهڻ شروع ڪندو آهي. انهن حالتن هيٺ چندر جي ڪردار ۾ پڻ بلندي آئي هئي. ايتري قدر جو ٻڌي جنهن جو پنهنجي پيٽ ڄائيءَ ۾ بہ يقين نہ هو، سا چندر کي ديوتا مڃڻ لڳي هئي. بنتيءَ تي پيا پلي کهڙا بہ بند هجن. مگر چندر جي هٿن ۾ هن جي ہانهن سونپڻ بعد ٻڌي بہ بيفڪر ٿي ويندي هئي.

ڊاڪٽر صاحب ۽ چندر پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري ئي ڪيون جو بنتيءَ اچي چيو، "هلو، ماسٽر صاحب توهان جي انتظار ۾ وينو آهي." چندر اٿي کڙو ٿيو. رستي ۾ بنتيءَ چيو "هو مون تي ڏاڍو ناراض ٿي ويو آهي. چوي ٿو تہ مان توکي اهڙو ڪو نہ سمجهيو هو." چندر جواب ڪو نہ ڏنو. بسريا وٽ پهچي هن جي سامهون ٿي وينو. "بنتي تون ٻلي وڃ." بنتي وئي تہ چندر نهايت گنڀير بڻجي چيو، "بسريا صاحب، توهان جو شاعريءَ جو ڪتاب ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. پر هن "بنتي" نالي جو مطلب ڇا آهي؟"

بسريا ڳجهيءَ جي تاءَ نيڪ ڪئي. هو اونهاري ۾ بہ تاءَ پائيندو هو ۽ ڏينهن جو نائيٽ ڪئپ پائيندو هو. تائي نيڪ ڪري ٿورو کنگهي هن چيو. "مون بہ ائين سمجهيو تہ توهان کي ڪجھ غلط فهمي ٿي هوندي مگر حقيقت اها آهي تہ مون ڪجھ وقت اڳي جيڪو گيت لکيو هئو سو اڄ بہ مون کي ڏاڍو پسند آهي، خاص ڪري ان ۾ بنتي يعني پرارٿنا لفظ ڏاڍو سٺو ٿو لڳي. هي مجموعو تہ مون گهڻو وقت اڳي تيار ڪيو هو. تازو مان جڏهن ڪماري بنتيءَ سان مليس تہ ڏاڍو تعجب لڳم. مون هن کي چيو تہ مون پنهنجي "شاعريءَ جي مجموعي" جو نالو بہ "بنتي" رکيو آهي ۽ آئي هن کي ڏيکاريم."

چندر مشڪيو ۽ دل ۾ چيائين..... بسريا آهي بيشڪ چالاڪ، پر مون کان پڇي ڪيڏانهن ويندو. هن وڌيڪ گنڀير بڻجي چيو، "تہ تنهنجو هي مجموعو هن بنتيءَ جي نالي پنيان ڪونهي."

"اصل نہ."

"بنتيءَ لاءِ توهان جي دل ۾ ڪا بہ ڪشش نہ آهي؟

"جي جي... توهين مون کي ڇا ٿا سمجهو؟" بسريا چيو.

"سچ مان بہ ڪهڙو ماڻهو آهيان! بسريا مون کي معاف ڪج. مون تہ ۾ اجايو شڪ آندو." بسريا اهڙي اميد ڪا نہ رکي هئي تہ سنڌس هيءَ رمز اهڙي ڪامياب ٿيندي. هو خوشيءَ ۾ پرچي ويو. اوچتو چندر هڪ اونهو ساهہ کنيو.

"ڇو چندر بابو، ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" بسريا سوال ڪيو.

"ڪجھ ڪونهي بسريا. اڄ تائين مون کي تنهنجي احساسن، تنهنجي ذات ۽ تنهنجي شاعريءَ تي پروسو هو. پر اڄ اهو ٽٽي پيو.

"ڇو؟"

"ڇو ڇا جي؟ بنتيءَ جهڙي ڇوڪريءَ جي صحبت ۾ رهندي بہ تون هن جي اندرين سونهن سان پنهنجي ذات کي اوجر ڏيئي نہ سگهئين تہ مون کي پروسو ٿي نٿو ڄمي تہ تنهنجي سيني ۾ هڪ شاعر جي، ذات ڏٺيءَ جي دل آهي. توکي اها خبر آهي تہ مان ڪنهن ويچارن جو تنگدل پيو ڪو نہ آهيان. مان بہ تو وانگر جوان آهيان ۽ جوان احساسن کي سمجهي سگهان ٿو. مان سونهن کي پوڄڻ يا پيار ڪرڻ پاپ نٿو سمجهان. مون کي تہ اهو ڄاڻي اٿلو خوشي ٿئي ها تہ تو هي شعر بنتيءَ تي لکيا آهن. هن منجهان اتساهہ ملڻ تي ئي لکيا اٿيئي. ائين اصل نہ سمجهجانءِ تہ مون کي انهيءَ ۾ ڪجھ بہ خراب لڳي ها. اها تہ ذات جي جان آهي. مغرب ۾ تہ ماڻهو سالن جا سال انهيءَ کوجنا ڪندي وڃائيندا آهن تہ ڪنهن شعر کي ڪهڙي ڇوڪريءَ مان امنگ ۽ اتساهہ مليو. هنن جي شاعريءَ کان وڌيڪ مانُ ان شاعريءَ پنيان لڪل شخصيت کي ملندو آهي. هندستان ۾ اسين الائي عورت کي ائين اجايو ڇو ٿا سمجهون. ڪنهن جي نالي وٺڻ کان پيا ڊڄون. اسان ۾ شايد اهڙي اخلاقي همت ۽ بردباري نہ آهي. تنهنجو سپاءِ يا تنهنجي شاعري مون کي ڪنهن بہ ولايتي شاعر کان گهٽ نظر نٿي اچي. مون سمجهيو هو تہ تون جڏهن اهو ظاهر ڪندين تہ توکي انهن شعرن لاءِ اتساهہ ڪٿان مليو تہ بنتيءَ ۽ اسانجي سچي ڪٽنب جو دنيا پر ۾ نالو مشهور ٿي ويندو مگر خير..... مون غلط سمجهيو تہ بنتي تنهنجي امنگن جو مرڪز آهي، تنهنجي اتساهہ جو چشمو آهي." چندر چپ چاپ شعرن واري نوٽبڪ جا ورق اٿلائڻ لڳو.

بسريا جي من ۾ سخت اٿل پٿل مچي وئي. هن کي اها خبر ڪا نہ هئي تہ چندر جو من ايڏو ڪشادو ايڏو آزاد آهي. هتي تہ ڪجھ لڪائڻ جي ضرورت ئي ڪا نہ هئي. جڏهن چندر خود کليءَ دل سان ٿو ڳالهائي تہ بسريا لڪ لڪاءُ ڇو ڪري.

"چندر مان توهان کان ڪجھ لڪائڻ نٿو چاهيان. مان توکي اهو پوريءَ طرح ٻڌائي نٿو سگهان تہ بنتي مون لاءِ ڇا آهي. شيڪسپيئر جي مرنڊيا، پرساد جي ديوسينا، ڊانتي جي بئٽرس، ڪيٽس جي فئني ۽ سورداس جي راڌا ۾ پريل مترتا مون کي جيڪڏهن ڪٿان ملي آهي تہ بنتيءَ منجهان. مان ايترو تہ بنتيءَ ۾ غرق ٿي ويس جو مان هڪ بہ نئون گيت لکي نہ سگهيس. منهنجو هي مجموعو ڇپجڻ ٿي ويو جو مون سوچيو تہ هن تي ئي "بنتي" نالو ڇو نہ رڪان.

چندر ڏاڍي مشڪلات سان پنهنجي کل روڪي ۾ دروازي پنيان لڪي بيٺل بنتيءَ کان ٿهڪ نڪري ويو. چندر چيو، "بنتي نالو تہ تو ڏاڍو سٺو ڳوليو آهي، مگر ان ۾ فقط هڪ ڳالهہ آهي. سڀيئي ماڻهو منهنجي خيالن جا نہ آهن. گهر جي

بين ڳالهين ڪري. مثال طور ڊاڪٽر صاحب ڪي اها خبر پئجي ويئي ته نه ڇاڻ ڇا ڪري وهندو. هنن ماڻهن ڪي شاعري ۽ شاعريءَ جي امنگن جي ڪهڙي پروڙ! ان حالت ۾ جيڪڏهن ڪير تنهنجي بيعزتي ڪري ويهي ته. نه مان نه بنتي ڪجهه چئي يا ڪري سگهنداسين ۽ تو جهڙو مها شاعر. يعني منهنجو مطلب آهي ته تون ان مهانتا جي منزل ڏانهن وک وڌائي رهيو آهين تنهن کي ڊاڪٽر پوليس حوالي ڪري. اهو سهٺو نٿو لڳي. منهنجي ته سچ پچ دل آهي ته تون پنهنجي هن مجموعي تي "بنتي" نالو رک. ڏاڍو سٺو ۽ نئون نالو آهي مگر اهو ڇاتي جڏ ته ڊاڪٽر صاحب انهن ڳالهين ۾ ڏاڍو سخت ماڻهو آهي."

بسريا منجهي پيو ته ڇا ڪري. ٿورو وقت مٺو ڪنهندو رهيو. پوءِ چيائين. "چندر بابو. تنهنجي راءِ ڇا آهي! مان پيو ڪو نالو رکان ته ڪيئن لڳندو."

"ڏاڍو سٺو لڳندو ۽ ڳالهه به لڪي رهندي. تون جي هينئر بدنام ٿي پوين ته اڳتي هلي تنهنجي اچ وڃ جون سڀ راهون بند ٿي وينديون. انسان پيار پلي ڪري، پر سوچي سمجهي ڪري. مان ته پائي ان ويچار جو آهيان."

"دل جي احساس ڪي هن دنيا ۾ ڪير به نٿو سمجهي. اصل ڪير نٿو سمجهي. اسان ڏات ڏڻين لاءِ ڪيڏي نه مصيبت آهي." سرد آهه ڀريندي بسريا چيو "خير. چندر بابو. تنهنجي ڇا راءِ آهي. هن جو نالو ڪهڙو رکان؟"

چندر ڪنڌ جهڪائي گنڀير بڻجي ڪجهه سوچيندو رهيو. پوءِ چيائين. "تنهنجي شعرن ۾ ڏاڍو رس. ڏاڍو ميناج آهي. هن مجموعي جو نالو "ڳنڍيري" رکون ته ڪيئن لڳندو!"

"ڇا!" بسريا جو وات ڦاٽي ويو.

"ها... ها ڳنڍيري. ڪمند جي ڳنڍيري!" دروازي پٺيان لڪي بيٺل بنتي هاٿي پاڻ روڪي نه سگهي ۽ ٽهڪ ڏيندي ٻاهر نڪري آئي. چندر به کل ۾ اچي ڇڻڪيو.

بسريا اڪيون ڦاڙي پنهي ڏانهن نهاريندو رهيو. جيئن ئي هن ڪي هن ٽهڪڙي جو مقصد معلوم ٿيو، تيئن هو ڳاڙهو ٿي ويو. ٽوبلو کڻي، اٿندي چيائين، "سو توهين منهنجو مذاق اڏائي رهيا هئا! پرواهه نه آهي. مان ڏسي وٺندس. مسٽر چندر. توهين پاڻ ڪي ڇا ٿا سمجهو؟" ۽ هو هليو ويو.

"اڙي ٻڌ. بسريا" چندر هن ڪي پٺيان سڏ ڪندي چيو. هن جي کل اڃا بند ڪا نه ٿي هئي. بسريا ڪنڌ ڌوڻي چيو. "سياڻ ڪان مان پڙهائڻ نه ايندس. مان توهان جي شڪل به ڏسڻ نٿو چاهيان." پويان لفظ هن بنتيءَ ڏانهن نهاريندي چيا.

"ته توهين منهن پٺي پاسي ڪري هن ڪي پڙهائجو." چندر چيو. بنتيءَ ڪي وري کل اچي ويئي. بسريا اڪين مان ٽانڊا وسائيندو هليو ويو.

"ويچارو شاعر! اڄ ڪلهه جي دنيا ۾ ويچارو ڪلاڪار پيار به نٿو ڪري سگهي." چندر چيو ۽ پنهي جي ٽهڪن جو آواز ڪيتري دير تائين فضا ۾ گونجندو رهيو.

●

آگسٽ مهيني جي هڪ اداس شام هئي. رم جهم رم جهم برسات پئي وسي ۽ ڊاڪٽر شڪلا جي اڪيلي سنسان بنگلي جي ورانڊي ۾ ڪرسي وڇائي، ٻاهر سبز ٻاريءَ جي ڪنن ۾ پر ڏوڙيندڙ شور مچائيندڙ جهرڪين جهرڪن ڏانهن بنا اک ڇنڀڻ جي نهاريندي، چندر نه ڄاڻ ڪهڙن ويچارن ۾ غلطان وينو هو. ڊاڪٽر صاحب گيتا کي آڻڻ لاءِ شاهجهانپور ويل هو. بنتي به ضد ڪري هن سان گڏ ويئي هئي. اتان هو سيئي دهليءَ گهمڻ هليا ويا هئا. اڄ پندرهن ڏينهن ٿي ويا هئا ته هنن وٽان ڪو به سڌ سماءُ ڪو نه آيو هو. ڊاڪٽر صاحب فقط پنهنجي آفيس ڏانهن هڪ مختصر درخواست ڏياري مڪي هئي.

چندر ڪي ڊاڪٽر صاحب جي ٻاهر وڃڻ کان اڳي ئي ڪاليج ۾ نوڪري ملي ويئي هئي ۽ هن ڪلاس وٺڻ به شروع ڪري ڇڏيا هئا. هينئر هو هن بنگلي ۾ اچي رهيو هو. صبح جو وقت ليڪچر تيار ڪرڻ ۽ ٽپ ڪيڻ ۾ گذري ويندو هوس. منجهند جو وقت ڪاليج ۾ ڪٽجي ويندو هوس، مگر هن جون سانجهيون ڏاڍيون ملول بڻجي وينديون هيون. مٿان وري پندرهن ڏينهن کان گيتا جو ڪو به خط ڪو نه آيو هو. هو اداس وينو ڪجهه سوچي رهيو هو.

مگر اها صرف اداسي هئي. ڏک يا غم ڪو نه هو ۽ اها اداسي به هڪ ديوتا جي اداسي، جا گونڌر پري نه. پر منٺڙي ۽ رسيلي ٿيندي آهي. هڪ ڳالهه ضرور هئي. هو جڏهن به اداس بڻبو هو. تڏهن هن ڪي هميشه اهو ئي خيال ايندو هو ته سندس جيون ۾ جيڪي ٿي گذريو آهي. ان تي ڪيس فخر ڪرڻ گهرجي. هو ڇڻ پنهنجي ان موڪائيءَ ڪي فخر جي احساس سان ملائڻ چاهيندو هو. مگر اڄ ان سان گڏوگڏ هر هر هن جي من ۾ پيو به هڪ خيال پئي اٿيو..... گيتا خط ڇو نه لکيو آهي؟

برسات صفا بند ٿي ويئي هئي. اولهه ۾ هڪ ٻن هنڌان بادل هٽي ويا هئا. ڀڪل ڇمونءَ رنگ واري هڪ بادل پٺيان ٻڏندڙ سج جي اداس ڪرڻ ليٽا پئي پاتا. اوبر ۾ انڊلٺ نهي ويئي هئي جا موٽر گئريج جي ڇت مٿان شروع ٿي پريان يوڪليپٽس جهارن جي ڊگهين ٽارين مٿان وڃي پئي ختم ٿي.

ايتري ۾ ڇتي لوڏيندو ٽپالي آيو. پورٽيڪو ۾ پهچي هن پنهنجي ڇتيءَ تي جهٽي ٻيل مٿي لاٿي، پيسر ٽپ ٽپايائين ۽ پنهنجي ڪرمچي رنگ جي ٿيلهيءَ مان خط ڪڍي دروازي اڳيان ڏاڪن تي ڪٽي ڦهلايائين. ڳوليندي ڳوليندي ٽي لفافا ڪڍيائين ۽ چندر کي ڏنائين. چندر صفا اڄل ڏيئي اهي خط ورتا. هڪڙو خط ٻڍيءَ جو ٻنتيءَ ڏانهن هو. ٻيو خط اوريئنٽل انشورنس ڪمپنيءَ وٽان آيل هو ڊاڪٽر شڪلا لاءِ. ٽيون هڪ نيري رنگ جو سهڻو لفافو هو. اهو ئي گيتا جو هوندو. ٽپالي هليو ويو هو. هن ان لفافي کي ايڏي ته پيار سان چميو جيتري پيار سان الهندڙ سج نيرن بادلن کي چمي رهيو هو. "پاڳل ڪٿي جي! ڪيڏو نه پريشان ٿي ڪري. هتي هئي ته به ساڳي عادت، اتي وئي ته به ساڳي عادت." چندر دل ئي دل ۾ ائين پاڻ سان ڳالهيون ڪندي لفافو کوليو.

خط ٻميءَ جو هو، مسوريءَ مان آيو هو. هن خفا ٿي لفافو ڦٽو ڪري ڇڏيو. گيتا ڪيڏي نه بيپرواهه آهي! هن کي خبر به آهي ته چندر جي هتي ڪهڙي حالت آهي، ٻنتيءَ هن کي ٻڌايو به هوندو. پوءِ به هوءَ ايڏي بيپرواهه ٿي رهي. غصي وچان.....

ٿوري دير بعد هن ٻميءَ جو خط پڙهيو. ننڍڙو خط هو... ٻمي اجان مسوريءَ ۾ آهي. آڪٽوبر ۾ واپس ايندي. ذري گهٽ سڀ سياح واپس وڃي چڪا آهن، مگر هن کي پهاڙن تي برسات ڏاڍي وڻي ٿي. برٽي الله آباد موٽي آيو آهي. هو پاڻ سان گڏ هڪ عيسائي ڇوڪريءَ کي به ساڻ وٺي آيو آهي. برٽي چوي ٿو ته هن سان شادي ڪندو. هو هينئر بلڪل نيڪ ٿي ويو آهي. چندر جي مرضي هجي ته پلي وڃي برٽيءَ سان ملي اچي!

گيتا جي خط نه اچڻ سبب چندر جو من بيحد پريشان هو. هن کي ايتري به خبر ڪا نه هئي ته هينئر هو سڀ آهن ڪٿي. برٽيءَ جي الله آباد واپس موٽڻ جو احوال پڙهي هن جي من کي ٿورو سڪون مليو. سوچيائين ته هڪ ڏينهن وڃي هن سان ملي ايندس.

ٽئين يا چوٿين ڏينهن چندر موٽر ڪٽي برٽيءَ ڏانهن ويو. برساتين ۾ الله آباد جي سونهن هونءَ ڪان به وڌيڪ ڪلي پوندي آهي. سڪل خشڪ فوٽ پاٿن ۽ ميدانن ۾ سائو گاهه اپري ويندو آهي. بنگلن جون اگهاڙيون ديوارون پڻ سبزيءَ سان ڍڪجي وينديون آهن. اوچا گهاٽا وڻ ۽ وليون برسات ۾ ڌوپجي سائي مخملي رنگ جون ٿجي وينديون آهن. ڏامر جي سڙڪن تي پاڻيءَ جي سنهڙي چادر ڇانئجي ويندي آهي.هوا جا هلڪا هلڪا جهوٽا ان ۾ لهرون پيدا ڪندا رهندا آهن ۽ انهن ۾ وڻن جا سبز پاڇا پيا ڏسبا آهن. بنگلن ۾ پليل بدڪن جا ميڙاڪا ٻاهر رستن ني نڪري ايندا آهن ۽ موٽرن جي راهه ۾ رنڊڪ ٿجي بيهندا آهن. بنگلن اندران ريڊين يا فونن جي سنگيت آلاپ جون لهرون وايو منڊل کي تر ڪري ڇڏينديون آهن.

ڪاليج مان موٽي چانهه جو ڪوپ پي چندر موٽر ڪٽي برٽيءَ ڏانهن هليو. هو برٽيءَ ڏانهن تمام گهڻن ڏينهن بعد ويو هو. زندگيءَ ۾ هن جيڪي به شخص ڏٺا هئا، برٽي شايد انهن سڀني کان وڌيڪ نرالو هو. پر خلوص هو، مگر هو ڪهڙو نه بدنصيب هو. بدنصيب نه، هو ڪمزور هو. صرف هو نه، سڄي دنيا ئي ڪمزور آهي.

برٽيءَ جو بنگلو اچي ويو. چندر موٽر مان لهي اندر ويو. ٻاهر ڪير ڪو نه هو. وراندي ۾ هڪ پڃري ۾ طوطي جو تمام هڪ ننڍڙو ٻچو لٽڪيل هو. چندر اندر وڃڻ ۾ هٽڪيو پئي. ٻمي هئي ڪا نه برٽيءَ سان ٻي هڪ ڇوڪري آيل هئي. برٽيءَ جي نئين زال. چندر سڏ ڪيو. اندر ڪنهن ڳوڙي مرداني آواز ۾ هڪ رواجي گيت پئي ڳايو. چندر وري سڏ ڪيو ۽ برٽي ٻاهر آيو. چندر هن کي ڏسي حيران ٿي ويو. برٽيءَ جو منهن پرجي ويو هو. جواني موٽي آئي هيس. زرديءَ بدران منهن مان رت پيئي ڇٽيس، ڇاتي سيٽجي ويئي هيس. برٽيءَ کي خاڪي رنگ جو ڪوٽ، وڏو خاڪي ٽوپلو، خاڪي بريچز ۽ شڪاري بوٽ پيل هو ۽ ڪلهي تي بندوق پئي لٽڪيس. هو ٻاهر ڊرائينگ روم جي دروازي وٽ اچي، جهڪي، هڪ هٿ سان بندوق پڪڙي ٻيو هٿ اکين مٿان رکي ائين نهارڻ لڳو ڄڻ ڪو شڪار ٿي تاڙيائين. چندر جو ساهه سڪي ويو. سوچيائين پهرئين دفعي ته برٽيءَ کي ڪشتيءَ ۾ شڪست ڏني هيم، پر هن دفعي هن کان ڪٽڻ ناممڪن آهي. گهبرايل آواز ۾ چيائين، "مان آهيان مسٽر برٽي، چندر ڪپور..... ٻميءَ جو دوست."

"ها... ها، مون کي خبر آهي" برٽي وري سيٽجي سڌو ٿي بيٺو ۽ ڪلي چيائين. "مون توهان کي وساري ڪو نه ڇڏيو آهي. مون ته توهان کي ڏيکارڻ ٿي چاهيو ته مان هاڻي پاڳل ڪو نه آهيان. شڪاري ٿجي ويو آهيان." ۽ هن چندر کي ڪلهن کان پڪڙي اهڙو ته زور سان ڌونڌاڙيو جو چندر جون هڏيون سور ڪرڻ لڳيون. "اچ." هن چندر کي اڃا به ڪلهي وٽان پڪڙي وراندي ڏانهن وٺي هلندي چيو. اتي هڪ ڪوچ تي چندر کي ويهاري پاڻ هن جي سامهون ڪرسيءَ تي ٿي ويٺو. "مان توکي اندر وٺي هلان ها پر اتي جيني ويٺي آهي ۽ منهنجو هڪ دوست ويٺو آهي. ٻئي ڳالهيون ويٺا ڪن. اڄ جينيءَ جو جنم ڏينهن آهي. تون جينيءَ کي سڃاڻين نه! هوءَ ترائيءَ جي ڳوٺ ۾ رهندي هئي. اتي مون کي ملي وئي. ڏاڍي خراب زال آهي. مان تندرست ٿي ويو آهيان نه."

"برابر. سچ ته مان ڏاڍو عجب پيو ڪاوان ته هنن ٽن مهينن ۾ تو ڇا ڪيو جو تون اهڙو تندرست ٿي وئين."

"نفرت مسٽر چندر، نفرت! زالن کان نفرت. تندرستي حاصل ڪرڻ لاءِ انهيءَ کان بهتر طريقو ٻيو ڪونهي."

"مگر تون تہ شادي ڪرڻ وارو آهين نہ؟ ڇوڪري بہ ساڻ وٺي آيو آهين."

"صرف ڇوڪري نہ مسٽر چندر، مان اتان بہ شيون وٺي آيو آهيان. هڪڙو هي طوطي جو ٻچو ۽ ٻي جيني. هن طوطي کي مان تمام گهڻو پيار ڪندو آهيان. هي جڏهن وڏو ٿيندو. ڳالهائيندو تڏهن هن کي گوليءَ سان اڏائي ڇڏيندس ۽ هن ڇوڪريءَ جيني سان مون کي سخت نفرت آهي. انهيءَ سان مان شادي ڪندس! ڪيئن آهي نہ نيڪ؟ شڪار جو شوق انهيءَ کي سڌبو آهي ۽ مان هينئر پڪو شڪاري ٿي ويو آهيان!"

چندر ڇا چوي. ها يا نہ. برنيءَ جي دماغ جي حالت اجا ساڳي هئي. انهيءَ ۾ ذرو بہ شڪ نہ هو. هو هن سان کهڙيون ڳالهيون ڪري. نيٺ چيائين. "هيءَ بندوق تہ لاهي رک. هميشہ هيئن ڪلهي جو ڇيو ڦرين؟"

"تڏهن ڇا! شڪار جو پهريون اصول آهي تہ جتي خطرو هجي، جتي خونخوار جانور هجن. اتي بندوق ڪڏهن بہ جيءَ کان جدا نہ ڪجي ۽....." چندر جي ڪن وٽ پنهنجا چپ آڻي نهايت ئي آهستي چيائين. "توکي خبر آهي مسٽر چندر؟ هڪ عورت آهي. جا چوويهہ ئي ڪلاڪ گهر ۾ ويٺي آهي. مان هڪ سيڪنڊ لاءِ بہ بندوق کي پاڻ کان پري نہ ڪندو آهيان."

اوچتو اندر ڪنهن شئي ڪرڻ جو آواز ٿيو ۽ پوءِ هڪ رڙ جو آواز آيو. ائين لڳو تہ پياني مٿان ڪا شئي ڪري ۽ ان جي پردن کي ٽوڙيندي هيٺ وڃي پئي. انهيءَ بعد جهيڙي جا آواز اچڻ لڳا.

چندر ڇرڪ پري اٿيو. "ڏس تہ سهي برني. اندر ڇا آهي؟"

برنيءَ چندر جو هٿ ڇڪي هن کي ويهاريو. "ويهہ ويهہ. اندر جيني منهنجي دوست سان پنهنجو جنم ڏينهن پيئي ملهائي. اندر نہ وڃجان."

"مگر هي آواز ڇا جا آهن؟" چندر اجا بہ فڪر ڳاڏر آواز ۾ پڇيو.

"شايد هڪ ٻئي سان پيار وندينا هوندا." برنيءَ جواب ڏنو ۽ بلڪل بيفڪر ٿي اتي ويٺو رهيو.

ٿورن سيڪنڊن بعد ئي هن هڪ عجيب منظر ڏٺو. اندران برنيءَ جي ئي عمر جو هڪ شخص مٽي مان وهنلڙ رت اگهندو ٻاهر آيو. هو نشي ۾ ٽن هو ۽ تمام گنديون گاريون بڪي رهيو هو. هو ٿڙندو ٿاٻڙندو آيو ۽ برنيءَ کي ڏسندي ئي هن ڏانهن مڪ اولاريائين. "تو مون کي دوکو ڏنو. مون کان پنجاهہ روپين جي سوکڙي ورتئي ۽.... مان هينئر ٿو توکي ڏيکاريان."

چندر حيران هو. خاموش هو. ڇا ڪري، ڇا نہ ڪري؟ ايتري ۾ اندران جيني بہ ٻاهر آئي. قداور سگهاري، گهڻ ۾ گهڻ ٽيهن سالن جي عمر جي. هن ايندي ئي پنيان هن شخص کي قميص کان ڪلهي پڪڙيو ۽ ڏاڪن کان هيٺ ڪچري ۾ ڪٽي ڦٽو ڪيائينس. هن کي گاريون ڏيندي چيائين. "سڌو هليو وڃ. نہ تہ هڪ هڏي سلامت نہ بچندئي." هو جيئن اٿيو تيئن وري هن مٿان وڃي ڪري ۽ هن کي گهليندي ٻاهرئين دروازي تائين وٺي ويئي.

برني ساهہ روڪي ڏوهاريءَ جيان ويٺو هو. جيني موٽي برنيءَ کي ڪالر کان پڪڙيو. "مان... مان ٻي ڏوهي آهيان. مون کي ڪاخبر ڪانهي." اوچتو جينيءَ جي نظر چندر تي پئي. "هون هي بہ تنهنجو دوست آهي! هينئر ٿي ٻڌيانس." ۽ هوءَ جيئن ئي چندر ڏانهن وڌي تہ هو اکيون بند ڪري پميءَ کي ياد ڪرڻ لڳو.... ڪٿي وڃي ڦاسايو هن جي ڪمبخت خط. جيني جيئن ئي چندر جي ڪالر ۾ هٿ وڌو تيئن برنيءَ نهايت التجا ڀرئي آواز ۾ چيو. "هن کي ڇڏي ڏينس. هي منهنجو نہ پميءَ جو دوست آهي." جيني رڪجي ويئي. "تون پميءَ جو دوست آهين. چڱو ويهہ." چندر ويهي ويو. "تون شريف ماڻهو ٿو نظر اچين. مگر هن کان پوءِ تنهنجو ڪو بہ دوست وري هتي آيو آهي تہ مان هن جو خون ڪري ڇڏينديس. سمجهين ٿو نہ برني!"

برنيءَ ڪنڌ هلائي چيو. "ها. سمجهيم." جيني اندر وئي ۽ وري اوچتو ٻاهر موٽي آئي. برنيءَ کي پڪڙي، گهليندي چيائين. "برسات پيئي وسي. هيڏي ٿڌ پيئي پوي ۽ تو سوئيٽر بہ ڪو نہ پاتو آهي؟ هل اندر. مرڻو اٿيئي ڇا؟ مان توکي صاف ٻڌائي ٿي ڇڏيان.... دنيا پلي الٽ پلٽ ٿي وڃي. پر مان شادي ڪرڻ کانسواءِ تنهنجي جند نہ ڇڏينديس." ۽ جيئن ٻڪريءَ کي ڪن کان جهلي گهلجي تيئن برنيءَ جو ڪن پڪڙي، هن کي گهليندي اندر وٺي ويئي.

چندر دل ۾ سوچيو تہ هي شايد هن ڳجهارت ڀرئي بنگلي جو ئي اثر آهي. جو جيڪو هتي اچي ٿو تنهنجو دماغ خراب ٿي ٿو وڃي. ٻن منٽن بعد جڏهن برني ٻاهر آيو تہ هن کي مفلر، سوئيٽر ۽ گرم جوراب پيل هئا. هو سهڪندو چندر جي پر ۾ اچي ويٺو.

"مسٽر چندر، هاڻي تہ تون قبول ڪندين تہ هيءَ ڇوڪري، هيءَ ڏائڻ جيني نهايت ظالم آهي."

"مڃان ٿو. بيشڪ مڃان ٿو برني." چندر پنهنجي مرڪ کي دٻائيندي چيو. "مگر هي جهيڙو ڇا جو آهي؟"

"جهيڙو ڇا جو آهي! زالن کي سمجهڻ مشڪل آهي."

"هن زال جي ڦندي ۾ تون ڦاٿين ڪيئن؟" چندر سوال ڪيو.

"ش.... ش." چپن تي آڱر رکي آهستي ڳالهائڻ جو اشارو ڪندي برنيءَ چيو. "آهستي ڳالهاءِ. ڳالهہ هيئن ٿي جو مون ترائيءَ ۾ شڪار پٺي ڪيو جو بين کان الڳ ٿي ويس. هيءَ هڪ پينشنبردار فاريسٽ گارڊ جي ڪنواري ڌيءَ هئي.

شڪار ۾ بيحد ماهر. مان پڪندو پهتس ته هن جو پيءُ ان وقت سخت بيمار هو. مان اتي ترسي پيس. ٽئين ڏينهن هو مري ويو. هن کي نه ڄاڻ ڪهڙو مرض هو جو هن جي شڪل نهايت ڊيڄاريندڙ بڻجي ويئي هئي ۽ پيٽ اپامي پيو هوس. رات جو هن کي ڏپ لڳو ته اچي منهنجي پاسي ۾ ليٽي پيئي. وچ ۾ بندوق رکي اسين ٻئي سمهي پياسين. رات جو الائي ڪيڏي مهل هن وچ مان اها بندوق هٽائي ڇڏي ۽ هاٿي چوي ٿي ته توسان شادي ڪنديس ۽ نه ڪندين ته ماري ڇڏيندي ساڻهه. پمپءُ به مون کي چيو ته توکي شادي ڪرڻي ٿي پوندي. مسٽر چندر. منهنجي لاءِ بس مجبوري آهي.“

چندر خاموش سوچيندو رهيو. ڪهڙي نه عجيب زندگي آهي هن اپاڳي جي! قدرت ڄڻ سڀ ڳالهيون هن جي ئي زندگيءَ ۾ پري ڇڏيون آهن. پڇيائين. ”اڄ هي جهڳڙو ڇا جو هو.“

”ڪجهه ڪو نه هو. هن چيو. مون کي ڪا سوکڙي ڏي. مان سوچيندو رهيس ته هن کي ڇا ڏيان. ڪجهه سمجهه ۾ ئي نه پيو اچي. ڪيتري دير بعد مون نيٺ سوچيو مان هن جو مڙس ٿيڻ وارو آهيان. سو هن کي اڄ هڪ پريمي سوکڙي ۾ ڏيان. مون پنهنجي هڪ دوست کي چيو ته اڄ شام جو تون منهنجي ٿيڻ واري زال کي پيار ڪري سگهين ٿو. هو راضي ٿي ويو.

چندر زور سان ٽهڪ ڏيڻ لڳو.

”ڪل نه مسٽر چندر. ڪل نه.“ برٽي نهايت گنڀير ٿي چيو. ”ان جو مطلب فقط اهو آهي ته تون زالن کي سمجهين، سڃاڻين نٿو. ڏس. زال انهيءَ شئي کي ئي گهڻي ۾ گهڻو چاهيندي آهي. جا هن جي زندگيءَ ۾ نه هوندي آهي. مثال طور هڪ عورت جي شادي ٿي ويئي آهي يا ٿيڻ واري آهي ۽ ان وقت هن کي هڪ نئون پريمي ملي وڃي ته هن جي خوشيءَ جو انت ڪو نه رهندو آهي. پنهنجي پريميءَ جي سامهون هوءَ پنهنجي مڙس جي تمام ٿوري پرواهه ڪندي. جيڪڏهن ڇوڪري ڪنواري آهي ته هوءَ گهوٽ ملڻ تي پنهنجي پريميءَ جي احساسن جو خون ڪري ڇڏيندي. مان سمجهان ٿو ته ڪنهن به مڙس کي جيڪڏهن پنهنجي زال کي دنيا جي بهترين سوکري ڏيڻي آهي ته هن کي نئون پريمي سوکڙيءَ طور ڏئي ۽ جيڪڏهن ڪنهن پريمي کي پنهنجي محبوبا کي دلپسند سوغات ڏيڻي آهي ته هن کي هڪ گهوٽ ونئي ڏئي. تنهنجي اڄا شادي ته ڪا نه ٿي آهي نه؟“

”نه.“

”تون پريم ته ضرور ڪندو هوندين؟ نه. ڪنڌ نه ڌوڻ. مون کي اعتبار ئي نٿو اچي. مان توکي سهڻي صلاح ٿو ڏيان. تون اگر ڪنهن ڇوڪريءَ کي پيار ٿو ڪرين ته رب جي صدقي هن سان شادي نه ڪجان. تون منهنجو قصو ته ٻڌي چڪو آهين. تون اگر دل سان هن کي پيار ٿو ڪرين ۽ چاهين ٿو ته هوءَ به سڄي عمر تنهنجو نالو وٺندي رهي ته هن کي ٻئي ڪنهن سان پرڻائي ڇڏجان. اهو ڇوڪرين جي سيڪس جيون جو آخري سچ اٿيئي. سمجهيئي نه.... ها... ها... ها...“ برٽي ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

چندر محسوس ڪرڻ لڳو ته ٻاهر جي هڪ ڇپي ڪيس جلائي رهي آهي. پاڻ به ته گيتا سان اٿين ئي ڪيو هٿائين. جنهن کي برٽي پنهنجي عجيب ڍنگ سان بيان ڪري رهيو آهي. هن اٿين محسوس ڪيو ته هن چرئي ماڻهوءَ ۾ هر ڪا ڳالهه الٽي. ابتي پيئي نظر اچي. هتي سچائيءَ جي معصوميت به ڪچري ۽ پاڳليٽي جي گٽر ۾ ملي گندي بڻجي ٿي وڃي. ڇي... ڇي! ڪيڏانهن برٽيءَ جون ڳالهيون. ڪيڏانهن سندس گيتا!

هو اٿي ڪڙو ٿيو. هو موڪلائي اتان اٿين ڀڳو ڄڻ سندس پيرن هيٺان دڪيل ٽانڊا ٻريا.

●

ان ڏينهن به هن کي ننڊ ڪا نه آئي. آرام ڪو نه مليو. رات جو سمهيو ته هر هر ڇرڪ ڀري ٿي اٿيو. هن سپني ۾ ڏٺو ته ڪافور جو هڪ پهاڙ آهي. نهايت وڏو پهاڙ. نرم ڪافور جون وڏيون وڏيون ڇپون آهن ۽ ان جي خوشبوءِ اهڙي ته نماڻي ۽ معصوم ۽ پوتر آهي جو اتما ڪل سروپ بڻجي ٿي وڃي. پاڻ ۽ گيتا ٻئي. انهن سهڻين ڇپن تي مٿي چڙهندا ٿا وڃن. اتي فقط پاڻ آهي ۽ گيتا آهي. گيتا کي سفيد بادلن جي ساڙهي پيل آهي ۽ ڪيس. چندر کي ڪرڻن جي چادر اوڍيل آهي. ڪافور جي ڇپن تي چندر جتي به قدم ٿي رکيو اتي اندلٺ جا رنگ ڦهلجي ٿي ويا ۽ گيتا پنهنجي ساڙهيءَ جي پلوءُ مان اندر ڌنش جي رنگن جا گل وسائيندي پئي هلي.

اوچتو هڪ چپ ٽڏي ۽ ان مان هڪ ڀيانڪ ديو. راڪاس نڪتو. هڪ سفيد راڪاس. جنهن جي هڪ هٿ ۾ سندس ڪوپڙي هئي. ۽ ٻئي هٿ ۾ جلندڙ مشعال! ان بي سري راڪاس پنهنجي هٿ واري ڪوپڙي چندر کي ڏيکاري. ڪوپڙيءَ کلي ٽهڪ ڏيئي چيو. ”ڏس. زندگي جو آخري سچ هيءُ اٿيئي. هيءُ! ۽ هن پنهنجي ٻئي هٿ وارو مشعل اوچو ڪيو. ”هي ڪافور جو پهاڙ. هي بادلن جي ساڙهي. هي ڪرڻن جو لباس. هي اندلٺ جا گل. هي سڀ ڪوڙ آهن. خواب آهن. سچ آهي هي مشعل جيڪا پنهنجي هڪ ڇهاءُ سان هنن سپني کي ڳاري. جلائي سگهي ٿي.“

۽ هن پنهنجي مشعل پهاڙ جي هڪ ارڙي چوٽيءَ سان ڇهائي. چوٽيءَ ڀڀڪو ڪاڊو. ٻگهريل باهه جي ڌارا برساتي نٽن جيان اتلي اڳتي وهڻ لڳي.

"بچ گيتا" چندر رڙ ڪري چيو. "بچ!"

گيتا ڀڄڻ لڳي، چندر بہ ڀڄڻ لڳو ۽ هوءَ ٻگهريل ڪافور جي ندي اجگر جيان ور وڪڙ ڪائيندي ٻنهي کي پنهنجي لهرن ۾ ڦاسائڻ لاءِ اڳتي وڌي. شيطان کلڻ لڳو. ها... ها... ها! چندر منهن ورائي ڏٺو تہ گيتا شيطان جي گود ۾ هئي. هن ڪان دل ڏاريندڙ رڙ نڪري ويئي.

چندر ڇرڪ ڀري سجاڳ ٿي ويو. برسات بند ٿي ويئي هئي. مگر گهنگهور بادلن سبب اجا سخت انڌيرو هو. انڌي راڪسياڻيءَ جيان پاڳل هوا وڻن کي ڌونڌاڙي رهي هئي. ڄڻ ان جڳن جي پروسن کي پاڙن کان اکوڙي مٽائڻ ٿي چاهيو. چندر سڄو ڏڪيو پئي. هن جو بدن ٻگهر سان شل ٿي ويو.

هو اٿي هيٺ آيو. هن جا قدم ٿابڙجي رهيا هئا. هن ورانڊي جي بتي ٻاري تہ مهراجڻ جاڳي پيئي. پڇيائين، "ڇا هي بابو!"

"ڪجهہ ڪونهي. مان اندر وڃي ٿو سمهان." چندر گيتا جي ڪمري ۾ پهچي اتي بتي ٻاري ۽ گيتا جي پلنگ تي ليٽي پيو. پوءِ اٿي سڀ در دريون بند ڪيائين ڄڻ ڊپ هوس تہ ٻاهر جي انڌاري مان وري ڪو اهڙو ڀيانڪ سپنو نہ وٽس لنگهي اچي.

●

برنيءَ جي ڳالهين چندر جي دل کي اندر ئي اندر نہ ڄاڻ ڪهڙي چوٽ هنئي جو اها سهي ٿي نہ سگهي. هيل تائين هن کي پاڻ تي فخر هو. پروسو هو. هينئر هو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي شخصيت جو ڇيد ڪرڻ لڳندو هو. هينئر هو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجن پروسن تي ڳاٽ اوچي ڪرڻ بدران انهن کي هڪ وگيانيءَ جيان چيري ڦاڙي ڏسندو هو. انهن جي ڄڻ لاش جو پوسٽ مارٽم ڪندو هو. هيل تائين وٽس پروسن جو ٻل هو. هينئر ڄڻ ڪنهن هن کي دوزخ جا استر شستر ڪٽي ڏنا هئا ۽ سندس اندر ۾ هڪ راڪشسي پريرڻا پيدا ڪري ڇڏي هئي. جنهن ڪري هن پنهنجي روح کي چيڙڻ ڦاڙڻ شروع ڪري ڇڏيو هو ▪ نيٺ انهيءَ ترڪ وترڪ ۽ پروسي جي اڻ هوند جي ڀيانڪ جل پرليءَ جي هڪ لهر هن کي دوزخ جي ڪناري تي وڃي ڦٽو ڪيو.

هڪ ڏينهن گيتا جو خط آيو. دهليءَ ۾ پاپا پنهنجي ڪم سان ترسيو تہ اتي گيتا جي طبعيت خراب ٿي پيئي. هينئر سيپئي ٻن ٽن ڏينهن ۾ موٽي ايندا.

مگر چندر جي من تي انهيءَ خط جو هڪ عجيب اثر پيو. هيل تائين گيتا جو خط نہ آيو هو. هوءَ دور هئي تہ پاڻ خوش هو. پر اڄ گيتا جي خط ملندي ئي هو اداس ٿي ويو. اداسي ڇا، هن کي ڄڻ اڙڪا اچڻ لڳا. هن کي اهو سڀ هڪ ناٽڪ محسوس ٿيڻ لڳو. نهايت سستو، نيچ ناٽڪ. هو ائين محسوس ڪرڻ لڳو تہ هي ڇوڏاري جيڪو تياڳ، سچ، سونهن آهي، سو سڀ ڪوڙ آهي. گيتا بہ اصل ۾ هڪ رواجي معمولي ڇوڪري آهي، جا ڪنواري هوندي پتيءَ جي ۽ شاديءَ کان پوءِ پريميءَ جي بکي ٿي رهي.

هن انهيءَ شيطان اڳيان اڃا پوري شڪست ڪا نہ مڃي هئي، هو ان سان وڙهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، مگر هن اهو ٻڌ ڄاتو ٿي تہ پاڻ ان لڙائيءَ ۾ هارائي رهيو آهي ۽ جنهن فخر چندر کي سندس سوڀ ۾ ساٿ ڏنو هو. اهو ساڳيو فخر اڄ چندر کي سندس شڪست ۾ پڻ ساٿ ڏيئي رهيو هو. هن من ۾ ائين پئي سوچيو تہ پاڻ گيتا سان، ٻين سيني ڇوڪرين سان، هن سڄي ناٽڪ سان نفرت ٿو ڪري. گيتا کي شادي ڪرڻي هئي، گيتا جي شادي ٿيڻي ئي هئي. گيتا جا لڙڪ جڙتو هئا. چندر گيتا کي نہ سمجهي ها، تہ بہ گيتا منهن موڙي شادي ڪري وڃي ها.

پوءِ تڏهن هي پروسو، اصول، قرباني ڇا جي!

پروسو ٽٽي چڪو هو. فخر زنده هو. فخر هينئر بدلجي گهمنڊ بڻجي ويو هو. گهمنڊ بدلجي نفرت جي صورت وٺندو ٿي ويو ۽ نفرت رڳ رڳ کي چور ڪري هر طرف اداسي ڦهلائيندي ٿي رهي.

●

گيتا موٽي تہ هن چندر کي بلڪل ڦريل ڏٺو هڪ ڳالهہ ٻي بہ ٿي جنهن باهہ لڳائي ڇڏي. هي سيپئي منجهند جو اٽڪل هڪ بجي موٽيا. جڏهن چندر ڪاليج ۾ هو. پاپا تہ هڪدم وهنجي وڃي سمهيو. گيتا ۽ بنتيءَ ايندي ئي پنهنجي

ڪمري جي صفائي شروع ڪئي. ٽڙيل پکڙيل ڪتاب ڇنڊي ٺاهي رکيائون. ڪپڙا ٺاهيڪ ڪيائون. سيرون سڌيون ڪيائون ۽ پوءِ فرش ڌوئڻ ڪي لڳي ويون. بنتي پاڻيءَ جا ڏول ڀريندي ٿي آئي ۽ گيتا ٻهاريءَ سان فرش ڌوئڻ لڳي. هٿن ۾ چوڙيون، پيرن ۾ پازيب، سينڌ ۾ سنڌور، پر مک گيتا جو بيحد پيلو ٿي ويو هو. منهن جا هڏا نڪري آيا هئس. اکين جي رونڪ جهڪي ٿي وئي هئس. الائي ڇو، هوءَ بيحد ڪمزور ٿيجي وئي هئي.

ٻهاري هلائيندي هلائيندي گيتا بنتيءَ کي چيو، "اڄ مس مس ٿي سمجهان ته مان ماڻهو آهيان. ڪالهه تائين مان ڄڻ حيوان هيس. پاپا کي نه ڄاڻ ڪهڙي جهجهڪي آئي جو هن کي به ساڻ دهليءَ وٺي هليو. مان ته صفا شرم ۾ پيئي ٻڏيس."

ٿوري دير بعد چندر آيو. ٻاهران ئي هن کي معلوم ٿي ويو ته سيٺ اچي ويا آهن. هن کي دل ۾ الائي ڇو اهو ويچار آيو ته اتان ئي پويان پير ڪري موٽي وڃان. هن ائين پئي محسوس ڪيو ته اڄ هن گهر ۾ قدم رکيم ته وڏو ظلم ٿي ويندو. مگر انهيءَ هوندي به هن جا قدم اڳتي وڌندا رهيا. اپياس واري ڪمري ۾ ڊاڪٽر سمهيو پيو هو. هوا تان واپس موٽيو. ڪپڙا مٽائڻ لاءِ ڊرائنگ روم ڏانهن وڌيو گيتا جيئن ئي هن جي قدمن جي آهٽ ٻڌي، تيئن ٻهاري ڦٽي ڪري ڊوڙي.... مٿو اگهاڙو، ساڙهيءَ جو پلئُ ڇيلهه وٽ ٻڌل، هٿ گندا. وار پريشان. پاڳلن جيان ڊوڙندي وڃي چندر کي چنبڙي ۽ ٻاراڻي معصوميت ڀري مرڪ منهن تي آڻي چيائين، "چندر... چندر اسين اچي وياسين. هاڻي ٻڌاءِ." ۽ چندر کي ائين ڪثي جڪڙيائين ڄڻ وري زندگيءَ ڀر هن کي نه ڇڏيندي.

"ڇي.... ڇي، پري ٿيءُ گيتا! هي ڪهڙو ناٽڪ پيئي ڪرين. هينئر تون ٻار ڪا نه آهين." ۽ گيتا کي ڏاڍي رڪائيءَ سان پري هٽائي، ڪوٽ تان گيتا جي هٿن جي لڳل مٽي ڇنڊيندي، چندر چپ چاپ پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو.

گيتا تي ڄڻ بجلي ڪري. هوءَ پٿر جو بت ٿيجي بيٺي رهي رهي. پوءِ ٿابڙجندي پنهنجي ڪمري ۾ پهتي ۽ پلنگ تي ليٽي اوڇنگارون ڏئي روئڻ لڳي. چندر گيتا سان ڳالهيون ڪرڻ ڪو نه آيو. ڊاڪٽر جاڳيو ته هن سان ڳالهيون ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو ۽ شام جو سائيڪل کڻي گهمڻ هليو ويو. موٽيو ته به سڌو مٿي هليو ويو ۽ بنتيءَ کي چيائين ته جي تڪليف نه ٿئيوَ ته مون کي ماني مٿي پهچائي ڏيو.

بنتيءَ ماني لاٿي ۽ گيتا کي ٿالهي ڏيئي چيائين، "وٺ ديدي ڏيئي اچينس." گيتا ڪنڌ ڌوڻي چيو، "نه، تون ئي وڃي ڏيئي اچينس. مان هينئر هن جي لڳان ڪير؟" بنتيءَ جي گهڻي سمجهائڻ تي گيتا ڪاڏي جي ٿالهي کڻي مٿي پهتي. چندر ليٽيل هو. چپ چاپ. گيتا اسٽول ڇڪي ٿالهي ان تي رکي. چندر ڪجهه ڪو نه چيو. هن پاڻي رکيو. چندر اڃا به ڪجهه ڪو نه چيو.

"کاءُ نه." گيتا نيٺ هن کي چيو ۽ هڪ گرهه ٺاهي هن ڏانهن وڌايائين.

"تون وڃ." چندر ڏاڍي رکي آواز ۾ چيو. "مان پاڻيهي کائيندس."

گيتا هٿ وارو گرهه ٿالهيءَ ۾ واپس رکيو ۽ چندر جي پيرانديءَ کان ويهندي چيائين، "چندر، تون ناراض ڇو ٿيو آهين؟ ٻڌاءِ، مون کان ڪهڙو ڏوهه ٿيو آهي؟ هي پويون ڏيڍ مهينو مون پل پل ڳڻيندي گذاريو آهي ته ڪڏهن ٿي اچي وري تنهنجو منهن ڏسان. مون کي ڪهڙي خبر ته تون هيئن بدلجي ويو آهين جيڪا سزا وڻئي، مون کي ڏي پر هيئن نه ڪر! تون ته ڪجهه به نٿو سمجهين." ۽ گيتا پنهنجو مٿو چندر جي پيرن تي کڻي رکيو. چندر جهٽڪو ڏيئي پير هٽائي ورتا.

"گيتا، انهن ڳالهين مان ڪو به فائدو نه آهي. هينئر انهيءَ ڍنگ جون ڳالهيون ٻڌڻ ۽ ڪرڻ مون وساري ڇڏيون آهن. ها ڪنهن زماني ۾ ان قسم جي ڳالهين ڪرڻ ۾ مزو ايندو هو. مگر هينئر هڪ سهاڳڻ جي زبان تي اهڙيون ڳالهيون نٿيون سونهن!"

گيتا سج پچ ڀڃري اٿي. "ته اها ڳالهه آهي تنهنجي دل ۾. مان اڳي ئي سمجهي وئي هيس.... مگر چندر تو ئي ته چيو هو ۽ هينئر تون ئي ڦري رهيو آهين! توکي ذرو به شرم نه آيو." ۽ گيتا ڪراين تان چوڙا ۽ ڪنگڻ لاهي ڪثي ڦٽا ڪيا. ڳلي جون مالهائون، نڪ ۽ ڪنن جون ڦليون لاهڻ لڳي. هوءَ صفا پاڳل ٿيجي وئي. چيائين، "تو جيئن چيو، مون ائين ئي ڪيو. هينئر به جيئن چوندي تيئن ڪنديس." ۽ هن نڪ ۽ ڪنن جون ڦليون به لاهي ڦٽيون ڪري ڇڏيون.

چندر ڏڪي ويو. هن سپني ۾ به اهڙي ڳالهه جي اميد ڪا نه ڪئي هئي. هن گهبرائجي پڪاريو، "بنتي! بنتي!" ۽ گيتا کي چيائين، "اڙي تون هي ڇا ٿي ڪرين؟ ڪير ڏسندو ته ڇا چوندو. جلدي ڪر، سڀ وري پائي وٺ."

"مون کي ڪنهن جي به پرواهه نه آهي، تنهنجو جيءُ ته ٿڌو ٿيندو نه."

چندر اٿيو. هن گيتا جا هٿ زوريءَ کڻي پڪڙيا. بنتي به مٿي پهچي وئي.

"هان.... هن کي چوڙيون ته پائي وٺ." بنتيءَ هن کي چوڙيون ڪنگڻ ۽ ڦليون پارايون. گيتا چپ چاپ اٿي ۽ هيٺ هلي وئي.

چندر لڄي ٿي ڪنڌ جهڪائي کٽ تي ويٺو رهيو. بنتيءَ چيو، "اٿو. کاڌو کائي وٺو."

"مون کي کاڌو نٿو وڻي." چندر جو آواز بيحد پريل هو.

"ڪاٿو نه، اٿين قصو ڪيئن هلندو. توهين ٻئي گڏجي مون کي ماري ڇڏيو ته سچو قصو ختم ٿي ويندو. نه توهين ٿا مون سان سڌي منهن ڳالهايو نه ديديءَ تي ڳالهائي. نه ڄاڻ توهان ٻنهي کي ڇا ٿي ويو آهي." چندر ڪجهه ڪو نه چيو.

"ڪاٿو، منهنجو قسم اٿوَ. توهين نه ڪائيندا ته ديدي به ڪا نه ڪائيندي. توهان کي خبر ٿي ڪانهي ته ديديءَ جي طبيعت کهڙي نه بگڙجي ويئي آهي. هن کي صبح شام بخار اينـدو آهي. ڏهليءَ ۾ بـه هـن جي طبيعت تمام گهڻي بگڙجي ويئي. توهين جو هيئن ٿا ڪريو ته پتايو ته هن جو ڪهڙو حال ٿيندو. اڳي ته توهين ديديءَ جي سڪڻي لڙڪ تي پاڳل ٿجي ويندا هئا، هينئر توهان کي ٿيو ڇا آهي؟"

چندر ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ اونهو ساهه کڻي چيائين. "الائي ڇا ٿي ويو آهي؟ ٻنتي مون ڪڏهن به اٿين ڪو نه سمجهيو ته مان گيتا کي ايڏو دک پهچائي سگهندس. مان اهڙو ته نپاڳو آهيان جو پاڻ کي بـه پيو پيڙيان ۽ گيتا کي بـه هيڏو دکي پيو ڪريان." چندر جي اکين ۾ سچ پچ لڙڪ پرجي آيا.

ٻنتي چندر جي پنيان بيٺي هئي. هن هينئر چندر جو مٿو پنهنجي سيني ۾ لڪائي هن جا لڙڪ اگهندي چيو....

"توهين خود هيئن دکي ٿيندا ته ديدي اڃا وڌيڪ دکي ٿيندي. اٿو ڪاٿو."

"وڃ، پنهنجي ديديءَ کي بـه وٺي سڏي اچ. هن کي بـه اچي ڪاراءِ." چندر چيو.

ٻنتي ويئي پر ٿوري دير بعد موٽي آئي، چيائين "تمام گهڻو ويٺي روئي. اڄ هن کي ڇڏيوس ته پلي نشو لهيس، پوءِ سڀاڻي هن سان ڳالهائجو."

"پر پوءِ بـه گيتا نه کاڌو ته؟"

"نه توهين ڪاٿو ته هوءِ بـه ڪائيندي. هن کي ڪارائڻ بنا مان ڪا نه ڪائيندس." ٻنتيءَ چيو ۽ پنهنجي هٿ سان گره ناهي چندر کي ڏنائين. چندر کائڻ شروع ڪيو ۽ هڪ سرد آهه ڀريندي چيائين، "ٻنتي، تون اڳئين جنم ۾ منهنجي ۽ گيتا جي کهڙي مائٽياڻي هئينءَ؟"

●

صبح جو ناشتي ڪرڻ وقت چندر ڊاڪٽر صاحب سان ناشتو ڪرڻ ويٺو. گيتا آئي ۽ چانهه جا پيالا رکي موٽي ويئي. هوءَ بيحد اداس هئي. چندر جو من ڀرجي آيو. گيتا جي اها اداس صورت هن کي بيحد لڇي، تمام دکي بنائي رهي هئي. سڄو ڏينهن ڪنهن بـه ڪم ۾ هن جو من نه لڳو. ڪاليج ۾ ڪلاس بـه اڌ ۾ ڇڏي ڏنائين. لئبريريءَ ۾ بي مطلب ڪتابن جا ورق اٿلائيندو رهيو. انهيءَ بعد پريس ۾ ويو، جتي هن کي پنهنجي ٿيسز ڇپائڻي هئي. پوءِ ٺاڪر صاحب وٽ ويو. مگر ڪٿي بـه هن کي آرام ڪو نه مليو. جيستائين هو گيتا جي ڇپن تي وري مرڪ نه آڻي، هن جي اکين جا لڙڪ نـه سڪائي تيسين هن کي ڪٿي بـه سڪون نه ملندو.

شام جو هو موٽيو ته ماني تيار هئي. هن ٻنتيءَ کان پڇيو. "گيتا ڪٿي آهي؟" ٻنتيءَ وراڻيو. "ڪُڌ تي." چندر مٿي پهتو. برسات ٻن ڏينهن کان بند هئي. هلڪا بادل ٽڙيا پکڙيا بيٺا هئا، مگر پورب کان تيز هوا پئي لڳي. تيرس جو چند لڄاري نوجوان نينگريءَ جيان بادلن ۾ منهن لڪائي بيٺو هو. گيتا پنهنجي ڪڻ ڇاپري کان ڇڪي ٻاهر آندي هئي. ڪڌ تي مٿي نيم انڌيرو هو ۽ رکي رکي ڇانبوڪي پنهنجا گل گيتا مٿان وسائي لنگهي ٿي ويئي. گيتا چپ چاپ ويٺي بادلن طرف نهاريندي، نه ڄاڻ ڇا پئي سوچيو.

چندر کي ڏسندي ئي گيتا اٿي کڙي ٿي. بتي روشن ڪيائين ۽ چپ چاپ ويهي رهي. چندر بـه ويهي رهيو. گيتا اکر ڪو نه ڪڇيو.

چندر جي سمجهه ۾ ئي نٿي آيو ته ڇا چوي. گيتا کي هن ڪيڏو نه دک پهچايو هو. ڪالهه شام کان وٺي گيتا هن سان ڪو نه ڳالهايو هو.

"گيتا، تون ناراض ٿي ويئينءَ؟ مون کي ڪالهه الائي ڇا ٿي ويو! ڇا تون معاف نه ڪندينءَ؟" چندر نيٺ ڏکندڙ آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. گيتا آن جي ڪا بـه ورندي نه ڏني، چپ چاپ بادلن ڏانهن نهاريندي رهي.

"گيتا!" چندر گيتا جي ڪبوترن مثل اجرن، معصوم ٻن پيرن کي پنهنجي هنج ۾ ڇڪيو ۽ پريـل گلي سان چيائين، "گيتا، مون کي ڪڏهن نه ڄاڻ ڇا ٿو ٿي وڃي! اٿين پيو سمجهان ته منهنجي اڳين طاقت ختم ٿي ويئي آهي، مان ٽٽندو ٿو وڃان. تون آئينءَ ته منهنجي دل ۾ الائي کهڙو طوفان کڙو ٿي ويو. تون ان تي اهڙو ناراض ٿي ويئينءَ؟ ٻڌاءِ، جي تون بـه اٿين ڪندينءَ ته مون کي باقي سنڀاليندو ڪير گيتا!" ۽ چندر جي اک مان هڪ گرم گرم لڙڪ ڳڙيا گيتا جي پير تي وڃي ڪريو. گيتا ڇرڪ ڀري پنهنجا پير هٽائي ورتا ۽ اٿي چندر جي پرسان اچي، هن جي ڪلهي تي پنهنجو مٿو رکي اوڇنگارن ۾ اچي ڇڻڪي. هوءَ روئندي رهي.... خوب روئندي رهي. نيٺ اٿي ۽ هن جي سامهون ٿي ويٺي.

"چندر! تون ڪا بہ غلطي ڪا نہ ڪئي. گنهگار مان ئي آهيان. مون تنهنجي سڄي زندگي برباد ڪري ڇڏي. مگر مان ڇا ڪريان. مون کي ڪنهن رستو بہ تہ ڪو نہ ڏيکاريو. هاڻي ڇا ٿو ٿي سگهي چندر! تون بہ سهندو رھہ. مان بہ سهندي رهنديس." چندر جواب ڪو نہ ڏنو. هن فقط گيتا جا هٿ ڪڍي پنهنجن چپن تي رکيا.

"...مگر مان توکي هيئن تڙپ نہ ڏينديس. تون هن ڪان پوءِ وري ائين ڪندين تہ سئو نہ ٿيندو. مان تہ هردم، هر پل تو بابت ئي سوچيندي ٿي رهيس ۽ تنهنجون ئي ڳالهيون سوچي پاڻ کي همٿ ڏيندي ٿي رهيس. هاڻي تون ئي هيئن ڪندين تہ....."

"نہ گيتا، مان پاڻ کي تڙپ نہ ڏيندس تنهنجو پيار هميشه مون سان آهي. مگر مون کي هتي الائي ڇا ٿي ويو هو."

"بڌ چندر، تون ئي منهنجي سهاڳ جي لڄ آهين. تون سمجهي نہ سگهندين تہ اندر ۾ مان ڪيترو دکي آهيان. توکي ڏسي ئي مان پنهنجو دک درد ٿورو ٿورو وساري سگهان ٿي. اسين ٻئي ڪهڙا نہ بدنصيب آهيون!" ۽ هوءَ ليٽي پيئي ۽ چپ چاپ مٿي بادلن ڏانهن نهاريندي نہ ڄاڻ ڇا سوچڻ لڳي. ڌنڌلي ريشمي چانڊوڪيءَ ۾ چندر هڪ دفعو گيتا جي مرجهايل پشپ جهڙي ڏانهن نهاريو ۽ هن جي نرم گلابي چپن تي پنهنجون آڱريون ڪٽي رکيائين. ٿوري دير هو لڙڪن سان پنل گلاب جي انهن مرجهايل پنکڙين تي پنهنجون آڱريون رکي ويٺو رهيو ۽ پوءِ چيائين. "ڇا پيئي سوچين؟" ۽ چندر ڏاڍي سڪ وچان گيتا جي مٿي تي هٿ ڦيرڻ لڳو.

گيتا منهن تي ڦڪي مرڪ آڻي چيو، "جيئن اڄ ليٽي بادلن ڏانهن پئي نهاريان ۽ تون پر ۾ ويٺو آهين، ساڳيو ائين، هڪ ڏينهن ڪاليج ۾ منجهند وقت مان ۽ گيسو ليٽي بادلن کي ڏسي رهيون هيونسين. ان ڏينهن گيسوءَ هڪ شعر ٻڌايو هو..... ڪيف بردوش بادلون ڪو نہ ديک، بيخبر تو ڪچل نہ جائي ڪهين!" هن جو اهو چوڻ ڪهڙو نہ سچو ثابت ٿيو آهي. قسمت مون کي ڳهلي ڪٽي وڌي آئي."

"توکي اتي ڪا خاص تڪليف تہ ڪانهي گيتا!" چندر پڇيو.

"سمجهن تہ سڀ ائين ئي ٿا، مگر جيڪا تڪليف اٿر سا مان ئي ٿي ڄاڻان ۽ ٻي ٻنتي ٿي ڄاڻي." گيتا اونهو ساهہ کڻي چيو، "اتي انسان ٿي رهڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي."

"ڇو؟"

"توکي ڇا ٻڌايان چندر! چندر، ڪڏهن ڪڏهن من ۾ پور ايندو آهي تہ ٻوڙي پاڻ کي ختم ڪري ڇڏيان. مون ڪڏهن سپني ۾ بہ ڪو نہ سوچيو هو تہ زندگيءَ جو اهڙو بہ روپ ٿي سگهندو آهي." گيتا چيو.

"ڳالهہ ڪهڙي آهي، ٻڌاءِ نہ؟"

"ٻڌائيندي‌سانءِ ديوتا! توکان پلا ڇا لڪائيندس؟ مگر اڄ نہ، ٻئي ڪنهن وقت،. گيتا وراڻيو. تون پريشان نہ ٿيءُ. ڪٿي تون، ڪٿي دنيا! ڪاش، مان تنهنجي هنج ڪان الڳ ٿي نہ ٿيان ها." ۽ گيتا پنهنجو منهن چندر جي هنج ۾ لڪائي ڇڏيو. چندر بہ پنهنجو منهن گيتا جي پورن وارن مٿان ڪٽي رکيو.

بادل هٽي ويا ۽ چانڊوڪيءَ جي ساگر جون لهرون فضا مٿان ڇانئجي ويون.



ٽئين ڏينهن شنڪر بابو آيو ۽ گيتا چندر جي پيرن جي ڌوڙ مستڪ تي چاڙهي هلي وئي. هن دفعي هن رنو ڪونہ. هوءَ بلڪل مات هئي، جيئن ڦاسيءَ جي تختي ڏانهن ويندڙ قيدي. خاموش ۽ مات هوندو آهي. جيستائين آسمان ۾ بادل رهندا آهن تيستائين هيٺ تلاءَ تي بہ انهن جو عڪس رهندو آهي. بادلن جي هٽي وڃڻ بعد ڪو بہ تلاءُ انهن جي عڪس کي سنڀالي سانڍي نٿو سگهي. جيستائين گيتا هئي اوستائين چندر جي زندگيءَ ۾ خوشي ▪ طاقت جو هڪ ساگر ڇوليون هڻندو رهيو ۽ گيتا جي ويندي ئي هو وري اهو سڀ ڪجهہ وڃائي ويٺو. هنجي من ۾ ڪنهن بہ ڳالهہ ٽڪاءُ نٿي ڪاڌو. ائين پئي لڳو تہ هن جو من بيحد اونهو تلاءُ آهي. جنهن تي هر سج چنڊ، ستاري ۽ بادل جو عڪس نهيو ٿي ۽ انهن جي لنگهي وڃڻ بعد هن انهن عڪسن کي ڌوئي صاف ڪري ٿي ڇڏيو. ڪابہ شئي ان جي پاڻيءَ تي رنگ چاڙهي نٿي سگهي. ان کي ڇهي نٿي سگهي. صرف اينرو ٿي ٿيو جو لهرن ۾ ان عڪس جي صورت بگڙجي، بڇڙي بڻجي ٿي وئي. چندر کي پنهنجي چوڌاري دنيا ائين محسوس ٿيڻ لڳي ڄڻ وهندڙ بادلن جو تماشو هو. ڪاليج جي ڇهل پهل. برسات جي رم جهم. ٽيسز ۽ ڊگري، برٽيءَ جو پاڳلپڻو ۽ پميءَ جا خط. سڀ هن جي سامهون آيا ٿي ۽ بادلن جيان لنگهي ٿي ويا. ڪنهن بہ شئي هن جي دل کي

ڇھيو نٿي، ائين پئي لڳو تہ پاڻ بہ ھڪ بي آب ھلڪو بادل آھي، جنھن کي ھوا جو جھوٽو پنھنجي رخ پٺاندڙ اڏائيندو ٿي رھيو. ھن ڪنھن بہ ھڪ ھنڌ ٽڪاءُ نٿي ڪاڌو. ھن جو احساس ھنجي دل، ھنجو روح، ھن جا خيال، سڀ ڄڻ سمھي پيا ھئا ۽ ھو پاڻ بہ ننڊ ۾ ھلندو ٿي رھيو. جيڪي ڪيائين ٿي سڀ ننڊ ۾ پئي ڪيائين. اٺن نون ڏينھن بعد گيتا جو ھڪ خط آيو.

"منھنجا ديپ!

مان توکي ھن دفعي جيئن ڇڏي آيس سو مونکي ھتي ھڪ پل لاءِ بہ آرام ڪرڻ نٿو ڏئي. پنھنجو من تہ مان وڪٽي چڪي آھيان، پنھنجي من جا موتي تہ مان ڪچري ۾ ڦٽا ڪري چڪي آھيان. ھينئر بس تنھنجي روشنيءَ جي سھاري ٿي پيئي ھلان. منھنجا ديپڪ، تون وسامي نہ وڃج. تون ئي منھنجي اڪير جي لڄ آھين.

زندگيءَ جي دوزخ وري منھنجي انگ انگ ۾ پھڻ شروع ڪيو آھي. تون چوين ٿو تہ جيئن بہ ھجي زندگيءَ کي نباھ، جي مون ائين نہ ڪيو تہ اھو تنھنجي پيار جو اپمان ٿيندو. ٺيڪ آھي، مان پنھنجي خاطر نہ، تنھنجي خاطر ئي نباھينديس. مگر مان پاڻ کي سنڀاليان ڪيئن! دل ۽ دماغ ھٿي بيوس بڻجندا ٿا وڃن. نفرت وچان منھنجو رت ٽھڪڻ ٿو لڳي، ڪڏھن ڪڏھن تنھنجي صورت اکين آڏو اچي ٿي تہ پنھنجو دک سک سڀ وساري ٿي ويھان. مگر ھي جيون جو طوفان ھينئر زور پڪڙيندو ٿو وڃي، اھڙو زور پڪڙيندو ٿو وڃي جو سمجھان پيئي تہ توکي بہ مونکان الڳ ڪري ڇڏيندو. مگر توکي پنھنجي ديوتاپڻي جو قسم آھي، تون مونکي پنھنجي دل کان دور نہ ڪجان. توکي شايد خبر ڪانھي تہ تنھنجي يادگيريءَ جي سھاري ئي مان ھن دوزخ جي ڪنڊ ۾ بہ پاڻ سنڀالي ويٺي آھيان. تون مونکي ڪٿي لڪائي ڇڏ. مان ڇا ڪريان؟ منھنجو انگ انگ مونتي ٺٺولي پيو ڪري. اکين جي ننڊ ختم ٿي ويئي، آھي، پيرن ۾ ايڏي تہ پيڙا آھي جو انجو ذڪر ڪري نٿي سگھان. اٿندي وھندي مٿو چڪر کائي ٿو وڃي. ڪڏھن ڪڏھن سڄو جسم ڏڪڻ ٿو لڳي. اڄ ھو بريليءَ ويو آھي تہ مس مس پاڻ کي انسان پيئي سمجھان ۽ توکي چٺي لکڻ ويٺي آھيان. تون دکي نہ ٿجان. چاھيم ڪونہ ٿي تہ توکي لکان. مگر نہ لکڻ لاءِ بہ دل نہ مڃيو. منھنجا ديوتا، تو تہ اڳين ئي سمجھي مونکي ھتي موڪليو تہ ھن کان بھتر ور مون لاءِ بيو ملي نہ سگھندو. مگر اھا خبر ڪنھن کي ھئي تہ گلن سان گڏ ڪنڊا بہ ٿيندا آھن.

چڱو، امڙ ھيئان سڏ پيئي ڪري. . وڃانٿي. پڌ. تون پنھنجي ڪنھن بہ خط ۾ ھنن ڳالھين جو ذڪر نہ ڪجان. ھي خط بہ ڦاڙي ڦٽو ڪري ڇڏجان.

تنھنجي اڀاڳڻ گيتا!"

چندر کي اھو خط مليو تہ ھن جي ڄڻ اميد ٽٽي وئي. ھن خط ڪٿي بنتيءَ کي سڏ ڪيو. بنتيءَ ھڪ ھٿ ۾ سبزي ٻئي ھٿ ۾ ڪپ ڪٽي آئي ۽ ھن جي پرسان اچي ويٺي. چندر خط بنتيءَ کي ڏنو. بنتيءَ خط پڙھيو ۽ اھو چندر کي واپس ڏيئي، چپ چاپ سبزي ڪپڻ لڳي.

چندر بہ اٿيو ۽ چپ چاپ پنھنجي ڪمري ۾ ھليو ويو. ٿوري دير بعد بنتي چانھہ کڻي آئي، پڇيائين، "توھين ديدي کي جواب ڪڏھن لکندا؟"

"مان ڪو نہ لکندس."

"ڇو؟"

"ڪجھہ سمجھہ ۾ ئي نٿو اچي بنتي، تہ ھن کي ڇا لکان" چندر البت خفا ٿيڻ لڳو. بنتي چپ چاپ ويٺي رھي. ٿوري وقت بعد چندر نھايت ڪومل آواز ۾ چيو "بنتي ھڪ ڏينھن تو چيو ھو تہ مان ديوتا آھيان ۽ توکي مونتي فخر آھي، ڇا اڄ بہ توکي مونتي ساڳيو فخر آھي؟"

"اڳي کان بہ وڌيڪ" بنتيءَ وراڻيو.

"تعجب آھي" چندر چيو "توکي اگر خبر ھجي تہ اڄ ڪلھہ ڪنھن ڪنھن وقت مان ڇا سوچيندو آھيان تہ تون سچ پچ حيران ٿي وڃين. توکي خبر آھي تہ گيتا جي ھن خط مونکي ذرو بہ دک نہ پھچايو آھي. نہ. ان مونکي فقط خفا ڪيو آھي. مان ائين ئي پيو سوچيان تہ گيتا ايڏي دک جو. دل جي ڪشمڪش جو ھي بھانو چو پئي ٺاھي. ڪھڙي ڇوڪريءَ کي شادي پسند نہ پوندي آھي؟ ڪھڙيءَ ڇوڪريءَ جي پيار ۾ جسماني جزو نٿو رھي؟ ڇوڪريون ڪيڏيون بہ گيانوان ۽ معصوم بڻجن. مگر جڏھن ڪنھن مرد سان پيار ڪنديون تہ ھن کي پنھنجي معصوميت، پنھنجو دماغ نہ. پر پنھنجو جسم ئي ارپينديون ۽ جيڪڏھن اڳلو سندن جسم قبول نہ ڪري تہ ڪروڌ ۾ پرجي وينديون. دل ئي دل ۾ تڙپڻ شروع ڪنديون. ھينئر تہ مونکي ائين ٿو لڳي تہ جنسي بک ئي پيار آھي. پيار جو مکيہ جزو آھي، باقي ٻيو سڀ ڪجھہ ان جي تياري آھي. ان لاءِ ڪارگر فضا ۽ پروسو پيدا ڪرڻ لاءِ

آهي. الائي چو هينئر مونکي انهن سيني ڳالهين کان نفرت ٿيندي ٿي وڃي. هيلتائين مان پيار ۽ جنسي بک کي ٻه الڳ شيون سمجهندو هوس. پيار تي پروسو هئم. سيڪس، جنسي بک کان نفرت هيم. پرهينئر اهي ٻئي مون کي هڪ ئي شئي نظر ٿيون اچن ۽ هن زندگيءَ لاءِ دل ۾ ڇڻ هڪ قسم جي بيزاري پيدا ٿي ويئي آهي. تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي بنتي؟"

"منهنجي؟ مان اڻ پڙهيل. مونکي انهن ڳالهين تي بحث ڪرڻ جي ڪهڙي ڄاڻ. مگر هڪ ڳالهه آهي. گهڻو لکڻ پڙهڻ فائدي وارو نه آهي."

"سو ڪيئن؟" چندر سوال ڪيو.

"پڙهڻ لکڻ سبب ئي توهين ۽ ديدي نه ڄاڻ ڇا ڇا سوچيندا ٿا رهو. مون ڳوٺن ۾ ائين ئي ڏٺو آهي ته اتي سڀ ڇوڪريون ڄاڻنديون آهن. سمجهنديون آهن ته ڪين ڇا ڪرڻو آهي. انهي ڪري هنن سيني ڳالهين تي هو سوچينديون ئي ڪونهن. پاڻ کي پريشان ڪنديون ئي ڪونهن. بلڪ مون ته ائين ئي ڏٺو آهي ته سڀ ڳوٺاڻيون ڇوڪريون شاديءَ بعد مڇي متاريون ٿي وينديون آهن. ديدي هينئر ننڍڙي ٻار ڪونهي جو هن جي طبيعت ائين خراب ٿي وڃي. هي سڀ پاڻ کي اندر ۾ گهٽڻ جو نتيجو آهي. جڏهن ٿيو ئي ائين آهي ته پوءِ ديدي دکي ڇو ٿي ٿئي؟ هن کي ته پاڻ ٿلهو متارو ٿيڻ گهرجي."

هن مسئلي جو اهڙو سولو حل ٻڌي چندر کي کل اچي وئي.

"هاڻ تون به ساهرين وينديءَ نه. اتان ٿلهي ٿي اچجان."

"هلو. توهين ته مسخري ڪرڻ لڳا."

"سچ بنتي، تون هن ڳالهه ۾ تمام ڏاهي ٿي لڳين. هيل تائين پنهنجو اهو عقل ڪٿي لڪائي رکيو هيئي؟"

"نه. توهين چٿر نه ڪريو ته مان توهان کي سچ ٻڌايان ته ڳوٺن جون ڇوڪريون شهري ڇوڪرين کان وڌيڪ هوشيار ۽ عقلمند ٿينديون آهن... هنن سيني معاملن ۾!"

"سچ" چندر کي حيرت لڳي. هو ائين سمجهندو هو ته ڳوٺائي زندگي صفا بي لطف ٿيندي آهي.

"تڏهن ڇا؟ اتي ايڏو لڪ لڪاءُ ڪونهي. اتي هر ڪا ڳالهه انهي جيون جي تياري لاءِ ئي ٿيندي آهي. اتي شاديءَ کان اڳيئي ڇوڪرين کي سڀ ڪجهه...."

"هان، هان... ڇوين ڇا ٿي؟" چندر کي سچ پچ اعتبار ئي نٿي آيو.

"ڇو، يقين نٿو ٿئيوَ؟ ته پلا مونکي سڀ ڪجهه ڪيئن معلوم ٿيو. مان توهان کان ڪجهه به لڪائڻ نٿي چاهيان. ڳوٺ جا ماٺهو ته هن ڳالهه کي اهڙو ئي فطري سمجهندا آهن جهڙو اٿڻ وهڻ. کائڻ پيئڻ. بس ڇوڪرين تي فقط ايترو ڌيان رکڻو پوندو آهي ته ڪنهن مصيبت ۾ نه اڙجي وڃن."

چندر خاموش وينو ڇانهن پيئندو رهيو. اڄ تائين هو زندگيءَ کي ڪهڙو نه معصوم. ڪهڙو نه نماڻو سمجهندو آيو هو. پر حقيقت ۾ زندگي ٻيو ڪجهه هئي. زندگي اڄ به اهائي هئي جيئن ڪائنات جي منڍ ۾ هئي. دنيا ڪيڏي نه چالاڪ آهي. ڪيڏو دوکو ٿي ڏئي! اندر دل ۾ زهر پريل هوندي به ٻاهر هن جي چپن تي ڪهڙي نه امرت پري مٺي مرڪ پيئي ڪيڏي! هيءَ بنتي. جا ڪهڙي مانيٽي. ابوجهه ۽ سادي سودي لڳندي هئي. ان ۾ سڀ گڻ پريل آهن هن دنيا ۾ صرف خواهش ۽ احساس جو سهارو پڪڙي آدرشن ۽ اصولن کي ڇهڻي هلڻ وارا انسان ڪيڏا نه مورک آهن! چندر زندگيءَ کي پرکڻ، سمجهڻ ۾ ڪيڏو نه دوکو کادو هو. زندگي ڇا اهائي آهي.... جسم ۽ پياس ۽ ان سان گڏوگڏ پاڻ کي لڪائڻ جو فن؟

هو وينو وينو ائين سوچيندو رهيو، اوچتو هن سوال ڪيو. "بنتي، تون به ڳوٺ ۾ رهي آهين. گيتا به اتي رهي آهي. ڇا توهانجي زندگين ۾ پڻ اهو سڀ ڪجهه ٿيو؟"

بنتي گهڙي پل چپ رهي، پوءِ چيائين "ڇو. انهيءَ ڪري توهين اسان سان نفرت ڪندا؟"

"نه بنتي. منهنجي دل ۾ اڳيئيءَ جيڪا نفرت ۽ اداسي پري پيئي آهي تنهن کان وڌيڪ اتي پيدا ٿي نٿي سگهي. ٻڌائڻ چاهين ته پلي ٻڌاءِ. مان هينئر زندگيءَ کي سمجهڻ ٿو چاهيان. حقيقت جي سطح تي!" چندر نهايت ڳنڀير انداز ۾ چيو.

"مون نه اڳي توهان کان ڪجهه لڪايو آهي. نه اڄ لڪائيندس. نه ڄاڻ ڇو، هينئر ديديءَ کان وڌيڪ توهان تي پروسو ٿيندو ٿو وڃيم. گيتا ديديءَ جي زندگيءَ ۾ اهو سڀ ڪجهه ٿي نه سگهيو. هوءَ ڏاڍي عجيب ڇوڪري هئي. هوءَ سيني کان پري رهندي هئي. سڄو ڏينهن ڪتاب پيئي پڙهندي هئي ۽ تلاءُ تان ڪنول چني ايندي هئي. منهنجي زندگيءَ ۾.."

چندر چانھ جو پيالو هيٺ رکيو. هن هڪ عجيب نموني بنتيءَ ڏانهن نهاريو. هوءَ بلڪل ماٺ هئي، بنا ڪنهن هٺڪ جي. تمام سياڻيءَ نموني ڳالهائي رهي هئي.

چندر چپ هو. بنتي پنهنجي پيرن سان چندر جي پيرن جي آڱرين کي دٻائيندي چيو "ڇا پيا سوچيو توهين! ٻڌو وينا نه!"

"بس. ڇڏ انهي ڳالھ کي. مان وڌيڪ ٻڌڻ نٿو چاهيان. مگر تون مونتي ايڏو ڀروسو ڇو ٿي ڪرين؟" چندر هن کان سوال ڪيو.

"الائي ڇو. هتي اچي مون توهان جو ديديءَ سان ورتاءُ ڏٺو. پوءِ وري ڀميءَ وارو واقعو ٿيو. انهي بعد منهنجي من ۾ توهان لاءِ هڪ عجيب ڪشش پيدا ٿي ويئي آهي. اڳي منهنجي دل ۾ دنيا لاءِ هڪ قسم جو ڌڪار هو. مگر توهان کي ڏسي منهنجي دل مان دنيا لاءِ ڌڪار گم ٿي ويو."

"عجب آهي تنهنجي دل مان دنيا لاءِ ڌڪار گم ٿي ويو. ۽ منهنجي دل ۾ اهو وڌي ويو. اسان جي خيالن ۾ ڪيڏو نه فرق ٿو رهي. بنتي توکان هڪ ڳالھ پڇان؟ تون منهنجي هيترو ويجهو رهي آهين. ڪيترائي دفعا اهڙي ڳالھ ٿي هوندي، جو تنهنجي من ۾ منهنجي لاءِ جيڪر شڪ پيدا ٿئي، تو انيڪ دفعا مونکي پنهنجي سيني ۾ لڪائي آٿت ڏنو آهي. تون مونکي برابر بيحد پياري آهين. مگر تون اهو به ڄاڻين ٿي ته مان توکي پيار ڪونه ٿو ڪريان. پوءِ تڏهن اهو ڇا آهي. ڪهڙي شئي آهي؟"

بنتي ٿوري دير چپ رهڻ بعد چيو "خبر ناهي ڇا آهي. يا اهو ڪيئن ٿو ٿئي؟ مونکي انهيءَ ۾ ڪڏهن به ڪو گناه نظر نه آيو آهي ۽ ڪڏهن اهڙو شڪ پيدا ٿيو به. ته مون پنهنجي من کي ائين ئي چيو ته توهين اهڙا معصوم آهيو. توهان جو ڪردار اهڙو ته اوچو آهي جو منهنجو ڏوھ به توهان کي ڇهڻ سان معاف ٿي ويندو."

"مگر بنتي.."

"بس!" بنتيءَ چندر کي روڪيندي چيو "انهي کان وڌيڪ ڪجھ نه پڇو. مان توهان کي هٿ ٿي جوڙيان."

چندر ماٺ ٿي ويو.

●

چندر جيترو ئي زندگيءَ کي سلجهائڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. زندگي اوتروئي الجهندي ٿي ويئي. گيتا زندگيءَ جو هڪ پهلو چندر اڳيان رکيو هو. بنتيءَ هن کي ٻيءَ دنيا ۾ ڇڪي آئي. ڪهڙو سچ هو. ڪهڙو ڪوڙ هو؟ هو ڪنهن کي ٺوڪاري ٺڙو ڪري. ڪنهن کي قبولي؟ جي گيتا غلطيءَ جي راھ تي هئي ته انجي سموري جوابداري مٽس ئي هئي. پاڻ ئي گيتا جو قتل ڪيو هٿائين. مگر ٻنهي عورتن ۾ ڪيڏو نه فرق هو. بنتي ڪهڙي نه سادي ڪهڙي نه حقيقت پرست. ڪهڙي نه گنڀير ۽ سنجيده هئي ۽ گيتا ڪهڙي نه آدرش پرست. خواهشن جي ڪهڙي نه سريلي. ڪيڏي نه اوچي. نماڻي ۽ معصوم هئي!

زندگيءَ جي مسئلن جي ڇڪتاڻ ۾ انسان جڏهن انجي جدا جدا پهلوئن کي پرکيندو. سمجهندو آهي ته ان بعد هن جي من ۾ سڪون ايندو آهي. هو احساس جي سطح کان مٿي چڙهي، سادگيءَ ۽ گيان جي اوچاين تي پهچندو آهي ۽ زندگيءَ جي چنڊ ڇاڻ شروع ڪندو آهي، چندر به هينئر احساس جو پلئو ڇڏي زندگيءَ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو هو. هينئر هو احساس کان ڇرڪڻ لڳو. احساسن جي طوفان ۾ هيترين نوڪرن ڪاٺ بعد هينئر هن سادگيءَ جا پير پڪڙيا هئا. ڪنهن سمي هو فقط جذبات کان نفرت ڪندو هو. مگر اڄ هن کي هر احساس کان نفرت ٿي ويني هئي. انهي نفرت جو نتيجو گيتا ۽ بنتيءَ ٻنهي کي ڀوڳڻو پيو. گيتا کي هن هڪ به خط نه لکيو ۽ بنتيءَ سان سنئون منهن ڏيئي ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيائين.

احساس ۽ سونهن جي پوڄاريءَ کي جڏهن گيان ۽ حقيقت پسنديءَ جي لهس ايندي آهي ته اوچتوئي هن جي من ۾ رڪائي ۽ ٺٺولبازي اڀرڪا ڏيڻ شروع ڪندي آهي. هن وقت چندر جي من جي حالت پڻ اهڙي قسم جي هئي. هن جي هر لفظ مان زهريلا ڪنڊا چيڻ لڳندا هئا ۽ هن کي اها سمڪ ڪانه رهندي هئي ته اهي ڪنڊا مان ڪنهن کي ٿو چڀايان. هن جي زندگيءَ جي دائري اندر جيڪو به شخص آيو ٿي تنهن کي هو پنهنجي رڪائي ۽ پنهنجي ڪوڙي سپاءَ جو سواد چکائيندو ٿي رهيو. اندر ۾ پريل زهر مان پاڻ پري، دنيا ڏانهن چوڙيندو. اڳتي وڌندو ٿي هليو. گيتا کي هو ڪجھ به لکي نٿي سگهيو. پمي هتي هئي ڪانه. باقي بچيل هئي، بنتي، جنهن کي ئي هي زهريلا ٻاڻ سهڻا ٿي پيا. سيپٽمبر جي پڇاڙي هئي ۽ هوءَ ڳوٺ وڃڻ جي تيارين ۾ هئي. ڊاڪٽر پڻ ڳوٺ وڃڻو هو. شاديءَ کان مهينو اڳي ڳوٺ وڃڻ ضروري هو.

چندر نه خوش هو. نه ناراض هو. جنت مان ڌڪيل ديودت جنهن کي آسرن خريد ڪيو هجي. انهي جيان هو زندگيءَ جي سکن دکن کي ٺوڪرون هڻندو. دنيا جي ساگر جي ڪناري تي بيٺو بيٺو سيني تي ڪلي رهيو هو.

هن جي دل جو زهر خاص طور عورت مٿان ئي وسندو هو ۽ انهي ڪيفيت ۾ هن کي اهو به سماءُ ڪونه رهندو هو ته ڪيڏي مهل ڪنهن سان ڪهڙي ڳالهه ٿو ڪريان. بنتي چپ چاپ سڀ سهندي ٿي رهي. بنتيءَ کي گيتا جيان روئڻ به ڪونه ايندو هو. چندر به هن جي ايئن پرواهه ڪونه ڪندو هو جيئن گيتا جي ڪندو هو. بنهي وچ ۾ هينئر ڳالهائڻ به تمام ٿورو ٿيندو هو. بنتي اندر ئي اندر بيحد دکي ٿيندي هئي. پر هوءَ ڇا ڪري؟ هڪ ڏينهن هن چندر جا پير پڪڙي بيحد التجا ڪري چيو، "هي توهان کي ڇا ٿيندو ٿو وڃي؟ توهين جيڪڏهن پاڻ نه سنڀاليندا ته مان ديديءَ کي لکي موڪليندس."

چندر هڪ ڊيڄاريندڙ ٽهڪ ڏنو "ديديءَ کي ڇا لکندينءَ؟ هينئر مونکي هن جي ڪهڙي پرواهه آهي؟ اهي ڏينهن گذري ويا بنتي. گهٽيئي ڏينهن اهو مذاق هليو."

"چندر بابو... ڪاش، توهين ڇوڪري هجو ها."

"مان سڀ سمجهان ٿو. ڇوڪريون انهن ناٽڪن ڪرڻ ۾ تمام هوشيار ٿينديون آهن."

بنتي چپ ٿي ويئي.

هڪ ڏينهن چندر ڪاليج مان موٽيو ته هن جي مٿي ۾ تمام گهڻو سور هو. هو چپ چاپ ليٽي پيو. بنتيءَ هن کان پڇيو ته چوڻ لڳس: "ڇو پڇايانءِ؟ پڇائيندو سانءِ ته ڇا تون اهو لاهي ڇڏيندينءَ؟"

بنتيءَ چندر جي مٿي تي هٿ رکي چيو، "چندر بابو توهان کي هي ڇا ٿو ٿيندو وڃي؟ ڏسو ته سهين، ڪيئن نه هڏا نڪري آيا اٿو. هيئن پاڻ کي مٽائڻ مان ڪهڙو فائدو؟"

"مٽائڻ" چندر اٿي ڪڙو ٿي ويٺو "مان پاڻ کي مٽائيندس ڇوڪرين واسطي! ڇي.. توهين پاڻ کي سمجهو ڇا ٿيون؟ توهان وٽ آهي ڇا انهي هڪ نشيلي جسم کان سواءِ؟ ڇا مان انهي لاءِ ئي پاڻ کي مٽائيندس؟"

بنتيءَ چندر کي ليٽائي سمهاري ڇڏيو.

"پاڻ کي هيئن دوکي ڏيڻ مان ڇا ٿيندو چندر بابو! مونکي خبر آهي ته ديديءَ جي وڃڻ بعد توهان جي زندگيءَ ۾ ڪيڏو نه خال پيدا ٿيو آهي. مگر..."

"ديدي جي هلڻ وڃڻ بعد! تنهنجو مطلب ڇا آهي؟"

"منهنجو مطلب توهين پلي پٽ سمجهو ٿا. مون کي خبر آهي ته ديديءَ هوندي توهين پاڻ کي هيئن ڪونه مٽايو ها. مونکي خبر آهي ته توهان جي دل ۾ ديديءَ جو ڪهڙو مقام آهي". بنتي هنجي مٿي ۾ تيل مهڻ لڳي.

چندر نهايت عجيب نموني ٽهڪ ڏيئي چيو، "ڇاهي منهنجي دل ۾ ديديءَ لاءِ؟ اڳي منهنجي دل ۾ تنهنجي ديديءَ لاءِ هڪ آدرش پسند جذبات هئي جا اڻ گهڙيل دلين ۾ پيدا ٿيندي آهي. ان احساس ۾ اڄ منهنجو ذرو به ڀروسو نه آهي. اهو هڪ پاڳلپڻو هو".

"پاڳلپڻو" بنتيءَ چندر جي مٿي ۾ چپ چاپ تيل مهٽيندي رهي. "پنهنجي ساهن سان ڳاهيل ديدي جي مورتيءَ کي هيئن لتون نه هڻو. اهڙي ڳالهه توهان کي سونهي نٿي." بنتيءَ اکين ۾ لڙڪ ڀري سوچڻ لڳي.... ديدي ڪهڙي نه اڀاڳي آهي!

چندر ٽڪ ٽڪ بنتيءَ ڏانهن نهاريندو رهيو. "بنتي، مان هاڻي پاڳل ٿيڃي ويندس."

"مان توهان کي پاڳل ٿيڻ نه ڏينديس. مان توهان کي ڇڏي نه ويندس."

"مونکي ڇڏي نه ويندينءَ؟" چندر وري ٽهڪ ڏنو. "وڃ وڃ، تون هاڻي شريمتي بنتي ٿيڻ واري آهين. تنهنجي شادي ٿيندي. مان پاڳل ٿي ويندس ته پوءِ ڇا؟ انهن سڀني ڳالهين ڪري دنيا بيهي ڪانه ويندي. شرنايون بند ڪونه ٿينديون. شاديون ٿِئي ڪونه سگهنديون."

"نه چندر بابو، مان اصل ڪانه وينديس. توهان اڃا مونکي پوريءَ طرح نه سڃاتو. مان هيل تائين توهان جي هيڏي بي پرواهي، هيڏي رکائي سهندي آئي آهيان ۽ هينئر دنيا جي چٽرٻازي، ملامت سهندي به توهان وٽ رهي سگهنديس." بنتيءَ جي آواز ۾ جوش پرجي ويو هو.

"ڇو؟ تنهنجي رهڻ سان ڇا ٿيندو؟ تون گيتا ڪانه آهين تون گيتا ٿيڃي نٿي سگهين. منهنجي زندگيءَ ۾ گيتا کي جيڪا جاءِ هئي، اها ٻيو ڪير به والاري نٿو سگهي. سمجهيئي؟ تون مونتي احسان نه ڪر. مان مري وڃان، تنهن ۾ ٻين جو ڇا؟ مون کي هينئر رتيءَ پر به ڪنهن جي پرواهه نه آهي. تون هتان هلي وڃ." ائين چئي هن بنتيءَ کي ڌيلهو ڏيئي پري هٽائي ڇڏيو. تيل جي شيشي ڪري ڦٽي ڪيائين.

بنتي روئندي هلي ويئي. چندر اٿيو ۽ ڪپڙا پائي ٻاهر نڪري ويو. هي ڇوڪريون پاڻ کي الائي سمجهن ڇا ٿيون! مونتي احسان ڪرڻ هليون آهن!

بنتيءَ جي وڃڻ جي تياري ٿي چڪي هئي. سمورو سامان ٻڌجي چڪو هو. ڊاڪٽر صاحب بہ هن سان گڏ وڃڻو هو. تنهن ڏينهن جي واقعي بعد بنتيءَ وري چندر سان ڪونہ ڳالهيو هو. چندر بہ هن سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي هئي.

سيئي موٽر رستي وڃڻا هئا. ڊاڪٽر صاحب موٽر ڪٽي بازار ويو هو. چندر هن جو هو لدال ٻڌي رهيو هو جو بنتيءَ اچي چيو، "مان توهان سان هڪ ڳالهہ ڪري سگهان ٿي؟"

"ها... ها... تون ان ڏينهن جي ڳالهہ تي اهڙو ناراض ٿي وئينءَ! ڇوڪريون سچي ڳالهہ تي هميشه ناراض ٿي وڃن، ڇو، ڪهڙي ڳالهہ آهي؟" چندر اڄ اٿين ٿي ڳالهايو ڄڻ اڳي ڪجهہ ٿيو ئي ڪونہ هو.

بنتيءَ جي اکين ۾ لڙڪ ٿي چمڪيا. "چندر، اڄ مان وڃي رهي آهيان."

"اها تہ مونکي بہ خبر آهي، مان بہ انهي جوئي تہ انتظار پيو ڪريان."

"نہ ڄاڻ مونکان ڪهڙوگناهہ ٿي ويو جو توهان جو سمورو چاهہ مان وڃائي ويٺيس. جي اٿين ئي ڪرڻو هو تہ پهرين مونکي ايڏو چاهہ ڏيکاريوَ ڇو؟ مون توهان کان ڪڏهن بہ ديديءَ جو مقام نہ گهريو هو... توهان مونکي غلط ڇو سمجهيو؟"

"نہ بنتي، مونکي هينئر اهي چاهہ وغيره جون ڳالهيون پسند نہ آهن. مان هينئر بلڪل ٽوٽ، خشڪ ماڻهو ٿي ويو آهيان. جنهن ڪي هينئر اهي جذباتي مظاهرا پسند نٿا پون. چاهہ وغيره جي دنيا هينئر مونکي ابتي دنيا ٿي لڳي."

"ٺيڪ ٿا چئو. هيترا ڏينهن مان روئندي رڙندي رهيس تہ توهين مون کان هڪ دفعو پڇڻ بہ ڪونہ آيا. زندگيءَ ۾ توهان ۽ ديديءَ ڪانسواءِ منهنجو پيو ڪير هو. پر توهان منهنجي لڙڪن جي ذري بہ پرواهہ نہ ڪئي. مان توهان کي ڏوهہ ڪانہ ٿي ڏيان. ڏوهہ ضرور منهنجو ئي هوندو، چندر بابو!"

"نہ بنتي، هن ۾ قصور جي ڳالهہ نہ آهي. زالن جي روئڻ پٽڻ جي ڪيتري پرواهہ ڪبي. هنن کي تہ ڪتي ٻلي جي دک تي بہ روئڻ اچي ويندو آهي."

"ٺيڪ آهي چندر بابو! خدا ڪري توهين هميشہ اهڙا مضبوط دل رهو. مون توهان جي لاءِ جيڪي ڪيو، خاص ڪجهہ ڪير تہ ڪو نہ... پر جيڪي بہ ڪيم سو فقط انهيءَ ڪري جو توهان منهنجي دل ۾ نہ ڄاڻ ايڏي ممتا ڪٿان پيدا ڪئي. مان هميشه اهائي ڪوشش ڪندي رهيس تہ توهان جي دل کي ذرو بہ دک پهچڻ نہ ڏيان. توهان پنهنجي شخصيت سان مون تي ڄڻ جادو ڪري ڇڏيو هو. توهان مونکي ان جادوءَ ۾ ٻڌي ڇڏيو هو. توهين مونکي ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ چئو ها تہ مان هڪ پل لاءِ بہ ڪانہ هبڪان ها.....مگر خير. توهان کي منهنجي ضرورت نہ پئي. مون ڏٺو تہ مان توهان تي بوجهہ ٿي پيئي آهيان. تڏهن مون پاڻ کي هڪدم هٽائي ورتو. هينئر وري ڪڏهن بہ توهان جي زندگيءَ ۾ اچڻ جي همت نہ ڪنديس. مان هينئر ايئن ڪيئن چوان تہ توهان کي آئينده وري ڪڏهن منهنجي ضرورت پوندي. مونکي خبر آهي تہ توهان جي طوفاني شخصيت اڳيان مان بيحد تڇ آهيان. ڪک کان بہ تڇ آهيان. مگر پيڇاڙيءَ ۾ وڃڻ وقت ڇا مونکي دعا نہ ڏيندا؟ آئينده جي واٽ نہ ڏسيندا؟"

بنتي هيٺ جهڪي چندر جا قدم ڇهيا. چندر بنتيءَ کي هٿ کان وٺي اٿاريو. هن کي پنهنجي پرواري ڪرسيءَ تي وهاريائين ۽ هن جي مٿي تي هٿ ڦيري چيائين "بنتي، دعا ديوتائن وٽان ملندي آهي مان تہ هن وقت هڪ پاڳل، هڪ پوت بڻجي چڪو آهيان!"

■

چندر کي اڪيلائي گهربي هئي. سا هن کي ملي وئي. سڄو گهر خالي هو. سواءِ هڪ مهراجڻ ، سالهي ۽ نوڪر جي. سڄي گهر ۾ سناٽو هو ۽ ان سناٽي جو پوت هو چندر! چندر پلي ڪيترو بہ ٽٽي وڃي، ڪيترو بہ ڍهي پوي، مگر هو شڪست ڪائڻ وارو نہ هو. هارائي بہ اها هار قبولڻ، مڃڻ سکيو ئي ڪونہ هو. هن جي من ۾ هينئر گهور سناٽو هو. هن جي من ۾ گيتا جي جيڪا معصوم تصور کان بہ پياري وڏي مورتي سجيل هئي، تنهن کي هن سنگدليءَ سان اتان اکوڙي ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏيو هو. مندر جي معصوميت سمان بنتيءَ کي بہ هن بيعزتو ڪيو ۽ مندر جي پوڄا جي قدرن ۽ پنهنجي جيون جي سمورن آدرشن ۽ اصولن کي هن چور چور ڪري ڇڏيو هو. هو هينئر هڪ بت شڪن وڃيتا جيان، هيبتناڪ ٺهڪ ڏيندو، مندر جي ڪريل ديوارن کي پيرن هيٺان لتاڙيندو اڳتي وڌي رهيو هو. هن جو من اهو کنڊر بڻجي چڪو هو. جنهن جي اجڙيل، ٻنا ڇت ڪمرن ۾ ڇمڙا اچي اجهو وننڌا هئا. ڪاش! ڪير انهن کنڊرن جون سرون هٽائي ڏسي ها تہ هن کي هر سر هيٺان آدرش سڏڪا پريندا

ملن ها. انهن سرن وچ ۾ پريل مٽي ۽ ڏوڙ ۾ مندر جي گهنڊن گهڙيالن جي مٺڙي گونج سمايل ملي ها. هر قدم تي پوڄا جا مرجهايل گل ملن ها ۽ هر صبح ۽ شام انهن کنڊر جي ديوارن سان ديو مورتين جي درد ڀري پڪار ۽ روڏن جو پڙاڏو ٽڪرجندو ٻڌڻ ۾ اچي ها. مگر چندر کو اهڙو جهڙو دشمن ڪونہ هو. هن ان مندر کي چور چور ڪري، کنڊر بنائي ان مٿان پنهنجي فخر ۽ گهمنڊ جو پهرو بيهاري ڇڏيو هو. جيئن ڪير بہ انهي کنڊر جي بنياد کي کوٽي نہ سگهي، انهن هيٺان دٻيل پراڻين يادگيرين. اڳين پوڄائن کي وري مٿين سطح تي آڻي نہ سگهي. چندر اهو بت شڪن هو، جنهن جي دل فقط مندر کي ڊاهڻ سان پوري نہ ٿيندي آهي. هن مندر ڊاهڻ بعد سڄي شهر کي زبون بنائي ڇڏڻ ٿي چاهيو، جيئن اهي شهر واسي ٿي نہ رهن جي وري اچي مندر کي ڪڙو ڪن. پنهنجي من کي ائين سڄي بنائڻ بعد چندر پنهنجي زندگي، پنهنجي رهڻي ڪرڻي، پنهنجو مڪان، پنهنجي چوڌاري فضا پڻ سنسان بنائي ڇڏي هئي. سيارو شروع ٿي چڪو هو. مگر هن جي چوڌاري اجا چاليهي جي ٻپهري جو ڀيانڪ سناٽو ڇانيل هو.

بنتيءَ وڃڻ بعد ڪوبہ خط نہ لکيو هو. گيتا جا خط اچڻ بہ بند ٿي ويا هئا. پميءَ جا بہ خط آيا. هن اڄ ڪلهہ دهليءَ جا چڪر پئي هنيا مگر چندر پميءَ جي خطن جو ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو. اڪيلو... اڪيلو... بلڪل اڪيلو صحرا جي رڻ پٽ جو ڀيانڪ سناٽو .... اهو بہ ان وقت جو جڏهن ڏکڻ لال سج افق تي پنهنجا آخرين ساهہ کڻي رهيو هجي ۽ واريءَ جي ذرن جا نيم زندهہ عڪس واريءَ جي لهرن مٿان هوريان هوريان چري رهيا هجن.

بنتيءَ جي شادي ۾ باقي پندرهن ڏينهن هئا. جو گيتا جو هڪ خط آيو....

منهنجا ديوتا!

منهنجا نور!

منهنجا سونها!

منهنجا ديپ!

گهڻن ڏينهن بعد مس مس توکي لکڻ جو وجهہ مليو اٿم. سوچيو هوم تہ بنتيءَ جي شاديءَ کان مهينو کن اڳي ڳوٺ ايندس، اتان ڏينهڪ اتي اچي توکي ڏسي ويندس. مگر ارادا ارادا آهن ۽ زندگي زندگي! هينئر گيتا پنهنجي ڏير، پنهنجي سس ۽ ان سس جي پٽ جي غلام آهي! مونکي شاديءَ جي پٺي ڏينهن ئي موٽي اچڻو آهي، توکي جيڪر اتيئي سڏايان، پر اتي پردو ۽ پابندي هتي جي ساهرن کان بہ بدتر آهي.

مون بنتيءَ کان تنهنجي باري ۾ ڏادي پڇا ڪئي، پر هوءَ ڪجهہ بہ نتي ٻڌائي. پاپا کان ايترو معلوم ٿيو آهي تہ تنهنجي ٿيسز پڇڻ ويئي آهي. ڪنووڪيشن ويجهو آهي. توکي ياد آهي تہ انجام اهو ڪيو هيئي تہ تنهنجو گائون پائي فوٽو مان ڪڍائيندس. اهو ڏينهن ياد ڪري تہ من کي الائي ڇا ٿو ٿئي. ڪنووڪيشن تي هڪ فوٽو ڪڍائي ضرور موڪلجان.

تو بنتيءَ جو من دکايو آهي ڇا؟ بنتي هميشهہ تنهنجي نالي وٺڻ تي لڙڪ رهائيندي ٿي رهي، مون تنهنجي ئي آسري بنتيءَ کي اتي ڇڏيو هو. مان هن کان دور، ماءُ جو سک هن کي نصيب ڪونہ ٿيو، پيءُ هنجو گذاري ويو. ڇا تون هن کي ٿورو پيار بہ ڏيئي نٿي سگهئين؟ مون توکي وري وري ڪيڏيون نہ پارتون ڪيون هيون! منهنجي صحت هينئر بهتر آهي. ڪڏهن ڪڏهن مٿي ۾ سخت سور ٿو اپري، جيءُ بيزار ٿي ٿو وڃي. اڄ ڪلهہ "هو" منهنجو ڏاڍو خيال رکندو آهي، مگر اڃا مونکي سمجهي نہ سگهيو آهي. هن سموري سک ۽ آزاديءَ وچ ۾ بہ مان ڪيڏي نہ پريشان آهيان، ڪيڏي نہ بي سڪون آهيان! ائين پيو لڳيم تہ نسن ۾ هزارين طوفان پيا ڦرنم.

چندر، هڪ ڳالهہ چوان.... جي برو نہ پائين. اڄ شاديءَ کان ڇهن مهينن بعد بہ مان ائين ئي ٿي چوان تہ چندرا! تو چڱو ڪونہ ڪيو. منهنجي آتما صرف تولاءِ پيدا ٿي هئي، اها انهن جزن جي جڙيل آهي، جي صرف تنهجي ئي پوڄا ڪري سگهن ٿا. تو مونکي ڌڪي دور ڦٽو ڪري ڇڏيو. مگر ياد رکجان، هن دوريءَ تي بہ مان صرف تو کي ڳوليندي ٿي رهان، جنم جنم ڀٽڪندي بہ توکي ئي ڳوليندي رهندس ۽ هن کان پوءِ جڏهن تون مونکي هڪ دفعو وري ملي ويندين تہ زندگيءَ جي ڪابہ طاقت ڪوبہ آدرش، ڪوبہ اصول، ڪو بہ بند، مونکي توکان الڳ ڪري نہ سگهندو. پنر جنم الائي سچ آهي يا ڪوڙ! جي اهو ڪوڙ آهي چندر! تہ ذرا سوچ... هن ڪوڙي جڳ ۾ صرف هڪ دفعو، صرف هڪ دفعو مون پنهنجي روح جي سچ کي ڳولي لڌو ۽ هينئر وري ڪوڙي جڳ لاءِ ان کي، وڃائي وينيس. جي پنرجنم سچ نہ آهي تہ تون ئي ٻڌاءِ منهنجا ديوتا! هاڻي ڇا ٿيندو؟ ڪروڙين ساهہ ۽ جسم، جنم وٺندا ميلاپ ٿيندا. مگر مان هڪ اڻ ٻريل چنگاريءَ جيان، اٿاهہ آسمان ۾ تڙپندي، انڌيري جي هر پردي سان ٽڪر کائيندي رهنديس، نہ ڄاڻ ڪيستائين! جيئن جيئن دوري وڌندي ٿي وڃي، تيئن پوڄا جي پياس

تيز ٿيندي ٿي وڃي. ڪاش! مان ستارن جي پشپن سان، سڄ جي آرتيءَ سان تنهنجي پوڄا ڪري سگهان! خبر اٿئي ته مونکي هتي ڪرڻو ڇا ٿو پوي. منهنجي ننڍڙي ڏير نيلوءَ هڪ پهاڙي ڪوئو پاليو آهي. انجي پڃري ۾ اندر هڪ چڪر لڳل آهي، جنهن ۾ گهنڊ ٽيون ٻڌل آهن. اگر اهو اياڳو ڪوئو ان چڪر ۾ اچي ڦاسندو آهي ته جيئن جيئن هو آزاد ٿيڻ لاءِ پير هلائيندو آهي تيئن اهو چڪر ڦرڻ لڳندو آهي ۽ ان ۾ ٻڌل گهنڊٽيون وڄڻ شروع ٿينديون آهن. نيلو ڏاڍو خوش ٿيندو آهي. مگر ڪوئو ٽڪجي بيجان ٻڏجي هيٺ ڪري پوندو آهي. چندر! مان به هڪ اهڙي ئي چڪر ۾ ڦاسجي وئي آهيان. سچ فقط اهو آهي ته ان چڪر ۾ ٻڌل گهنڊٽيون جڏهن وڄڻ شروع ٿيون ڪن ته تون انهن جي آواز کي مندر ۾ پوڄا جي گهنڊٽين جو آواز ٿو سمجهين... مگرخير... هينئر منهنجي هڪ ئي خواهش آهي چندر!... ته هاٿي ٿڪجي، بيجان ٿي ڪري پوان! منهنجا نصيب! خط جو جواب جلد ڏجان. پمي موتي يا اچان نه؟

تنهنجي،

جنم جنم کان پياسي، گيتا!

چندر اهو خط پڙهيو ۽ هڪدم جواب لکڻ ويٺو.....

پياري گيتا!

تنهنجو خط گهڻن ڏينهن بعد مليو. اتي تنهنجي ٻوليءَ ڪماليت حاصل ڪئي آهي، مان سمجهان ٿو ته ڪنهن اخبار يا مخزن ۾ تنهنجو هي خط ڪٿي ڇپايان ته ماڻهو ان کي ڪنهن رومانوي ناول جو باب سمجهندا. ڇاڪاڻ جو اهڙا خط ناولن جا ليکڪ ئي لکي سگهندا آهن. حقيقي جيون ۾ ته ڪوبه شخص اهڙو خط ڪونه لکندو.

مان ٺيڪ آهيان. هر ڪو انسان زندگيءَ سان سمجهوتو ڪندو آهي، مگر مون ته زندگيءَ کان ٺاهه ڪرائي سندس هٿيار رکائي ڇڏيا آهن. هينئر قلعي کان ٻاهران ايندڙ آواز وڻندڙ نٿا محسوس ٿين. نه خطن ملڻ جو چاهه آهي نه جواب ڏيڻ جي اڻ تڻ آهي. مونکي جي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏين ته ڏاڍو سٺو. مان توکي عرض ٿو ڪريان ته وري مونکي خط نه لکجان.... اِهو عرض ٿو ڪريان ڇاڪاڻ جو حڪم ڏيڻ جي مون ۾ همت نه آهي. نه مونکي اهڙو حق آهي، نه منهنجو اهو وجود آهي. تنهنجو خط توکي واپس موڪلي رهيو آهيان.

زندگيءَ ۾ ڪنهن کا اهڙي ضرورت اچي پوئي ته ضرور ياد ڪجان. هونءَ... بس انهيءَ کان وڌيڪ ڪجهه ڪونهي.

پاڻ ۾ ئي پورو

چندر ڪمار ڪپور

انهيءَ بعد وري ان سنسان زندگيءَ جو دورو! ڪندر جي سناٽي ۾ پلجي آيل بانسريءَ جي آواز مثل گيتا جو خط. گيتا جي يادگيري. ٻه آئي ۽ موٽي ويئي. ڪندر جو سناٽو، سناٽي جا چهرا. ٻي ڇت ڪمرا ۽ پٿر لرزيا ۽ پوءِ وري اڳي کان به وڌيڪ مضبوطيءَ سان پنهنجي جاءِ تي ڄمي ويا.

انهيءَ بعد اهوئي اداس سناٽو، اڪيلائي ۽ ٻيهريءَ جي بيهوش گل جهڙو چندر...

●

نومبر جو هڪ خوشنما صبح. سون جا ڏڪندڙ ستارا صبح جي سريلي هوا ۾ الجهيل هئا. آسمان هڪ ننڍڙي ٻالڪ جي نيرين اکڙين جيان معصوم ۽ نماڻو هو. دليون شرارت جي گلن سان پرجي ويون شيون. رت ۾ دلين ۾ هڪ نئين تازگي رچي ويئي هئي. چندر پنهنجو جهونو، ڪٿئي رنگ جو گرم ڪوٽ پائي باغ جي سبز ٻاريءَ ۾ اچ وڃ پئي ڪئي. پرسان پاٽيءَ جي دٻي ۾ ٻن ننڍڙن پکين ٽٻيون پئي ڏنيون. اوچتو هڪ موٽر آئي، پمي ٽپ ڏيئي ان مان لٿي ۽ ڪنواري هرڻيءَ جيان ڊوڙندي چندر وٽ پهچي چيائين، ماءِ ٻواءِ ! مان اچي ويس."

چندر کو به چاهه ڪونه ڏيکاريو. پنهنجي مرده آواز ۾ صرف ايترو چيائين. "هل ته ڊرائنگ روم ۾ هلي ويهون." هن کي پميءَ جي اچڻ تي ذري به خوشي ڪانه ٿي. پمي هن جي ملول منهن کي ڏسندي رهي ۽ هن جي ڪلهي تي هٿ رکي پڇيائين. "چو چندر، تون بيمار آهين ڇا؟"

"نه اڄ ڪلهه مونکي ڪنهن سان ملڻ جلڻ ڪونه ٿو وڻي. گهر ۾ به اڪيلو آهيان." هن اجا به پنهنجي رکي ۽ ڦکي آواز ۾ چيو.

"ڇو مس گيتا ۽ ڊاڪٽر شڪلا ڪٿي آهن؟"
"هو سڀئي شاديءَ تي ويا آهن."
"اڇا، هن جي شادي بہ ٿي ويئي.. ڊئر اٽ. هي سڀئي ڇڻ پاڳل ٿي ويا آهن. برٽي، گيتا، بنتي! ڇو تون ڪنهن سان ملين ڪرين ڇو نہ ٿو؟"
"ائين ئي، دل نٿي چوي."
"سمجهير. ساڳي حالت مونسان چار سال اڳي ٿي هئي. توکي ڪٿان نراسائي نصيب ٿي آهي ڇا؟" پميءَ پڇيو.
"نہ اهڙي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي." چندر وراڻيو.
"ها. وات سان نہ ڇئجان، مجڻ سان مرد جي عزت گهٽجي ويندي آهي. تنهنجي شخصيت ۾ اهائي ڳالهہ تہ مون کي وڻندي آهي. خير، اهو سڀ نيڪ ٿي ويندو. مان توکي ائين ملول رهڻ نہ ڏينديس".
چندر پڇيو. "مسوريءَ ۾ هيترا ڏينهن ڇا پئي ڪيئي؟"
"يوگ ساڌنا" پميءَ کلي چيو. "خبر اٿئي، اڄ ڪلهہ مسوريءَ ۾ برف وسي رهي آهي. مون اڳي ڪڏهن بہ برفيلا پهاڙ نہ ڏٺا هئا. صرف انگريزي ناولن ۾ برف ڪرڻ جو ذڪرپڙهيو هوم. خيال ڪير تہ اڪين سان ڏسي وجان... ڇو، چندر، تو خط ڇو نہ لکيو؟"
"دل نٿي چاهيو. پر ها.. برٽيءَ جي شادي ڪڏهن ٿي ٿئي!" چندر ڳالهہ ڦيرائڻ سانگي چيو.
"اها تہ ٿي بہ ويئي، مان اڃا واپس پهتي بہ ڪانہ هيس جو ٻڌم تہ جيني هڪ ڏينهن برٽيءَ کي پڪڙي گهليندي پادريءَ اڳيان وٺي وئي. ديول مان واپس موٽي جينيءَ برٽيءَ جو شڪاري سوٽ ڦاڙي ڇڏيو ۽ هن کي ٻيو سولو سٽو سوٽ پارايائين. ٻئي ڏاڍا عجيب آهن. سياري ۾ هڪ ڏينهن برٽي بنا سوئيٽر جينيءَ جي ڪمري ۾ لنگهي ويو تہ جيني غصي وچان هن جا پتلون ڪانسواءِ ٻيا سڀ ڪپڙا لهرائي هن کي پنهنجي ڪمري مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. مان تہ جيئن موٽي آهيان تيئن روز نانڪ ڏسندي آهيان. هي ڏس، مان تہ توکي ڏيکارڻ ٿي پلجي ويس." ۽ هن پنهنجي کيسي مان پتل جي هڪ ننڍڙي مورتي ڪڍي ميز تي رکي. "هڪڙي عورت هيءَ وڪٽي رهي هئي، مون گهريمانس تہ چيائين تہ صرف مردن لاءِ آهي. مون پڇيو مانس: ڇو؟ جواب ڏنائين تہ مرد هيءَ پائي ڇڏي تہ مٿس ڪنهن بہ عورت جو جادو نہ هلندو. اها عورت يا مري ويندي يا ڀڄي ويندي يا هن جي شادي ٻئي ڪنهن سان ٿي ويندي. انهيءَ ڪري مان هيءَ تولاءِ وٺي آيس".
چندر ڏٺو تہ اها اولو ڪتيشور جي مورتي هئي. هن کلي اها پميءَ کان ورتي ۽ پڇيائين. "پنهنجي لاءِ ڇا وٺي آئينءَ؟"
پنهنجي لاءِ هڪ نئون راز وٺي آئي آهيان."
"ڪهڙو؟"
"هيڏانهن مونڏانهن ڏس. مان سندر لڳان ٿي؟" چندر هينئر ڌيان سان ڏٺو پمي ارڙهن سالن جي جوان پئي لڳي. چهرو پرچي گول ٿي ويو هوس اکين ۾ ڪنوارپڻو پرچي آيو هوس مک تي ٻشپڻ جي معصوميت اچي وئي هيس.
"سچ پمي، تنهنجو جوڀن ڇڻ وري موٽي آيو آهي ڪهڙين اپسرائن جي ڪنج مان هي ٻالڪپڻ چورائي ڪٿي آئي آهين؟"
"چورايو ڪجهہ ڪونہ اٿم چندر! اهوئي راز آتان ڪٿي آئي آهيان. هميشهہ حسين رهڻ جو ۽ اهو راز آندو اٿم اپسرائن جي ڪنج مان نہ، پر گناهن جي ڪنڌ مان. هماليہ جي سايي ۾ مون هڪ نئون سنگيت ٻڌو. چندر، جسماني سنگيت! مسوريءَ جي سماج ۾ رلي ملي ويس. پنهنجي مدهوشي ڇوڏاري ورهائيندي رهيس. بنا ڪنهن هٻڪ يا پڇتاءَ جي. ڇا ڏسان تہ ڏينهون ڏينهن ٽرندي پئي وڃان چندر، سيڪس اهڙو برو نہ آهي، جهڙو مون اڳي سمجهيو ٿي. تنهنجو ڪهڙو رايو آهي؟"
"ها، مان پاڻ ڏسان ٿو تہ سيڪس ماڻهن کي اهڙو خراب ڪونہ ٿو لڳي. جهڙو مان ان کي خراب سمجهندو هوس."
"نہ صرف ايترو چندر، ڏس اڄ تون ڪهڙو نہ اداس ۽ ملول آهين. پر جي مان تنهنجو مٿو ڪٺي هيٺ پنهنجي هنج ۾ رکان تہ توکي ڪجهہ آرام، ڪجهہ سڪون نہ ٿو محسوس ٿئي؟" ۽ پميءَ سچ پچ چندر کي پنهنجي هنج ۾ ڪٺي ليٽايو. چندر گهبرائجي پري هٽي ويو. ڪهڙي نہ عجيب ڇوڪري آهي هيءَ! ٿوري دير هو چپ ڊپ ٿيو رهيو! پوءِ چيائين، "پمي، تون ڇوڪري آهين. انهي ڪري مان توکان ئي ٿو پڇان... ڇا ڇوڪرين جو پيار سيڪس جي احساس ڪانسواءِ ناممڪن آهي؟"
"ها" پميءَ نهايت سخت آواز ۾ چيو.
"پمي، هڪ ڇوڪري آهي... مان توکي هنجو نالو ڪونہ ٻڌائيندس.. هن سان مون پيار ڪيو آهي. مگر هوءَ شايد مون سان شادي ڪري نہ سگهندي. منهنجو ۽ هنجو ڪوبہ جسماني لاڳاپو نہ آهي. ڇا تون انکي پيار نہ سڏيندينءَ؟"
" ڪجهہ ڏينهن بعد جڏهن هن جي شادي ٿي وڃي تڏهن ڀڄان. تنهنجو سمورو پيار سري ختم ٿي ويندو. اڳي مون بہ توکي ائين چيو هو تہ مرد ۽ عورت جي رشتي ۾ ويچو تمام ضروري آهي. مگر هينئر مان ائين ٿي سمجهان تہ اهو سڀ پاٽڪي دوکو ٿو ڏجي."

"مگر بي ڳالهہ ٻڌ. هن جي هڪ سکي آهي، هوءَ چاهي ٿي تہ مان سندس ساهيڙيءَ کي ٿي چاهيان ٿو. کيس پيار ڪونہ ٿو ڪريان. انهي حالت ۾ سيڪس يا جسماني بک جي خواهش جو سوال ئي ڪونهي. پوءِ بہ هوءَ مونکي بيحد پيار ٿي ڪري. انهي کي تون ڇا سڏيندينءَ؟"

"اها ٻئي قسم جي حالت آهي، چندر تو ڇا هپناٽزم جي، باري ۾ ڪجهہ ڪونہ پڙهيو آهي؟ هي ائين آهي جيئن ڪو هپناٽسٽ هڪ ڇوڪريءَ کي هپناٽائيز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هجي ۽ ان وقت هنجي پر ۾ بيٺل ٻي ڇوڪري چپ چاپ اهو ڏسندي هجي. اڪثر ائين ڏٺو ويو آهي تہ وايو منڊل جي اثر هيٺ ان پر ۾ بيٺل ڇوڪريءَ تي پڻ هپناٽزم جو اثر پوڻ لڳندو آهي. مگر انهي عمل جو اثر ٿورا پل مس هلندو آهي، پوءِ ازخود ٽٽي ويندو آهي."

چندر کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ سڀ ڪجهہ سلجهي ويو. هڪ گهڙيءَ ۾ هن جي من تان وڏو بوجهہ هٽي ويو.

"پمي، تون ئي هڪ ڇوڪري مونکي ملي آهين. جا صاف صاف ڳالهيون ڪري ٿي، سي بہ سچائيءَ جي سطح تي، اڄ ڪلهہ مان ان سچائي ۽ گيان جو ئي پوڄلڳ آهيان. جذبات کان مونکي سخت نفرت آهي."

"سچائي ۽ جسم ٻئي انسان جا ٻہ مکيہ مقصد آهن. دل تہ انهن ٻنهي مقصدن وچ ۾ ڇڪتاڻ ۽ الجهن جو ٻئي نالو آهي" پميءَ وراڻيو ۽ پوءِ اوچتو واچ ۾ وقت ڏسي چيائين "نو لڳڻ ۾ آهن. ساڍي نوين بجي مٽني شو آهي، هل تہ فلم ڏسي اچون."

"نہ، مونکي ڪاليج وڃڻو آهي."

"اڙي پروفيسر صاحب. اڄ تہ آچر آهي." پميءَ چندر کي اٽاريندي چيو. "مان توکي اداس رهڻ نہ ڏينديس. منهنجا مٺڙا سپنا! ياد اٿئي نہ، مونکي بہ انهي اداسيءَ جي اونداهي ڄار مان توئي اچي آزاد ڪيو هو!" ۽ چندر جي وارن کي پنهنجي گرم ملايم چپن سان چميائين.

پميءَ جي چپن جي گلابي باهہ چندر جي نس نس ڦڙڪائي ڇڏي. ڪن لاءِ هو پاڻ وساري ويٺو. پميءَ جي ريشمي فراڪ جي ڪتڪتائي ڪندڙ ڇهاءَ، هنجي هنج جي گرمائش ۽ هنجي نرم جسم جي جادوءَ ۾ اڙجي ويو، هن جي انگ انگ مان پرياتي شبنم ڦڙي نڪتي، پمي هنجي وارن ۾ آڱريون ڦيريندي رهي ▪ پوءِ هن جي ڳل تي هلڪي ٺڪڪي هڻي چيائين "اٿ".

چندر موٽر ۾ وڃي ويٺو. پميءَ چيو "ڊرائيو تون ڪر." چندر ڊرائيو ڪرڻ لڳو ۽ پمي هن جي پر ۾ ويٺي، ڪڏهن هن جي ڪالر، ڪڏهن هن جي وارن ۽ ڪڏهن هن جي چپن سان کيڏندي رهي.

ستن ڏينهن جي راتيءَ پنهنجي نگاهن جي جادوءَ سان اداسيءَ جي ڀوت تي سوڀ حاصل ڪئي. جسم جي جوان ريشمي ستارن دوزخ جي باهہ کي شبنم مان نچوئي ڪڍي ٿڌو ڪيو. ڪنڊر جي ڪڙ ڪنڊڙاين کي گلاب جي پنکڙين سان ڍڪي ڇڏيو ▪ پيڙا جي انڌيري کي پلڪن وچان جهرندڙ روپهي چانڊوڪيءَ سان ڌوئي ڇڏيو. هڪ سريلو آلاپ اٿيو جنهن ۾ جنت جو ٺڙيل ديوتا گم ٿي ويو، سريلو اهو آلاپ، جوڀن جي اها چڙهندڙ لهر، چندر کي هڪ ننڍڙي معصوم پشپ جيان پنهنجي وهڪري ۾ گهلي ويئي. جتي پوڄا جا ڏيئا اجهامي ويا، اتي جوانيءَ جي ساهن جي انڌلٺ مثل شمع روشن ٿي وئي، جتي گل ڪومائجي ڌوڙ ۾ دٻجي ويا هئا، اتي جوڀن جي ڇهاءَ سان رنگبرنگي پشپ ٽڙي پيا، آڪاس جي چنڊ لاءِ زندگيءَ جي آڳنڌ ۾ پريشان ٿيل ڪنئير ٿالهيءَ جي ڀاڄي پنيان پاڻ وساري ويٺو.

چندر جي زندگيءَ جون شامون هينئر پميءَ جي روپ جي ساڀي هيٺ وري مشڪڻ لڳيون. پوري ڇئين بجي پمي ايندي هئي ۽ چندر کي موٽر ۾ چاڙهي وٺي ويندي هئي، اٺين بجي چندر واپس موٽندو هو. اڳي پيار بنا مهينا گذري ويا، هينئر پميءَ بنا هڪ شام گذرجي نہ سگهندي هئي. تنهن هوندي بہ چندر پاڻ کي ايترو دور رکيو هو جو پميءَ جي لبن جي گلابن ڪڏهن چندر جي چپن سان بہ خاموش ڳالهيون ڪونہ ڪيون هيون.

●

هڪڙي ڏينهن رات جو چندر گهر موٽيو تہ ڏٺائين تہ پنهنجي موٽر واپس اچي وئي آهي. هن جو من ٽڙي پيو. جيئن پڻڪندڙ لاوارث ٻالڪ پنهنجي سنڀاليندڙ جي هنج جي اجهي لاءِ تڙپندو آهي، تيئن گذريل ڏيڍ مهيني کان چندر، ڊاڪٽر صاحب جي ساٿ لاءِ تڙپي رهيو هو. هن جي زندگيءَ ۾ جتي اڄ ڪلهہ فقط نشو ۽ اداسائي هئي، اتي هن جي دل جي هڪ لڪل ڪنڊ ۾ هڪ سٺو احساس پڻ هو. اهو سٺو احساس هو، ڊاڪٽر صاحب ڏانهن. اهو شڪر گذاري جو احساس نہ هو. ڊاڪٽر صاحب اڃا هن کان ايڏو دور ڪونہ ٿيو هو جو سندس دل ۾ هن ڏانهن شڪر گذاريءَ جو احساس پيدا ٿئي. هيڏي وڏي ٿي وڃڻ بعد بہ چندر جڏهن ڊاڪٽر صاحب کي ڏسندو هو. تڏهن هن جي من ۾ اهائي سوچ پيدا ٿيندي هئي، جا هڪ ننڍي ٻالڪ جي دل ۾، پنهنجي خيرخواہ جي هنج ۾ اجهي وٺڻ تي پيدا ٿيندي آهي، هو بيقرار بڻجي ويندو هو.

هن اندر وڃي ڏٺو تہ ڊاڪٽر صاحب وراندي ۾ اچ وڃ پيو ڪري چندر ڊوڙندو هن جي قدمن ۾ وڃي ڪريو ڊاڪٽر هن کي اٿاري ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ ڏاڍي پيار وچان هن جي پٺيءَ تي هٿ ڦيري چيائين "ڪنووڪيشن ٿي ويو؟ ڊگري جيتي آئين؟"

"جي ها" چندر نماڻائيءَ سان وراڻيو.

"سٺو ٿيو. هاڻي ڊي لٽ (ڊاڪٽر آف لٽريچر) جي تياري ڪر. توکي جلد ئي سينٽرل گورنمينٽ ۾ وڃڻو آهي". ڊاڪٽر صاحب چيو. "مان پندرنهين جنوريءَ کان دهليءَ وڃي رهيو آهيان. گهٽ ۾ گهٽ سال اتي رهڻو پوندو."

"ايترو جلدي!" چندر اچرج وچان پڇيو "اچ ڪڏهن آيئو؟"

"مان اڳئين دفعي دهلي ويو هوس نہ. تڏهن ايڊيوڪيشن منسٽر سان ڳالهہ ٿي هئي." ڊاڪٽر چندر کي هيٺئر ٿورو وڌيڪ ڌيان سان ڏسي چيو "اڙي تون تہ ڏاڍو ڪمزور ٿي ويو آهين! مهراڄڻ توکي ماني برابر ڪانہ ڏيندي آهي ڇا؟"

"ڇو نہ ڏيندي هئي!" چندر کلي چيو. "ڪيئن بنتيءَ جي شادي خير سان ٿي وئي؟"

"بنتيءَ جي شادي!" ڊاڪٽر صاحب هيٺئر ڦڪو مرڪي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. "بنتي ۽ ماڻس هئي اندر ويٺيون اٿئي."

"اندر ويٺيون آهن؟" چندر کي اهو راز سمجهہ ۾ نہ آيو "بنتي ايترو جلد ڪيئن موٽي؟"

"بنتي جي شادي ٿي ڪٿي؟" ڊاڪٽر جي منهن تي اداسي ڇانئجي وئي هئي. هو وري بي آرام بڻجي اچ وڃ ڪرڻ لڳو. چندر سمجهي ويو تہ ضرور ڪا اهڙي ڳالهہ ٿي آهي. هن کي وڌيڪ پڇڻ جي جرئت نہ ٿي. هو اندر ويو. پڦيءَ ڪمري ۾ سامان نيڪ پئي ڪيو. بنتيءَ ٽانوَ ۾ مانهہ جي دال پئي گهوٽي. بنتيءَ چندر کي ڏٺو ۽ دال ۾ پريل هٿن سان هن کي سلام ڪيائين. مٽي تي ساڙهيءَ جو پلئہ سنڀاليائين ۽ پوءِ وري چپ چاپ دال گهوٽڻ لڳي. وات مان ڪجهيائين ڪونہ. چندر هن کي سلام جي موٽ ڏني ۽ پوءِ وڃي پڦيءَ جا پير ڇهيائين.

"اڙي چندر آهين! اچ پٽ. اسين تہ لُٽجي وياسين!" ۽ پڦي اتي ئي مٽي کي هٿ ڏيئي پٽ تي ويهي رهي.

"ڇا ٿيو پڦي؟"

"ٿيندو ڇا پٽ! جيڪي ڀاڳ ۾ هو سوئي ٿيو." ساڙهيءَ سان لڙڪ اگهندي پڦيءَ چيو. "هيءَ ڇاتي ئي منهنجي سيني تي مگ ڏرڻ لاءِ آهي. پڳوان شل ڪنهن کي بہ ههڙي ڏيءَ نہ ڏئي. ٽن ڦيرن بعد جڃ اتي هلي وئي. اسانجو تہ خاندان سڀ ڪجهہ ٻڏي ويو." ۽ پڦي تمام وڏي آواز روئڻ شروع ڪري ڇڏيو. بنتيءَ اتي هٿ ڌوتا ۽ چپ چاپ مٽي ڪڏ تي هلي وئي.

"بس چپ ڪر. هيئن روئي روئي پنهنجو جيءُ ڇو ٿي ڳارين! ههڙي ڳنائتي ڌيءَ اٿئي. ڏس تہ ڪيئن نہ هن جي ٻانهن ونڻ تا اچن. تون بي فڪر ٿي ويهہ". مهراڄڻ چلهہ تان ٿئي هيٺ لاهيندي چيو.

چندر پڇيو. "نيٺ ڳالهہ ڇا ٿي؟"

ڳالهين ڪندي اٿين معلوم ٿيو تہ گهوٽيتا نهايت نيچ ۽ لالچي هئا. پهرين تہ اهو معلوم ٿيو تہ ڇوڪرو هنن جيئن چيو تہ گريجوئيٽ آهي. تيئن گريجوئيٽ نہ. پر انٽر ناپاس ٿيل هو. پوءِ وري هنن دروازي تي ئي گهڻي ڪئي. ڊاڪٽر صاحب نهايت بگڙجي ويو ۽ نيٺ ڪنهن ڏٺو تہ ڇوڪري جي ساڄي هٿ جون آڱريون غائب آهن. ڊاڪٽر صاحب بس پاڻ کي وڌيڪ روڪي نہ سگهيو ۽ بنتيءَ کي ويڊيءَ تان اٿاري آيو. پوءِ تہ خوب جهڳڙو متو. لٺ ڏکي تائين نوبت پهچي وئي. جيئن تيئن جهڳڙو ٽريو. ٽن ڦيرن بعد ويڊي ٽٽي پيئي.

"هاڻي تون ئي ٻڌاءِ پٽ!" پڦيءَ لڙڪ اگهندي چيو. "اٿين بہ ڪڏهن ٿيندو آهي؟ غصي ۾ اچي بنتيءَ کي ويڊيءَ وچ مان اٿاري آيو. هاڻي هيءَ اٺ جيڏي ڌيءَ مان ڪيڏانهن وٺي وڃان. اسان جي برادريءَ ۾ هيٺئر هن کي ڪير پڇندو. ڪنوارين کي تہ هميشهہ ڊبجي هلڻو ئي پوندو آهي؟"

چندر چيو. "توهين بہ غضب ٿا ڪريو پڦي. لولي لنگڙي سان ڇوڪريءَ کي عمر ڀر ڪيئن ٻڌبو."

"پٽ جنهن جي نصيب ۾ لولو لنگڙو لکيل هوندو تنهن کي اهوئي ملندو. ڇوڪريون ٿورو ئي روپ شڪل ڏسنديون آهن. هنن کي تہ زندگي نباهڻي آهي. شاديءَ بعد ڪنهن جي ٽنگ ٻانهن پڇي ٿي پوي تہ زال ٿوروئي مڙس کي ڇڏي ڏيندي! بنتي ٽن سالن جي هئي. جو پٽس گذاري ويو. پوءِ بہ مون سڄي زندگي ڪاٽي آهي نہ. جيڪي نصيب ۾ هوندو سوئي ٿيندو."

چندر اها دليبازي ٻڌي اچرج وچان پڦيءَ ڏانهن نهاريندو رهيو. پڦي اڃان بہ پنهنجي ڳالهہ ڇوندي ٿي وئي.

"هاڻي مامس ڇوي ٿو تہ هن کي پڙهائيندس. شادي ڪونہ ڪرائيندو سانس. رهي ڪهي عزت بہ اٿين وڪڻڻ ٿو چاهي. منهنجي تہ بس قسمت ئي ڦٽل آهي." هوءَ وري روئڻ لڳي. "ڪل ڪلنڪي. ڇمندي ئي ڇو نہ مري وئي. اياڻي! ڪلڇڻي!"

بنتي اوچتو ڪڏ تان هيٺ لهي آئي ۽ سامهون اچي بيٺي. هن جي اکين ۾ باهہ ٿي ٻري. رڙ ڪري چيائين "بس ڪر امان. گهڻو ئي ٻڌي ڇڪيس. هاڻي وڌيڪ سهي نٿي سگهان. هيل تائين تنهنجي ڇوڙ سان ڪانہ مئي آهيان. سو هن ڪان

پوءِ بہ ڪانہ مرنديس. اِچ ڪان پوءِ مان اهو سيڪجھ نہ ٻڌنديس. مان توکي صاف صاف ٿي چوان توکي منهنجي شڪل نٿي وڻي تہ زيارتن تي هلي وڃ. وڃي پنهنجي آخرت سنوار. سمجهيئي."
چندر تعجب وچان بنتيءَ ڏانهن نهارڻ لڳو. هيءَ اهائي بنتيءَ هئي جا ماءُ جي ذري ڳالهہ تي ڏهہ ڏهہ ڳوڙها ڳاڙيندي هئي. بنتيءَ جو چهرو غصي وچان لال ٿي ويو هو. هن جو سڄو بدن پئي ڏڪيو. پڻي هينئر زوردار رڙ ڪري اٿي، "چڳو. چڳو هاڻي گهڻي زبان هلائيئي. هي سڀ ڪنهن جي زور تي پيئي ڳالهائين! ڪيئي بہ اڏ ڪري رکنديسانءِ. منهن جلي! اهڙي نہ هجين ها تہ هي ڏينهن ئي چو ڏسين ها! پيءُ ڪي تہ ڪاڏهن هاڻي مونکي بہ ڪائجان". پڻي پنهن جو ڪرم ڪٽڻ لڳي.
بنتي هينئر وڏيڪ تڙپي اٿي. "تون اهڙي مني سوادي ڪانہ آهين جو توکي ڪائي وڃان."
چندر هن کي دڙڪو ڏيئي چيو. "چي بنتي! هل هوڏانهن پاڳل ٿي ويئي آهين ڇا؟"
"توهين چپ رهو چندر بابو. مان بہ انسان آهيان. مونکي ئي خبر آهي تہ مون ڇا سٺو آهي. مان هاڻي وڏيڪ نہ سهنديس. پر توهين ڪير آهيو اسان جي وچ ۾ ڇوڙ وارا!"
اتي ڊاڪٽر صاحب اچي پهتو. چيائين. "هي سڀ ڇا آهي؟ سڀيئي ديوانا ٿي ويا آهيو ڇا؟"
بنتي ڊوڙندي ڊاڪٽر کي وڃي چنبڙي. روئي چيائين. "مان هتي نہ رهنديس. مونکي ديديءَ وٽ ڏياري موڪليو."
"چڳو پٽ. چڳو تون هل اندر." بنتي ويئي تہ پيڻ کي چيائين. "تنهنجو دماغ خراب ٿي ويو آهي. هن تي ڪاوڙ چنڊڻ مان ڇا ملنديئي. منهنجي سامهون اهي ڳالهيون ڪنديءَ تہ ٺيڪ نہ ٿيندو."
"اڙي مون ڇا چيو ؟ تنهن ڪان تہ مان مري وڃان تہ بهتر." پڻيءَ ۾ جڻ ديوي اچي وسي هجي. ائين هوءَ جهولڻ لڳي "مان تہ بند رابن وڃي ٿي هڏي مران. پوءِ پلي بنتيءَ کي پڙهائجو. نچائجو. ڳارائجو. مان اهو سڀ اکين سان نہ ڏسنديس."
ان رات ڪنهن بہ ڪونہ کاڌو. سڄي گهر تي عجيب مايوسي ڇانيل رهي. خوفناڪ پاڇي جيان رکي رکي پڻيءَ جي رودن سياري جي رات جي انڌاري ۾ خاموشيءَ کي ڏوڏي ٿي ڇڏيو. سڀيئي چپ چاپ بکيا. پياسا سمهي پيا.



ٻئي ڏينهن بنتي اٿي ۽ مهراجڻ جي اچڻ کان اڳيئي چلهہ دکائي چانهہ تيار ڪيائين. ٽوسٽ سيڪيائين ۽ ٿالهي ٺاهي ڊاڪٽر اڳيان رکي آئي. ڪالهہ رات جيڪي ٿي گذريو هو. ڊاڪٽر صاحب تنهن سبب تمام اداس هو. رات بہ هن ڪونہ کاڌو ۽ هينئر بہ انڪار ڪيائين. بنتي تڏهن چندر جي ڪمري ۾ پهچي چيو "چندر بابو. ماما ڪالهہ رات بہ ڪجهہ ڪونہ کاڌو. توهان بہ ڪجهہ ڪونہ کاڌو. اٿو هلي کائو."
چندر بہ انڪار ڪيو تہ بنتيءَ چيو. "توهين کائيندا پيئندا تہ شايد ماما بہ انڪار نہ ڪندو." چندر چپ چاپ اٿي اوڏانهن هليو. ٿوري دير بعد بنتي اتي پهتي تہ ڏٺائين تہ ٻئي ڄڻا چانهہ پي رهيا آهن. هوءَ موٽي ميوو ڪٽڻ ويئي.
چانهہ پيئندي ڊاڪٽر صاحب چيو. "چندر، هي پاس بوڪ اٿئي. پنج سئو ڪڍائي اچ ۽ پيا بہ هزار الڳ ڪري رک. پيو ٻڌ. مان تہ دهلي هليو ويندس. بنتيءَ کي شاهجهانپور موڪلڻ ٺيڪ نہ ٿيندو. اتي چار مائٽ عزيز آهن. سئو ڳالهيون ڪندا. منهنجي مرضي آهي تہ هينئر هوءَ جيترو پڙهڻ چاهي. پلي اوترو پڙهي. جي تون چوين تہ هتي ئي ڇڏي وڃانس. تون ئي هن کي پڙهائيندو رهجان."
بنتي ميوو ڪٽي اچي وئي هئي. چندر صوف جي هڪ قاش ڪٽيندي چيو. "هونءَ تہ پلي هتي ڇڏي وڃوس، ڪا ڳالهہ ڪانهي. مگر اڪيلي گهر ۾ ائين ٺيڪ نٿو لڳي. هڪ ٻن ڏينهن جي ڳالهہ الڳ آهي. سڄو سال. سو توهين پڻ سمجهي سگهو ٿا."
"ها پٽ. تون ٺيڪ ٿو چوين. هن کي پلا ڪاليج جي هاسٽل ۾ رهائجي تہ ڪيئن!" ڊاڪٽر صاحب صلاح پڇي.
"ڇوڪرين جو هاسٽل ۾ رهڻ مان ٺيڪ نٿو سمجهان." چندر چيو. گهر جي ماحول ۽ اتي جي وايو منڊل ۾ گهڻو فرق آهي."
"اهو بہ درست آهي. چڳو تہ هيءُ سال مان هن کي دهليءَ ۾ پڙهائيندس. ايندڙ سال ڏٺو ويندو. چندر، هن هڪ مهيني ۾ منهنجو پروسو ئي ڏڏي ويو آهي. گيتا جي شادي کهڙي نہ سٺي هنڌ ڪيسين. پوءِ بہ گيتا ڳري پيلي ٿي وئي آهي. هن کي ڏسي ڪيڏو نہ ڏک ٿو ٿئي ۽ بنتيءَ سان وري هيڻءَ ٿيو. سچ پچ هي ذات پات. شادي وغيره جون اسان جو ريتيون رسمون تمام خراب آهن. انهن کي اندران ئي اندران سُري ڪائي ختم ڪري ڇڏيو آهي، هينئر انهن کي ظاهر ظهور ختم ڪرڻ گهرجي. هنن تازن آزمودن بعد تہ منهنجا پروسا ئي بدلجي ويا آهن."

چندر اچرج وچان ڊاڪٽر ڏانهن نهارڻ لڳو. ساڳئي هن ڪمري ۾ ڪجهه وقت اڳي ڊاڪٽر صاحب انهي جي خوب پنيرائي ڪئي هئي. ڏهن مهينن اندر جيسون ساگر جي لهرن سيني کي ڏڪيندي ڪٽان جو ڪٽي وڃي پهچايو آهي. ڊاڪٽر صاحب چوندو رهيو. "اسين ماڻهو زندگيءَ کان دور، حقيقتن کان دور رهي ائين ئي پيا سوچيون ته اسان جا سماجي قدر جنت سمان آهن. ريتيون رسمون ڏاڍيون سٺيون آهن. پر جڏهن انهن جي اندر داخل ٿو ٿجي، تڏهن ئي انهن جي گندگي ۽ بانس جي ڄاڻ ٿي پوي. چندر تون ڪنهن ٻيءَ ذات مان ڪو سٺو ڇوڪرو ڳولهه. مان بنتيءَ جي شادي ٻيءَ برادريءَ ۾ ڪندس."

بنتي چانهه کڻي وڃي رهي هئي. سا اهو ٻڌي بيهي رهي. ڳري آواز ۾ چيائين. "ماما. توهين مونکي زهر جي پڙي آڻي ڏيو. باقي شادي مان مور نه ڪنديس. ڇا توهان کي منهنجي فيصلي تي ڀروسو نٿو اچي؟"

"ڇو نه ٿو اچي ڌيءَ ڇڳو. تنهنجي دل جيستائين چاهي اوستائين پڙهندي رهه."

ٻئي ڏينهن ڊاڪٽر صاحب پيڻ کي سڏي روپيا هن جي هٿ ۾ ڏنا. "هي! پنج سئو اڳئين خرچ جا اٿئي. باقي ٻن هزارن مان آئينده خرچ لاءِ به توکي آهستي آهستي ملندو رهندو."

ٻن ٽن ڏينهن اندر پڻيءَ وڃڻ جي سموري تياري ڪري ڇڏي. مگر اهي ٽئي ڏينهن هوءَ روئندي رهي. بنتي چپ هئي. هن ڪجهه ڪونه چيو. چوٿين ڏينهن جڏهن سامان موٽر ۾ رکجي چڪو. تڏهن هن چندر هٿان بنتيءَ کي سڏايو. بنتي آئي ته هن کي ڇاتي سان لڳائي روئڻ لڳي. مگر ڊاڪٽر صاحب جي اچڻ تي وري کن ۾ ڦري ويئي. چيائين. "منهنجي ڌيءَ کي توئي بگاڙيو آهي. هن ڪلجڳ ۾ پاءُ به پنهنجو نٿو ٿئي. پنهنجي ڌيءَ اڪلائي ڇڏيئي ۽ منهنجي ڌيءَ ..." ۽ پوءِ وري بنتيءَ کي ڇنبڙي روئڻ لڳي.

چندر خاموش سوچڻ لڳو. هيل تائين بنتي خراب هئي. هينئر پاءُ خراب ٿي ويو. پڻيءَ پنهنجا روپيا سنڀاليا ۽ موٽر ۾ وڃي ويٺي. انهن طعنن ۽ ٽنڪن ملندي به ڊاڪٽر پاڻ پيڻ کي اسٽيشن تي ڇڏڻ ويو.

بنتي تمام خاموش ٿي وئي هئي. ڪنهن سان به ڪا نه ڳالهائيندي هئي. چپ چاپ پنهنجو ڪم ڪندي رهندي هئي. ڪم ڪان واندي ٿيندي هئي ته گيتا جي ڪمري ۾ وڃي ليٽندي هئي ۽ نه ڄاڻ ڇا سوچيندي رهندي هئي. بنتيءَ کي ڏسي چندر تعجب کائيندو هو. بنتي جڏهن خوش هئي. ڪلندي ڳالهائيندي هئي ته چندر بنتيءَ تي خفا ٿيندو هو. مگر بنتيءَ جي جيون جو هي نئون روپ ڏسي. چندر کان هن جون اڳيون سڀ ڳالهيون وسري ويون. هو هن سان وري ڳالهه ٻولهه شروع ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. مگر بنتيءَ زبان ڪانه چوري.

هڪ ڏينهن منجهند جو چندر ڪاليج مان موٽيو ۽ ريڊيو کولي، ٻڌڻ ويٺو. بنتي ميوي جي پليٽ کڻي آئي ۽ رکي وڃڻ لڳي.

"ٻڌ ته بنتي. ڇا تو مونکي اڃا معاف نه ڪيو آهي؟ مان ڪيڏو نه پريشان آهيان بنتي! غلطي ڪري توکي ڪجهه چئي ويٺس ته تون اصل اهڙو ئي رسي ويٺينءَ جو ٽن مهينن بعد به ان ڳالهه کي اڃا ڪونه وساريو اٿئي!"

"نه رسڻ يا ناراض ٿيڻ جي ڳالهه نه آهي. چندر بابو!" بنتيءَ ڦڪو مرڪي چيو. "پر عورت جي به هڪ انا آهي. امان ته مونکي نندڻ کان وڌ پڻيندي. بيعزتو ڪندي رهي. هتي اچي. مون ديديءَ کان وڌيڪ توهان کي مڃيو. توهين به مونکي نوڪرون هٽڻ کان باز نه آيا. مان اهي سڀ سهندي رهنديس. مگر تنهن ڏينهن جڏهن ماما مونکي وهاڻ مان ويڙهيءَ جي وچ مان زوريءَ اتاري آيو. تڏهن مون محسوس ڪيو ته مونکي به ڪو وجود آهي. مون محسوس ڪيو ته مان ان لاءِ پيدا ڪانه ٿي آهيان ته دنيا ۾ جيڪو چاهي سو مونکي پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙيندو رهي. هينئر مان اختلاف ڪرڻ. بغاوت ڪرڻ به سکي وئي آهيان. زندگي ۾ سک ۽ پيار کي برابر جڳهه آهي. پر انا به ڪا شئي آهي. تنهن ڪانسواءِ توهان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ ٻئي ڪنهن جي ضرورت ئي ڪٿي آهي." ايڏي لنبي ڳالهه چئي ختم ڪري بنتي آهستي آهستي هلي وئي.

شرم وچان چندر جو منهن ڪاراڻجي ويو. هن ريڊيو بند ڪري ڇڏيو. ميوي جي پليٽ هيٺ رکي ڇڏيائين ۽ ڪپڙن مٽائڻ بنا پميءَ ڏانهن هليو ويو.

انسان جو هڪ سڀاءُ ٿيندو آهي. هو جڏهن ٻئي تي مهرباني ڪندو آهي تڏهن ائين چاهيندو آهي ته مهرباني وٺندڙ خلوص سان سندس انهي مهرباني کي قبول ڪري. خيرات وٺندڙ ڪٿي به پنهنجي انا نه ڏيکاريندو آهي. خيرات وٺندڙ انسان پنهنجي خيرات ورتي ۽ مهربانيءَ جو احساس وساري ظالم بڻجي. اڳلي جي انا کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اڄ ڪيترن هفتن بعد چندر جي دل ۾ بنتي لاءِ ٿوري سڪ. ٿوري مهرباني جاڳي اٿي هئي. بنتي جو اداس مک ڏسي. مگر بنتي جي هن انا جي اظهار هن جي دل ۾ سٽل ناڳ کي وري سجاڳ ڪري ڇڏيو. هن دل ۾ سوچيو: هن ڇوڪريءَ جي انا ٽوڙڻي ئي پوندي.

چندر پمي ءَ جي گھر پھتو تہ اجا سج بيٺو ھو. جيئن ٻاھر نڪتي ھئي ۽ برنٽيءَ پنھنجي طوطي کي ڪجھ کارايو ويٺي. چندر کي ڏسندي ئي کلي کيڪاري چيائين، "پمي اندر آھي." چندر سڌو اندر ھليو ويو. پمي ڊريسنگ ۾ ويٺي ھئي. ڪمري ۾ ڏکڻيون دريون ھيون جن ۾ رنگبرنگي شيشا لڳل ھئا. دريون بند ھيون ۽ سج جي روشني انھن رنگبرنگي شيشن مان ڇڻي پميءَ مٿان پئي ڪري. ھن پلنگ تي اڌورو ليٽي ڪو ڪتاب پئي پڙھيو. چندر پيليان وڃي ھن جون اکيون بند ڪيون ۽ سندس پاسي ۾ ويھي رھيو.

"چندر". نرم آڱرين سان چندر جي ھٿن کي پنھنجي اکين تان ھٽائيندي، پميءَ چيو ۽ نگاھن ۾ مڌ ڀري، سونھري جوھي پشپ جھڙي مسڪراھٽ جي ورڪا وسائيندي ھوءَ چندر ڏانھن نھارڻ لڳي. چندر ڏٺو تہ پمي براٺوننگ جي شاعري پئي پڙھي.

پميءَ ھن کي ڇڪي پنھنجي ھنج ۾ ليٽايو ۽ ھن جي وارن سان کيڏڻ لڳي. چندر چپ چاپ ليٽيو رھيو. پوءِ پميءَ جي گلابي ڳلن تي پنھنجون آڱريون ڦيريندي چيائين، "پمي، خبر نہ آھي ڇو، پر تنھنجي ھنج ۾ پنھنجو مٿو رکڻ بعد مونکان ڄڻ ھي سڄي دنيا وسري ٿي وڃي. پمي ميلاپ کان دنيا ايترو گھبرائي ڇو ٿي؟ مان ايمانداري سان ٿو چوان تہ ڪنھن کي ميلاپ کان سواءِ پيار ڪري، ھن لاءِ سڀ ڪجھ تياڳڻ مان مونکي جيڪا شانتي ملي، اھا ساڳي شانتي خبر نہ آھي، ڪيئن، مونکي جسماني ڇھاءُ مان بہ ٿي ملي. مون کي ائين پيو لڳي تہ جسم جا عضوا جيڪڏھن روحاني پيار ۾ منجي ماڻ ٿي ٿا وڃن، تہ ساڳي وقت روحاني پيار ۾ جنھن ڳالھ جو خال ٿو رھي ۽ ان خال ڪارڻ جيڪا پياس ٿي اڀجي، اھا وري جسم ذريعي ئي ٻجھي ٿي وڃي، تنھن جي ممتا ۾ بہ ڪيڏو نہ آنند آھي!"

"ش . . ش" پمي چندر جي چپن کي پنھنجين آڱرين سان بند ڪندي چيو، "انھي سکون جي گھڙين جو بس مزو ماڻ، ڳالھائين ڇو ٿو؟"

چندر چپ ٿي ويو. خاموش ليٽيو رھيو. پميءَ جا سڳنڌي ساھ رکي رکي ھن جي مٿي کي چمي رھيا ھئا ▪ پميءَ جي ھنج جو ڌڙڪندڙ سنگيت چندر جي ڳلن تي ڪتڪتائي ڪندو ٿي رھيو. چندر ھڪ ھٿ سان پمي جي ڳلي ۾ پيل نقلي ھيرن جي مالھا سان کيڏڻ لڳو. ڪنول جي پنکڙين کان بہ وڌيڪ نرم ۽ سھڻي ڳچي کي ڇھندي ئي ھن جون آڱريون شرم ٻوٽيءَ جي پتين جيان پاڻ ۾ ٻوٽجي ٿي ويون. چندر پميءَ جي ڳلي مان اھا مالھا لاھي ورتي. پمي جيئن ھيٺ جھڪي چندر جي ھٿن مان اھو ھار ڪسڻ چاھيو، تيئن چڪ رڇان سندس ڳچي وارو بٽڻ ٽٽي پيو. . ڄڻ برفاني چانڊوڪي اٿل ڪاٺي ڦھلجي وئي. چندر ائين محسوس ڪيو تہ پمي جي ڳلن ھيٺان بجلي جا پشپ چمڪي اٿيا آھن ۽ مدھوش بنائيندڙ ھڪ لھر ٽٽل ستاري جي ويگ سان ڏوڪيندي آئي. ھن جي جسم کي چيري نڪري وئي، ھو ڏڪي ويو، سڄ پيچ ڏڪي ويو. نشي جي جوش ۾ مست بڻجي ھو اٿي ويٺو ۽ پميءَ کي پنھنجي ھنج ۾ کڻي ليٽايائين. پمي ڪامديو جي ڌنش جي ڪشيل ڏوري جيان ھن جي گود ۾ ليٽي رھي. جوانيءَ جو چنڊ ٽٽي ٽڪر ٿي ويو ۽ جنسي طوفان رھيل کھيل ھلڪن بادلن کي بہ ھٽائي ڇڏيو. زھريلي چانڊوڪي ناڳڻ بڻجي چندر کي پنھنجن پيچن ۾ وڪوڙي ڇڏيو. ھن پاڳل بڻجي پميءَ کي پنھنجي ٻانھن ۾ ڪٺي جکڙيو، ايڏي تہ پياس مان جو ائين پئي لڳو تہ پميءَ جو ڏيئي جي لاٽ مثل جسم، چندر جي بدن ۾ سمائجي ويندو. پمي خاموش ھئي، ھن جون اکيون بند ھيون پر ھن جي ڳلن تي الائي ڇا ٽڙي پيو ھو! چندر جا چپ ڏڪڻ لڳا. ھن پنھنجا چپ پمي جي چپن تي رکيا. پمي ڪنول جي تارين مثل پنھنجون ٻانھون چندر جي ڳلي ۾ وڌيون. چندر پمي جي چپن کي ڄڻ پنھنجن چپن ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي. ايڏي ڄر. . ايڏي باھ. . . ايڏو نشو. . .!

"ٺا!" اوچتو ٻاھران بندوق جو آواز آيو. چندر ڇرڪ ڀريو. ھن جي ٻانھن جو بنڌڻ ڍلو ٿي ويو. مگر پمي اجان بہ ھن جي ڳلي ۾ ٻانھون وجھي بيھوش بيٺي ھئي. چندر پميءَ جي ان ڀربور، روپ ۽ جوبن کي اکين ئي اکين سان پيئڻ چاھيو. پميءَ پنھنجون ٻانھون ھٽايون ۽ اجا بہ نشي ۾ مست، چندر جي ھنج ۾ ھڪ طرف ڀرکي ويئي ھن کي پنھنجي تن بدن جو ھوش ڪونہ ھو. چندر ھن جو لباس ٺيڪ ڪيو ۽ پوءِ ھيٺ جھڪي نشي ۾ مخمور ھن جي پلڪن کي چميائين.

"ٺا" ٻيو دفعو بندوق چٽڻ جو آواز آيو. چندر گھبرائجي ويو.

"ھي ڇا آھي پمي؟"

"هوندو ڪجهہ. تون ٻاهر نہ وڃ." بيحد آرسي. بيحد نشيلي آواز ۾ پمي۽ چيو ۽ هن کي وري ٻانهن ڊانهن ڇڪي، هن کي پنهنجي ٻانهن ۾ سمائي، هن جو نرڙ چميائين.

"ٺا!" ٽيون دفعو بندوق ڇٽڻ جو آواز ٿيو.

چندر اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ڊوڙندو ٻاهر پهتو. ڊٺائين تہ برٽي۽ جي بندوق ورانديءَ ۾ پيئي آهي ۽ هو پاڻ پچري جي پرسان مئل طوطي کي پرن کان پڪڙي بيٺو آهي. بيجان طوطي مان ڳڙندڙ رت برٽي۽ جي پينٽ کي رڱي ڇڏيو هو. چندر کي ڏسندي برٽي کل ۾ اچي ڇٽڪيو، "ڏٺئي! ٽن گولين ۾ هن کي ماري وڌم." ۽ هو وري طوطي جي لاش کي پرن کان پڪڙي هوا ۾ لوڏڻ لڳو.

"چي! ڦتو ڪر هن کي. تون تہ ڪو هچارو آهين ماري چو وڌئي هنکي؟" چندر پڇيو.

"ان سان تنهنجو مطلب. تون ڪير آهين، پڇڻ وارو؟ مون هن کي پيار ڪي ڪيو. سو هن کي ماري وڌم!؟" ائين چئي برٽي۽ طوطي جي لاش کي پرسان هڪ پٿر تي رکيو. کيسي مان رومال ڪڍي ڦاڙي ٻہ اڌ ڪيائين، وهندڙ خون اگهڻ لڳو. پوءِ چندر وٽ آيو. هن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين، "چندر، تون منهنجو دوست آهين، ٿورو پنهنجو رومال تہ ڏي." چندر کان رومال وٺي هو وري وڃي طوطي جي پرسان بيٺو. ڪيتري دير ڏاڍي حيرت وچان هن ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ هيٺ جهڪي هن کي چميائين ۽ رومال سان ڍڪي ڇڏيائينس ۽ چهري تي ماتمي احساس آڻي، ڪنڌ جهڪائي هن جي پرسان ويهي رهيو.

"برٽي.. برٽي، تون پاڳل تي ويو آهين ڇا؟" چندر هن کي ڪلهي کان ڌونڌاڙڻ لڳو. "هي ڪهڙو ناٽڪ پيو ڪرين؟"

برٽي۽ چندر جو هٿ پڪڙي هن کي پنهنجي پر ۾ وهاريو ۽ چيائين، "ڏس چندر، هڪ ڏينهن تون آيو هئين تہ مون توکي هي طوطو ۽ جيني ڏيکاري چيو هو تہ جيني۽ سان مونکي نفرت آهي، سو مان هن سان شادي ڪندس ۽ طوطي سان مونکي پيار آهي انهي کي مان ماري ڇڏيندس. بڌاءِ، تو کي ائين چيو هئم يا نہ؟"

"ها چيو هيئي". چندر وراڻيو. "پر انهي ۾ تنهنجو مطلب ڇا آهي؟"

"ٺيڪ ٿو پڇين، تون پڇين ٿو تہ مون هن کي ڇو ماريو. مان چوان ٿو هينئر هن کي مري وڃڻ گهربو هو. انهي ڪري مون هن کي ماري ڇڏيو. تون پڇندين، هن کي ڇو مرڻ گهربو هو؟ منهنجو جواب آهي تہ ڪير بہ جڏهن جيون جو مقصد حاصل ٿو ڪري تڏهن هن کي مري وڃڻ کپي. زندگي۽ جو مقصد حاصل ڪرڻ بعد بہ جيڪڏهن ڪير نٿو مري تہ اهو سراسر هن جو ڏوهہ آهي. هي طوطو بہ پنهنجي زندگي۽ جي مقصد حاصل ڪرڻ بعد اڃا جيئي رهيو هو. مون هن کي پيار برابر ڪيو ٿي پر هن جو اهو ڏوهہ سهي نٿي سگهيس، انهي ڪارڻ هن کي ماري وڌم."

"اڇا! تہ تنهنجي هن طوطي جي زندگي۽ جو بہ ڪو مقصد هو؟"

"هر هڪ جي زندگي۽ کي مقصد ٿئي ٿو. اهو مقصد آهي سچ کي، ازلي سچ کي ڄاڻڻ جو. سمجهڻ جو. انهي ازلي سچ کي ڄاڻڻ بعد بہ ڪير زنده رهي تہ اها هن جي بيحيائي چئبي. مون هن کي اهو ازلي سچ ڄاڻايو. پوءِ بہ هو پاڻمرادو نہ مئو تہ مون هن کي ماري ڇڏيو. تون ضرور پڇندين تہ اهو ازلي سچ ڇا آهي؟ اهو ازلي سچ هي آهي تہ موت ماڻهوءَ جي جسم کي ختم ڪري ٿو ۽ عورت انسان جي روح جو گلو گهٽي، هن کي ختم ٿي ڪري. مثال طور جي تون ڪنهن عورت ڏانهن وڃي رهيو آهين يا ڪنهن عورت وٽان موٽي رهيو آهين ۽ ممڪن آهي تہ هن تنهنجي روح جو قتل ڪري ڇڏيو هجي..."

"اوهو.. هاڻي تون جلد ئي پوري۽ ريت پاڳل بڻجي ويندين." چندر چيو ۽ هو اندر پمي۽ ڏانهن موٽي ويو. پمي اڃا ساڳي۽ طرح مدهوش پئي هئي. چندر جي ايندي ئي هن وري پنهنجون ٻانهون ڦهلائي کيس انهن ۾ جڪڙي ڇڏيو. چندر بہ ان هنج جي ريشمي گرمائش ۾ پاڻ سمائي ڇڏيو.

چندر جڏهن واپس ٿي موٽيو تہ برٽي۽ ڪرپي سان کڏ ۾ مٽي پئي پري. "چندر، مون هن کي هتي دفن ڪري ڇڏيو. هي۽ هن جي قبر آهي ۽ بڌ، تون جڏهن بہ هتي اچين يا هتان موٽين تہ هن اڳيان ڪنڌ جهڪائيندو وڃجان. هي ويچارو جيون جو ازلي سچ سڃاڻي چڪو آهي. ائين سمجهہ تہ هاڻ هي طوطو درويش ٿي ويو آهي."

"چڱو چڱو" چندر ڪنڌ جهڪائي، کلندو اتان هليو ويو. "بڌ... ترس مسٽر چندر!" برٽي۽ هن کي وري پنيان سڏ ڪيو ۽ چندر جي پرسان پهچي هن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين. "چندر تون اهو مڃين ٿو تہ مان اڳي هڪ غير رواجي ماڻهو هوس؟"

"تون اڃا بہ غير رواجي ماڻهو آهين". چندر کلندي چيو .

"نہ چندر. هينئر مان غير رواجي نہ آهيان. ڏس مان توکي اڄ هڪ راز تہ ٻڌايان. غير رواجي شخص اهو ٿيندو آهي جو ڪنهن بہ رواجي. ڪنهن بہ ريت رسم کي قبول نہ ڪندو آهي، جيڪو انهن سڀني کي ڇيري ڦاڙي انهن جو ڇيد ڪندو آهي. جي ڪنهن بہ ريت رسم يا رواج کي قبوليو ويو تہ اها هن جي شڪست ليکبي. مان تہ ائين ٿو چوان تہ غير رواجي بڻجڻ لاءِ ماڻهوءَ کي سچ کي بہ مڃڻ نہ گهرجي."

"مان تنهنجو مطلب نٿو سمجهان برٽي. تون تمام ڳوڙهي فيلسوفيءَ جون ڳالهيون پيو ڪرين. مان تہ ارٽ وديا جو شاگرد آهيان." چندر وراڻيو.

"ڏس، هينئر مون شادي ڪرڻ قبول ڪيو. جيئيءَ کي قبوليم...... اهو جيون جو سچ پلي هجي پر رتبو تہ سچ جي ڇيرڻ ڦاڙڻ ۽ انجي ڇيد ڪرڻ ۾ ئي آهي نہ. سڀني کان مهان ماڻهو اهو آهي جو پاڻ کي بہ ڇيري ڦاڙي پنهنجو بہ ڇيد ڪري. مگر هينئر مان رواجي شخص بڻجي ويو آهيان. هڪ بلڪل سستو. رواجي ماڻهو. منهنجي دل ۾ اڄ ڪيڏو نہ دک آهي. منهنجو طوطو بہ مري ويو ۽ منهنجو غير رواجي پڻو بہ ختم ٿي ويو". ۽ برٽي وري طوطي جي قبر وٽ وڃي ان اڳيان متو جهڪائي ويهي رهيو.

چندر گهر پهتو تہ هن جا پير زمين تي نٿي ٽڪيا. هن اڄ چانڊوڪي جي ڏيرن کي چميو هو. بجلين کي چميو هو ۽ پنهنجي سگهہ سان جوانيءَ جي چنڊ ۾ لرزش پيدا ڪئي هئائين. تصورن جي لرزش ۽ ڪتڪتائيءَ سان ڪيڏي واپس موٽيو هو. هو پمپيءَ جي گلاب مثل بدن کي چمي چمي خود گلابن جي ديس ۾ پهچي ويو هو. متي کان وٺي پيرن تائين هڪ مدهوش پياس بڻجي ويو هو. گهر پهتو تہ خوشيءَ وچان هن جي انگ انگ ناچ پئي ڪيو. منجهند وقت بنتيءَ لاءِ هن جي دل ۾ جيڪو غصو پيدا ٿيو هو اهو بہ هينئر ماٺ ٿي ويو هو.

بنتي ڪاڏو کڻي آئي. چندر کلي بيحد مٺي آواز ۾ چيو. "اڄ بنتي اڄ تون بہ اچي کاءُ."

"نہ مان هيٺ کائينديس."

"اڙي ويهہ پڳلي". چندر پنهنجي آواز ۾ اڳيون سنيهہ پري بنتيءَ جي پنيءَ تي هلڪو ڌڪ هڻي، هن کي پنهنجي پر ۾ ڪري وهاريو. "اڄ مان توکي ائين ناراض رهڻ نہ ڏيندس! هان، کاءُ پڳلي!"

نفرت سان نفرت وڌندي آهي، پيار مان پيار جاڳندو آهي. بنتيءَ جي دل ۾ پيار جڻ سڪي نوٽ ٿي ويو هو. هوءَ ڇيڙاڪ سواپمانڻي، گنڀير بڻجي وئي هئي. مگر عورت سپاءَ ۾ بيحد ڪمزور ٿيندي آهي. شل نہ ڪو هن جي دل جي ممتا کي ڇهي! ڪير هن جي من جي رس کي جاڳائي سهين تہ هوءَ پنهنجو سمورو ايمان وساري ڇڏيندي آهي ۽ سڀ ڪجهہ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندي آهي. هوءَ جڏهن پهرين هتي آئي هئي، تڏهن کان ئي چندر هن جي من جي ممتا تي سوپ پاتي هئي. انهي ڪري ئي هوءَ هميشہ چندر اڳيان جهڪندي آئي هئي. مگر گذريل ٿورن ڏينهن ۾ وري چندر هن کي جيڪي ٺوڪرون هنيون. تن هن جي من جي ممتا کي سڪائي خشڪ ڪري ڇڏيو هو. ان بعد هن جي شخصيت رکي بڻجي ويئي هئي. هن جي پيشاني تي هر دم گهنج پيا ڏسبا هئا.

اڄ بہ جڏهن چندر هن کي وري پيار مان سڏ ڪيو تہ هن کي ائين محسوس ٿيو تہ ايامن جو وسريل آواز وري پيئي ٻڌان. هن جي دل ۾ چندر لاءِ پلي ڪيڏو بہ غصو هجي پر هن اهو بہ چاتو ٿي تہ پاڻ ان پيار پرئي آواز کي اڻ ٻڌو ڪري نٿي سگهي. هوءَ چندر جي پر ۾ ويهي رهي. چندر گره ناهي هن جي وات ۾ وڌو. بنتي کائڻ لڳي. چندر هن جي ٻانهن ۾ چهنڊڙي پائي چيو. "هاڻي نيڪ ٿي ويو نہ دماغ پڳليءَ جو! هيترا ڏينهن اڪڙ خان ٿي ويني هئينءَ."

"هون...." بنتي اڄ گهڻن ڏينهن بعد پنهنجي آواز ۾ اڪير پري چيو. "دماغ توهين پنهنجو بگاڙيو ۽ الزام مونتي مڙهيو. پاڇي ٿڌي تہ ڪانہ ٿي وئي آهي نہ!"

ٻنهي جو صلح ٿي ويو.... ٿڌيون وڏي ويون هيون ڪاڏو ختم ٿيڻ بعد بنتي شال اوڍي چندر وٽ آئي ۽ چيائين "ڦوٽو ڪائيندا؟" چندر ڦوٽو کوليو. اڌ داڻا پاڻ ڪاڌائين. اڌ داڻا بنتيءَ جي وات ۾ وڌائين تہ بنتيءَ سندس آڱر کي هلڪو چڪ پائي ڪڍيو. چندر هٿ هٽائي ورتو. بنتيءَ سندس پرسان پلنگ تي وهندي چيو. "توهان کي ياد آهي....هن پلنگ تي ئي توهان کي مٽي تي زور پيئي ڏنم جو توهان شيشي ڪڻي ڦٽي ڪئي هئي."

" ها ياد اٿم هينئر چوين تہ توکي بہ کڻي ڦٽو ڪريان." چندر اڄ بيحد خوش هو.

"ها، مونکي تا ڦٽو ڪريو!" بنتيءَ شرارت پرئي آواز ۾ چيو . "مونکي کڻي بہ ڪونہ سگهندا."

جسم جي انگن ۾ طوفان جڏهن هڪ بار اٿڻ سکي ويندو آهي تہ پيو دفعو ان جي اٿڻ ۾ دير ئي ڪانہ لڳندي آهي. ٿورو ئي وقت اڳي طوفاني ويگ ۾ هن پمپيءَ کي پنهنجي ٻانهن جي زنجيرن ۾ جڪڙيو هو. بنتي سندس سيراندي کان ويني هئي. هلڪي بادامي رنگ جي شال اوڍي. هن جي مشڪندڙ ڳلن تي اڄ وري گلن

جا ٻارا ٿڙي پيا هئا. اکين ۾ نئين چمڪ اچي وئي هيس. چندر ٿورو وقت هن ڏانهن نهاريندو رهيو پوءِ هن بنتيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي، البت هٻڪندي بنتيءَ جي زلفن تي پنهنجا چپ ڪٽي رکيا. بنتيءَ ڪجهيو ڪونه. چپ چاپ پاڻ آزاد ڪري، ڪنڌ جهڪائي ويٺي رهي. چندر جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي هن جي آڱرين سان کيڏندي رهي. اوچتو چيائين، "اڙي توهان جي ڪف جو بٽڻ ته ڇڇي پيو آهي، ڏيو ته ٽاڪي ڏيانو."

چندر کي ڀيرڻائين ڪجهه عجب لڳو. پوءِ اداسي. بنتيءَ ڪيترو نه پاڻ ارپيو آهي سندس اڳيان ۽ هو...... مگر پاڻ نيڪ ڪونه ڪيائين. پميءَ جي ڳالهه جدا آهي. بنتيءَ جي ڳالهه جدا آهي. بنتيءَ سان هڪ پاڪ معصوم ويچو رکڻ ئي نيڪ آهي.

بنتي سئي سڳو ڪٽي آئي ۽ هن جي ڪف جو بيڙو ٽاڪڻ لڳي. ٽاڪيندي، ٻچيل ڌاڳي کي ڏندن سان ڇنندي چيائين، "چندر بابو هڪ ڳالهه چوان، مڃيندا؟"

"چئه"

"توهين پميءَ وٽ نه ويندا ڪريو."

"ڇو؟"

"پمي سٺي ڇوڪري نه آهي. هوءَ توهان کي پيار نٿي ڪري، توهان کي بگاڙي ٿي."

"نه بنتي، اها غلط ڳالهه آهي. تون ائين انهيءَ ڪري ٿي چوين جو هن ۾ جنسي طلب جهجهي آهي نه!"

"نه، اها ڳالهه نه آهي. هن توهان جي زندگيءَ ۾ صرف هڪ نشو، هڪ پياس پري آهي. هن، آن ۾ ڪابه اوچائي ڪابه معصوميت ڪانه آندي آهي. ڪٽي ديدي، ڪٽي پمي! توهين جنت تان لهي دوزخ ۾ وڃي ڦاٿا آهيو."

"بنتي، ڀرين مان به ائين سوچيندو هوس مگر پوءِ مون سوچيو ته قبول ڪجي ته ڪنهن عورت جي جيون ۾ صرف حوس زورآور آهي، ته ڇا انهي ڪري هن کان نفرت ڪرڻ جڳائي؟ ڇا جنسي بک پنهنجي سر نندا جوڳي آهي! نه بنتي، هي فقط سياءِ ▪ شخصيت جو فرق آهي. هر ڪنهن کان اسين ڪلپنا جي تقاضا ڪري نٿا سگهون. هر ڪنهن وٽان اسان کي جنسي بک ملي نٿي سگهي. بادل آهن، انهن تي سورج جو ڪرڻو پوندو، اندلٺ ڪڙي بيهندي گل آهن، انهن تي ڪرڻو پوندو، شبنم چمڪندي. اسين جي بادلن کان شبنم جي تقاضا ڪريون ۽ گلن کان اندلٺ جي طلب ڪريون ته اها، اسان جي سرار غلطي ٿيندي. هڪ ناريءَ جي جيون ۾ پيار آيو ۽ هن پنهنجي سموري ڪلپنا پنهنجي ديوتا جي قدمن ۾ پيٽ چاڙهي ڇڏي. ٻيءَ جي زندگيءَ ۾ پيار آيو، هن انجو اظهار مئين ▪ پاڪين سان ڪيو. هڪ چيو: منهنجا ديوتا! منهنجو جسم پلي ڪنهن جو به هجي، منهنجي پوڄا احساس، منهنجي آتما جنم جنمن تائين تنهنجي رهندي... ٻيءَ ڏيئي جي لاٽ جيان پڙڪو کائي چيو: دنيا کي جيڪي وٽي سو چوي، هينئر ته منهنجو تن من تنهنجو آهي، مان بيوس ٻڌجي چڪي آهيان، مان ڇا ڪريان، منهنجو انگ انگ مست ٻڌجي ويو آهي، چور چور ٿي رهيو آهي تنهنجي هنج ۾ ليٽڻ لاءِ منهنجي جواني وياڪل ٿي اٿي آهي، تنهنجي ٻانهن جي زنجيرن ۾ جڪڙجڻ لاءِ منهنجي حياءَ شرم جا بنڌڻ ڪمزور ٿي رهيا آهن. ٻڌاءِ مان ڇا ڪريان؟ تو مونکي کهڙو نشو پيئاريو جو مان سڀ ڪجهه پلجي ويئي آهيان. تون پنهنجي ڪلپنا پنهنجو روح جنهن کي وٺيئي تنهن کي ڏي. مگر هڪ دفعو پنهنجي گرم لبن کي منهن جي گلابي نرم لبن سان ملائي ڇڏ! ٻڌاءِ بنتي تون هڪ احساس کي صحيح، ٻيءَ پياس کي غلط چو ٿي سمجهين؟"

بنتي ٿوري دير چپ رهي. پوءِ چيائين، "چندر بابو، توهين تمام اونهو ٿا سوچيو. مان ته فقط ٿلهي ڳالهه ٿي سوچيان ته جنهن جي زندگيءَ ۾ جنس جي پياس جي جوالا هڪ دفعو پڙڪو کائي ٿي اٿي، اهو ڪنهن به حد تائين هيٺ ڪري سگهي ٿو. مگر جو تياڳ ٿو ڪري جنهنجي ڪلپنا جاڳرت ٿي ٿئي. اهو وڏي ۾ وڏي اوچائيءَ تي پهچي سگهي ٿو؟

"سڀ غلط آهي، بنتي! تون ائين ٿي مڃين ته گيتا وٽان مونکي ڪلپنا ئي ملي. تياڳ ئي مليو. معصوميت ملي. پر اهو سڀ تڪيو گهٽا ڏينهن ؟ ۽ تون ائين ڪيئن ٿي چوين ته جنسي ميلاپ انسان کي هيٺ تي ڪيرائي. تون اڄ جوئي مثال وٺ. ايترو ته تون به قبول ڪنديءَ ته مون هميشه تنهنجي بيعزتي، تنهنجو نراد ڪيو آهي."

"خير. انهيءَ ڳالهه کي ڇڏيو." بنتيءَ چيو.

"نه ڳالهه نڪتي آهي ته مان توکي صاف ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته اڄ مون توکي تنهنجي سڪ ۽ ممتا جي موت ڏيڻ چاهي. اڄ منهن جي من ۾ تولاءِ بيحد پابوهه پرجي ويو. خبر اٿئي ڇو؟ پميءَ اڄ مونکي پنهنجي پاڪر ۾ سمائي منهنجي من مان ڇڻ سموري نفرت، سمورو زهر ڪڍي ڇڏيو. مون ائين محسوس ڪيو ته گهڻن ڏينهن بعد

اڄ مان وري حيوان مان انسان بڻيو آهيان. اهو جنسي ميلاپ جو ئي حاصل آهي. پوءِ تون ڪيئن ٿي چوين تہ جسماني ميلاپ ۽ حوس اسان کي هيٺ ٿي ڪيرائي..؟"

بنتيءَ جواب ڪونہ ڏنو. چندر ٿورو وقت ترسي وري چيو. "مگر بنتي، هڪ ڳالهہ توکان پڇان؟"

"پڇو"

"ڏاڍي عجيب ڳالهہ آهي. سوچيان پيو تہ پڇان نہ پڇان؟"

"پڇو نہ!"

"سويل مون تنهن جي وارن کي چميو پر تو ڪجهہ ڪونہ چيو. مان اهو ڄاڻان ٿو تہ مون جيڪي ڪيو سو واجب نہ هو. تون پمي کان آهين. تنهن هوندي بہ تو ڪنهن قسم جو ڪرود ڪونہ ڪيو. ڇو؟"

بنتي چپ چاپ پنهنجن پيرن ڏانهن نهاريندي رهي پوءِ شال جي ڪناري مان ڏاڳو ڇڪيندي چيائين، "چندر بابو. مان ٻاڻ کي بہ پوريءَ طرح سمجهي نٿي سگهان. مان صرف ايترو ٿي ڄاڻان تہ توهين منهنجي من ۾ الائي ڇا آهيو. توهين مون لاءِ ايڏا تہ مهان آهيو جو مان توهان کي پيار بہ ڪري نٿي سگهان. مگر توهان لاءِ ڪجهہ ڪرڻ کان بہ پاڻ روڪي نٿي سگهان. ائين پئي سمجهان تہ توهان جي شخصيت، انجي طاقت ۽ انجون ڪمزوريون ان جي پياس ۽ انجو سڪون، سڀ ايڏو تہ اوچو آهي جو ان اڳيان منهنجو ڪوبہ وجود نہ آهي. منهنجي پاڪائي ۽ پليتائي .... ان سڀ کان مهان ۽ اوچي توهان جي پياس آهي. مگر توهان جي دل ۾ جي مون لاءِ ٿورو بہ پيار آهي تہ توهين پميءَ سان ناتو ٽوڙي ڇڏيو. ديديءَ سان مان اها ڳالهہ ڪريان تہ نہ ڄاڻ ڇا ٿي ويندو ۽ توهان کي خبر ئي ڪانهي تہ اڄ ڪلهہ ديدي ڇاتي ويئي آهي. توهين هن کي ڏسو تہ جيڪر لڙڪ..."

"بس... بس!" چندر پنهنجي هٿ سان بنتيءَ جو وات بند ڪندي چيو. "گيتا جي ڳالهہ نہ ڪر.. توکي منهنجو قسم آهي. زندگيءَ جي جنهن پهلوءَ کي مان وساري ڇڪو آهيان ان کي وري جيئارڻ مان ڪهڙو فائدو!"

"ڇڪو" بنتيءَ چندر جو هٿ هٽائي چيو. "مگر پميءَ کي توهين پنهنجي زندگيءَ مان هٽائي ڇڏيو."

"ائين ٿي نٿو سگهي بنتي" چندر چيو. "پيو جيڪي چوين مان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، ها، اڄ تائين مون توسان جيڪو رکو ۽ برو ورتاءُ ڪيو آهي. تنهن لاءِ تو کان معافي ٿو گهران."

"جي.. چندر! مونکي ائين شرمايو نہ." رات ڪافي گذري وئي هئي. چندر ليٽي پيو. بنتي سوڙ کڻي هن مٿان وڌي ۽ چيائين "هاڻي چپ چاپ سمهي پئو."

بنتي هلي وئي، چندر ليٽئي سوچڻ لڳو تہ دنيا سراسر غلط آهي، تہ ميلاپ پاپ آهي، ميلاپ مان بہ معصوميت پيدا ٿي سگهي ٿي. اڄ پميءَ کيس جيڪي ڏنو آهي سو اگرڌهہ آهي تہ چندر سويل بنتيءَ کي جيڪي ڏنو ان ۾ ايڏي بخشش، ايڏي ادارتا ۽ ايڏي شانتي ڪيئن آئي.

انهيءَ بعد چندر بنتيءَ سان بيحد پيار ۽ معصوميت سان هلڻ لڳو. گهمڻ ويندو هو تہ ڪڏهن ڪڏهن بنتيءَ کي بہ ساڻ وٺي ويندو هو. نئين سال جي پهرئين ڏينهن تي پميءَ هنهي کي دعوت ڏني. پميءَ جي پريٽ بنتي پلا هنجي ڪيڏي بہ گلا ڪري، پر هن جي روبرو هن سان تمام پيار ۽ عزت سان پيش ايندي هئي.

ڊاڪٽر صاحب جي دهليءَ ڏانهن وڃڻ جي تياري ٿي چڪي هئي. بنتيءَ پنهنجي پروگرام ۾ ٿوري ڦير گهير ڪئي هئي. هوءَ پهرين ڊاڪٽر صاحب سان گڏ شاهجهانپور وڃڻي هئي ۽ پوءِ دهلي.

تياريون ڪندي نيٺ پهرين فيبروريءَ تي هو روانو ٿيا. اسٽيشن تي ڊاڪٽر صاحب جا ڪيترا چاهيندڙ ۽ دوست کيس ڇڏڻ آيا هئا. بنتي چاهيندڙن جي گوڙ ۾ گهبرائجي ويئي ۽ چندر وٽ اچي چيائين. "ديديءَ لاءِ ڪو خط پٽ ڪونہ تا ڏيو؟"

"نہ" چندر جي آواز ۾ شوخي ۽ رڪائي هئي.

بنتي يڪ ٽڪ چندر ڏانهن نهاريندي رهي. پوءِ چيائين. "چندر بابو. ان جي اميد پلي اڳين قائم هجي. مگر هينئر توهان تي اڳيون پروسو نٿو ڄمي."

چندر جواب ڪونہ ڏنو. صرف مشڪيائين. بنتيءَ وري چيو. "چندر بابو! ڪڏهن بہ گهرج پئيو تہ ضرور لکجو. مان هڪدم هلي اينديس، سمجهيو!" ۽ هوءَ چپ چاپ ٽرين تي سوار ٿي وئي. واپس موٽندي چندر سان گڏ ساٿي پروفيسر هئا. گهر پهچي هن موٽر ڪڍي ۽ پميءَ ڏانهن روانو ٿيو. الائي ڇو، بنتيءَ جي وڃڻ تي چندر جي دل ۾ ٿورو ٿورو ڏک ٿي رهيو هو.

●

گرميءَ جي موسم اچي وئي هئي. چندر صبح جو ڪاليج ۾ ويندو هو. منجهند جو آرام ڪندو هو ۽ شام جو مختلف جاين تي پميءَ کي وٺي گهمڻ ويندو هو. ڊاڪٽر صاحب موٽر ڇڏي ويو هو. موٽر پميءَ ۽ چندر کي ڪٿي دور دور چڪر ڪاٽيندي هئي. چندر سوچيو هو ته هن دفعي موڪلون دهلي ۾ ڪاٽيندس. پميءَ به فيصلو ڪيو هو ته مسوري مان موٽندي هفتو کن دهليءَ ۾ ڊاڪٽر شڪلا جي مزمان ٿي رهندي ۽ اتي جي واقفڪارن سان ملي ايندي.

اٺين ڇٽي نه سگهيو ته چندر جا ڏينهن مزي سان نٽي ڪٽيا. هن پنهنجي ماضيءَ کي صفا وساري ڇڏيو هو ۽ حال کي هو پميءَ جي مخمور نگاهن ۾ پري چڪو هو. مستقبل جي هن کي خاص ڳڻتي ڪانه هئي. هن کي اڄڪلهه ائين پئي لڳو ته پميءَ جي نگاهن جا بادل ۽ هن جي گل مثل جوڀن جي هيءَ جادوءَ پري دنيا امر آهي ۽ ان جادوءَ سندس روح کي هميشه جيتي ڇڏيو آهي. اهي گلابي لب ڪڏهن به سندس لبن کان الڳ نه ٿيندا. گلن جي مالهائن مثل اهي ٻانهون ڪيس هميشه جڪڙي ويٺيون هونديون ۽ پميءَ جو جوڀن ۽ ان جوڀن جا گرم ساهه سندس جسم ۾ هميشه ڪتڪتائي ڪندا رهندا. انسان جو پروسو هميشه حد ۽ منزل وساري وهڻ جو عادي آهي. چندر به سڀ ڪجهه ڀلائي وينو هو.

اپريل جي شام هئي. سڄو ڏينهن لڪ لڳندي تڪجي پئي هئي. مگر سڄي ڏينهن جي لڪ لڳڻ سبب آسمان ۾ ايڏي ته ڌڌڙ ڦهلجي وئي هئي. جو سڄ جي روشني جهڪي ٿي وئي هئي. مالهيءَ ٻاهر ڇڻڪار پئي ڪيو. چندر ننڊ ڪري اٿيو هو ۽ آرس پئي ڀڳائين. ٿوريءَ دير بعد هو اٿيو ۽ ڳنجي ۽ سٿڻ ۾ ئي ٻاهر نڪري آيو ۽ نراديش، ڏنڏلين ڏسائڻ ڏانهن نهارڻ لڳو. شام بيحد اداس هئي. سامهون سڙڪ صفا سڃي هئي. صرف هڪ ئي شخص لڪ کان بچڻ لاءِ مٿي کي ٽوال ويڙهي سائيڪلون هڪليندا پئي ويا. برف جي هڪ گاڏي به سامهون پئي ويئي. چندر مالهيءَ کي پئسا ڏئي چيو. "وڃ، برف وٺي اچ" مالهيءَ برف واري کي سڏيو. مالهيءَ اڃا برف واري کان برف پئي ورتي ته هڪ رڪشا جنهن تي پردا چڙهيل هئا. مڪيه دروازي کان لنگهي اندر ڪمپائونڊ ۾ آئي. رڪشا ۾ ڪا پرده نشين عورت ويٺل هئي. پر رڪشا سان گڏ ٻيو ڪوبه شخص ڪونه هو. چندر کي عجب لڳو ته هيءَ پرده نشين عورت هتي ڪيئن پهتي آهي. رڪشا پورٽيڪو ۾ پهچي رڪجي وئي. چندر احترام سانگي هتي پاسيرو ٿي بيٺو. رڪشا مان هڪ نوجوان ڇوڪري هيٺ لٿي. هوءَ چندر جي سڃاڻل ڪانه هئي. رڪشا جا ٻاهريان پردا جهڙا ئي ڳنڍا ۽ پراڻا هئا. ان نوجوان ڇوڪريءَ جي پوشاڪ اوتري ئي صاف ۽ قيمتي هئي. هن کي سفيد ريشمي سلوار، سفيد ريشمي چست ڪڙتو ۽ ان مٿان هلڪي شربتي نارنگي رنگ جي چني پيل هئي. هن رڪشا مان هيٺ لهي رڪشا واري کي چيو ته ڪلاڪ بعد مونکي وري وٺڻ اچجان. رڪشا وارو ڪنڌ ڌوڻي هليو ويو ۽ هوءَ ڇوڪري سڌي اندر هلي وئي. چندر اڄرج ۾ پئجي ويو. هيءَ ڪير آهي جا هينءَ بنا هٽڪ اندر لنگهي وئي. سمجهيائين ته شايد يتيمن لاءِ چندو ڪٺو ڪندڙ ڪا ڇوڪري آهي. مگر اندر ته ڪير هوئي ڪونه. گهڙي کن لاءِ هن چاهيو ته روڪيانس. پر ائين ڪيائين ڪونه. دل ۾ چيائين اندر خالي ڏسي پاڻيهي موٽي ايندي.

مالهي برف وٺي آيو ۽ اندر هليو ويو. هوءَ ڇوڪري به اندران ٻاهر آئي. هن جي چهري تي ٿورو عجب ٿورو فڪر پئي ڏٺو. هينئر چندر هن کي سامهون ڏٺو. ڇوڪري سانوري هئي. اداس ۽ بيمار پئي لڳي. اکيون وڏيون وڏيون هيس. جن کان روئڻ وسري ويو هو. پر ڪلڻ مشڪڻ جي طاقت به منجهن ڪانه رهي هئي. چهري تي زرديءَ جو پردو ڇانيل هوس. پهرين نگاهه ۾ ئي معلوم ٿي ٿيو ته ڇوڪري دکي آهي. البت پاڻکي سنڀالڻ به ڄاڻي ٿي.

هوءَ آئي ۽ منهن تي ڦڪي مرڪ آڻي بيحد شريفاڻي نموني چيائين. "چندر ڀائي سلام! چا گيتا ساهرن ۾ ويل آهي؟"

چندر وڏيڪ عجب ۾ پئجي ويو. هيءَ ته ڪيس سڃاڻي به ٿي. "جي ها. هوءَ ساهرن ۾ ويل آهي! توهين ...."

" ۽ بنتي ڪٿي آهي؟" ڇوڪريءَ هن جي ڳالهه کي وچ ۾ ئي ڪٽيندي چيو.

"بنتي دهلي وئي آهي."

"ڇا هن جي به شادي ٿي وئي؟"

"جي نه. ڊاڪٽر صاحب اڄ ڪلهه دهلي رهندو آهي هوءَ به اتي پڙهندي آهي. توهين وهو ته سهين."

چندر هن ڏانهن ڪرسي سيريندي چيو.

"اڇا ته هاڻي صرف توهين ئي هتي رهندا آهيو؟ نوڪر به هليا ويا هوندا؟"

"جي ها" چندر اڃا به اڄرج ۾ پئي ڪاڏو. "مگر معاف ڪجو. توهين هيءَ ڳالهيون ته پنهنجن جيان پيا ڪريو. پر مون توهان کي سڃاتو...." هن ڇوڪريءَ مشڪيو. جن پنهنجي زندگيءَ تي مشڪي رهي هئي.

"توهين مونکي ڪيئن سڃاڻي سگهندا. پر مان توهان کي سڃاڻان ٿي. توهان کي ڏٺو به اٿم. توهان جي ۽ منهنجي وچ ۾ دراصل هڪ دري هئي. اها دري هئي گيتا".

"اوهه..... هاڻي مان سمجهي ويس. توهين گيسو آهيو."

"جي ها" ۽ گيسوءَ تمام فضيلت سان پنهنجي پوتي سنڀالي.
"توهين شادي بعد ته ڇڻ گم ٿي ويا پنهنجي سڪيءَ کي سڪڻو خط به ڪونه لکيوَ. اختر ميان ڪيئن آهي."
"توهان کي اهو سڀ ڪيئنَ معلوم ٿيو؟" هن جي آواز ۾ درد هو. هن جي اکين جي رونق وڌيڪ جهڪي ٿي وئي. "مونکي به سڀ ڪجهه گيتا وٽان ئي معلوم ٿيو هو. مان ته اها اميد رکي ويٺو هوس ته توهين ضرور شاندار دعوت ڏيندا. مگر اسان کي ته خبر به ڪانه پئي. هڪ دفعي گيتا مونکي توهان ڏانهن موڪليو به هو. پر اتي پهچڻ تي معلوم ٿيو ته توهان اهو گهر ئي بدلائي ڇڏيو آهي."
"جي ها... مان ديرادون هيس. امي ۽ ٻيا سڀ اتي ئي هئا. تازو اتي ڪي پناهگير پهتا...."
"پناهگير؟"
"جي پنجاب جا سک وغيره. اتي جهڳڙو هليو. سو اسين هيڏانهن هليا آياسين. هينئر اسين هتي ئي آهيون".
"اختر ميان ڪٿي آهي؟"
"مرزاپور ۾ پٽل جو ڌنڌو پيو ڪري."
"۽ هن جي زال ديرادون ۾ رهي پئي هئي! توهان هن کي ايڏي سزا ڇو ڏني؟"
"سزا جي ڳالهه ئي ڪانهي." گيسوءَ جو ڇڻ گلو گهٽجي رهيو هو. "هن جي زال هن سان آهي."
"يعني؟ توهين ته عجيب ڳالهيون پيا ڪريو. مان اگر غلطي نٿو ڪريان ته توهان جي شادي..."
"جي ها" گيسوءَ منهن تي اداس مرڪ آڻي چيو. "چندر ڀائي. توهان کان مان ڇا لڪايان. مون لاءِ جيئن گيتا تيئن توهين. منهنجي شادي هن سان ڪانه ٿي."
"اڙي! گستاخي معاف ڪجو. پر گيتا ته مون کي ائين ئي چيو ته اختر...."
"مونسان محبت ڪندو آهي." گيسو هن جي جملي کي پورو ڪندي چيو هوءَ بيحد گنڀير ٿي وئي ۽ پوتيءَ ۾ لڳل ستارن کي آڱرين سان زور ڏئي پيچڻ لڳي. ٿورو ترسي چيائين. "مان خود به سمجهي نه سگهيس ته هن جي من ۾ ڇا هو. هن جي گهر وارن مونکان وڌيڪ قول کي پسند ڪيو. سو هن جي شادي قول سان ئي ٿي. هينئر ٻئي ڇڻا مزي ۾ آهن. هيڏي عرصي ۾ قول اسان کي هڪ دفعو به ملڻ ڪانه آئي آهي."
"اڇا...!" چندر خاموش سوچڻ لڳو. هن ڇوڪريءَ جي زندگيءَ سان ڪيڏو نه دوکو ڪيو ويو. پوءِ به هوءَ ان جو ذڪر ڪهڙن نه ڍبيل لفظن ۾ ڪري رهي آهي. لڙڪ ڪو نه وهاياَئين. سڏڪو ڪو نه ڪڍيائين. سرد آهه ڪا نه ڀريائين. بس مک تي اداسي ۽ هڪ ڦڪي مرڪ آڻي سچي ڳالهه ڪري ويئي. چندر چپ چاپ اتي اندر ويو ۽ مهراڄڻ کي ناشتو ۽ شربت ڪٺي اچڻ لاءِ چئي هو ٻاهر موٽي آيو. گيسو به سامهون سبز ٻاريءَ ڏانهن تڪي رهي هئي. اتساهه هاٿن نگاهن سان. چندر موٽي ڪرسيءَ تي ويهندي چيو. "توهان کي وڏو دوکو مليو."
"نه چندر ڀائي! ائين چوڻ ٺيڪ نه آهي. ڪهڙي خبر ته اختر سان ڪهڙي لاچاري هئي. جنهن ڪي مون پنهنجو سرتاج مڃيو تنهن لاءِ اهڙو ويچار ڪرڻ به گناهه آهي. مان اهڙي ڪريل نه آهيان جو ائين سوچيان ته هن مون سان دوکو ڪيو." گيسوءَ ڏندن وچ ۾ زبان دٻائي چيو.
چندر دنگ رهجي ويو. ڇا گيسو هيءَ سڀ پنهنجي دل سان ٿي چوي؟ گيسوءَ کي اختر تي ايڏو ڀروسو آهي. ناشتو ۽ شربت اچي ويو. گيسوءَ اجائي ٻاهرين لڄ ڪا نه ڪئي. چيائين. "توهين منهنجا وڏا برادر آهيو. ٻهرين توهين شروع ڪريو."
چندر شربت جو ڍڪ ڀريندي چيو. "اختر سان وري توهان جي ملاقات ڪا نه ٿي؟"
"ٿي ڇو نه آهي. ڪيترائي دفعا اسان جي گهر آيو آهي."
"۽ توهان هن کي ڪجهه ڪو نه چيو؟"
"ڇا چونديسانس؟ اهي سڀ ڳالهيون ڇا چوڻ ٻڌڻ جون ٿينديون آهن؟ اختر قول کي جان کان وڌيڪ پيار سان سنڀالي رهيو آهي ۽ منهنجي لاءِ اها ئي خوشيءَ جي ڳالهه آهي. ۽ هينئر چونديسانس به ڇا؟ جڏهن هن جي قول سان شادي طئه ٿي ۽ هو خود به راضي ٿي ويو. تڏهن ئي مون ڪجهه ڪو نه چيو. هينئر ته مون لاءِ قول جو سهاڳ سچ جي ٻهرئين ڀرياتي ڪرڻ کان به وڌيڪ معصوم آهي." گيسوءَ جون نگاهون شربت جي گلاس ۾ اٽڪيل هيون.
چندر ڪن خاموش رهيو پوءِ چيائين. "توهان جي امي هينئر توهان جي شادي ڪڏهن ٿي ڪري؟"
"منهنجي شادي هاڻي ڪا نه ٿيندي. مون قسم کڻي ڇڏيو آهي ته مرندي دم تائين مان شادي نه ڪنديس. ديرادون ۾ مئٽرنٽي سينٽر ۾ ڪم سکي پورو ڪيو اٿم. هينئر هتي ڪنهن اسپتال ۾ ڪم شروع ڪنديس."
"توهين نرس جو ڪم ڪندا؟"
"ڇو. ان ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي. مون اميءَ کي مڃايو آهي. مان پنهنجي پيرن تي بيهڻ ٿي چاهيان."

"مان توهان جي جڳهه تي هجان ها ته پئي هنڌ شادي ڪري اختر کان بدلو چڪايان ها."

"بدلو!" گيسوءَ مشڪندي چيو. "ڇي، چندر ڀائي بدلو، ڪروڌ، نفرت... انهن سان انسان نه هيل تائين سڌريو آهي نه هن کان پوءِ سڌري سگهندو. بدلي ۽ نفرت سان ته اسان جي من جي ڪمزوري ظاهر ٿي ٿئي. تنهن کان سواءِ مان بدلو ڪنهن کان وٺان؟ انهيءَ کان، جنهن جي اڳيان دل ٿي دل ۾ مان هميشهه سجدو ڪندي ٿي رهان. ائين ڪين ٿي سگهندو؟"

گيسوءَ جي نيڻن ۾ پروسي جو تجلو ٿي چمڪيو. هن جي ڪمزور بيمار جسم ۾ ڄڻ زندگيءَ جي چستي اچي ويئي. هن جي آواز ۾ اينڊو ته درد هئو، اينڊي ته لرزش هئي جو چندر ڏسندو رهجي ويو. هن ڄاتو ٿي ته گيسوءَ جي دل ۾ اختر لاءِ ڪيڏي نه محبت ڀريل هئي. هن اهو به ڄاتو ٿي ته گيسو اختر سان شادي رچائڻ لاءِ ڪيڏي نه ديواني رهندي هئي. هن جو اهو سچو مانداڻ، تاس جي پٽن مان نهيل گهر جيان ڍهي پيو. نه حالتن جي مجبوريءَ سبب، مگر اختر جي دوکي ڪارڻ. تنهن هوندي به گيسوءَ جي چهري تي شڪايت جو سڪئو گهنج ڪو نه پيو هو. زبان مان ڪا دانهن نٿي نڪتي. عورت جي زندگيءَ جو هي کهڙو انوٽ جذبو آهي. گيسوءَ جنهن کي پنهنجي محبت جو سونهري ڪرٽو سمجهيو، اهو جوالا مکي بڻجي ڦاٽي پيو ۽ ان مان نڪتل باهه جي ڏارا گيسوءَ کي جلائي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر گيسو ان دک ۽ باهه جي پنيٽ وچ ۾ به پهاڙي چٽان جيان اٽل بيٺي آهي.

چندر جي من کي اندر ئي اندر هڪ ڌڌڪو آيو. هن جي دل جي ڌڙڪن، ڪنهن گهرائيءَ مان آواز اڀاريو.... اڙي چندر، تو هي ڇا ڪيو! تون ته مرد آهين. تنهنجا طاقتور ڪلها تنهنجي پيار جو بوجهه جهو نه سنڀالي سگهيا. بڌاءِ؟ مگر چندر پنهنجي اندر جي انهيءَ آواز کي بڌو اڻبڌو ڪري چيو. "ته اختر کي نه پائڻ جو توهان جي دل ۾ ذرو به دک، ذرو به ارمان نه آهي؟"

"دک!" گيسوءَ جو آواز ڄڻ بڌڻ لڳو. نگاهن جي زرد پنکڙين مٿان جل جو هلڪو تهه وري ويو. "درد! اهو ته صرف منهنجي سکي گيتا ئي سمجهي سگهي ٿي. چندر ڀائي، صرف گيتا کي ئي ڄاڻ آهي ته هو ٻالپڻ کان ئي مون لاءِ ڇا هو. مان ته هنجا سپنا لهندي لهندي خود هڪ سپنو بڻجي ويئي هيس. مگر خير دک انسان جي عقيدي کي وڌيڪ پختو نه ڪري، انسان جي دل کي وڌيڪ اوجاين تي نه پهچائي ته اهو انسان کهڙو؟ توهين مون کان درد جو احوال ٿا پڇو؟ قيامت جي ڏينهن تائين منهنجي دل هن جي آسري لاءِ ئي واجهائيندي رهندي، چندر ڀائي، مگر هن زندگيءَ ۾ خاموش ئي رهئو پوندو. بند گهر ۾ ٻرندڙ چراغ جيان اندر ئي اندر پاڻ جلائڻو پوندو. اگر مون هن کي پنهنجو ڪري مڃيو آهي ته هو مون کي ضرور ملندو. اڄ نه ته قيامت بعد ئي. محبت جي دنيا ۾ جيئڻ هڪ ڏينهن هن کان سواءِ ڪٽجي ته وڃي تيئڻ هيءَ هڪ زندگي به هن کان سواءِ ڪٽجي ويندي.... مگر انهيءَ بعد هو ضرور منهنجو بڻجي ويندو."

چندر جي دل ڏڪي ويئي. گيسوءَ جي آواز مان هيئنڙ تارا پئي جهريا....

"چندر ڀائي، توهان کي وڌيڪ ڇا ٻڌايان! ڇا توهان جي ڳالهه مون کان لڪل آهي. مان سڀ ڪجهه ڄاڻان ٿي. سچ پڇو ته جڏهن مون ڏٺو ته توهين ڪيئن نه چپ چاپ پنهنجي دنيا کي باهه لڳندي ڏسي رهيا آهيو، ان باهه جا شعلا پڙڪندا ڏسي به ٻاهران ڪيئن نه مشڪي رهيا آهيو ته مون توهان مان ئي زندگيءَ جو هي زبردست سبق پرايو. مون کي خبر ڪا نه هئي ته توهان جي ۽ منهنجي، ٻنهي ڀاءُ ڀيڻ جي قسمت هڪ جهڙي جوڙي ويئي آهي."

چندر جي اندر ۾ نه ڄاڻ ڪيترا وڍ پوڻ لڳا. انهن وڍن ۾ نه ڄاڻ ڪيڏو درد ٿيڻ لڳو! گيسو ڪيس ڇا پيئي سمجهي ۽ پاڻ سچ پچ پهتو ڪٿي وڃي آهي! جنهن چندر جي جيون مان پنهنجي دل اندر جو ڏيئو جلايو سا ته ديوتا جي قدمن تائين پهچي ويئي مگر چندر جي دل اندر جو ڏيئو؟ هن ته پنهنجي محبت جي جنازي کي جلائي ختم ڪري ڇڏيو. چندر جي منهن تي غم جو پاڇو وري ويو. گيسو خاموش وينٺي هئي. اوچتو چيائين. "چندر ڀائي! توهان کي ياد آهي ته مان هنن ڏينهن ۾ ئي هڪ دفعي گيتا سان ملڻ ائي هيس ۽ حسرت توهان کي منهنجا سلام پهچائڻ آيو هوا؟"

"ياد آهي." چندر ڳوڙري آواز ۾ چيو.

"انهيءَ هڪ سال ۾ دنيا ڪيڏي نه بدلجي ويئي آهي!" گيسوءَ هڪ اونهو ساهه کڻي چيو. "جيوت جا ڏينهن هڪ دفعو گذري ٿا وڃن ته اهي بيدرد ڪڏهن به واپس نٿا موٽن. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندي آهيان ته گيتا هجي ها ته وري ڪاليج ۾ گڏ پڙهڻ وڃون ها. اتي شور مچايون ها. پچي وڃي گاهه تي ليٽون ها. بادلن ڏانهن

ڏسي شعر چئون ها. هوءَ چندر جون. مان اختر جون ڳالهيون ڪريان ها..." گيسوءَ جو من پرچي آيو ۽ هنجي اکين مان هڪ لڙڪ ڳڙي پيو... "گيتا جي شاديءَ جو احوال ته ٻڌايو. هن جو مڙس ڪيئن آهي؟"

چندر جي دل ۾ ويچار آيو ته ڪولي ڇويس ته گيسو، تون مون کي هيئن لڇي ڇو ٿي ڪرين؟ مان اهو چندر نه آهيان. مون پنهنجي پروسي جو مندر پور پور ڪري ڇڏيو آهي. مان ته هينئر هڪ پونئر آهيان، لوپي آهيان... مون گيتا جي پيار جو گلو گهٽي ان کي ختم ڪري ڇڏيو. مگر هاءِ ڙي مرد جو گهمند! مرد جو ڇل! چندر اهو ظاهر ڪو نه ڪيو ته سندس پروسا چور چور ٿي چڪا آهن! ته هن پوين ڪيترن مهينن کان گيتا ڏانهن خط لکڻ بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ هن اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش به ڪا نه ڪئي آهي ته گيتا مري ٿي يا جيئي ٿي.

ڪلاڪ کن ٻئي گيتا جي باري ۾ ڳالهيون ڪندا رهيا. آيتري ۾ هو رڪشا وارو موٽي آيو. گيسوءَ هن کي ترسڻ جو اشارو ڪري چيو، "چڱو، مون کي گيتا جي ائڊريس ته لکي ڏيو." چندر هن کي ڪاغذ تي ائڊريس لکي ڏني. گيسو اٿي ٿي ته چندر چيو، "ٿورو وقت رهو. اڄ توهان سان ڳالهيون ڪري پراڻن ڏينهن جون اٿئي ڪيترين يادگيرين وري تازيون ٿي ويون آهن."

گيسو مشڪي ويهي رهي. چندر پڇيو، "ڇا توهين اڃا تائين شعر لکندا آهيو؟"

"شعر....! گيسوءَ مشڪي چيو. "جيون ۾ ڪيڏي نه ڇڪتاڻ، ڪيڏو نه شور آهي! ۽ انهيءَ شور ۽ ڪشمڪش ۾ نغمن کي جڳهه ڪٿي آهي؟ هينئر ته منهنجا ڏينهن بيمارن ۽ ڦٽيلن وچ ۾ گذرندا آهن. انهن جي زخمن جي ملم پٽي ڪندي گذرندا آهن. ها چندر ڀائي، ڇا گيتا اڃا به اڳي جهڙي شوخ سياءَ آهي؟ ساڳي اڳي جيان شرارتي آهي؟"

"نه." چندر بيحد اداس آواز ۾ چيو. "ڪڏهن وچي ڏسي نتا اچوس."

"نه جيستائين مون کي ڪا نوڪري ملي تيستائين ايتري آزادي ڪٿي اٿم. حال ته مان هتي ٿي آهيان. مان هن کي چٺي لکي هتي گهرائيندس. هن جي ور کي به لکنديس. هي گهر ڪهڙو نه سڄو پيو لڳي، ڇڻ پوتن جو ٻسيرو آهي هتي."

"توهين مون کي به پوت بنائي رهيا آهيو. مان ٿي ته رهان ٿو هن گهر ۾." چندر چيو.

گيسوءَ ڪلي وراڻيو، "منهنجو اهو مطلب نه هو. چڱو، امي وري ته مون کي هتي اچڻ جي موڪل نه ڏيندي. اڄ به الائي ڪيئن اڪيلي اچڻ جي اجازت ڏنائين. مان ڪنهن ڏينهن توهان کي سڏايان ته ضرور اچجو."

ها گيسو ڀيڻ، ضرور ايندس." چندر ڏاڍي اڪير وچان چيو.

"چڱو ڀائيجان، سلام!"

"نمستي."

گيسو رڪشا تي سوار ٿي ويئي. پردو هيٺ ڪيو ويو، رڪشا هلي ويئي. چندر عجيب نگاهن سان ان ڏانهن نهاريندو رهيو. هو ڄڻ پنهنجي ماضيءَ جي ڪا وڃايل شئي ڳوليندو رهيو ۽ پوءِ هوريان هوريان واپس موٽي آيو. سج غروب ٿي ويو هو. هو غسلخاني ۾ وڃي وهنجڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. چندر جو من اڄ الائي ڪٿي پٽي پٽڪيو، هو من جو پڪو هو. دل جي لحاظ کان خراب ڪونه هو. گيسو اڄ اوچتو هن جي سامهون اهڙا تصوير آندي هئي جنهن ۾ هو بهشت جي اوچاين تي اڏامندو هو. هن جي دل ۾ اڄ وري هڪ قسم جو درد پيدا ٿي ويو. گيسو اڄ چندر جي پروسي، چندر جي بدلي ڇڪائڻ جي چاهنا کي زبردست شڪست ڏني هئي. هن مٽي تي پاڻي وڌو ته هن کي ائين لڳو ته هي پاڻي نه آهي پر زندگيءَ جي ڌارا آهي... چندر جي من ۾ هينئر باقي ڇا وڃي بچيو هو! صرف حوس جو زهر... جنهن ڪيس اندران ئي اندران ڳاري ساڙي ختم ڪري ڇڏيو هو ۽ اهو ڳريل سڙيل سندس جسم ٻاهران هلي چلي رهيو هو پر اندران ڪوڪو ٻڌجي ويو هو. هن پنهنجي امرت کي ڪيئي ڦٽو ڪري ڇڏيو هو.. هن هي ڇا ڪيو هو؟

چندر وهنجي ٻاهر آيو ۽ آرسيءَ سامهون بيهي وار سنوارڻ لڳو. پوءِ هن آرسي ۾ يڪ ٽڪ نهاريندي چيو، "چندر بابو، مونڊانهن ڇو پيو نهارين، تو ئي ته مونکي برباد ڪري ڇڏيو. اڄ ڪيترا مهينا ٿيا آهن جو تو گيتا کي هڪ چٺي به ڪانه لکي آهي، ڇي...!" چندر آرسي کي ابتو ڪري ڇڏيو.

مهراجڻ ڪاڏو ڪٿي آئي. چندر ڪاڏو ڪائي وري سست ٻڌجي ليٽي پيو. مهراجڻ چيو، "بابو جي، اڄ گهمڻ ڪونه ويندا؟"

"نه" چندر وراڻيو ۽ ليٽي ليٽي سوچيندو رهيو. اڄ هو پمپءَ وٽ به ڪونه ويو.

... گيسو پر واري ڪمري ۾ ويٺي هئي. هن ڪمري ۾ بنتي ڪيس ڪيلاش جو فوٽو ڏيکاري رهي هئي. هن جي من ۾ پراڻي تصوير گهمڻ لڳي.... چندر هن دنيا ۾ تون ئي وڃي رهئين. مونکي فوٽو ڏيکاري پسندي پڇڻ لاءِ؟ چندر جو هٿ مٽي ڪجهو، زور سان هڪ چماٽ.... چندر توکي چوٽ نه ڪانه پهتي... قبوليم ته منهنجي دل مونکي ڪجهه ڪونه چيو پر توکان ته منهنجي دل ڪابه ڳالهه ڪانه لڪائيندي آهي... ته چندر تون شادي ڇو نه ٿو ڪرين؟ پاپا ڇوڪري

ڏسي ايندو، مان بہ ڏسي وٺنديس... تون ويھہ تہ مان پڙهنديس. نہ تہ مونکي شرم ٿو اچي... چندر تون شادي نہ ڪجان. تون انهن ڳالهين لاءِ پيدا ڪونہ ٿيو آهين... تہ گيتا، تنهنجي ڪلهي تي ڪنڌ رکڻ ۾ ڪيڏو نہ سڪون ٿو ملي...
آسمان ۾ هڪ هڪ ڪري ستارا چمڪڻ لڳا. چندر جي پلڪن مان هڪ هڪ ڪري تارا ٽٽندا تي ويا.



چندر پميءَ وٽ ڪونہ ويو. هڪ ڏينهن، ٻہ ڏينهن، ٽي ڏينهن، چوٿين ڏينهن نيٺ هوءَ وٽس لنگهي آئي. چندر ماني کائي اٿيو هو ۽ ٻاهر باغ ۾ پيئي ٽهليو. پمي آئي. چندر هن جي آجيان ڪئي مگر هن جي مرڪ ۾ اجا اها خوشي ڪانہ هئي.
"چو چندر، آئين چو نہ؟ مون سمجهيو تہ تون بيمار ٿي پيو آهين." پميءَ سبز ٻاريءَ ۾ رکيل هڪ ڪرسيءَ تي ويهندي چيو "اچ ويھہ نہ..." هن ٻي ڪرسي چندر ڏانهن سيريندي چيو.
"نہ.. تون ويھہ. مان بيٺو آهيان. پمي نہ ڄاڻ چو، ٻن ٽن ڏينهن کان طبيعت تمام اداس ٿي وئي آهي. تو وٽ اچڻ تي بہ دل چيو نہ ڪيو."
پميءَ چندر جو هٿ پڪڙي چيو. "چو ڇا ٿيو آهي؟" چندر پميءَ جي ڪرسيءَ پٺيان بيٺو هو. پميءَ چندر جا ٻئي هٿ ڇڪي پنهنجي ڳلي ۾ وڌا ۽ پنهنجو ڪنڌ چندر ڏانهن جهڪائي هن ڏانهن نهارڻ لڳي. چندر خاموش هيو. هن نہ پميءَ جي ڳلن تي هٿ ڦيريو. نہ هن جو هٿ دٻايو. نہ هن جي وارن سان ڪيڏيو. نہ سندس اکين ۾ نشو پريو. ڪنهن وٽان ملندڙ پيار بابت، ڪنهن جي دل ۾ پيدا ٿيل ڪشش بابت عورت وقتي غلطي ڪري سگهي ٿي. مگر ڪير ڏانهس اداسي يا بيپرواهي اختيار ڪري تہ ان جي پرکڻ ۾ عورت ڪڏهن بہ غلطي نہ ڪندي آهي. ڇپن سان ڇپن جي ملندي هوءَ انهن جي لرزش ۾ سمايل احساسن کي پرکي وٺندي آهي. هٿ جي ڇهاءُ مان دل جي اڻ تڻ پروڙي وٺندي آهي. ڇنج ۾ مٿو رکڻ سان ئي دل جي ڌڙڪڻ جي ٻولي سمجهي وٺندي آهي. عورت جيڪڏهن ٿوري ئي آزمودگار آهي تہ توهان جي هلڪي ڇهاءَ مان ئي معلوم ڪري وٺندي تہ توهين ڪانئس ڪهڙو سوال پڇڻ ٿا چاهيو. توهين ڪيس آئت ڏيڻ ٿا چاهيو يا وٺانئس آئت جا طالبو آهيو؟ سندس پيار چاهيو ٿا يا ڪيس ممتا ڏيڻ ٿا چاهيو؟ هوءَ هڪدم سمجهي ويندي آهي تہ توهان جي دل ۾ محبت جو آغاز ٿي رهيو آهي يا ان جو انت اچي چڪو آهي. توهين ڪيس ڏسي خوش ٿيا آهيو يا ناراض ٿيا آهيو. توهان جو ڇهاءُ خوشيءَ جو آهي يا غم جو آهي. توهان جي ان سپرش ۽ امنگ ۾ چاھہ پريل آهي يا ارمان ۽ حسرتون پريل آهن.
پميءَ بہ چندر جو هٿ پڪڙيندي ئي پروڙي ورتو تہ اهو هٿ ٻاهران ڀلي گرم هجي، پر انجو سپرش بلڪل ٿڌو آهي. ان ۾ اڄ ڪوبہ چاھہ يا امنگ پريل نہ آهي، ان ۾ اها پرڪندڙ ٻاھہ. اهو نشو ڪونهي جو هيل تائين هن چندر جي ڇهاءُ ۾، چندر جي ڇپن ۾ پاتو هو.
"چندر تنهنجي طبيعت شايد ٺيڪ نہ آهي. اچ ويهي رھہ." پميءَ اٿي چندر کي زبردستيءَ وهاريو.
"اڄ ڪلھہ تون شايد ڪهڙو ڪم ٿو ڪرين. هل تون مون وٽ هلي رھہ."
اهو چوڻ سراسر غلط ٿيندو تہ پميءَ ۾ فقط جسماني چاهنا هئي. پميءَ جي دل ۾ چندر لاءِ بيحد گهري همدردي هئي ۽ چندر پنهنجي جسماني چاهنائن تي جيت پائڻ بعد بہ هن جي ان همدرديءَ کي ٺڪرائي نٿي سگهيو. ان همدردي جي واپس ٿيڻ تي پمي دکي ٿيندي هئي ۽ هوءَ پنهنجي ان همدرديءَ جي قبوليت ان ۾ مڃيندي هئي تہ چندر هميشھہ سندس روپ جي ڪشش ۾ جڪڙيو رهي. مرد جي لبن تي جيڪڏهن پياس نہ هوندي آهي، هن جي پاڪرن ۾ جيڪڏهن ايڏو زور نہ پريل هوندو آهي، جو مٿو مٿو ايذاءُ پهچائي، تہ ميلاپ جي ان ڪمزوريءَ مان عورت هڪدم سمجهي وٺندي آهي تہ رشتي ۾ ويچو پوندو ٿو وڃي. انهي ناتي ۾ ڪيتري گهرائي آهي. تنهنجي ماپ ڪرڻ جو عورت وٽ هڪ ئي ماڻ ٿيندو آهي. مرد جي منيءَ ۾ ڪيڏو چاھہ پريل آهي.
نہ صرف چندر جي من ۾ پر چندر جي هر حرڪت ۾، هر ڇهاءَ ۾ ايڏي اداسائي اچي وئي هئي، ايڏي بيپرواهي اچي وئي هئي جو پمي وياڪل ٿي اٿي. هن لاءِ هيءَ سندس بهترين شڪست هئي. اڄ کان اڳي پميءَ جو هٿ ۾ هٿ وٺندي ئي چندر جي رڳ رڳ ڦڙڪي اٿندي هئي ۽ انهي لرزش مان پمي سمجهي وٺندي هئي تہ چندر جو روم روم سندس ساهن ۾ سمائجي رهيو آهي.
مگر اڄ پميءَ ڏٺو تہ چندر سندس ڀر ۾ هوندي بہ تہ ڄاڻ ڪيڏو دور ٿيو وسي. الائي ڪهڙن ويچارن ۾ الجهي ويو آهي. هن هڪدم محسوس ڪيو تہ هو ڪانئس دور، بلڪل دور پهچي ويو آهي. پميءَ جي دل جي دڙڪن ۾اداسي اچي وئي، هوءَ سوچي نہ سگهي تہ ڇا ڪري. چندر کي ڇا ٿي ويو آهي. ڇا پميءَ جو جادو ٽٽي رهيو هو؟ پمي ان شڪست تي پريشان ٿي پنهنجو هٿ هٽائي ورتو ۽ منهن ڦيري خاموش ٻڌجي بيٺي طرف نهارڻ لڳي. چندر پاڻ ڀلي اداس هجي پر پميءَ جي اداسي هن جي سهڻ کان مٿي هئي. ڇگي يا مدي، هن وقت پمي ئي سندس زندگيءَ جو اڪيلو سهارو هئي ۽ پميءَ جي ان همدرديءَ لاءِ پاڻ هن جو بيحد شڪر گذار هو. هو سمجهي ويو تہ پمي چو اداس بڻي آهي. هن پميءَ جو هٿ

پاڻ ڏانهن ڇڪي پنهنجا چپ هن جي تري تي ڪٽي رکيا. هن جو ڪنڌ به پنهنجي ڪلهي تي ليٽائي ڇڏيائين.... مرد جي جيون ۾ هڪ گهڙي اهڙي به اچي ٿي جڏهن جنسي خواهش هن جي ڪمزوري، هنجي پياس، هنجو نشو، هنجو جوش نٿي رهي، اهڙن موقعن تي اها ساڳي جنسي خواهش هن جي همدردي، هن جي الفت جو هڪ ذريعو بڻجي ويندي آهي، ان وقت هو عورت کي پنهنجي ڀاڪر ۾ انهي لاءِ نه سمائيندو آهي ڇاڪاڻ جو پاڻ ان جسماني پياس جو اجايل آهي، پر هن کي پنهنجي بغل ۾ انهي لاءِ لڪائي ڇڏيندو آهي جيئن عورت پنهنجو سڀ ڏک ۽ غم ڀلائي ڇڏي. ان وقت هو عورت جي نگاهن ۾ سمايل نشي کي اجهائڻ لاءِ نه، پر سندس اکڙين جي لڙڪن کي سڪائڻ لاءِ ٿي هن جي پلڪن کي پنهنجن چپن سان چمندو آهي. جيون جي اهڙين گهڙين ۾ مردن کي جنهن عورت سان سچي همدردي هوندي آهي، ان جي من مان دنيا جي ڏکن، غمن، شڪستن جي ويچار کي مٽائڻ لاءِ ٿي هو هن کي پنهنجي ڀاڪر ۾ لڪائي، هن کي ٻهلائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهڙي ڀاڪر ۾ پياس ڪانه ٿيندي آهي، ان ۾ باهه جي گرماش ڪانه ٿيندي آهي، پر ان ۾ هوندي آهي صرف عورت کي ٻهلائڻ جي چاهنا.

انهي ۾ ذرو به شڪ نه آهي ته چندر جي من تي پميءَ جي روپ جو جيڪو گلابي بادل ڇانئجي ويو هو، سو هينئر هٽي رهيو هو. هن جي روپ جو نشو هوريان هوريان ڪمزور ٿيندو ٿي ويو. مگر چندر پميءَ کي دکي ڪرڻ نٿي چاهيو. هن پميءَ کي خوش رکڻ لاءِ پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪرڻ ٿي چاهي.... ۽ ساڳئي وقت هن جي من اندر، من جي ڪنهن حصي اندر وري هڪ ڪشمڪش، هڪ طوفان اٿڻ شروع ٿيو.

گيسوءَ اچي، چندر جي اڳيئن جيون جو اهو وچور سندس سامهون پيش ڪيو هو جنهن جي هلڪي جهلڪ به ان اڀاڳي کي پاڳل بڻائڻ لاءِ ڪافي هئي، چندر ڏاڍي ڪوشش بعد پنهنجي من کي پٿر بڻائي، پنهنجي روح کي روپ جي ساگر ۾ غرق ڪري، پنهنجن پروسن سان ڇل ڪري، ان جيون کي وساريو هو. ان جيون جي يادگيريءَ تي جيت حاصل ڪئي هئي، مگر گيسوءَ جي حاضري ۽ گيسوءَ جي ڳالهين سندس من جي ان ڏند کي ڇڻ هٽائي ڇڏيو ■ ڇڻ اڌ رات سمي، بيستيءَ جي ان عالم مان سجاڳ ٿي، چندر دل ئي دل اندر سڏڪن جو هڪ آواز ٻڌي رهيو هو. رودن جو اهو آواز سندس دل جي ديوارن سان ٽڪر جندو، بار بار ڇڻ ائين چوڻ لڳو. ديوتا! تو منهنجو قتل ڪري ڇڏيو... جنهن کي تو خدا ڪان، جنت ڪان مٿي ڪري مڃيو، تنهنجو تو قتل ڪري ڇڏيو! اهي آواز ٻڌي چندر گهٻرائجي ٿي اٿيو.

ويسر جي هڪ لهر جيئن ڪيس گهلي پميءَ وٽ وٺي آئي هئي، تئين هينئر ماضيءَ جي يادگيريءَ جي ٻي لهر وري ڪيس پنهنجي ويگ ۾ ڦاسائي، هن کي واپس وٺي وڃڻ لاءِ پنهنجو پررو زور آزمائڻ لڳي، هن ائين محسوس ڪيو ته پميءَ لاءِ سندس من ۾ جيڪو هڪ نشو، هڪ خمار پرجي ويو هو تنهن مٿان هينئر ڏنڊ. ڪوهيڙي جو هڪ پاڇو پٿجي رهيو آهي ۽ هيل تائين پاڻ جيڪي به ڪندو رهيو هو تنهن لاءِ سندس من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ هڪ قسم جي بيزاري اٿي رهي آهي، پر انهي احساس ٿيندي به پميءَ جو جادو اڃا قائم هو. هو پميءَ جو بيحد شڪر گذار هو ۽ ڪنهن به حالت ۾ هن کي دکي ڪرڻ لاءِ تيار نه هو. ايتري قدر جو پميءَ ڏانهن پنهنجي اها شڪر گذاري ڏيکارڻ لاءِ گناهه ڪرڻ تي به تيار هو، جيئن بنتيءَ جي من ۾ چندر لاءِ جيڪا سڪ ۽ اڪير هئي سان نيت آنيت، حياءَ ■ بي حيائيءَ جي ٻنڌڻن ڪان مٿي هئي، ساڳيءَ طرح چندر جي من ۾ پميءَ لاءِ جيڪو شڪرگذاريءَ جو احساس هو، سو ڏوهه ثواب جي ٻنڌڻ ڪان مٿي چڙهي ويو هو. بنتيءَ هڪ ڏينهن چندر کي چيو هو ته توهان کي ناراض ڪرڻ، مان ايڏو ته ڀاري گناهه ٿي سمجهان جو انجي مقابلي ۾ مونکي دنيا جي ٻئي ڏوهه ثواب جي ذري به پرواهه نه آهي. ساڳيءَ طرح اڄ چندر به ائين ئي ٿي سوچيو ته سندس ۽ پميءَ جو هي ناتو ڀلي ڪٿي گناهه جو ناتو هجي ته به ان ناتي کي ٽوڙي، پميءَ کي ناراض ۽ دکي ڪرڻ انکان به وڏو گناهه ٿيندو ۽ جنهن لاءِ ڪيس ڪڏهن به معافي ملي نه سگهندي.

مگر نشو ٽٽي چڪو هو، انهن ساهن جي ڏوڪن ڪمزور بڻجي ٿي وئي.... ■ سخت ڪوشش جي باوجود به هو پميءَ کي اداس ٿيڻ ڪان بچائي نه سگهيو. هڪ ڏينهن صبح جو هو ڪاليج تي ويو جو پميءَ جي موٽر به اچي نڪتي. پمي بيحد ملول هئي، چندر هن جي آجيان ڪئي. اڄ هن پنهنجن ڪنن ۾ نيري رنگ وارا پٿر جا والا پاتا هئا، جن تان نيلو پرڪاش الڙي سندس ڳلن تي پئي پيو. چندر ڏانهس نوڙي ان نيلي پرڪاش کي چميو.

پميءَ ڪجهه ڪونه چيو، هوءَ خاموش ويٺي رهي، پوءِ چيائين "چندر، مان لکنئوءَ تي وڃان."

"ڪڏهن....اڄ؟"

"ها هينئر.. موٽر ۾!"

"ڇو؟"

"ائين ئي. هتي من نه ٿو لڳي، خير نه آهي مون تي ڪهڙو ڀاڄو پئجي ويو آهي. لکنئوءَ مان شايد مسوري هلي وڃان".

"مان توکي وڃڻ نه ڏيندس، تو مونکي اڳي ڇو نه ٻڌايو؟"

لوڪ ۾ پٽڪندي پنڪندي هاڻي ٿڪجي پيئي اهيان.... مان هينئر پنهنجي مڙس وٽ واپس وڃي رهي اهيان.....
مون کي پڪو ڀروسو آهي ته هو مون کي سڀ ڪجهه معاف ڪري ڇڏيندو.

هن وٽ ڇو وڃي رهي آهيان؟

هن وٽ انهيءَ ڪري موٽي رهي آهيان منهنجا دوست ڇاڪاڻ جو هينئر مان سوچيان ٿي ته عورت اڪيلي رهي نٿي سگهي. هن لاءِ مڙس جي خدمت ڪان سواءِ ٻيو ڪو به چارو نه آهي. عورت جيئڻ ٿي ٿورو آجي ٿيڻ جي ڪوشش ٿي ڪري ته ان اونداهي ڪنڊ ۾ وڃي ٿي ڪري جتي مان وڃي پيئي هيس. هوءَ پنهنجو جسم وڃائي به سڪون حاصل نٿي ڪري ۽ پيار تان ته ڇڻ منهنجو ڀروسو ٽٽندو ٿو وڃي. مان ائين پيئي سوچيان ته پيار دائمي نه آهي. مڙس ئي دائمي آهي. مان عيسائي آهيان. پر دنيا ۾ سپني آزمودن پرائڻ بعد مان هينئر ائين ٿي سمجهان ته هندن ۾ پريم برابر ڪونهي. پر ڌرم ۽ سماجي بنيادن جي آڌار تي شادي وهانءَ جي هنن جي ريت تمام ڀلي نموني ٻڌل آهي ۽ عورت لاءِ اها ريت بيحد لاڀائتي آهي. ان ريت ۾ عورت لاءِ ٿورا ٻنڌڻ ضرور آهن مگر ان ۾ دائميت آهي. سڪون رهندو آهي ۽ هوءَ پنهنجي گهر جي راڻي رهندي آهي. ڪاش، تون اهو سمجهي سگهين ته ڪلئي آسمان ۾ هيڏانهن هوڏانهن پٽڪڻ بعد. طوفان سان لڙڻ بعد. مان هينئر انهن ٻنڌڻ ۾ جڪڙجڻ لاءِ ڪنهن مضبوط ڏار تي اڏيل. سڪون واري ۽ نرم آشياني ۾ اجهي وٺڻ لاءِ ڪيڏي نه اتاولي ٿيندي وڃي آهيان. جنهن آشياني کي مان هيترا ڏينهن اڳي اجاڙي آئي هيس. اڄ اهو مون کي وري واپس سڏي رهيو آهي. هر عورت جي جيون ۾ اهڙي گهڙي اچي ٿي. شايد انهيءَ ڪري ئي هندو، پيار عيوض شاديءَ کي وڌيڪ اهميت ڏيندا آهن.

مان تو وٽ ڪا نه رهيس. مون چاتو ٿي ته اسان جي رشتي ۾ شروع کان ايڏي عجوبت ڀريل هئي جو اسان جو اهو رشتو هميشه لاءِ قائم رهي نه سگهندو. تنهن هوندي به جن گهڙين ۾ اسين ساڳئي طوفان ۾ ڦاسي، ملي هڪ ٿي وياسين اهي گهڙيون مون کي هميشه ياد رهنديون. تون دل ۾ نه ڪج، مان توسان اصل ناراض نه آهيان. مان ته پاڻ کي گهنگار ٿي سمجهان نه توکي. پوءِ به منهنجي صلاح مڃي سگهين ته ضرور قبول ڪج....
ڪنهن سٺي سريلي، سادي هندو ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ڇڏ. ڪنهن عقلمند ڇوڪريءَ سان. جا توکي پيار ڪرڻ جي هام هڻندي هجي، تنهن جي ڦندي ۾ نه ڦاسجان. چندر، مان عمر توڙي آزمودگي ۾ توکان وڏي آهيان. شاديءَ ۾ احساس يا ڪشش هئڻ سان اڪثر زهر ملي ويندو آهي. شادي ڪرڻ بعد، پنهنجي زال کي وٺي مهيني اڌ لاءِ مون وٽ ضرور اچجان چندر. هن کي ڏسي مان اهو سڪون حاصل ڪنديس جيڪو اسان جي سپيتا اسان اڀاڳن کان ڇني ورتو آهي.

هينئر مان سال کن لاءِ توسان نه ملنديس، مون کي اچا به تو مان ڊپ پيو لڳي. مگر انهيءَ وچ ۾ تون برنيءَ جو خيال رکجان. ڪڏهن ڪڏهن هن وٽ وڃي هن کي ڏسي اچجان. پئسي جي تنگي ته هن کي ڪڏهن ڪا نه ٿيندي. زال به هن کي اهڙي ملي آهي جنهن هن کي بلڪل نيڪ بنائي ڇڏيو آهي..... انهيءَ اڀاڳي پاءُ کان جدا ٿيندي منهنجي دل ۾ ڇا پيو وهي واپري سو تون محسوس ڪري سگهين ها، جيڪڏهن تون اهڙي پاءُ جي پيڻ هجين ها.

ٻيو خط مان توکي تڏهن لکنديس، جڏهن منهنجو پنهنجي مڙس سان ناهه ٿي ويندو. ناراض ته ڪو نه ٿيو آهين نه؟

پاميلا ڊڪروز"

چندر ٻمبيءَ کي واپس آڻڻ ڪو نه ويو. هو ويٺو بنتيءَ ڏانهن هڪ ڊگهو خط لکندو رهيو. اهو ختم ڪري لفافي ۾ وجهي روانو ڪيائين ۽ انهيءَ بعد ٿڪجي سمهي پيو. بنا ڪاڏي ڪاڻڻ جي.

●

گرميءَ، جون موڪلون شروع ٿي ويون هيون ۽ چندر اهي ڪاٽڻ لاءِ دهليءَ هليو ويو هو. گيتا به اتي آئي هئي. مگر هينئر گيتا ۽ چندر وچ ۾ خاص ڳالهائڻ ٻولهائڻ ڪو نه ٿيندو هو. هڪ ڏينهن شام جو ڊاڪٽر صاحب چندر کي چيو نه گيتا هتي بيحد موڳي ٿي رهي، وڃي هن کي ڪٿان گهمائي اچجانس. چندر راضي ٿيو. مگر ڏاڍي مشڪلات سان. پهرين ٻئي ڪوبات ڀلي ۾ پهتا. گيتا اداس ٿٽل آواز ۾ چيو. "هتي ڏاڍي ٻيهه آهي، منهنجو من ٿو گهبرائجي." چندر موٽر جو رخ ڦيرايو. شهر کان ٻاهر روهتڪ سڙڪ تي دهليءَ کان پنجويهه ميل دور چندر هڪ سرسبز جڳهه ڏسي موٽر روڪي. ڪنهن پيرجي پراڻي ٽٽل ڦٽل درگاهه هئي. قبر جي چبوتري وچ ۾ ڦوٽ وجهي ان وچمان نم جو هڪ وڻ اسري آيو هو. چبوتري جا به ٽي پٿر الڳ ٿي ڪري پيا هئا. پرسان ٻيا به به چار نم جا وڻ

هئا ۽ چبوتري مان ڪريل هڪ پٿر پرسان هڪ اجهاٽل ڏيئو پيو هو. مرجهايل گلن جون مالهائون پڻ هوا ۾ قبر تان اڏامي هيٺ اچي پيون هيون. قبر جي آسپاس نم جا سڪل پن ۽ ڦول ٽڙيا پکڙيا پيا هئا.
گيتا موٽر مان لهي چبوتري تي وڃي ويٺي. دور دور تائين مڪمل سناٽو هو. نہ ماڻهو، نہ مرون ٽي ڏٺو. صرف سنجها سمي جي هوا جي تڏن جهوٽن تي نم جا سڪل پن ڪڙ ڪڙ ڪري ٿي اڏاڻا. چندر بہ موٽر مان لهي چبوتري تي اچي ويٺو. هڪ طرف گيتا، ٻئي طرف چندر ۽ وچ ۾ دائمي خاموشي.....
ٿوري دير بعد گيتا نيٺ منهن ڦيريو ۽ چندر ڏانهن نهاريائين: چندر يڪ ٽڪ قبر ڏانهن نهاري رهيو هو. گيتا زمين تان مرجهايل گلن جي مالها کڻي چندر ڏانهن ڦٽي ڪري چيو، "چندر، تون ڇا مون کي هميشه لاءِ هن پيانڪ دوزخ ۾ رڪندين؟ ڇا مان هميشه لاءِ تنهنجي پيار جو آسرو پلي ڇڏيان؟"
"منهنجو پيار؟" چندر ڪليو. هن جو اهو ڪلڻ چوطرف ڇانيل سناٽي ڪان بہ وڌيڪ پيانڪ هو. "منهنجو پيار! ڇگو ياد ڏيارئي هينئر پيار ۾ منهنجو ذرو بہ يقين ڪونهي. يا ائين چوان تہ پيار جي انهيءَ روپ ۾ پروسو ڪو نہ اٿم."
"پوءِ؟"
"پوءِ ڇا جي؟ اڳي منهنجي من ۾ پيار جو مطلب هو تياڳ، خواهش، آدرش پر اڄ مان پروڙي چڪو آهيان تہ اهي سڀ اجايون، بيسود ڳالهيون آهن. خالي سپنا آهن."
"يعني؟"
"يعني! اڄ منهنجو يقين آهي تہ پيار جي صرف هڪ معنيٰ آهي، جسم جو ناتو! گهٽ ۾ گهٽ عورت لاءِ. عورت ڳالهيون وڏيون ڪندي.... روح، پنر جنم، ٻئي جهان ۾ ملڻ. مگر هن لاءِ انهن سڀني جي پورائي صرف جسم ۾ ٿي آهي. هوءَ پنهنجي جسم جون سڀ منزلون طئي ڪري آخر ۾ مرد کي هڪ ٿي شئي ڏيندي.....
پنهنجو جسم! منهنجو تہ اهو ئي اعتقاد آهي تہ مون کي فقط اها عورت ئي پيار ٿي ڪري جا مون کي پنهنجو جسم ارپي سگهي ٿي. هينئر ان ڪانسواءِ مون لاءِ پيار جي ٻئي ڪنهن بہ روپ کي وجود ڪونهي، معنيٰ ڪانهي."
چندر جي اکين ۾ ڇڻ ڪا شئي پيڪي رهي هئي. گيتا اٿي ۽ چندر جي پاسي ۾ اچي ويٺي. "چندر، مون کي اصل اميد ڪا نہ هئي تہ هڪ ڏينهن تون بہ اهڙو بڻجي ويندين. ڪاش، تون سمجهي سگهين...." گيتا جي آواز ۾ بيحد درد ڀريل هو.
"تہ پيار آهي!" چندر وري ٺهڪ ڏيئي ڪلڻ لڳو. هن گيتا ڏانهن منهن ورائي چيو، "۽ مان جيڪڏهن توکان ان پيار ۽ محبت جو ثبوت گهران تہ...." چندر هينئر پنهنجا ڏند پئي ڪرٽيا. "جيڪڏهن مان توکان تنهنجو جسم گهران تہ....؟"
"چندر!" گيتا رڙ ڪري پنتي هٽي ويئي. چندر اٿيو ۽ پاڳلن جيان اڳتي وڌي گيتا کي ڪٺي پڪڙيائين.
"هتي ڪير ڪونهي، سواءِ هن خاموش قبر جي. تون ڇا ٿي ڪري سگهين گيتا؟ منهنجي اندر ۾ ڪيترن ڏينهن کان باهہ جلندي رهي آهي. اڄ مان توکي برباد ڪري ڇڏيان تہ منهنجي من جي اها باهہ، اها پريشاني، اها پياس ٻجهي ويندي ٻڌاءِ...." چندر جي اکين مان سچ پچ باهہ جون لاٽون پئي نڪتيون.
گيتا پل پر لاءِ سهميل خشڪ نگاهن سان چندر ڏانهن نهاريندي رهي. پوءِ چيائين، "چندر، مان ڪنهن ٻئي مرد جي زال آهيان. هي جنم هن جو آهي. هيءَ سينڌ ۾ ڀريل سنڌور هن جو آهي. هن جسم جو سينگار هن جو آهي. تون منهنجو گلو دٻائي مون کي ماري وجهہ. مون توکي ڏاڍي تڪليف پهچائي آهي. مگر...."
"مگر...." چندر وري ٺهڪ ڏنو ۽ گيتا کي ڇڏي ڏنائين. "مان توکي پيار ڪريان ٿي، مگر هي جنم هن جو آهي، هي جسم هن جو آهي. ها.... ها.... ڪهڙا نہ عجيب نخرا آهن دوکيبازيءَ جا. وچ گيتا مان تہ توسان مذاق ڪري رهيو هوس. تنهنجي هن لبيلي جسم ۾ رکيو ئي ڇا آهي؟"
گيتا ڀري هٽي بيهي رهي. هن جي اکين مان الا وسڻ لڳا. "چندر! اڄ تون حيوان بڻجي ويو آهين. مون کي اڄ ڪيڏو نہ شرم ٿو اچي! اهو سڀ منهنجو ئي قصور آهي. انهيءَ جو ڏنڊ مان پاڻ کي ئي ڏينديس. مان مري وينديس. مگر توکي انسان بڻجڻو پوندو چندر!" ۽ گيتا پنهنجو مٿو چبوتري مان الڳ ٿيل پٿرن مٿان ڪٺي ڦٽو ڪ.و ....
.... چندر جي اک کلي ويئي. هو ٿوري دير پنهنجي سپني تي ويچار ڪندو رهيو. پوءِ اٿي ڪڙو ٿيو.
هن جي من جي عجيب حالت هئي. شڪست جو احساس، خفو، بيزاري سڀ اچي ڪنا ٿيا هئا. هن کي اوچتو خيال آيو تہ ڪنهن نموني پنهنجي من کي وچي وندرايان ۽ ائين پاڻ وساريان.... ڪيترن ڏينهن کان هو سينيا تي ڪو نہ ويو هو. ڪنهن ٿيٽر ۾ برنارڊشا جي "سيزر ائنڊ ڪليوپيٽرا" پئي هلي. هن سوچيو. پميءَ جي دوستيءَ جي ابتدا بہ سينيا سان ئي شروع ٿي هئي. اڄ ان دوستيءَ جو انت بہ سينيا ڏسڻ سان ئي ملهائيندس. هن اٿي ڪپڙا بدلايا.

مئٺنيءَ جو وقت ڇار بجي هو ۽ وقت پرجي آيو هو. ڪپڙا بدلائي هو وار سنوارڻ لاءِ آرسيءَ جي سامهون وڃي بيٺو تہ هن ائين محسوس ڪرڻ لڳو تہ آرسيءَ وارو عڪس ڪانئس ڪجهہ نرالو آهي. هن وري بيحد غور سان ڏٺو......عڪس راز ڀريئي نموني ڏانهنس مشڪي رهيو هو. ان اوچتو چيو. "ڇا ٿو ڏسين؟ آرسيءَ ۾ پنهنجو مکڙو ڇو پيو پسين؟ هڪ ڇوڪريءَ کان شڪست کاڌءِ تہ ٻيءَ کان سپني ۾ بدلو پيو چڪائين! ڇا توکي پنهنجي مکڙي تي اهو ڪارنهن جو ٽڪو نظر نٿو اچي؟ پاپي! "

کمري جي ديوارن مان بہ ڄڻ پڙاڏو اٿڻ لڳو... پاپي!

ديوارن تي ٽنگيل تصويرن بہ ڄڻ يڪ آواز ٿي پڪاريو... پاپي!

چندر تڙپي اٿيو. پاڳل ٿي ويو. ڪنڌ هوا ۾ اڇلائي چيائين. "ڪير آهي پاپي! مان پاپي آهيان؟ سراسر غلط. تو مون کي سمجهيو ئي ڪونهي. مان هميشہ معصوم آهيان مون کي ڪير بہ نٿو سمجهي. ڪير بہ نٿو ڄاڻي!"

"ڪير بہ نٿو ڄاڻي. ها... ها؟" عڪس کلڻ لڳو. "مان تنهنجي نس نس ٿو ڄاڻان سڃاڻان. تون اهو ئي آهين نہ جنهن اڄ کان ڏيڍ سال اڳ سپنا پٽي ڏنا. گيتا جي هٿن مان امرت پيئڻ جا. دنيا کي نئون پيغام ڏيئي پيغمبر بڻجڻ جا... نئون پيغام! خوب نئون پيغام ڏنئہ مسيحا! پمي... بنتي... گيتا... ۽ چار ٻيون بہ معصوم ڇوڪريون ڪٺيون ڪري وٺ نہ پنهنجي ڇوڏاري! جسماني بکيا!"

"مون ڪنهن کي بہ سڏ ڪو نہ ڪيو هو پاڻ وٺ اچڻ لاءِ جيڪي بہ منهنجي زندگيءَ ۾ آيون. پنهنجو پاڻ آيون. جيڪي هليون ويون تن کي مون روڪيو ڪو نہ. منهنجي من ۾ ذري بہ حوس جي پياس ڪا نہ هئي. ذرو بہ لوڀ ڪو نہ هو. ڇا مان ڇاهيان ها تہ گيتا کي هڪ اشاري سان پنهنجي ٻانهن ۾ جڪڙي نٿي سگهيس!"

"شاباس! ۽ جڏهن هن کي ٻانهن ۾ جڪڙي نہ سگهئين تہ هن کان بہ جيءَ ڀري بدلي چڪائڻ لاءِ تيار ٿي وئين. هوءَ مري رهي آهي ۽ تون هن جي زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ کان باز نٿو اچين. اڄ تہ هن کي اڪيلائي ۾ برباد ڪرڻ جا سپنا ڏسي، پنهنجو دين دنيا تاري ڇڏيئي؟ تنهنجي روح ڪيڏي نہ همت ڪئي آهي! هيڏانهن اڄ تہ تنهنجا پير ڇمان."

"بس، چپ رهہ. مان پاڳل بڻجي ويندس."

"ڇا هينئر ئي تون گهٽ پاڳل آهين. مجرم حيوان! تون تہ برٽيءَ کان بہ ويل آهين. برٽي پاڳل هو پر پاڳل ڪتي جيان ڇڪ ڪو نہ ٿي پاتائين. تو کي تہ ڇڪ پائڻ بہ اچي ٿو ۽ مٿان وري پنهنجي ان پيانڪ پاڳلپڻي کي تياڳ ۽ سچائي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين. دوکيباز!"

"بس ڪر. تون سڀ حدون اورانگهي رهيو آهين!" چندر مٺيون پڪوڙي چيو.

"غصو ڇو ٿو ڪرين منهنجا دوست! هيڏو سچاڻ ٿي ڪري پنهنجي تقدير تي پاڻ ناراض ٿي رهيو آهين. اڄ تہ تو کي آهستي آهستي سمجهايان. بدنصيب! تون ڇوين ٿو تہ تون گنهگار نہ آهين. پر اي گمراهہ ٿيل ديوتا! گناهہ اهو ئي آهي جو تون پاڻ کان مٿي ڇڙهي نہ سگهيو آهين. تنهنجي لاءِ پنهنجو سکٽو ساهہ بہ ٻيءَ دل جي طوفان کان وڌيڪ مرتبي وارو آهي. تو ڏسي وائسي گيتا کي جيئري ئي ٻرندڙ ڀٺيءَ ۾ ڪٽي اڇلايو. پميءَ جي پريشان من کي سڃاڻندي بہ تون هن جي روپ کي لٽڻ کان ڪين هٽڪئين. بنتيءَ لاءِ دل ۾ پيار نہ هوندي بہ تو هن کي پنهنجي نزديڪ آندو ۽ وري سيني جيان هن جي پڻ ٻي عزتي ڪيئي. انهيءَ سڀ ڪندي بہ تون ڇوين ٿو تہ گنهگار نہ آهين. برٽي پاڳل آهي. پر گنهگار ڪونهي..."

"ترس. ائين مون کي گاريون نہ ڏيندو وڃ. مون کي سمجهاءِ تہ منهنجي جيون راهہ تي مون کان ڪٿي غلطي ٿي آهي. گارين ڏيڻ مان منهنجو ازالوو ڪو نہ ٿي ويندو."

"ڇڱو. سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. ڏس چندر! مان ائين ڪو نہ ٿو ڇوان تہ تون ايماندار نہ آهين. تون طاقتور نہ آهين. مگر تون پاڻ ۾ ئي سمايل ٿو رهين. گناهن ۾ قاتل آهين. تنهنجي خوديءَ جي ڪاصد ڪونهي. تو ۾ جيڪي گهٽتايون. ڪمزوريون هيون تن کي ئي تو پنهنجي طاقت. شڪتي مڃڻ جي ڪوشش ڪئي. جيون جي ڪا بہ فيلسوفي لاياٽتي ٿي نٿي سگهي جيڪڏهن ان ۾ دنيوي حقيقت ۽ ازلي سچ هڪ ٻئي سان اس ڇانو وانگر مليل نہ آهن. قبول ڪجي تہ تو گيتا سان اوڇائيءَ جو ناتو نڀايو. مگر جڏهن تنهنجي دل کي، تنهنجي شخصيت کي ٿوري ئي ٺوڪر لڳي تہ تون گمراهہ بڻجي وئين. تو گيتا جي پيار ۽ محبت جو خون ڪري ڇڏيو. تو بنتيءَ جي خلوص ۽ فرض جي بيعزتي ڪئي. تو پميءَ جي معصوميت کي برباد ڪيو... ڇا تون انهيءَ ۾ ئي پنهنجي ساڌنا ٿو سمجهين؟ تون ٿورو ويچار ڪري ڏس تہ هڪ سال اڳي تون ڪٿي بيٺو آهين."

چندر ڏاڍي غم گاڏڙ نگاهن سان پنهنجي عڪس ڏانهن نهاريو ۽ چيائين. ”مان ڄاڻان ٿو تہ مان گمراهہ آهيان. مگر مان بي ايمان نہ آهيان. تون مون کي هيئن ڏکارين ڇو ٿو؟ تون مون کي رستو ڇو نٿو ڏيکارين تہ هڪ دفعو ان کي بہ آزمائي ڏسان...“

”راهہ ٻڌايانءِ! جيڪا راهہ هڪ دفعو تو پنهنجي لاءِ بنائي هئي تنهن تي ثابت قدم ڇو نہ رهئين؟ ڇا تون هميشہ جدا جدا راهن کي ٿي آزمائڻ ٿو چاهين؟ ڏس چندر. ٿورو ڌيان سان ٻڌ. تو کي هڪ ڏينهن ڪنهن شخص چيو هو. شايد برنٽيءَ ٿي چيو هوءَ تہ انسان اوستائين اوچو ٿو رهي جيستائين هو مقابلو ڪندو ٿو رهي. خبر نہ آهي. هن جي من اندر ڪهڙي جوالا آهي جا هن کي هميشهہ هڪ پٺيان ٻئي جبي کي ڏوڙڻ لاءِ. ان جي تباهہ ڪرڻ لاءِ اڳتي ڌڪيندي ٿي رهي. هو هر پهاڙي چپ کي پنهنجي راهہ تان هٽائي پري اڇليندو ٿو رهي. تو بہ ڪنهن زماني ۾ اها ئي جيون راهہ. زندگيءَ جي اها ئي فيلسوفي چوندي هئي. اها چونڊ ڏسي وائسي ڪئي هيئي يا غلطيءَ وچان ڪئي هيئي سا توکي خبر. ان وقت تنهنجي روح ۾ طاقت هئي. زوردار طوفان هو. مگر ان طاقت. ان طوفان اڳيان ڪا منزل. ڪو مقصد ڪو نہ هو. تنهنجي زندگيءَ ۾ لهرون گهڻيئي آيون پر انهن ۾ گهرائي ڪا نہ آئي ۽ ياد رک چندر! سچ ان کي ئي حاصل ٿيندو آهي. جنهن جو روح سانتيڪو آهي. جنهن جي آتما ۾ گهرائي هوندي آهي. عميق واري. جا صرف ساگر جي سطحي موج جيان طوفاني آهي جا چند منٽن لاءِ اٿي ٿي. ان جي هلچل ۾ گرجنا ڀلي ڪيتري بہ هجي مگر سچ جي شانتي. سچ جو امرت ڀريو آواز ان ۾ نہ هوندو آهي!

”مگر اها گهرائي مون کي ڇو نہ ملي؟“

”گهبرائج نہ... اهو بہ ٻڌايانءِ ٿو. تون بيحد بيصبر آهين. چنچل آهين. تو ۾ سگهہ برابر هئي. پر صبر برداشت اصل ڪا نہ هئي. تون اونهو عميق نہ ٿيڻ جي سگهاري سطحي لهر ٿيڻ جي وئين ۽ لهر ٿيڻ جي. ساحل ڏانهن ڏوڪي ان کي ٽوڙڻ لاءِ وياڪل ٿي اٿئين. تو ۾ ٺهر ڪو نہ هو. سچائي ڪا نہ هئي. خبر اٿيئي ڇو؟ تو کي جنهن بہ راهہ تي ٿوري تڪليف آڏو آئي. جنهن بہ واٽ تي تنهنجي ٿوري مخالفت ٿي. ان راهہ تان تو پنهنجا قدم هٽائي ورتا. ان راهہ تان تون ڀڄي پنتي موٽئين. تون هميشهہ منهن موڙيندو رهيو آهين. پهرين تو سماج کان منهن موڙي اڪيلي شخصيت کي سچائيءَ جو مرڪز ٺهرايو. پوءِ تو ان شخصيت کان بہ منهن موڙي ڇڏيو. پنهنجن ئي ويچارن ۽ پورن ۾ اندر ئي اندر گم رهئين. ايتري قدر جو ڪرم کان بہ منهن موڙي ڇڏيئي. پنهنجي جيون راهہ ۾ نہ انسانيت جي پيار جو ٻوٽو لڳائي سگهئين. نہ گيتا جي پيار جي مکڙيءَ کي گل ٿيڻ ڏنئي. گيتا. پمي. بنتي... سيني کي تون هڪ رانديڪو سمجهي هنن سان بنا مقصد کيڏندو رهئين. ڪاش! تون سماج لاءِ ڪجهہ ڪرين ها. گيتا لاءِ ئي ڪرين ها. مگر تون ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهئين ۽ طوفاني لهرن تو کي جيڏانهن بہ ڌڪيو تون اوڏانهن گهلجي وئين. قبول ڪجي تہ سماج پنهنجي اڳيان اڄ جيڪا جيون فيلسوفي رکي آهي تنهن ۾ عيب آهن. نقص آهن. مگر تون ناراضپي وچان ئي ان کي قبول ڪري سماج لاءِ ڪجهہ ڪرين ها. مڃجي تہ گيتا جي پيار سبب تنهنجي دل کي قدر آزاري. مگر ان جي عظمت جي بنياد تي ئي تون ڪا نئين شئي خلقين ها. تو اهو ڪجهہ ڪو نہ ڪيو ۽ صرف زندگيءَ جي هر راهہ تي ڪرم کان منهن موڙي پنهنجي جيون کي بيڪاريءَ جي زنجير ٻڌائي ڇڏيو. اي ڪم نصيب دوست! تو هميشهہ زندگيءَ کان منهن پٺي موڙيو آهي. انهيءَ کي قبول ڪرين ها. حقيقت کي قبولين ها. زندگيءَ جو مان ڪرين ها. ۽ جيڪي هو ان جي آڌار تي پنهنجي من کي. پنهنجي دل جي پيار کي. پنهنجي جيون کي ڪنهن سطح تي آڻين ها. اڳتي وڌين ها. مگر تو تہ پنهنجي من جي ڪشادي گنگا کي تنگ حدن ۾ بند ڪري ڇڏيو. ان کي هڪ ننڍڙو دٻو ٺهرائي ڇڏيئي. جنهن ۾ بيٺل پاڻي ڏپ ڪري اٿيو. جنهن ۾ گيتا جي پيار جي سپ. جيڪا سچ ۽ لاپ جو موتي ٿيڻ جي سگهي ٿي سا بارش جي مني بوند نہ پائي مري ويئي. تنهنجي من جي بيٺل پاڻيءَ جي ان دٻي ۾ حوس ۽ ڪيني جا ڪيڙا پلجڻ لڳا ۽ تون سڄو وقت ان ڀرم ۾ رهئين تہ تون امرت ڪٺو ڪري رهيو آهين. مقبر آهين اي امرت پُٽر!“

”بس... بس! مان تنهنجي اها چٽر بازي وڌيڪ سهي نٿو سگهان. تون اهو تہ ڪو نہ ٿو ٻڌائين تہ مون کي ڇا ڪرڻ گهربو هو.“

”ڪهڙي نہ مجبوريءَ. لاچاريءَ جو اظهار آهي. اي ناڪامياب پيغمبر! سچائي حقيقت کي ئي قبول ڪري اڳتي وڌندي آهي ۽ نہ انهيءَ کان منهن موڙڻ سان. اسان ۾ خدا کي نيتي نيتي سڏيو اٿن. هي بہ نہ آهي. هي بہ نہ آهي. ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ خدا جو روپ منفي (Negative) آهي. اٿين سوچڻ سراسر غلط آهي. نيتي ۾ ”ني“ سچي لفظ جو صرف هڪ جزو آهي. ”اتي“ ۾ ٻہ پد آهن. هڪ جزو منفي (Negative) تہ ان جي مقابلي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ جزا مثبت (Positive) آهن. تو بہ ان ساڳي نموني خواهش ۽ حقيقت جو ميلاپ ڇو نہ ڪيو.“

”مان اهو سڀ سمجهي نٿو سگهان... اها فيلسوفي منهنجي سمجهہ ۾ نٿي اچي.“

"گھبراءِ نہ. ان کي هيئن سمجھڻ جي ڪوشش ڪر. ڪيلاش عورت جي شخصيت کي، وجود کي برابر نہ پروڙيو. گيتا جي معصوميت جي برابر بي عزتي ڪئي. مگر هن سماج لاءِ تہ ڪجهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اجا بہ ڪندو ٿو رهي. گيسوءَ شادي ڪرڻ کان برابر انڪار ڪيو مگر اختر لاءِ پنهنجي پريم کي ڪانيارو ڪو نہ ڪيائين. ان پيار دوران هن پنهنجو پاڻ قربان ڪيو. پنهنجي شخصيت کي قربان ڪيو. گيسو هڪ ڇوڪري هوندي بہ تو کي شڪست ڏيئي ويئي."

"مگر مان ڪيڏو نہ ٿڪجي پيو هوس. ذرا اهو تہ سوچ. من جي ڪيڏين نہ لاهين چاڙهين تان. موت کان بہ وڌيڪ خوفناڪ جن مرحلن تان، مان گذريو آهيان. انهن تان هلندي پيو ڪير بہ جيڪر هن کان اڳي ختم ٿي وڃي ها. مان گهٽ ۾ گهٽ زنده تہ رهيو آهيان."

"واهہ واهہ! بيشڪ زنده آهين!"

"تڏهن ڇا ڪريان؟ ڇا هي رستو بہ ڇڏي ڏيان؟ شخصيت کي بہ ٽوڙي ڇڏيان؟"

"وري اهيئي منهن موڙڻ جون ڳالهيون! ڇي ڇي! ڏس. اڳتي ڇڪڻ لاءِ تہ ڍڳا بہ گاڏيءَ کي ڇڪي اڳتي وٺي هلندا آهن. مگر سوين ميل لتاڙڻ بعد بہ اهي ساڳيا گاڏي ڇڪڻ وارا ڍڳا ئي رهندا آهن. ڇا تون هميشہ انهن جيان صرف گاڏي ڇڪيندڙ ڍڳو رهڻ ٿو چاهين. نہ چندر! انسان تہ زندگيءَ جو سفر ڪندو اڳتي وڌندو آهي. راهہ جون ٺوڪرون کائيندو، مصيبتون سهندو، پختو ٿيندو ويندو آهي. پنهنجي روهہ ۾ سڌارو آڻيندو هلندو آهي. ڇا تو ۾ اها پختائي اچي ويئي آهي؟ نہ. مون کي خبر آهي تہ تون هينئر مون کان. پنهنجي اندر جي ان آواز کان بہ منهن موڙڻ ٿو چاهين. تون مون کي بہ مهڻي ها ڪرڻ ٿو چاهين. پاڻ کي نڳڻ تہ هينئر تنهنجو پيشو ٿي ويو آهي. تون کهڙو نہ خطرناڪ آهين. تون هينئر منهنجي بہ بي عزتي ڪرڻ ٿو چاهين...." ۽ سامهون آرسيءَ وارو عڪس اهي لفظ چوندي چوندي هوريان هوريان صفا گم ٿي ويو.

چندر چپ چاپ آرسيءَ سامهون بيٺو رهيو. ان ڏينهن هو سئنيما ڏسڻ ڪو نہ ويو.

●

چندر اوچتو بلڪل ماٺ ٿي ويو. هڪ اهڙي ٻالي ڀولي ٻالڪ جيان. جنهن ڏوهہ تہ خاص ڪو نہ ڪيو هو پر ان مان نقصان ڏاڍو وڏو ٿي ويو هو جنهن لاءِ کيس تمام سخت تنبيهہ ڪئي ويئي هئي. پنهنجي گناهہ جي احساس ٿيڻ بعد هن کان ڳالهائڻ بہ نٿي اڪليو. هن سمورو ڏک پاڻ تي وسائڻ ٿي چاهيو. اتي اهڙو تہ سناٽو هو جو نہ ڪنهن کي اچڻ لاءِ نيند ٿي ڏنائين. نہ وري ڪنهن کي وڃڻ کان روڪي ٿي سگهيو. هو هڪ اهڙي ميدان مثل هو جنهن تان راهن ۽ پيچرن جا سڀ نشان. سنڌا مٽجي چڪا هئا. آن تاريءَ مثل هو جنهن تان سڀ گل ڇڻي چڪا هئا. جنهن تي اڏيل سڀ آشيانا اجڙي ويا هئا. هن جي من ۾ اٿاهہ غم. درد ڀريل هو. ايترو گهٽو جو ڪير هن جي زخمن کي هلڪو ئي ڇهي مس تہ اکين مان لڙڪن جي ڌارا وهي نڪري. هن چاهيو ٿي تہ سڀني کان معافي گهري وٺان. ٻنتيءَ کان، ڀميءَ کان، گيتا کان ۽ پوءِ انهن جي دنيا کان بلڪل دور هليو وڃان. هن سڀني کي ڪيڏو نہ ڏک پهچايو هو!

انهيءَ ذهني اڻ تڻ ۾ هو جو هڪ ڏينهن ڪيس گيسوءَ وٽان ڪوٺ آئي. هوُ اتي ويو. گيسوءَ جي امي تہ سندس سامهون آئي مگر گيسوءَ پردي پٺيان ئي ساڻس ڳالهايو. گيسوءَ هن کي ٻڌايو تہ گيتا جو خط آيو آهي. لکيو اٿس تہ پاڻ جلدي ايندي، گيسوءَ سان ملڻ لاءِ. گيسوءَ کي اهو ٻڌي نهايت تعجب لڳو تہ گيتا چندر کي ڪو بہ احوال ڪو نہ ڏنو هو.

●

چندر گهر واپس پهتو تہ ڪيلاش جو خط مليس...

پيارا چندر.

ڪيترن ڏينهن کان تنهنجو خط ڪو نہ آيو آهي. نہ مون وٽ، نہ هن وٽ! ڇا تون اسان ٻنهي سان ناراض ٿي ويو آهين؟ چڱو. تو کي هڪ خوشخبري ٿو سڻايان. مان هڪ ثقافتي سان شايد آسٽريليا وڃان. ڊاڪٽر صاحب ئي ڪوشش ڪئي آهي. اڌ خرچ سرڪار ڪندي. اڌ مان ڀريندس.

تو کي تہ هتي اچڻ جي فرصت ئي ڪا نہ ملندي. سو مان ئي هن کي وٺي ٻن ڏينهن لاءِ اتي ايندس. اتي هن جي ڪا مسلمان سهيلي آهي جنهن سان هوءَ ملڻ چاهي ٿي. اسان جي خاطر داري ڪرڻ لاءِ [illegible]ست ڪجان. ٻارهين مئي تي صبح واري گاڏيءَ ۾ اتي پهچنداسين.

تنهنجو ڪيلاش

گيتا جي اچڻ کان اڳي چندر گهر ۾ چوڌاري نظر ڊوڙائي... ڊرائينگ روم ۽ باغ جي وچ واري سبز ٻاري کان سواءِ ٻيو سڄو گهر اهڙو ته گندو ٿيو پيو هو جو گيسوءَ سچ ٿي چيو ته گهر ۾ ڄڻ ڀوت رهيا پيا آهن. مرد پلي کهڙو به صفائي جو شوقين ۽ صفائي پسند هجي پر عورت جي هٿ ۾ اهڙو ڪو جادو آهي جو گهر کي ڇهڻ سان ئي ان کي چمڪائي ڇڏيندي آهي. استريءَ بنان گهر هلي نه سگهندو آهي. گيتا ۽ بنتي ڪو نه هيون ته ٿن مهينن اندر بنگلي جو روپ ئي ڦري ويو هو.

هن سڄو بنگلو صفا ڪرايو. گيتا ۽ ڪيلاش جيتوڻيڪ فقط ٻن ڏينهن لاءِ ٿي آيا پر هن بنگلي جي صفائي ائين ڪرائي ڄڻ گهر ۾ وري ڪو نئون جشن ٿيڻو هو. گيتا جو ڪمرو هن ڏاڍي سٺي نموني سينگاريو. مٿي ڪڏ تي به پلنگ وڇارائي ڇڏيائين. مگر اهو سڀ ڪم هو بنا ڪنهن به خاص احساس جي ڪندو رهيو. ائين جيئن هو ٽيل جو مئنيجر ٻاهران ايندڙ مسافرن لاءِ بندوبست ڪري.

چوماسي جي ڏينهن ۾ توهان جيڪڏهن غور سان جاچيو هوندو ته بارش شروع ٿيڻ کان اڳي ئي هوا ۾ هڪ ٿڌاڻ اچي ويندي آهي. پن ساوا ٿي ويندا آهن. دل ۾ هڪ قسم جو امنگ پرجي ويندو آهي. آسمان جو رنگ ئي بدلائيندو آهي ته بادل آيا ڪي آيا. بوند وسي ڪي وسي. بادل جڏهن ويجهو اچي پهچندا آهن. تڏهن به بوند ڪرڻ کان اڳي ئي دوريءَ تي وسندڙ بوند جو آواز فضا ۾ ڦهلجي ويندو آهي.

جيئن جيئن گيتا جي اچڻ جو ڏينهن ويجهو پوڻ لڳو تيئن چندر جي دل اندر هوائون پاسا ڦيرائڻ لڳيون هيون. هن جي دل اداس ۽ سنسان... انتظاريءَ وچان بيچين ٿي اٿي. چندر پاڻ کي به سمجهي نٿي سگهيو. سندس رڳن ۾ هڪ عجيب گهبراهٽ چوليون هڻڻ شروع ڪيون هيون. مگر هن ان گهبراهٽ جو انت لهڻ نٿي چاهيو. هو اڄ ڪلهه نڄاڻان ڇو. اندر ئي اندر ڊنو پئي.

امتحان ختم ٿيڻ تي اچي ٻيا هئا. هن جي پريشاني ۽ گهبراهٽ جڏهن تمام گهٽي وڌي ويندي هئي ته هو ڪاپيون جاچڻ شروع ڪندو هو. ممتحن جي گهر ۾ جڏهن گهرو گهيهه چالو هجي. اندر ۾ ڪشمڪش هجي. دماغ ۾ خفخان هجن. اهڙي وقت هنن لاءِ ڪاپين جاچڻ کان بهتر ٻي مشغولي ملڻ ناممڪن آهي. پنهنجي جيون ۾ ناڪامياب ٿيڻ جو خفو ۽ تيسو شاگردن کي ناپاس ڪرڻ سان دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هنن کي انهيءَ کان بهتر حل ٻيو ڪو نه ملندو آهي. چندر به جڏهن بيحد دکي ٿي اٿندو هو ته ڪاپيون جاچڻ ويهي رهندو هو.

جنهن ڏينهن صبح جو گيتا اچڻي هئي. تنهن کان اڳين رات ئي چندر جو من بنهه ضابطي کان نڪري ويو. ائين ٿي لڳو ته هن سوچڻ ويچارڻ ئي ڇڏي ڏنو هو. ان ڏينهن چندر هڪ پل لاءِ به اڪيلو رهڻ نٿي چاهيو. هن انبوهه ۾. ڀيڙ ۾ سمائجي وڃڻ ٿي چاهيو. صبح جو هو گنگا تي وهنجڻ ويو. منجهند جو ڪاليج مان موٽي هو پنهنجي هڪ دوست وٽ هليو ويو. اتان موٽي وهنجي ڪري هو وري هڪ ڪتابن جي دڪان تي هليو ويو ۽ شام تائين اتي ڪتاب اٿلائيندو پٿلائيندو رهيو. اتي هن بسريا جو شاعريءَ جو مجموعو پڻ ڏٺو جنهن جو نالو هن "بنتيءَ" مان ڦيرائي "بغاوت" رکيو هو ۽ بهترين ترقي پسند شاعر بڻجي ويو هو. چندر اهو شاعريءَ جو ڳٽڪو خريد ڪيو.

گيتا جي اچڻ ۾ باقي ٻارهن ڪلاڪ پيا هئا. چندر جي طبيعت بيحد گهبرائجڻ لڳي. هو بسريا جي شاعريءَ جو ڪتاب کڻي ان جي پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويو. انهن سڙيل باسي گيتن ۾ ئي هو پاڻ کي وسارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ آخر هن پاڻ کي اهڙو ته ٿڪائي ڇڏيو جو هو گهنٽيءَ وارو ڪانٽو ٽن بجن تي ناهي، سمهي پيو. گيتا جي گاڏي ساڍي ڇٽين بجي اچڻي هئي.

هو جڏهن وري سجاڳ ٿيو ته رات راڻي پنهنجا مخملي پر پساري ننڊ ۾ غافل دنيا تي سڪون جي دعا وسائي رهي هئي. سريلي هوا جي هلڪن جهوٽن تي معصوميت ڇانيل هئي. پراچين آرين پرڀات ۾ جيڪو راز پاتو هو اهو اڄ هوريان هوريان چندر جي اکين سامهون کلڻ لڳو. هن ائين محسوس ڪيو ته سندس شخصيت جو هي نئون صبح آهي. پرڀاتي سانتيڪي سنگيت شبنم جيان هن جي پلڪن تي ٿرٿر رائڻ لڳو.

افق تي هڪ تمام وڏو ستارو پئي چمڪيو. چندر ائين محسوس ڪيو ته منهنجي پيار جو ستارو اهو ئي آهي. جو هيترا ڏينهن نه ڄاڻ کهڙي پاتال ۾ وڃي غرق ٿيو هو پر اڄ ان وري عرش تي چمڪڻ شروع ڪيو آهي. هن هڪ بي خبر ڀالي ڀولي ٻالڪ جيان ان ستاري کي هٿ جوڙي چيو. "منهنجي سون جهڙي گيتا راڻيءَ جا پيارا! تون هيترا ڏينهن ڪٿي گم ٿي ويو هئين؟ تون منهنجي اکين اڳيان هئين وئين ته مان نه ڄاڻ ڪيترن طوفانن ۾ اڙجي ويس. گهلجي ويس. منهنجي آتما ۾ گيتا جي پيار جو ئي گرويٺو ته هو. پر مان اهو گرويٺو وڃائي ويٺس. ان بعد منهنجي روح خزان جي سڪل پيلي پن جيان طوفان ۾ اڏامندي. ڪچري جي الائي ڪهڙي ڍير ۾ وڃي ڦاٿي. تون منهنجي گيتا جو پيار آهين نه! مون تو کي گيتا جي معصوم اکين ۾ چمڪندو ڏٺو آهي. ويدمنترن

مثل معصوم اهڙڪي پريات ۾ تون منهنجي پاپي من کي امرت سان ڌوئي اجري ڪرڻ لاءِ موٽي آيو آهين. مان تو کي وچن ٿو ڏيان ته اڄ پنهنجي جيون جي سڀني گناهن کي گيتا جي پيرن ۾ ڌري هن کان معافي گهرندس. منهنجي ساهن جي تند گيتا! مون کي معاف ڪندينءَ نه؟" ۽ هڪ عجيب احساس ويڳاڻپ ۽ سڪون ۽ آنند وچان هن جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. هن کي ياد آيو ته هڪ ڏينهن گيتا سندس هٿن جي ترين کي پنهنجي چپن سان لڳائي چيو هو.... وچ. اڄ تون ڀمڀءَ جي ڇهاءَ کان معصوم ٿي وئين. ڪاش. اڄ به گيتا هتي هجي ۽ پنهنجي مصري لبن سان منهنجي روح کي چمي چوي... چندر. هيلتائين زندگيءَ جي طوفانن تنهنجي روح کي بيمار. ناپاڪ بنائي ڇڏيو هو. پر اڄ کان تون وري ساڳيو اڳيون چندر آهين. پنهنجي گيتا جو چندر! هرڻيءَ مثل معصوم. ڀالي ڀولي گيتا جو معصوم چندر!

●

چندر جڏهن تيار ٿي اسٽيشن تي پهتو ته هو ڄڻ ڪنهن ڌوهه جي اثر هيٺ هو. هن تي ڄڻ ڪو جادو پڙهيو ويو هو يا ٽوڻو ٽيڻو ڪيو ويو هو. اهو جادو هو گيتا جي پيار جي وري نئين سر سجاڳ ٿيڻ جو.

گاڏي ڪلاڪ کن دير سان اچڻي هئي. چندر لاءِ هڪ پل ڪاٽڻ مشڪل ٿي پيو هو. نيٺ سگنل هيٺ لٿو. ڪولين ۾ هلچل متي. چندر ريل پٽي ڏانهن جهڪي نهارڻ لڳو؛ صبح ٿي چڪو هو ۽ انجڻ دور کان هڪ ڪاري داغ جيان پئي ڏٺي. هوريان هوريان اهو داغ وڌندو وڏو ٿيندو ويو ۽ ان جي پنيان ٽرين سائي رنگ جي پيچ جيان لڏندي لمندي پئي آئي. چندر کي گهڙيءَ لاءِ اهو خيال آيو ته هو پاڳلن جيان ڊوڙي ان گاڏيءَ کي وڃي پهچي. هڪ بي پروسي جي دل ۾ جڏهن وري اوچتو پروسو پيدا ٿيندو آهي ته هو صفا ديوانو بڻجي ويندو آهي. چندر ائين محسوس ڪرڻ لڳو ته ٽرين جا سڀ گاڏا خالي آهن. صرف هڪ ڊبي ۾ گيتا ويٺي آهي. بلڪل اڪيلي. جا ايندي ئي مون کي پنهنجي پيار ڀريل نگاهن ۾ سمائي ڇڏيندي.

●

پليٽفارم تي گاڏيءَ جي پهچندي ئي هلچل وڌي ويئي. فضا. ڪولين جي ڊڪ ڊوڙ. مسافرن جي اتاوليءَ ۽ سامان لاهڻ چاڙهڻ جي شور سان ڀرجي ويئي. چندر پاڳلن جيان ان پيڙ کي چيريندو گاڏن ۾ نهارڻ لڳو. ٽرين جا سڀ گاڏا ڏسي آيو. گيتا ڪٿي ڪا نه هئي. هن جو گلو ڄڻ سڏڪن سان گهٽجڻ لڳو. ڇا هو ڪو نه آيا؟ قسمت مون سان ڪيڏي نه ٺٺولي ڪري رهي آهي! اڄ جڏهن هو پاڻ ڪنهن جي پيرن ۾ پنهنجو روح اربي. پاڻ کي نئين سر معصوم ڪرڻ ٿو چاهي تڏهن سندس ديوي آئي ڪانه. گيتا ڪا نه آئي. هن وري سڄي پليٽفارم تي ڀيو چڪر لڳايو ۽ مايوس بڻجي واپس موٽيو. اوچتو هڪ سيڪنڊ ڪلاس جي ڊبي مان ڪيلاش جو آواز آيو... چندر منهن ورايو. ڏٺائين ته سامهون ڪيلاش بيو سڏي. ڪوليءَ سامان لاهي رکيو آهي. باقي گيتا ڪانهي.

●

ڪنهن ڄڻ جهٽڪو ڏيئي هن جي دل جوڙيئو اجهائي ڇڏيو. سامان تمام ٿورو هو. هو متي گاڏيءَ ۾ چڙهي ويو ۽ ڪيلاش کان پڇيائين. "گيتا ڪا نه آئي؟"

"آئي آهي. هن جي طبيعت خراب ٿي ويئي آهي." ۽ ڪيلاش باٿ روم ڏانهن اشارو ڪيو. گيتا اندر باٿ روم ۾ ڪنڊ جهڪائي ويٺي هئي.

"ٻڌين ٿي...!" ڪيلاش هن کي آواز ڏنو. "ڏس. چندر آيو آهي." گيتا ٻاهر اچي هن ڏانهن نهاريو ۽ ڏاڍي مشڪلات سان هٿ ٻڌي جيئن هن کي سلام ڪيائين تيئن متي کي چڪر اچي ويس. ڪيلاش ٽپ ڏيئي هن وٽ پهتو ۽ هن کي سنڀالي. چندر کي چيائين. "پنکو ڪٿي وٽ." چندر پٿر بڻيو بيٺو هو. هن دل ئي دل ۾ جيڪو سپنو ڏٺو هو... گيتا ستارن جيان پيئي چمڪي ۽ پنهنجي نوراني ٻانهن ۾ مون کي ليٽائي. منهنجي خيالن کي سهاري ڇڏيندي. جادوگرڻ جيان پنهنجي پيار جي پنکن سان. چندر جي روح جا سڀ داغ اگهي متائي ڇڏيندي.... مگر حقيقت ڇا نڪتي! جادوگرياڻي گيتا. روح جي راڻي. معصوميت جي ديوي گيتا جي متي کي چڪر اچي رهيو آهي. هوءَ پنهنجي جسم سنڀالڻ کان لاچار آهي ۽ سندس مڙس ڪيس آٿت. دلداري ڏيئي رهيو آهي.

"ڏسين ڇا پيو چندر؟.... جلدي ڪر. پنکو ڪٿي وٽ." ڪيلاش ذرا اداس ٿي ويو. چندر ڇرڪ ڀريو. سيٽ تان پنکو ڪڻي هن متان هوا هڻڻ لڳو. ٿوري دير بعد گيتا پاڻ سنڀاليو ۽ ڪنجهندي. اٿي پنهنجي جاءِ تي ويٺي. ڪيلاش وهاڻو کڻي سندس پنيان رکيو ۽ هوءَ اکيون بند ڪري ليٽي پيئي.

مٽل معصوم اڇوڪي پرياٽ ۾ ٽون منهنجي پاپي من ۾ امرت سان ڌوئي اجري ڪرڻ ڏهه موٽي آيو آهين. ڇا ٽون سو ڪي وچن ٿو ڏيان ته اڄ پنهنجي جيون جي سيني گناهن کي گيتا جي پيرن ۾ ڌري هن کان معافي گهرندس. منهنجي ساهن جي تند گيتا! مون کي معاف ڪندينءَ نه؟" ۽ هڪ عجيب احساس ويڳاڻپ ۽ سڪون ۽ آنند وچان هن جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. هن کي ياد آيو ته هڪ ڏينهن گيتا سندس هٿن جي ترين کي پنهنجي چپن سان لڳائي چيو هو.... وچ، اڄ تون پميءَ جي ڇهاءَ کان معصوم ٿي وئين. ڪاش، اڄ به گيتا هتي هجي ۽ پنهنجي مصري لبن سان منهنجي روح کي چمي چوي... چندر، هيلتائين زندگيءَ جي طوفانن تنهنجي روح کي بيمار، ناپاڪ بنائي ڇڏيو هو. پر اڄ کان تون وري ساڳيو اڳيون چندر آهين. پنهنجي گيتا جو چندر! هرڻيءَ مثل معصوم، ڀالي ڀولي گيتا جو معصوم چندر!

●

چندر جڏهن تيار ٿي اسٽيشن تي پهتو ته هو ڄڻ ڪنهن ڌوهه جي اثر هيٺ هو. هن تي ڄڻ ڪو جادو پڙهيو ويو هو يا ٽوٽو ٽيٽو ڪيو ويو هو. اهو جادو هو گيتا جي پيار جي وري نئين سر سجاڳ ٿيڻ جو.

گاڏي ڪلاڪ کن دير سان اچڻي هئي. چندر لاءِ هڪ پل ڪاٽڻ مشڪل ٿي پيو هو. نيٺ سگنل هيٺ لٿو. ڪولين ۾ هلچل مچي. چندر ريل پٽي ڏانهن جهڪي نهارڻ لڳو! صبح ٿي چڪو هو ۽ انجڻ دور کان هڪ ڪاري داغ جيان پئي ڏٺي. هوريان هوريان اهو داغ وڌندو وڌو ٿيندو ويو ۽ ان جي پٺيان ٽرين سائي رنگ جي پيچ جيان لڏندي لمندي پئي آئي. چندر کي گهڙيءَ لاءِ اهو خيال آيو ته هو پاڳلن جيان ڊوڙي ان گاڏيءَ کي وڃي پهچي. هڪ بي پروسي جي دل ۾ جڏهن وري اوچتو پروسو پيدا ٿيندو آهي ته هو صفا ديوانو بڻجي ويندو آهي. چندر ائين محسوس ڪرڻ لڳو ته ٽرين جا سڀ گاڏا خالي آهن. صرف هڪ دٻي ۾ گيتا ويٺي آهي، بلڪل اڪيلي. جا ايندي ئي مون کي پنهنجي پيار ڀريل نگاهن ۾ سمائي ڇڏيندي.

●

پليٽفارم تي گاڏيءَ جي پهچندي ئي هلچل وڌي ويئي. فضا، ڪولين جي ڊڪ ڊوڙ، مسافرن جي اتاوليءَ ۽ سامان لاهڻ چاڙهڻ جي شور سان ڀرجي ويئي. چندر پاڳلن جيان ان ڀيڙ کي چيريندو گاڏن ۾ نهارڻ لڳو. ٽرين جا سڀ گاڏا ڏسي آيو. گيتا ڪٿي ڪا نه هئي. هن جو گلو ڄڻ سڏڪن سان گهٽجڻ لڳو. ڇا هو ڪو نه آيا؟ قسمت مون سان ڪيڏي نه ٺٺولي ڪري رهي آهي! اڄ جڏهن هو پاڻ ڪنهن جي پيرن ۾ پنهنجو روح ارپي، پاڻ کي نئين سر معصوم ڪرڻ ٿو چاهي تڏهن سندس ديوي آئي ڪانه. گيتا ڪا نه آئي. هن وري سڄي پليٽفارم تي ڦيو چڪر لڳايو ۽ مايوس بڻجي واپس موٽيو. اوچتو هڪ سيڪنڊ ڪلاس جي دٻي مان ڪيلاش جو آواز آيو... چندر منهن ورايو. ڏٺائين ته سامهون ڪيلاش پيو سڏي. ڪوليءَ سامان لاهي رکيو آهي. باقي گيتا ڪانهي.

●

ڪنهن ڄڻ جهٽڪو ڏيئي هن جي دل جوڙيئو اجهائي ڇڏيو. سامان تمام ٿورو هو. هو مٿي گاڏيءَ ۾ چڙهي ويو ۽ ڪيلاش کان پڇيائين، "گيتا ڪا نه آئي؟"

"آئي آهي. هن جي طبيعت خراب ٿي ويئي آهي." ۽ ڪيلاش باٿ روم ڏانهن اشارو ڪيو. گيتا اندر باٿ روم ۾ ڪنڌ جهڪائي ويٺي هئي.

"ڀڏين ٿي...!" ڪيلاش هن کي آواز ڏنو. "ڏس، چندر آيو آهي." گيتا ٻاهر اچي هن ڏانهن نهاريو ۽ ڏاڍي مشڪلات سان هٿ ٻڌي جيئن هن کي سلام ڪيائين تيئن مٿي کي چڪر اچي ويس. ڪيلاش ٽپ ڏيئي هن وٽ پهتو ۽ هن کي سنڀالي، چندر کي چيائين، "پنکو ڪٿي وٺ." چندر پٿر بڻيو بيٺو هو. هن دل ئي دل ۾ جيڪو سپنو ڏٺو هو... گيتا ستارن جيان ٻيئي چمڪي ۽ پنهنجي نوراني ٻانهن ۾ مون کي ليٽائي. منهنجي خيالن کي سمهاري ڇڏيندي. جادوگرڻ جيان پنهنجي پيار جي پنکن سان چندر جي روح جا سڀ داغ اگهي مٽائي ڇڏيندي.... مگر حقيقت ڇا نڪتي! جادوگرياڻي گيتا. روح جي راڻي. معصوميت جي ديوي گيتا جي مٿي کي چڪر اچي رهيو آهي. هوءَ پنهنجي جسم سنڀالڻ کان لاچار آهي ۽ سندس مڙس ڪيس آٿت. دلداري ڏيئي رهيو آهي.

"ڏسين ڇا پيو چندر؟.... جلدي ڪر. پنکو ڪٿي وٺ." ڪيلاش ذرا اداس ٿي ويو. چندر چرڪ ڀريو. سيٽ تان پنکو کڻي هن مٿان هوا هڻڻ لڳو. ٿوري دير بعد گيتا پاڻ سنڀاليو ۽ ڪنجهندي، اٿي پنهنجي جاءِ تي ويٺي. ڪيلاش وهاڻو کڻي سندس پٺيان رکيو ۽ هوءَ اکيون بند ڪري ليٽي پيئي.

چندر هيٺئر گيتا کي چڪيءَ طرح ڏٺو. گيتا اڄڙي چڪي هئي. هن جو جيون نور جهڪو ٿي ويو هو. هيٺئر هوءَ پنهنجي اڳين جواني، روپ، چنچلپڻو ۽ ميناج جي فقط پيلو عڪس وڃي رهي هئي. مکڙو ڏبرو ٿي ويو هوس. هڏيون نڪري آيون هيس. اکيون ڦاٿل پٽي لڳيس. چندر پنکو هلائيندو رهيو. ڪيلاش ننڍي بٺگ مان دوا ڪڍڻ لڳو. گاڏي اتي ختم ٿي چڪي هئي. جنهن ڪري تڪڙ ڪرڻ جي ضرورت ڪا نه هئي. ڪيلاش هن کي دوا ڏني. گيتا دوا پيتي ۽ پوءِ بيحد اداس، بيحد جهيڻي ۽ بيمار آواز ۾ چيائين، "ڪيئن چندر، چاڪ تہ آهين نہ! ههڙو ڏبرو ڇو ٿي ويو آهين؟ هيٺئر تنهنجي ڪاڏي پيتي جي پرواهه ڪير ڪندو هوندو." گيتا هڪ اونهو ساهه کنيو. ڪيلاش بسترو ويڙهڻ لڳو.

"تو کي ڇا ٿيو آهي گيتا؟"

"مون کي سک روڳ ٿيو آهي." گيتا جي مرجهايل چهري تي جهيڻي مرڪ وري ويئي. "گهڻي سک ۾ رهڻ سان اِئين ٿي ٿيندو آهي."

چندر چپ ٿي ويو. ڪيلاش بسترو ڪوليءَ کي ڏيندي چيو. "هن جي بيماريءَ تہ سڀني کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. مرض سان هن جي الائي ڪهڙي محبت ٿي ويئي آهي. هاڻي اٿ تہ هلون." گيتا اٿي.

موٽر ۾ پوئين سيٽ تي گيتا سان گڏ سامان رکي، ڪيلاش ۽ چندر بئي اڳيان ٿي ويٺا. ڪيلاش چيو. "چندر تمام آهستي هلجان، نہ تہ هن کي وري چڪر اچي ويندو..."

موٽر هلڻ لڳي. پنهي وچ ۾ ڪيلاش جي ولايت وڃڻ ۽ چندر جي ڪاليج باري ۾ ڳالهيون ٿيڻ لڳيون. موٽر گهر وٽ اچي پهتي تہ ڪيلاش چيو، "چندر تو کي تڪليف تہ ضرور ٿيندي، مگر هڪ ڏينهن لاءِ مون کي هيءَ موٽر ڏيئي سگهندين؟"

"ڇو؟"

"مون کي ريوا ۾ هڪ ضروري ڪم لاءِ وڃڻو آهي. اُتي ڪن ماڻهن سان ملڻو اٿم. سڀاڻي منجهند تائين موٽي ايندس."

"يعني تہ مون وٽ هڪ ڏينهن بہ ڪو نہ رهندين؟"

"نہ، هن کي هتي ڇڏي ٿو وڃان. موٽي اچي هڪ ڏينهن تو وٽ رهندس."

"هن کي هتي ڇڏي ويندين؟ نہ بابا. تو کي خبر آهي اڄڪلهه گهر ۾ ڪير ڪونهي." چندر جي آواز ۾ گهبراهٽ هئي.

"سو ڇا؟ تون جو آهين." چندر جي مک تي ڇانيل گهبراهٽ تي ڪيلاش کلي چيو. "اڙي يار، هيٺئر تہ تي ايڏو بي ڀروسائي نہ اٿم. بي اعتباري ڪرڻي هجيم ها تہ شادي کان اڳي ئي تو تي ڪريان ها."

چندر جي منهن تي مرڪ وري آئي. ڪيلاش چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي، آهستي، جيئن گيتا نہ ٻڌي، ائين چيو. "هين ڳالهين ڪري مان پلي ڪيڏو بہ ناراض هجان مگر ايترو سو ڄاڻو اٿم تہ هن جو ڪردار سون جهڙو آهي. اڄڪلهه جي زماني ۾ هن جي اهڙي ڪردار ناهڻ لاءِ مان تو کي سچ پچ مبارڪون ٿو ڏيان."

چندر جواب ڪو نہ ڏنو.

موٽر پورٽيڪو ۾ اچي بيٺي. گيتا، ڪيلاش ۽ چندر ٽيئي هيٺ لٿا. مالهي ۽ نوڪر ڊوڙندا آيا. گيتا سڀني کان حال پڇيو. اندر گهڙندي ئي مهراجڻ ڊوڙندي گيتا کي اچي ڇنبڙي. گيتا هن کي خوب پيار ڪيو.

ڪيلاش وهنجڻ هليو ويو. مهراجڻ چانهه تيار ڪرڻ لڳي. ڪيلاش وهنجي ڪري موٽيو تہ گيتا وهنجڻ لاءِ اٿي. ڪيلاش چيو. "چندر. اڄ ۽ سڀان موڪل ڪٽي وٺ. هن جي طبيعت ٺيڪ نہ آهي ۽ مون کي ضرور وڃڻو آهي."

"ڇڱو. پر اڄ اتي وڃي حاضري ڀرڻي ئي پوندي. جلد ئي موٽي ايندس." مهراجڻ چانهه ۽ ناشتو کڻي آئي. ڪيلاش ناشتو موٽايو تہ مهراجڻ چيو. "واهه بابو صاحب! ناني تي ڪري رکي چانهه ڪيئن پيئندا. ڊاڪٽر صاحب ٻڌندو تہ ڇا چوندو!"

"نہ امان. منهنجو پيٽ ٺيڪ نہ آهي. ٻن ڏينهن جو اوجاڳو ڪري آيو آهيان. موٽي اچي کائيندس. ڪڻ چندر، چانهه پيءُ."

"گيتا کي بہ اچڻ ڏي." چندر وراڻيو.

"هوءَ پوڄا پاٺ ڪري کائيندي آهي."

"پوڄا پاٺ!" چندر دنگ رهجي ويو. "گيتا پوڄا پاٺ شروع ڪيو آهي!"

"ها پاڻي. تڏهن تہ سس پنهنجي ننهن تان قربان پيئي وڃي. شروعات ڪيائين هن جي پوڄا جي ٿانون صاف ڪرڻ سان ۽ هيٺئر هن کان بہ وڌيڪ پوڄارڻ بڻجي ويئي آهي." ڪيلاش پوءِ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ بعد

چيو. ”يار. ائين نہ سمجهجان تہ مان گيتا بابت شڪايت ڪري رهيو آهيان. مگر هن لاءِ توهان کي مون کي چونڊڻ نہ گهربو هو.“

”ڇو؟“ ڪيلاش جي رويي تي چندر اڳيئي پريشان ٿي چڪو هو.

”هن جهڙي ڇوڪريءَ لاءِ توهان کي ڪو شاعر. ڪو ڪلاڪار يا پيو ڪو جذباتي سياءَ جو ڇوڪرو چونڊڻ گهربو هو. مون جهڙو وهنواري ۽ رکو سياسي ڪم ڪندڙ هن جي لائق نہ هو. جو گهر هن مان بيحد خوش آهي. جڏهن ڪان هوءَ اسان وٽ آئي آهي. تڏهن کان شنڪر پائو ۽ امان. ٻئي مون کي نالائق ڪوٺڻ لڳا آهن. جيڪي ڪن. سڀ هن کان پڇي ڪن. مگر مون جيڪي اُتسا ڪيا هئا. سي پورا ڪو نہ ٿيا.“

”ڇو ڪهڙي ڳالهہ آهي؟“ چندر پڇيو. ”مون کي ٻڌاءِ تہ مان هن کي سمجهائي ڇڏيان.“

”نہ. مون کي غلط نہ سمجهہ. مان ائين ڪو نہ ٿو چوان تہ هن جي ڪا بہ غلطي آهي. هي تہ صرف غلط چونڊ جي ڳالهہ آهي.“ ڪيلاش چيو ”هن ۾ هن جو قصور آهي. نہ منهنجو. مون کي اهڙي ڇوڪري کپندي هئي. جا سياسي ميدان ۾ مون سان گڏجي ڪم ڪري. منهنجي سگهہ ۽ ڪمزوريءَ ۾ منهنجي ساٿڻ بڻجي. انهيءَ ڪري ئي مون ههڙي تعليم يافتہ ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي. مگر هن کي جيترو ڇاهہ مذهب ۽ سگهہ سان آهي. اوترو ڇاهہ سياست سان ڪو نہ اٿس. انهيءَ ڪري هيءَ منهنجي شخصيت کي پوريءَ طرح سمجهي بہ نہ سگهي. منهنجي جسماني پياس جي پورائيءَ جو هن برابر پورو ڌيان رکيو. پر ان ۾ هن جي سچي دل ڪا نہ رهي. آن سان تن جي باهہ ڀلي پوري ٿئي. پر من تہ پوءِ بہ پياسو ئي رهجي ٿو وڃي چندر. دل ۾ نہ ڪجان. مان تو سان اڄ بلڪل صاف صاف ڳالهيون ڪرڻ ٿو چاهيان. تو کان لڪائڻ ڇا جو؟ پنهنجي صحت جي معاملي ۾ هوءَ ايڏي تہ بيپرواهہ ٿي رهي جو مان سچ پچ ڏاڍو دکي ٿي ويندو آهيان.“ ايتري ۾ گيتا بہ وهنجي اچي ويٺي. ڪيلاش چپ ٿي ويو. ڪيتا ڏانهن نهاري چيائين. ”منهنجي نندي ٻنگ نيڪ ڪري وٽ تہ مان جلد ئي رواتو ٿي وڃان. ڏينهن چڙهي ويو تہ ڏاڍي تپش ٿيندي.“ گيتا هلي ويئي. گيتا جي وڃڻ بعد ڪيلاش وري چيو. ”مان تہ اها ئي ڪوشش ڪندو آهيان تہ هن کي دکي ٿيڻ نہ ڏيان. پر هوءَ اڪثر دکي ٿي رهي. مان ڀلا ڇا ڪريان. منهنجي لاءِ سراسر مجبوري آهي. مان تہ هميشهہ هن کي سکي رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.... هوءَ پاڻ بہ منهنجي جائز توڙي ناجائز. هر مرضيءَ اڳيان پاڻ جهڪائي ڇڏيندي آهي. مگر هن جي دل ۾ منهنجي لاءِ اها جڳهہ نہ آهي. جا زال جي دل ۾ مڙس لاءِ هئڻ گهرجي. خير. زندگي هلندي ٿي رهي. هينئر تہ جيئن آهي تيئن ئي نباهڻو آهي.“

گيتا موٽي آئي. چيائين. ”توهان جي ٻنگ ناهي رکي اٿم. وري بہ توهين ڏسي وٺو.“ ڪيلاش اٿي هليو ويو. چندر وينو وينو سوچڻ لڳو... ڪيلاش ڪهڙو نہ سٺو آهي. ڪهڙو نہ صاف ۽ صاف دل آهي. مگر گيتا هيئن پاڻ ڪيئن مٽايو؟

گيتا اچي چندر کي چيو. ”چندر هل. هو تو کي سڏين وينا.“

چندر چپ چاپ اٿي اندر ويو. ڪيلاش وري مسافريءَ جا ڪپڙا پائي تيار ويٺو هو. چندر کي ڏسندي ئي چيائين. ”چڱو چندر. مان ڀلا هلان ٿو. سياڻي شام تائين موٽي اچڻ جي ڪوشش ڪندس. ها. ٻيو ٻڌ. هن کي گهمڻ نہ گهمائج. هن جي سڪيءَ کي بہ هتي گهرائي وٺين تہ بهتر.“ پوءِ باهر ويندي ويندي چيائين. ”هتي اچڻ لاءِ هروڀرو ضد ڪيائين. هونءَ هتي اچڻ جهڙي هئي اصل ڪا نہ. ماءَ کي بہ ائين چئي آيو آهيان تہ هن کي لکنئو ميڊيڪل ڪاليج واري اسپتال ۾ ڏيکارڻ لاءِ وٺي ٿو وڃان.“

ڪيلاش موٽر تي سوار ٿي ان کي چالو ڪندي چيو. ”ٻيو ٻڌ چندر. دوا هن کي ياد ڪري ڏجان... آتي ئي رکي اٿيئي.“

چندر گهر ۾ واپس موٽيو. گيتا وراندي ۾ ويٺي هئي. خاموش. اجهاتل ڏيئي جهڙي! چندر هن ڏانهن نهاريو. هن چندر ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ٻنهي جون نگاهون جهڪي ويون. گيتا اٿي ئي ويٺي رهي. چندر ڊرائنگ روم ۾ پهچي ڪتاب ڪاپيون ڪڻي واپس آيو ۽ ڪاليج ڏانهن وڃڻ لڳو. گيتا اڃا بہ وراندي ۾ ئي ويٺي هئي. گر سر... چندر ڪجهہ چوڻ چاهيو ٿي. مگر ڇا؟ ڪجهہ هو جو الائي ڪڏهن کان سندس دل ۾ ڪنو ٿيندو رهيو هو. جو هن کلي چوڻ چاهيو ٿي. مگر گيتا ٿي ڇا ويئي آهي. هيءَ اها گيتا ڪٿي آهي. جنهن جي اڳيان هو هميشهہ پنهنجي دل کولي رکندو هو. اِن گيتا اڳيان هن کي ڪا بہ هٽڪ ڪا نہ ٿيندي هئي. مگر هيءَ گيتا تہ پاڻ ۾ ئي سمائي ويٺي آهي. پاڻ ۾ ئي جڪڙي. ٻڌي ويٺي آهي. اندر ئي اندر پاڻ ۾ ايتري تہ لڪي ويٺي آهي جو ائين پيو سمجهجي تہ هوءَ دنيا اڳيان ڪڏهن کلي ئي ڪانهي. چندر جي دل ۾ نہ ڄاڻ ڪيترا آواز تڙپي رهيا هئا. مگر هو چئي ڪجهہ ڪو نہ سگهيو. وراندي ۾ پهچي هو تورو رڪجي ويو. بنا مطلب ڪتاب کولي آن جا ورق ورائڻ لڳو. هن چڻ ياد ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي تہ ڪٿي ڪجهہ وساري تہ ڪو نہ آيو آهيان. مگر هن جي اندر ۾ سچ پچ

هڪ ئي ڳالهه هئي... گيتا ڪجهه ته چوي؟ هن جي هيءَ ههڙي گهري. هيءَ ساهه گهٽيندڙ خاموشي... اندر ئي اندر چندر جو ساهه صفا گهٽجي رهيو هو. گيتا. اڪيلي سنسان مڪان ۾ جلندڙ ڏيئي جي لاٽ جهڙي! روڪيل، ختم ٿيل طوفان جيان خاموش! چندر نيٺ ڪاغذ تي ڪجهه لکيو. واچ ۾ وقت ڏنائين ۽ پوءِ هليو ويو. جڏهن هو ڏاڪا لهڻ تي هو تڏهن چڻ اوچتو گيتا جي جسم ۾ زندگي لرزي. گيتا پير جي آڱوٺي سان زمين تي هڪ ليڪ ڪڍندي، نميل نگاهن سان پڇيو. "ڪيتري دير ۾ موٽندين؟" چندر رڪجي ويو. هن کي چڻ ستارن جو راڄ ملي ويو.... گيتا ڪجهه ٻوليو ته سهين. مگر هن پنهنجي دل جي خوشي، اهو امنگ ظاهر ڪو نه ڪيو. صرف چيائين، "ٻه ڪلاڪ ته ضرور لڳندا."

گيتا وڌيڪ ڪو نه پڇيو. چندر ٻه ٽي سيڪنڊ انتظار ڪيو پر گيتا وري خاموش ٿي ويئي هئي. چندر اڳتي وڌيو. سيڪنڊ بعد گيتا وري پڇيو. "چندر، انهيءَ کان سويل موٽي نه سگهندي."

سويل! گيتا تون رڳو چئه ته چندر وڃي ئي نه. هو استعيفا ڏيئي اچي! جا گيتا کي اها ڳالهه وسري ويئي آهي ته چندر تي اگر ڪنهن جي حڪمراني آهي ته اها سندس ئي آهي. هوءَ جا هميشهه ضد ڪري، لڙي جهڳڙي، رسي چندر کان پنهنجي دل جي هر ڪا ڳالهه ڪرائندي رهي آهي، اڄ اها هيئن هيناهين وني. هيئن منٿ ڪري. هيڏو ويجهو وجهي! هيڏي دوريءَ تان بيهي ائين چو تي پڇي ته تورو جلدي موٽي نه سگهندين؟ هوءَ اڳي جيان ڊوڙندي. چندر جو ڪالر پڪڙي، چنچل ٻنجي ائين چو نه ٿي چوي... اي. جي جلدي نه موٽئين ته.... مگر اڄ ته گيتا پريان وراندي ۾ بيٺي. نهايت گنڀير ٻڻجي ٻڏندڙ آواز ۾ پڇي رهي آهي... تورو سويل موٽي نه سگهندين؟ چندر جي دل چور چور ٿي ويئي. چندر جا امنگ پهاڙي چپن سان ٽڪرجي ڪٺو ڪٺو ٿي پڪڙجي ويا... هن بيحد ڀاري آواز ۾ پڇيو. "چو؟"

"جلدي موٽي اچين ته پوڄا ڪري جيڪر تو سان گڏ ويهي ناشتو ڪريان. خير. گهڻو ڪم هجيئي ته منهنجي ڳڻتي نه ڪجان." گيتا بيحد ٿڌي ۽ بي امنگ آواز ۾ چيو.

"هاءِ گيتا! تو کي جي اها ڄاڻ هجي ها ته پٽڪيل چندر جي ٽٽل پياسي دل تو وٽان اڳئين پيار ۽ سڪ جي فقط هڪ بوند پائڻ لاءِ ڪيئن مهينن کان تڙپندي رهي آهي ته چا تون جيڪر هيترو دور بيهي هن سان ڳالهائين ها! ڪاش، تون اهو سمجهين ها ته چندر جيڪڏهن تو سان ڪا دوري رکي آهي ته اها دوري رکندي هن پاڻ کي ڪيئن نه ختم ڪري ڇڏيو آهي! چندر پنهنجو ديوتاپڻو وڃائي ويٺو. هن پنهنجو سک لٽائي ڇڏيو. پاڻ کي برباد ڪري ڇڏيائين. تنهن هوندي به سندس دل جيڪا. ٻاهران بلڪل ماٺ ۽ سالم بيٺي نظر اچي تنهن اندر تنهنجي پيار جي ڪيڏي نه گهري پياس پريل آهي! هن جي روم روم ۾ ڪيڏي نه زهريلي پياس جي ڪنوڻ بي آرام ٿي رهي آهي. تو کان جدا ٿيڻ کان پوءِ تڙپ جي دنيا جو ڪيڏو نه ڏکهو گس. هن باهه جي شعلن جي لهس سهندي پار ڪيو آهي. تو کي اگر اها ڄاڻ هجي ها ته تون چندر تي پنهنجي پيار. پنهنجي سک جي ورڪا ڪرڻ لاءِ، هن جي جلندڙ احساسن کي پنهنجي امرت جي نديءَ سان ٿڌڙا بنائڻ لاءِ اتاولي ٿيجي وڃين ها. مگر...! تو فقط هن جي ٻاهرئين روپ کي ئي ڏٺو. تو هن جي اندرين اونهي پيار کي. جو انهيءَ ظاهري روپ. ظاهري بربادي جي سطح هيٺ هميشه موجود رهيو آهي، سمجهيو ئي ڪو نه. گيتا تون اگر هڪ ڪن لاءِ ئي هن کي سمجهي سگهين. هڪ سيڪنڊ لاءِ هن سان اڳي جيان لاڏ ڪرين. هن سان رسين، هن کي پرچائين. ته چندر جو روح، دوزخ جي باهين کان پاڻ بچائي اڳيون درجو حاصل ڪري سگهي ٿي. هو پنهنجي اڳين معصوميت هٿ ڪري سگهيو ٿي. هو پنهنجو وڃايل ديوتاپڻو هٿ ڪري سگهي ٿو... مگر گيتا. تون ته وراندي ۾ چپ چاپ بيٺي ائين پيئي هلين چڻ چندر تنهنجو واقف ئي ڪونهي. گيتا! هي تو کي ڇا ٿي ويو آهي؟ چندر. ٻنتي، ٻمي... سيني جي زندگيءَ ۾ جيڪو ڀيانڪ طوفان آيو آهي جنهن سيني کي پٽڪائي ٽڪائي ڇڏيو آهي انهن سيني جي دوا. شفا تنهنجي پيار ۾ ئي سمايل آهي. تنهنجي روح ۾ ئي پريل آهي. مگر جي تون انهن جي ڪردارن ۾ پريل اندرئين سچ کي نه پروڙي. انهن جي فقط ٻاهرئين روپ جي بنياد تي ئي پنهنجي آئينده جي وهنوار جو فيصلو ڪرڻ ٿي چاهين ته هنن کي انهيءَ دوزخ جي ڪنڊ مان ڪير اچي بچائيندو؟ گيتا ڇا تون ائين ٿي چاهين ته هي سڀ انهيءَ دوزخ جي ڪنڊ ۾ پيڙجي چور چور ٿي وڃن..." مگر گيتا ڪجهه ڪو نه چيو ۽ چندر هليو ويو. هو ڪاليج ۾ پهتو. پر اتي هن لاءِ وقت وڏي پيو. هو اتان پڇي نڪتو ۽ تڪڙو تڪڙو واپس موٽيو. گيتا ساڻس ان صبح جو جيڪو وهنوار ڪيو هو. تنهن برابر سندس دل کي چور چور ڪري ڇڏيو هو. تنهن هوندي به نه ڄاڻ چو. اڄ هن پرڪاش چڪر ٻڻجي. گيتا کي ان چڪر ۾ ويڙهي سمائي. ڇڏڻ ٿي چاهيو.

چندر جڏهن واپس موٽيو ته ڏنائين ته گيتا سندس ئي ڪمري ۾ ويٺي آهي. هڪ ڪنڊ مان گلر هٽائي چڏيو اٿس ۽ پاڻ چٽڪار ڪري گاهه جو آسڻ ناهي سامهون صندليءَ تي هڪ پوٿي رکي ويٺي آهي. صندليءَ تي هڪ کير جهڙو سفيد ڪپڙو وڇايل آهي. جنهن مٿان ڏوبڊان ۾ ڏوپ ٻيو ٻري. گل شايد ٻاهران باغ مان چني آئي هئي. سي ڏوبڊان چوڌاري ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. پاسي ۾ هڪ رُدراڪش داڻن جي مالها رکي اٿس. بدن تي صرف هڪ چولي ۽ صاف سفيد ريشمي ساڙهي. جنهن جي پلوءَ سان پاڻ کي چگيءَ طرح ويڙهي. هوءَ هڪ منيءَ ٿي گرنٿ جو پاٺ پيئي ڪري. ڏوبڊان مان دونهي جون ريڪائون اٿنديون هوا ۾ لهرائينديون. هن جي ڳلن تي لڙي آيل خشڪ وارن جي ڇڳن سان اُلجهي رهيون آهن. وهنجي هن وارن جو چوٽو ڪو نه ڪيو هو. چندر جتي ٻاهر لاهي چپ چاپ اندر گهڙيو ۽ پلنگ تي ويهي گيتا کي ڏسڻ لڳو. گيتا صرف هڪ دفعو نهايت سانتيڪي. گهري. عرش جهڙي اجري نگاهه سان چندر ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ وري پنهنجي پوڄا ۾ مگن ٿي ويئي. گيتا جي چوڌاري اڄ هڪ عجيب وايو منڊل هو. هن جي آسپاس جنتي نور جو هڪ هلڪو تهه ڇانيل هو. ڳلي ۾ پيل ساڙهيءَ جو پلوءَ. پنيءَ تي پکڙيل خشڪ سونهري وار! پنهنجو سڀڪجهه وڃائي وينل گيتا جڻ سهاڳ مٿان ڇانيل ٻي واهه پٺي جو عڪس پئي لڳي. سينڌ ۾ سندور ڪو نه هوس. صرف پيشانيءَ تي هڪ وڏو ڳاڙهو تلڪ ڏنل هوس. مک تي جنت جي گلن جي اداسي. جڻ ڪنهن چاندڪيءَ تي هار سينگار جا پيلا چندا ڪٽي هنيا هئا.

●

ٿورو وقت گيتا جهڪي آواز ۾ ڪجهه پڙهندي رهي. پوءِ پوٿي پاسيري ڪري رکيائين ۽ اکيون بند ڪري الائي ڪهڙي نامعلوم ديوتا کي هٿ جوڙي نمسڪار ڪيائين. پوءِ اٿي چندر جي پرسان زمين تي اچي ويٺي. ساڙهيءَ جو پلوءَ چيله جي چوڌاري ويڙهي. ڪنڌ مٿي ڪڻي ڪان سواءِ چيائين. "اٺ. هلي ناشتو ڪر."

"هتي ئي ڪٺي اچ." چندر وراڻيو. گيتا اُٿي وڃي ناشتو ڪٺي آئي. چندر گرهه ڪٺي وات ۾ وڌو. مگر گيتا جڏهن چپ چاپ ويٺي رهي. تڏهن چندر چيس. "تون به کاءُ نه!"

"مان!" هن ڦڪو مرڪي چيو. "مان ڪانوان ته هينئر الٽي اچي ويندم. مان ليمي جي شربت ۽ ڪچٽيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه کا نه کائيندي آهيان. سو به هڪ ويلو."

"ڇو؟"

"اصل ۾ مون پندرهن ڏينهن روزو رکيو هو. جنهن ۾ فقط ٻريات جو هڪ ويلو کائيندي هيس. انهيءَ کان پوءِ اهڙو حال ٿي ويو اٿم. جو شام جو ڪجهه ڪانوان ته من هڪدم خراب ٿي وڃي. هينئر ته ٻيا به انيڪ روڳ ويڙهي ويا اٿم."

چندر جو من پرچي آيو... گيتا تون اندر ئي اندر پاڻ کي هيئن مٽائيندي رهي آهين! قبول ڪجي ته چندر تو کي هڪ خط ۾ لکيو هو ته هن کان پوءِ خط پٽ جو رستو بند ڪري ڇڏ. مگر تون پوءِ به خط لکين ها ته چا چندر کي ايڏي همٿ ٿئي ها جو ان جو جواب نه ڏئي ها. ڪاش. تون سمجهين سگهين گيتا! ته چندر جي من ۾ ڪيڏو نه ڏک آهي.

چندر چاهيو ٿي ته پنهنجي من جون سڀ ڳالهيون گيتا کي کولي ٻڌايان. مگر گيتا ڪجهه چوي. ڪا شڪايت ڪري. تڏهن ته چندر پنهنجي صفائي پيش ڪري نه. هتي ته گيتا هئي جنهن شڪايت ئي ڪا نه ٿي ڪئي. سمجهائي پيش ڪرڻ جو موقعو ئي نٿي ڏنو. ديويءَ جي مورتيءَ جيان پٿر بڻجي. گيتا ويٺي هئي. هيءَ چندر جي گيتا ته ڪا نه هئي. هن جو من بيحد پرچي آيو. سڏڪن سان پرچي آيل آواز ۾ چيائين. "گيتا. تون تمام بدلجي ويئي آهين. خير. ٻيو جيڪي به ٿيو آهي تنهن لاءِ مان چا چوان. مگر تون پنهنجي تندرستيءَ کي هيئن بگاڙي رهي آهين. چا تنهن مان مون کي خوشي حاصل ٿيندي؟ هينئر منهنجي زندگيءَ ۾ باقي رهيو ئي چا آهي؟ اڄ تائين اهو ئي سڪون هئم ته تون سکي آهين. مگر اڄ تو مون کان اهو آٿت به چني ورتو. پوڄا ڪنهن جي ٿي ڪيڻ؟"

"پوڄا ڪٺي هئي. مان ته صرف پاٺ ڪندي آهيان. گيتا جو... ڀاڳوت جو. ڪڏهن ڪڏهن سور ساگر جو! پوڄا پلا هينئر ڪنهنجي ڪنديس. مون جهڙي اڀاڳڻ جي پوڄا قبول ڪير ڪندو؟"

"ته هي هڪ ويلي جو ڪاڏو چا لاءِ؟"

"اهو ته بخشرائڻ آهي چندر!" گيتا هڪ اونهو ساهه ڪٺي چيو.

"بخشرائڻ!" چندر تعجب وچان سوال ڪيو.

"ها بخشرائڻ." گيتا پيرن ۾ پيل پازيبن کي ساڙهيءَ جي پلوَ سان اگهندي چيو. "هندو ڪٽنب ته هڪ اهڙو جيل آهي جتي قيديءَ کي بخشرائڻ خاطر توبهه تائب جي به اجازت نه آهي. صرف مذهب جي بهاني ئي بخشرائي ڪجهه سک ۽ سڪون حاصل ڪري سگهجي ٿو."

زندگيءَ ۾ ڪا گهڙي اهڙي ايندي آهي جنهن ۾... جو انسان پيار سان به بغاوت ڪري چڪو آهي. جو پنهنجي جيون ديويءَ جي هنج کان ڪيترن ڏينهن لاڪر وانجهيل رهيو آهي. تنهنجو من پاڳل ٿي اٿندو آهي ته وري پيار ڪريان. تمام گهڻو پيار ڪريان. دل ۾ پريل محبت جي گلن جيان وڪا ڪريان. اڄ ان بغاوت جي طوفان ختم ٿي وڃڻ بعد. پنهنجي اجڙيل زندگيءَ ۾ بيمار گيتا کي وري پائي، چندر جو من تڙپي اٿيو. هن گيتا جي پڪڙيل وارن کي هٿ ۾ ڪٽي. انهن جي چوٽي ڪرڻ جي ناڪامياب ڪوشش ڪندي چيو. "گيتا اهو سچ آهي ته مون توکي ڏاڍو ڏک پهچايو آهي؟ مگر تو ته منهنجي هر ڳالهه منهنجي هر ڪروڌ کي معاف ڪندي رهي آهين. پوءِ تون هن ڳالهه تي هيئن رسي ڪيئن ويئينءَ!"

"ڪهڙي ڳالهه چندر؟" گيتا هينئر چندر ڏانهن نهاري چيو. "مان ڪهڙي ڳالهه تي رسي ويس؟"

"جنهن ڳالهه جو تون بخشش جي صورت ۾ ڏنڊ ادا ڪري رهي آهين. جنهن لاءِ تون پنهنجو پاڻ کي مٽائي رهي آهين!"

"نه چندر. ڏنڊ ادا مان پنهنجي ڪمزوريءَ لاءِ ڪري رهي آهيان."

"ڪمزوري؟"

"ها چندر! تو کي ياد هوندو ته هڪ ڏينهن اسان اهو فيصلو ڪيو هو ته اسان جي پيار جي ڪسوٽي اها ٿيندي ته اسين دور رهندي به مٽي عرش تي چڙهنداسين. پاڻ کي معصوم رکنداسين. چندر. دور ٿي وڃڻ بعد تنهنجو پيار منهنجي روح ۾ ته اتساهه پريندو رهيو. مون ۾ اٽل پروسو پيدا ڪندو رهيو. انهيءَ جي سهاري ئي مان زندگيءَ جي طوفانن جو مقابلو ڪندي پار لنگهي آيس. مگر نجاڻان منهنجي پيار ۾ ڪهڙي ڪوتاهي هئي جو اهو تو کي بچائي نه سگهيو. مان تو کي ڪجهه نٿي چوان. مگر پنهنجي دل ۾ مان ڪيترو دکي ٿي آهيان. ان جو ذڪر به ڪري نٿي سگهان. خبر نه آهي ته پيو جنم ٿيندوآهي يا نه. مگر هن جنم ۾ مان تو کي پائي، پنهنجي دل جي پوڄا ۾ يقين ڏياري نه سگهيس. انهيءَ کان وڏيڪ ڪم نصيبي بي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي! مان پنهنجي شخصيت کي ڪيترو نه ڪريل ڪيڏو نه تڇ سمجهڻ لڳي آهيان!"

چندر ناشتي جي ٿالهي پنهنجي اڳيان هٽائي ڇڏي. اکين ۾ تري آيل لڙڪن کي دٻائي چپ چاپ ويٺو رهيو.

"ناشتو ڪري وٺ چندر. هيئن توکي پنهنجي سامهون ويهاري ناشتي ڪرائڻ جو سک مون کي وري ڪٿي نصيب ٿيندو. وٺ...." ۽ گيتا پنهنجي هٿ سان گرهه ٺاهي هن کي کارايو. چندر جي اکين ۾ پريل لڙڪ گيتا جي هٿن تي ڪري پيا.

"ڇي!....هي ڇا چندر؟"

"ڪجهه ڪونهي...." چندر لڙڪ اگهندي چيو.

ايتري ۾ مهراڄڻ آئي ۽ گيتا کي چيائين. "هان. هي نان کٽائي وٺ. ڪالهه کان ٺاهي رکيون هيم ته توکي کارائيندس."

"مان به مهينن کان تنهنجي هٿ جي تيار ڪيل کاڌي کائڻ لاءِ سڪي رهي آهيان. تون هلندينءَ مون سان اتي؟"

"پوءِ هتي چندر بابوءَ جي سنڀال ڪير ڪندو؟ تون هن جي شادي ڪراءِ ته پوءِ مان توسان گڏ اتي ملي رهان."

گيتا کي کل اچي وئي. چندر چپ چاپ ويٺو رهيو. مهراڄڻ اتي گيتا لاءِ ڪڇڙي تيار ڪرڻ وئي. گيتا چپ چاپ نان کٽاين جي ٿالهي هٽائي پاسيري ڪري رکي. چندر به خاموش. ڇا ڳالهه آهي؟ اڃا هي پئي ڇٽا ڪلاڪن جا ڪلاڪ الاڻي ڪهڙيون ڳالهيون ڪندا هئا چندر کي بيحد عجب لڳو ته هن وقت ڪيس ڪا ڳالهه ئي نٿي سجهي. اڳي الائي ڪيئن وقت گذرندو ويندو هو. ٻنهي جون ڳالهيون ختم ئي ڪو نه ٿينديون هيون. گيتا به چپ هئي. ٿوري دير بعد چندر چيو "گيتو پوڄا پاٺ ۾ تون سچ پچ يقين ٿي ڪرين؟"

"چو چندر يقين چو نه ڪنديس؟ مورتيءَ جي پوڄا ڪا نه ڪندي آهيان. پر ڪرشن کي ضرور پوڄيان ٿي. جڏهن سڀ سهارا ڇني ويا. تو به مون کي ڇڏي ڏنو. تڏهن مون کي گيتا ۽ رامائڻ مان بيحد سڪون مليو اڳي مان خود عجب کائيندي هيس ته زالون هيڏو پوڄا پاٺ چو ٿيون ڪن. پر پوءِ مون سوچي ڏٺو ته هندو عورت ايڏي ته

بي آسري آهي. ان کي پنهنجي مڙس وٺان. اولاد وٽان ايڏي تہ نفرت. ايڏي تہ بيعزتي ٿي ملي جو هن کي ان پوڄا پاٺ جو سهارو نہ هجي تہ هوءَ جيڪر حيوان بڻجي وڃي. انهيءَ پوڄا پاٺ ٿي هيل تائين هندو عورت جي ڪردار کي ايڏو اوچو رکيو آهي."

"مان سمجهان ٿو تہ اهو پاڻ کي دوکو ڏيڻ آهي."

"مڄان ٿي چندر. مگر ڪير هندو ڌرم جي انهن ڪتابن کي ڏيان سان ويهي پڙهي تڏهن ئي سمجهي سگهندو تہ انهن ۾ ڇا آهي؟ انهن مان اڻ مٽي سگهہ ٿي ملي. هيل تائين مون زندگيءَ ۾ اهو ئي پرايو آهي تہ مرد هجي يا عورت. سڀني جي جيون جو ٻل ڪنهن پروسي ۾ آهي. هنن ڪتابن ۾ سڀني شبهن کي مٽائي پروسي جو اهڙو تہ زوردار سنيهو پريل آهي. جو من خوشيءَ وچان ٽڙي ٿو پوي. مان توکان ڪجهہ بہ نہ لڪائيندس، چندر. بنتيءَ جي شادي ۾ تو جڏهن منهنجو خط واپس موٽائي موڪليو تہ مان اندر ئي اندر صفا ٽٽڻ لڳس. منهنجي نس نس ۾ بي پروسائي پرجي وئي. مون ان وقت سمجهيو تہ تنهنجون سڀ ڳالهيون ڪوڙيون هيون. هڪ قسم جي باهہ مون کي هر دم اندر ئي اندر جلائيندي ٿي رهي. منهنجو سڀاءُ بگڙجي ويو. مون کي سڀني کان نفرت ٿي وئي. هر ڪنهن مان خفا ٿي ويس. ڪنهن بہ ڳالهہ مان مون کي سک سڪون نٿي مليو. پوءِ هوريان هوريان مون هنن ڪتابن کي پڙهڻ شروع ڪيو. مون ائين محسوس ڪيو تہ منهنجي اندر ۾ آهستي آهستي سانت ڦهلبي ٿي وڃي. مون کي ائين لڳو تہ هي سڀ گرنٿ زور زور سان پڪاري مون کي چئي رهيا آهن تہ بي پروسائي گناهہ آهي. انهن سڀني ڪتابن جو هڪ ئي حاصل هو... شڪ ڪندڙ ناس ٿو ٿئي. هوريان هوريان انهن گرنٿن ۾ جيڪي ڳالهيون پڙهيون هيم سي پنهنجي زندگيءَ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ ڏٺم تہ ڀڳتيءَ جا اهي سڀيئي ڪتاب ۽ انهن ۾ پريل فيلسوفي نهايت منوهر آهي. ڪرشن پيار جو ديوتا آهي. هن جي بانسريءَ جو آلاپ پروسي جي پڪار آهي. تنهنجي لاءِ منهنجي من ۾ جيڪو شڪ پيدا ٿيو هو. اهو هينئر هوريان هوريان مٽجي ويو ۽ مون ڏٺو تہ تون مون کان الڳ، دور آهين ئي ڪو نہ. چندر، مون محسوس ڪيو تہ مان تہ تنهنجي ئي روح جو هڪ جزو آهيان. جا صرف هڪ جنم لاءِ توکان الڳ ٿي وئي آهيان. مان تہ هميشه چنڊ جيان تنهنجي چوڌاري ڦرندي رهنديس. جنهن ڏينهن مون پڙهيو....

سروڌر مان پرتيجيہ مام ايڪم شرنم برج
اهم توام سرو پاپيميو موڇيشيامي ماشچہ

تہ مون ائين محسوس ڪيو تہ تنهنجو وجايل پيار مون کي ائين پيو چوي تہ منهنجي روح ۾ هلي آءُ! تنهنجي پيار کان سواءِ منهنجو ٻيو ڪهڙو ڀڳوان هو؟... چندر، انهيءَ بعد منهنجي جيون ۾ وري پيار ۽ پروسي جو ساگر اٿلي پيو. منهنجي جيون ۾ ايندڙ هر شخص لاءِ هينئر سڀيئي مون کي چاهڻ لڳا. مگر چندر، جڏهن بنتي دهليءَ ڏانهن ويندي مون سان ملي ۽ مون کي تنهنجو سمورو حال ٻڌايائين تہ مون کي ڪيڏو نہ ڏک ٿيو! ڪيڏو نہ افسوس ٿيو! توتي نہ، پاڻ تي!"

گفتگو احساس جي سطح تان ڪنهي ارمان جي سطح تي پهچي وئي هئي. چندر هڪدم چيو. "گيتا، هن ۾ افسوس يا ارمان جي ڪهڙي ڳالهہ آهي. مون جيڪي بہ ڪيو آهي تنهن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ مان پنهنجي سر تہ ذرو بہ شرمسار نہ آهيان." چندر جي آواز ۾ وري هڪ دفعو فخر جو احساس ۽ ڪوڙاڻ اڀري وئي هئي. "مون جيڪي ڪيو آهي تنهن کي مان گناهہ نٿو سمجهان. تنهنجي ڀڳوان توکي ڪا راهہ ڏيکاري تو ائين ڪيو. منهنجي ڀڳوان مون کي ٻي راهہ ڏيکاري ۽ مان ان تي هليس. توکي خبر آهي تہ منهنجي زندگيءَ جي معصوميت تون هئينءَ. تنهنجا معصوم، پاڪ ساهہ منهنجي سيني گناهن، منهنجي سيني ڪمزورين کي سمهاري وينا هئا. جنهن ڏينهن تون منهنجي زندگيءَ مان هلي وئينءَ، تنهن بعد ٿورن ڏينهن لاءِ مون پاڻ کي سنڀاليو. مگر منهنجي روح جو ذرو ذرو بغاوت ڪري اٿيو. مون چيو: اي جنت جا مالڪ! صاف صاف ٻڌ. تو منهنجي زندگيءَ جي معصوميت کي مون کان کسي ورتو آهي. هينئر مان تنهنجي جنت ۾ حوس جي باهہ پڙڪائي ان کي دوزخ کان بہ بدتر بنائي ڇڏيندس ۽ مون لبن جي ڪنارن تي چمين جا پنيٺ دڪائڻ شروع ڪري ڇڏيا. هوريان هوريان قبرستان جي سناٽي ۾ حوس جون ڪروڙين ڇپيون زهريلن نانگن جيان ڦوڪون ڏيڻ لڳيون. منهنجي من کي انهيءَ ۾ بيحد قرار ملڻ لڳو. بيحد سڪون مليو. ايتري قدر جو بنتيءَ لاءِ منهنجي من تي جيڪا ڪڻ چڙهيل هئي. سا بہ سموري دور ٿي وئي انهيءَ ڪري مان ائين ڪيئن چوان تہ اهو سڀ گناهہ هو! گيتا. تون جيڪڏهن پوريءَ طرح ڏسين تہ سمجهي سگهين تہ منهنجي من ۾ پميءَ لاءِ جيڪي هو. سو منهنجي دل اندر جيڪي تنهنجي لاءِ هو. ان جي ئي موٽ آهي. تنهن جو پيار ۽ پميءَ جي حوس هڪ ئي سڪي جا بہ پهلو آهن. پنهنجي پهلوءَ کي صحيح ۽ ٻئي جي پهلوءَ کي غلط ڇو ٿي سڏين؟ ديوتا جي آرتيءَ ۾ جلندڙ ڏيئو پاڪ آهي ۽ ان مان نڪرندڙ دونهون ناپاڪ؟ ڏيئي جي لاٽ پاڪ آهي. پر ان

لاٽ مان اٿندڙ دونهين ريڪا ناپاڪ؟ تنهن ڪري گيتا ارمان ڪرڻ جي ڳالهه ڪهڙي آهي؟" چندر جي آواز ۾ بيحد جوش پرجي ويو هو.

"جي.... چندر. تو مون کي پورو نہ سمجهيو. مون ڏوهه ۽ ثواب جي پاڪائي ۽ ناپاڪي جي ڳالهه ڪا نہ ڪئي. منهنجي پڳوان. منهنجي پيار مون کي هينئر ان دنيا ۾ پهچائي ڇڏيو آهي، جا ڏوهه ۽ ثواب کان گهڻو مٿي آهي. تو پنهنجي پڳوان سان بغاوت ڪئي. مگر هن کي تنهنجي ڳالهه جو ڪو فيصلو نہ ڏيڻ گهربو هو. هو اهڙو ٻاجهارو آهي جو انسان جي گناهن جو ڏنڊ ڏيڻ تہ ڇا، انهن بابت ڪو رايو. ڪو فيصلو بہ نٿو ڏئي. هو تہ صرف انسان جي ڪمزورين کي سمجهي، هن کي پيار ۽ معاف ڪرڻ جي ڳالهه ٿو چوي. هن وٽ ڏوهه ۽ ثواب جو سوال ئي ڪٿي ٿو اٿي؟"

"تڏهن توکي هي افسوس ڪهڙي ڳالهه جو آهي؟" چندر پڇيو.

"افسوس تہ مون کي پاڻ تي هو چندر. باقي ڳالهه رهي ٻنهيءَ سان تنهنجي رشتي جي، سو ايتري خاطري ڪر تہ مان بنتيءَ وانگر ڪا نہ ٿي سوچيان. ڏوهه ۽ ثواب ماپڻ لاءِ منهنجي ساهمي بلڪل نرالي آهي. گهڻ ۾ گهڻ هيترو ڏسڻ پڌڻ بعد مان ائين نٿي مڃان تہ جسم جي پياس ڏوهه آهي. نہ چندر!. جسم جي پياس بہ اهڙي معصوم ۽ سپاويڪ آهي. جهڙي روح جي پوڄا. روح جي پوڄا ۽ جسم جي پياس ٻئي هڪجهڙيون آهن. روح جو پرڪاش جسم سان آهي. جسم جي معصوميت روح سان آهي. جيڪو شخص جسم ۽ روح کي هڪ ٻئي کان جدا ٿو ڪري. اهو من جي ڀيانڪ طوفانن ۾ ڦاسي چور چور ٿي ٿو وڃي. چندر. مان تنهنجو روح هيس. تون منهنجو جسم هئين. پوءِ خبر نہ آهي تہ اسين هڪ ٻئي کان ڪيئن الڳ ٿي وياسين. توکان سواءِ مان فقط سڪٽو روح رهجي ويس. جسم جي پياس. جسم جي عيش کان مان بلڪل اڻواقف رهجي ويس. مڙس کي پنهنجو جسم ڏيندي بہ مان هن کي ڪو اطمينان ڏيئي نہ سگهيس ۽ مون کان سواءِ تون فقط جسم رهجي وئين. جسم ۾ غرق ٿي وئين..... ان ڏوهه ۾جيترو تنهنجو حصو آهي، منهنجو بہ اوترو ئي آهي.... گناهہ جي نديءَ جي هن پر جيستائين تون تڙپندين. اوستائين مان بہ پرئينءَ پر تڙپندي رهنديس. ٻنهي مان نہ هينئر ڪنهن کي آرام آهي ۽ نہ اڳتي هلي اهو آرام ملي سگهندو."

"مگر...."

"ڇڏ انهن سيني ڳالهين کي چندر. تو اجايو هي ڳالهيون ڇيڙيون آهن. مون کان هينئر ڳالهيون ڪرڻ وسرنديون ٿيون وڃن. مان تہ آئي هيس تہ توکي ڏسي من تي ڪجهه ٺار وجهان. اٿ. هل تہ ماني کائون." گيتا چيو.

"نہ گيتا. مان چاهيان ٿو تہ هيءَ ڳالهه سلجهي." چندر گيتا جي هٿ جي ترِيءَ تي پنهنجو مٿو رکندي چيو.

"منهنجي تڪليف اندر ئي اندر وڌندي ٿي رهي. مان پاڳل نہ بڻجي وڃان."

"نہ چندر! اهي ڳالهيون نہ سوچ. اٿ." گيتا چندر کي هٿ کان وٺي اٿاريندي چيو. ٻنهي گڏجي ماني کاڌي. مهراجڻ ڏاڍي اڪير وچان ٻنهي کي کارايو ۽ گيتا سان ڳالهيون ڪندي رهي. کاڌو کائي چندر ليٽي پيو ۽ سوچڻ لڳو..... ڇا گيتا ۽ چندر جي وچ ۾ سچ پچ اهڙي ڀيانڪ جدائي اچي ويئي آهي، جو پاڻ وري اڳي جيان هڪ ٻئي جي ويجهو اچي نٿا سگهن.

اٽڪل ڇئين بجي هو سجاڳ ٿيو تہ ڏٺائين تہ گيتا سندس پيرن تي مٿو رکي سمهي پيئي آهي. پنکي جي هوا اوستائين ڪا نہ ٿي پهتي. هوءَ سڄي پگهر ۾ شل تي ويئي هئي. چندر اٿيو. ننڊ ۾ هن ائين محسوس ڪيو هو ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونهي، گيتا ساڳي گيتا آهي. چندر اهو ئي چندر آهي. گيتا جي ساڙهيءَ جي پلئہ سان هن جي منهن ۽ ڳچيءَ تان پگهر اگهيائين ۽ هٿ وڌائي پنکي جو منهن هن ڏانهن ڪيائين. گيتا اکيون کوليون. عجيب نگاهن سان چندر ڏانهن نهاريائين ۽ پوءِ چندر جي پيرن کي ڇڪي پنهنجي سيني سان لڳائي اکيون بند ڪري ليٽي پيئي. چندر هٿ وڌائي گيتا جي مٿي تي رکيو ۽ چپ چاپ ويٺو سوچيندو رهيو..... اڄ کان سال اڳ جون اهي ڳالهيون. جڏهن هن گيتا کي پهريون دفعو ڪيلاش جو فوٽو ڏيکاريو هو ۽ گيتا روئي رڙي ساڳيو اڄ جيان. سندس پيرن تي مٿو رکي سمهي پيئي هئي. ان سال جي اندر اندر گيتا ڪٿي وڃي پهتي هئي! انهيءَ سال ۾ هن جي جيون پٽيءَ تي جيڪي مانسڪ ريکائون ڇٽيون ويون هيون. تن کي ڪنهن نموني هٽائي سگهي تہ ٻئي جيڪر وري ڪهڙا نہ سکي ٿي وڃن. چندر گيتا کي ٿورو ڏونڏاڙي چيو.....

"سمهي پيئي آهين گيتا؟"

"نہ"

"اٿ."
"نہ چندر، مون کي ائين ئي پيو رهڻ ڏي. مون کي ذري بہ اميد، ذرو بہ ڀروسو کو نہ هو تہ مان وري هڪ ڪن لاءِ بہ سڀ ڪجهہ وساري هيئن تنهنجي قدمن ۾ مٿو ڌري سگهنديس. هيو تہ سڀ مون کان ڇني ورتو اٿيئي. باقي پاڻ کي نڳڻ جو. هي هڪ گهڙي جو سڪون بہ ڇا مون کان کسڻ ٿو چاهين؟" گيتا هن جي قدمن مان پنهنجو مٿو هٽائڻ کان سواءِ ئي چيو.
"اڙي اٿ پڳلي!" چندر جي من ۾ الائي ڪيئن ڪتان اڳيون امنگ کر موڙي اٿيو. هن گيتا جي ٻانهن ۾ ڇهنبڙي پائي چيو. "اثين ٿي يا نہ آرسڻ ڪٿي جي!" گيتا اٿي سڌي ٿي ويني. ڪن پر چندر ڏانهن نوٽ نگاهن سان ڏسندي رهي. پوءِ چيائين. "چندر، ڇا مان سچ پچ جاڳان پيئي؟ تو ئي مون کي جاڳايو آهي؟ چندر، هي سپنو تہ ڪونهي، جو وري ٽٽي ويندو!" ۽ گيتا سڏڪن ۾ اچي ڇٽڪي. چندر جي اکين ۾ بہ پاڻي ڀرجي آيو. ٿورن منٽن بعد هن چيو، "ڪو جادوگر اسان جي دلين مان هي ڪانٽو ڪڍي ڇڏي تہ مان ڪيترو نہ سکي ٿيان ها . گيتا هن کان پوءِ مان توکي اصل ڏکي نہ ڪندس. تون جيئن چوندينءَ تيئن ڪندس."
"ائين تہ تو اڳي بہ چيو هو چندر، مگر توکي هتي الائي ڇا ٿي ويو. مون کي ائين ٿو لڳي تہ تنهنجي ڪردار ۾ ڪا پختائي ڪانهي.... مون کي بہ انهيءَ ڳالهہ جو ئي تہ غم آهي."
"هائي مان پختو ٿجندس گيتا! توکي وڃائي، تنهنجي پيار کي وڃائي، مون ڏٺو آهي تہ مان ان کانسواءِ انسان رهي نٿو سگهان، حيوان ٿجي ٿو وڃان. گيتا تون فقط اڄ کان ڪجهہ مهينا اڳي مون کي واپس ملين ها تہ جيڪو زهر منهنجي اندر ۾ پريو ٿي ويو، سو تو اڳيان ظاهر ڪري مان بلڪل آجو ٿجي وڃان ها . چڱو گيتا، تون هيڏانهن ا. چپ چاپ ليٽي پئہ تہ مان توکي سڀ ڪجهہ ٻڌايان ۽ پوءِ سڀ وساري ڇڏيان. ڇا ٻڌندينءَ؟"
گيتا چپ چاپ ليٽي پيئي. چيائين، "چندر يا تہ ڪجهہ نہ ٻڌاءِ پر جي ٻڌائين تہ سڀ صاف صاف ٻڌاءِ."
"ها بلڪل صاف صاف گيتو، توکان ڀلا مان ڇا لڪائيندس!" چندر هن جي ڳل تي هلڪي چماٽ هڻي چيو. "اڄ تنهنجي قدمن ۾ پنهنجو سڀ ڪجهہ ارپڻ ڪرڻ لاءِ منهنجو من پاڳل ٿي رهيو آهي، جادوگرياڻي...! گيتا اڳئين دفعي جڏهن تون آئي هئينءَ تڏهن تو مون کي گهٽي ئي ڳالهيون ٻڌايون هيون. ڪيلاش جي باري ۾...."
"ها."
"بس انهيءَ بعد منهنجو من الائي ڪيئن توکان ڦري ويو. مان توکان ڪجهہ بہ لڪائڻ نٿو چاهيان. تنهنجي وڃڻ بعد برٽي آيو. هن مون کي چيو تہ عورت فقط نئين جذبات نئين سواد جي قائل رهندي آهي. انهيءَ کان وڌيڪ هن ۾ ڪجهہ ڪونهي. ڪنواريون ڇوڪريون شاديءَ لاءِ خواهان رهنديون آهن. شادي ڪيل زالون نئين پريميءَ جي تمنا رکنديون آهن. زندگيءَ ۾ هنن جي اها ئي خواهش. اهو ئي مقصد آهي. ڇوڪرين کي جسم جي پياس کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ گهرجي.... جيئن انڌ ڌنڌ ۽ بادشاهہ گرديءَ جي دؤر ۾ ڪو بہ چالاڪ اڳواڻ ملڪ جون واڳون پڪڙي ويهندو آهي. ائين ئي سموري اداسيءَ ۽ خال جي گهڙين ۾ هي برٽي بہ ڇڻ منهنجي جيون فيلسوفيءَ جو استاد ٿجي ويو. ان بعد وري آئي پمي. مون هن کان پڇيو تہ مرد ۽ عورت جي رشتي ۾ ڇا سيڪس هئڻ لازمي آهي؟ هن چيو ها ۽ جي اهو نہ آهي تہ پلٽونڪ ۽ آدرشادي. پيار جو ردعمل سيڪس جي پياس ۾ ئي ٿيندو آهي. هاڻي مان توکي ٻڌايان ٿو تہ منهنجي من ۾ ڪهڙو چور ويٺو هو. مون سوچيو تہ تون بہ وڃي پنهنجي شادي شده جيون ۾ خوش ٿي آهين. جسم جي پياس توکي پاڻ ۾ غرق ڪري ڇڏيو آهي ۽ جيڪا اداسي تو منهنجي سامهون ڏيکارين ٿي، اهو صرف ڏيکاءُ آهي. انهيءَ ڪري دل ئي دل ۾ مون کي توتي چڙ اچي ويئي. خبر نہ آهي، اهو ويچار منهنجي دل ۾ اهڙو پختو ڪيئن ٿجي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو مان نہ صرف توسان، پر پميءَ کي ڇڏي، دنيا جي باقي سڀني ڇوڪرين سان نفرت ڪرڻ لڳس. بنتيءَ کي بہ مون بيحد ڏکي ڪيو. شاديءَ لاءِ وڃڻ کان اڳي هوءَ مون وٽان تمام ڏکي ٿي ويئي. رهي پمي، سو پميءَ سان مان انهيءَ ڪارڻ خوش هوس، جو هن بلڪل حقيقت جي ڳالهہ ڪئي هئي. هن مون کي چيو تہ آدرشوادي پيار جو حاصل جسماني خواهشن جو ئي روپ وٺندو آهي. مان توکي انهيءَ ڏوهہ جو ڏوهي سمجهي توکان ناراض ٿي ويس، مگر اندر ئي اندر اهو ويچار خود مون کي ئي بدلائڻ لڳو. گيتا، مون کي خبر نہ آهي تہ تنهنجي جيون ۾ اهو سيڪس جو احساس، جسماني چاهنا، جاڳي يا نہ. پر منهنجي من ۾ تہ گناهن جو هڪ زبردست طوفان اٿي ڪڙو ٿيو. توکان هڪ بہ ڳالهہ بہ نہ لڪائيندس. سا هيءَ تہ اهڙيون بہ گهڙيون هيون جڏهن پميءَ جو هيڻن مون کي پاڻ ارپڻ ڪري ڇڏيو. تنهن منهنجي من تي چڙهيل سموري ڪٽ ڌوئي صاف ڪري ڇڏي. ٻڌاءِ گيتا..... تون ڪجهہ تہ چئہ!"
"تون چوندو هل چندر! مان سڀ ٻڌي رهي آهيان؟"

"ها.... پوءِ ان ڏينهن گيسو آئي. هن وري مون کي اڳين ڏينهن جي يادگيري ڏياري ۽ منهنجي دل مان پميءَ جي نشي جون پاڙون اکوڙي ڦٽيون ڪري ڇڏيون. ڇگو گيتا، تون بہ هڪ ڳالهہ ٻڌاءِ... ڇا تون ائين مڃين ٿي تہ ڪڏهن ڪڏهن هڪ انسان جي احساسن جو اظهار ڪنهن ٻئي انسان ذريعي ٿي ٿيندو آهي؟"
"يعني؟"
"منهنجو مطلب آهي تہ ان ڏينهن جڏهن مون گيسوءَ سان ڳالهايو پئي تہ ائين پئي سمجهيم تہ مون سان تون ڳالهائي رهي آهين. توکي بي بہ هڪ ڳالهہ ٻڌايان. توکان پوءِ بنتي مون سان رهي پيئي هئي. گهنگهور انڌاري ۾ هوءَ ئي هڪ روشني هئي، البتہ جهڪي، ٽمڪندڙ بي مقصد! مان تہ ائين پيو وسهندو هوس تہ هوءَ روشن هئي، ڇاڪاڻ جو تون هن کي پنهنجي روشني ڏيئي ويئي هئينءَ. مون ٿورا ڏينهن بنتيءَ کي خوب پيار ڏنو. مون کي ائين پيو محسوس ٿيندو هو تہ تون اجا منهنجي اڳيان ويٺي آهين. تون هن جو روپ وٺي آئي آهين. ائين لڳندو هو تہ هوءَ الڳ شخصيت نہ آهي، پر تنهنجي ئي شخصت جو هڪ جزو آهي. هن ۾ جيترو تنهنجو جزو هو، اهو منهنجي جيون ۾ رس پيدا ڪندو رهيو. ٻڌاءِ گيتا، من جي اها ڪهڙي عجيب ڪيفيت آهي؟"
گيتا ٿوري دير خاموش رهي. پوءِ چيائين، "چندر، ڀاڳوت ۾ هڪ هنڌ ڏنل ٽيڪا ۾ مون پڙهيو آهي تہ جنهن کي پڳوان گهڻو پيار ڪندو آهي، ان ۾ ايشور جو ڪجهہ انس اچي ويندو آهي. اها وڏي وگيانڪ حقيقت آهي. مان بنتيءَ کي تمام گهڻو پيار ڪندي آهيان چندر!"
"مان سمجهي ويس." چندر چيو، "هيئنر مان سمجهي ويس تہ منهنجي من ۾ ايڏو گناهہ ڪٿان آيو. تو مون کي تمام گهڻو پيار ڪيو نہ، سو تنهنجي شخصيت جا سڀ گناهہ منهنجي شخصيت ۾ پرجي ويا."
گيتا کان ٽهڪ نڪري ويو. چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين، "هن طرح خوش مزاج رهندو اچين ها تہ هيءَ حالت ڇو بڻجي ها؟ تون صفا من موجي آهين. ڪڏهن ڏس تہ بيحد خوش، ڪڏهن وري بيحد اداس."
هوءَ اٿي ۽ انب کپي پليٽ پري ڪٽي آئي. انب ڏسي چندر چيو، "انب! هي انب ڪٿان آندئي؟ ڪير ڪٺي آيو؟"
"لکنئوءَ لٿي هيس، اتان تنهنجي لاءِ وٺي آيس."
چندر انب جي هڪ ڦار کڻي کاڌي ۽ پراڻي يادگيري تازي ڪرڻ لاءِ هٿ گيتا جي ساڙهيءَ جي پلئہ سان اگهيائين. گيتا مشڪي ڏاڍي سڪ وچان چيو، "ٻڌاءِ، هاڻي وري تہ پنهنجو دماغ خراب ڪو نہ ڪندين نہ؟"
"هاڻي اصل نہ. مگر گيتو پميءَ جو ڇا ٿيندو؟ مان هن سان پنهنجو رشتو صفا ٽوڙڻ نٿو چاهيان. باقي انهيءَ کي جيترو محدود ڇوين، اوترو محدود رکان."
"مان ائين ڪٿي ٿي چوان. مان تہ توکي ڪنهن بہ قسم جي بنڌڻ ۾ ٻڌڻ نٿي چاهيان. مان چاهان ٿي تہ مان ڪڏهن چاهيان بہ ڪٿي، تڏهن بہ پنهنجي من جي بنڌڻن کي ڍرو ڪري توکي هميشهہ لاءِ آزادي ڏيئي نہ سگهنديس، تڏهن ڀلا توتي بنڌڻ ڇا لاءِ وجهان. پمي شام جو ايندي؟"
"شايد...."
دروازي تي کڙڪو ٿيو ۽ گيسو اندر لنگهي آئي. هڪدم ڊوڙي اچي گيتا کي ڀاڪر پاتائين. چندر اٿي هلڻ لڳو. "ڪيڏانهن هليا پائيجان، ويهو نہ؟"
"مان وهنجي اچان ٿو...." چندر هليو ويو. هو اڄ اهڙو تہ خوش هو جو وهنجڻ جاءِ ۾ سڄو وقت ڳائيندو رهيو ۽ جڏهن وهنجي اٿيو تڏهن ياد آيس تہ وهنجندي بدن تان گنجي تہ لاٿي ڪا نہ هئائين. ڪپڙا پائي غسل خاني کان ٻاهر آيو، تڏهن بہ چپن ۾ ڪجهہ ڳائيندو رهيو. ڪمري ۾ پهتو تہ ڏٺائين تہ گيسو اڪيلي ويٺي آهي.
"گيتا ڪيڏانهن ويئي؟" چندر پنهنجي آواز کي جهڻ نچائيندي چيو.
"شربت آڻڻ ويئي آهي." گيسوءَ پنهنجي مٿي تي رئي جو پلئہ سنڀاليندي ۽ پنهنجي سلوار ٺيڪ ڪندي چيو. چندر پيتيءَ مان رومال ڳولهڻ لڳو.
"چندر ڀائي، اڄ توهين ڏاڍا خوش آهيو. ڪهڙي وچايل شئي هٿ آئي اٿوَ؟ اهڙي خوش موقعي تي پيڻ کي انعام ڪو نہ ڏيندا؟" گيسوءَ هن سان مذاق ڪندي چيو.
"انعام ڇا، چوين تہ اها شئي ئي توکي ڏيئي ڇڏيان."
"ها، پر پهرين ڪيلاش بابوءَ کان تہ پڇي اچو." گيسوءَ وراڻيو.
"هن جي دل سان تہ تون ئي ڳالهہ ٻولهہ ڪري سگهين ٿي."
گيسوءَ سهمجي منهن ڦيري ڇڏيو.

گيتا شربت جا ٻہ گلاس کڻي آئي. هڪ گلاس گيسوءَ ڏانهن وڌائي چيائين. "وٺ گيسو پيءُ... هان چندر وٺ."

"تون پيءُ نہ؟"

"نہ مان ڪا نہ پيئنديس. برف مون کي نقصان ڪندي. گيتا نهايت سانتيڪي آواز ۾ چيو. چندر کي ياد آيو تہ گيتا اڳي چانهہ يا شربت پيئندي ڪيڏو نہ چيڙائيندي هئي ۽ اڄ....

"چا پيو ڳولهين چندر؟" گيتا هن کان پڇيو.

"رومال پيو ڳولهيان. ليي ئي نتو."

"لينديئي ڪيئن. سيپئي وڃائي ڇڏيا هونديئي. مون کي تنهنجي جي عادتن جي خبر آهي. اڄ وڃي ڪپڙو وني اچ تہ سڀاڻي صبح تائين رومال سبي ڏيانءِ." ۽ هوءَ اٿي وڃي ڪيلاش جي پيتيءَ مان هڪ رومال ڪڍي آئي.

انهيءَ بعد چندر بازار هليو ويو ۽ گيتا ۽ ڪيلاش لاءِ ڪجهہ ڪپڙو خريد ڪري آيو. تنهن کان سواءِ گيتا لاءِ ڇهري شئي، پيپنو، سردو، گلاب جي شربت جو شيشو. هڪ سهڻي پين ۽ بيو بہ الائي ڇا ڇا خريد ڪري آيو. گيتا اهو سڀ ڏسي چيو. "پاپا ڪونهي تہ بہ مان ائين پيئي پانيان تہ پيڪن ۾ آئي آهيان." مگر هوءَ ڪجهہ بہ کائي پي نہ سگهي.

ڪاڏو ڪائي چندر وڃي باهر باغ ۾ ويٺو. پنهنجي ڪڻ بہ اتي ئي وڃهراياڻين. گيتا جو بسترو مٿي ڪڏ تي لڳايو ويو هو. هن سان گڏ اتي مهراڄڻ سمهڻ واري هئي. گيتا سردو ڪپي هڪ پليٽ ۾ ڪڻي آئي ۽ چندر جي ڪڻ پرسان ڪرسي وڇهي ويٺي. چندر سردو کائڻ لڳو. ٿوري دير بعد گيتا چيو. "چندر. بنتيءَ جي باري ۾ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟"

"راءِ! راءِ ڪهڙي ٿيندي؟ ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي. توکان تہ گهڻي سٺي آهي." چندر هن کي چيڙيندي چيو.

"مون کان تہ سڄي دنيا سٺي آهي. مگر هڪ ڳالهہ پڇانءِ؟ نهايت گنڀير ڳالهہ آهي."

"ڪهڙي گنڀير ڳالهہ آهي؟"

"تون بنتيءَ سان شادي ڪري ڇڏ."

"بنتيءَ سان! تنهنجو دماغ وري خراب ٿي ويو ڇا؟"

"نہ. انهيءَ باري ۾ پهرين پهرين هنن ئي چيو تہ بنتيءَ کي چندر سان ڇو نہ پرڻائي ٿا ڇڏيو. تڏهن مون پاپا سان ڳالهہ ڪئي. پاپا بلڪل راضي آهي. مگر چيائين تہ مان ئي توسان اها ڳالهہ ڪيان. چندر شادي ڪري ڇڏ. پڻي بہ هينئر ڪو دخل ڪا نہ ڏيندي."

چندر ڪلي ڏنو. "ماڻهن جي شادي ڪرائڻ لاءِ تنهنجي دماغ ۾ خوب تجويزون ٿيون نهن. ياد اٿئي، اڳي بہ تو مون کي هڪ دفعو شادي ڪرڻ لاءِ چيو هو؟" گيتا کان هڪ هلڪي سرد آهہ پرجي ويئي. "ها ياد اٿم. خير، تڏهن جي ڳالهہ ٻي هئي. هينئر توکي ضرور ڪرڻ گهرجي."

"نہ گيتا. شادي مون کي ڪرڻي ڪانهي. پر تو اهو ذڪر ڪڍيو ڪيئن؟ ڇا بنتي ۽ منهنجي وچ ۾ جيڪو رشتو رهيو آهي. تنهن کي تو غلط تہ ڪو نہ سمجهيو آهي؟"

"نہ. مگر اها خبر اٿم تہ بنتيءَ جو تو ۾ انڌو اعتماد آهي. توکي بہ هن کان بهتر ڇوڪري بي مشڪل ملندي. گهٽ ۾ گهٽ تنهنجي زندگي. جا هينئر ٽڙي پکڙي پيئي آهي سا نهي پوندي."

چندر وري ڪليو "منهنجي زندگي شاديءَ سان نہ. پيار سان ئي نهندي گيتا. ڪا اهڙي ڇوڪري ڳولي ڏي جا تو جهڙي هجي ۽ مون کي پيار ڪري سگهي. پوءِ سمجهندس تہ تو سچ پچ مون لاءِ ڪجهہ ڪيو. هونءَ اها شادي وغيره جي ڳالهہ ڪرڻ بيڪار آهي. هاڻي ٻي ڪا ڳالهہ ڪر."

"نہ چندر. شادي تہ توکي ڪرڻي ئي پوندي. هينئر مان توکي هيئن اڪيلو رهڻ نہ ڏينديس. بنتيءَ سان نہ ڪرين تہ بي ڇوڪري ڳوليندس. مگر شادي توکي ضروري ڪرڻي ئي آهي ۽ منهنجي پسند سان ئي ڪرڻي آهي."

چندر وري بہ صرف ڪليو جواب ڪو نہ ڏنائين.

گيتا اٿي کڙي ٿي.

"هلينءَ ڇا؟"

"ها. توکي هاڻي ننڊ ايندي ڏري. سمهي پئہ."

چندر هن کي روڪيو ڪو نہ. هن سمجهيو هو تہ گيتا پاڻيهي ويهندي. ويهي اڳي جيان خوب ڳالهيون ڪندي ۽ پاڻ گيتا کان سندس سچو حال احوال وٺندو. مگر گيتا تہ هينئر ڄڻ پاڻ ۾ ئي پئي سمائي. هن چندر کان سمورو احوال پڇي ورتو. پر پنهنجي من جي هن کا بہ ڳالهہ ظاهر نہ ڪئي. گيتا سندس پرسان هوندي بہ ڪانئس ڪيڏي نہ دور هئي. پکي ڍنڍ ۾ رهندي بہ پياسو رهجي ويو هو.

اٽڪل ڪلاڪ بعد گيتا وري کير جو گلاس کڻي آئي. چندر کي ان وچ ۾ جهوٽو اچي ويو هو. هن چندر جي سيرانديءَ کان ويهي سڏ ڪيو. "چندر. سمهي پئين ڇا؟ اٿ!"

"ڇو؟" چندر ڇرڪ ڀري سجاڳ ٿي ويو.

"اٿ. کير پيءُ!" گيتا چيو.

"کير مان ڪو نہ پيئندس."

"برف ۽ شربت ملائي کڻي آئي آهيان. اٿي پي تہ ڏس."

"نہ. مان ڪو نہ پيئندس. وڃ. مون کي ننڊ پيئي اچي." چندر جي آواز ۾ هينئر خفو هو.

"اڙي.... اٿي پيءُ منهنجا راڄ دلارا! ڏس چمڪن پيا چاند ستارا...." گيتا ڄڻ هن کي لولي ڏيندي چيو. پوءِ هن کي پنهنجي هنج ۾ ڇڪي، جيئن ماءُ ٻار کي پياري، تيئن کير جو گلاس چندر جي چپن تي رکيائين. چندر چپ چاپ کير پي ويو. گيتا گلاس هيٺ رکي چيو. "ائين تہ مان نيلوءَ کي کير پيئاريندي آهيان."

"نيلو کير؟"

"اڙي ڏير اٿم. شنکر بابوءَ جو ڪکو."

"اڇا!"

"چندر. تو پنکو تہ مٿي کڏ تي رکايو آهي. پوءِ توکي هتي ننڊ ڪيئن ايندي؟"

"اچي ويندي."

چندر وري ليٽي پيو. گيتا اٿي کا نہ. هوءَ پنهنجي ٻانهن جي آڌار تي، چندر جي پرسان گلن جي ڪمان جيان ليٽي پيئي. چوڏهينءَ جو روشن اجرو چنڊ آڪاس جي نيرين لهرن تي، اڻ ٽڙيل گل جيان لڏي رهيو هو. کير ۾ ڌوتل هوا جا جهوٽا چانڊوڪيءَ سان لڪ ڇپ راند ڪري رهيا هئا. چندر اکيون بند ڪري ليٽيو پيو هو. هن جي اکين جي پلڪن تي، هن جي وارن تي، هن جي چپن تي چانڊوڪيءَ جون پنکڙيون پئي جهريون. گيتا چندر جو ڪالر ٺيڪ ڪندي چيو، "چندر، ننڊ ٿي اچيئي؟"

"نہ. ڦٽي وئي." چندر اکيون کولي ويٺو. چنڊ مٿي آسمان ۾ پئي چمڪيو ۽ اداس چانڊوڪي سندس هنج ۾ ليٽي پيئي هئي. هن ائين محسوس ڪيو تہ معصوميت ۽ امرت سان ڀريل بادلن سندس خيالن کي پنهنجي آنچل ۾ ويڙهي ڇڏيو آهي.

هن پاسو بدلائي چيو. "گيتا زندگيءَ جو هڪ پهلو ختم ٿي ويو. درد جي هڪ منزل گذري وئي. ٿڪاوٽ بہ دور ٿي وئي. پر آئنده جو رستو اڃا نظر نٿو اچي. ٻڌاءِ، مان ڇا ڪريان؟"

"گهٽو ئي ڪجهہ ڪرڻو آهي. چندر. پنهنجي اندر جي برائين سان جنگ جوٽي ختم ڪيئي. هاڻي ٻاهرين خرابيءَ خلاف جدوجهد ڪر. مان تہ هميشهہ اهي ئي سپنا لهندي رهي آهيان چندر. تہ تون تمام وڏو ماڻهو ٿيندين. پاڻ بابت جيڪي سوچيو هوم. اهو سڀ تہ قسمت الٽ پلٽ ڪري وڌو. هينئر توکي ڏسي ئي ڪجهہ سڪون پائيان ٿي. تون جيترو مٿي چڙهندين. مون کي اوترو سک ملندو. هونءَ تہ مان ڄڻ دوزخ جي ٻنيءَ ۾ پيئي پچان."

"گيتا. تنهنجي انهيءَ ڳالهہ تي منهنجي سموري همت. منهنجو سمورو ٻل ٽٽي ٿو پوي. تون اگر پنهنجي ساهرن ۾ خوش هجين ها تہ منهنجي بہ همت ٻڌجي ها. تنهنجو هي حال. تنهنجي هيءَ تندرستي. هي بيوقتو ويراڳ ۽ پوڄا. هي تنهنجو اندر ئي اندر گهٽجڻ ڏسي مان سوچي نٿو سگهان تہ ڇا ڪريان!"

"چندر. مان بہ ڀلا ڇا ڪريان! ائين برابر آهي تہ هينئر هو بہ منهنجو بيحد گهڻو خيال ٿو رکي. مگر اها ئي ڳالهہ پاڻ مون کي وڏيڪ دکي ٿي بنائي. مان نہ هن سان ڪو سمجهوتو ڪري ٿي سگهان ۽ نہ ڪليو ڪلايو هن کي ٺوڪاري، هن جي بي عزتي ڪري ٿي سگهان. منهنجي حياتي هڪ انوکو دوزخ بنجي ويئي آهي. مگر ايترو ضرور آهي چندر! تون جيڪڏهن مٿي چڙهين تہ مان اهو دوزخ بہ پوڄي چڙهنديس. تون دل ننڍي نہ ڪر. هڪ زندگيءَ جي تہ ڳالهہ آهي. انهيءَ بعد...."

"مگر پنر جنم ۾ تہ منهنجو ڀروسو ئي ڪونهي. گيتا."

"ائين ته پاڻ بهتر. پوءِ ته هن جنم ۾ ئي تون مون کي جيڪو سک ڏيئي سگهين ٿو سو ڏيئي ڇڏ. جيترو اوچو بڻجي سگهين، اوترو اوچو بڻجي وڃ."
"تون جيڪو به رستو ٻڌائين مان ان تي هلڻ لاءِ تيار آهيان. مان به چاهيان ٿو ته پنهنجي شخصيت کان متي اٿان. مگر انهيءَ لاءِ منهنجو هڪ شرط آهي. تنهنجو پيار هميشهه مون سان ساٿ ڏئي."
"اهو ڪڏهن به توکان الڳ ٿيو ئي ڪٿي آهي چندر! تو ئي ته. جڏهن مرضي ٿي اٿئي، ان کان منهن موڙي ڇڏيو آهي. مگر هاڻي نه. ڪاش تون هڪ گهڙيءَ لاءِ به اهو محسوس ڪري سگهين ته اتي توکان دور، حوس جي ڪچري ۾ ڦاسي مان ڪيتري نه اداس، ڪيتري نه پريشان ٿي رهان. پوءِ جيڪر تون هيئن نه ڪرين. منهنجي جيون ۾ جيڪا به اڻپورائي، گهڻتائي رهجي ويئي آهي چندر، ان جي پورائي تون ئي آهين. تون ئي منهنجي جنم جنم جو سڪون آهين. تون وري ائين نه ڪجان. تون هينئر شادي ڪري ڇڏ ۽ يقين رکي مٽي چڙهندو هل."
"شادي ڪرڻ کان سواءِ ٻيون تنهنجون سڀ ڳالهيون مون کي منظور آهن. مگر تون وري ڪڏهن به مون کان پنهنجو پيار واپس ته نه وٺندينءَ؟"
"نه. ڪڏهن به واپس نه وٺنديس."
"۽ مان ڪڏهن ناراض ٿي به وڃان ته تون خفا ڪا نه ٿيندينءَ؟"
"نه."
"۽ مان جيڪڏهن ڪٿي ٿاٻو کاوان، ٿڙڪي پوان ته تون ائين هٿ ٻڌي ڪا نه ويهندينءَ؟ بنا ڪنهن دٻ يا حجاب جي مون کي ان ڌٻڻ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي وٺندينءَ؟"
"اهو تمام ڏکيو آهي چندر! نيٺ مان به ته ڪن ٻنڌڻن ۾ جڪڙيل آهيان. ڇڱو اهو ٻڌاءِ ته تون وري دهليءَ ڪڏهن ايندين؟"
"هينئر ته وري دسهڙي تي ئي ايندس. گرمين ۾ هتي ئي رهندس. ها. تي سگهيو ته ڪيلاش جي واپس موٽڻ بعد شاهجهانپور ايندس."
گيتا خاموش ويٺي رهي. چندر به چپ چاپ ليٽيو رهيو. ٿوري دير بعد چندر پنهنجو هٿ گيتا جي هٿ مٿان رکيو ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيائين. هن کي جڏهن ننڊ اچي ويئي ته گيتا آهستي پنهنجو هٿ ڪسڪائي ورتو ۽ اٿي کڙي ٿي. ڪي منٽ ٽڪ ٽڪ نگاهن سان هن ڏانهن نهاريندي رهي ۽ پوءِ آهستي آهستي اتان هلي ويئي.

ٻئي ڏينهن صبح جو گيتا، اچي چندر کي جاڳايو. چندر اٿي ويٺو ته گيتا چيو. "جلدي وهنجي وٺ. اڄ توسان گڏ پوڄا ڪنديس."
چندر وهنجي آيو ته گيتا ان وچ ۾ پوڄا جي چوڪيءَ سامهون ٻه آسڻ وڇائي تيار ڪيا هئا. چوڪيءَ تي ڏيئو ٻري پيو ۽ گلن جا ڍير رکيا هئا. چندر کي ويهاري گيتا پاڻ به ويٺي. هن اڄ به اهو ئي پوڄا جو ويس ڍڪيو هو. جسم تي ريشمي ساڙهي ۽ هيٺان هڪ ريشمي چولي! آلا وار هن جي پٺيءَ تي پکڙيل هئا.
چندر چيو، "مگر مان ويٺو ويٺو ڇا ڪندس؟"
گيتا ورندي ڪا نه ڏني، چپ چاپ پنهنجو ڪم ڪندي رهي. ٿوريءَ دير بعد هن پاڳوت کوليو ۽ ان مان مني آلاپ ۾ گوپڪا گيت پڙهڻ شروع ڪيائين. چندر کي سنسڪرت ٻولي ڪا نه ٿي آئي، پوڄا ۾ هن جو يقين ڪو نه هو. تنهن هوندي به ان وقت هن کي من ۾ هڪ عجيب احساس پئي ٿيو. سامهون ڏوپدان مان اٿندڙ سڳنڌي لهرون جڻ چندر جي ساهن ۾ گهڙي، انهن ۾ سمائجي ٿي ويون. پرسان ويٺل گيتا جي آلن وارن مان ڳڙندڙ پاڻيءَ جون بوندون ڪنهن ڪنهن وقت هوا جي لهرن تي ڪڇي چندر جي گوڏن مٿان اچي ٽي ڪريون. منٺڙي آواز ۾ اچاريل ڀاڳوت جا سلوڪ جڻ گيتا جي پوڄا جي پرسادي طور هن جي روح کي امرت سان ڌوئي صاف ڪري رهيا هئا. ائين پئي لڳو ته پوڄا جي انهن پاڪ پلڪن ۾ هن جي جيون جون سڀ غلطيون. ڪمزوريون، گناهه ڌوپجندا ٿا وڃن. گيتا جڏهن ڀاڳوت بند ڪري پاسيرو رکيو ته چندر جو ڪنڌ از خود پرنام ڪندي جهڪي ويو. ڀاڳوت اڳيان يا ڀاڳوت جي پوڄارڻ اڳيان، سو چٽي نٿو سگهجي. ٿوري دير بعد گيتا پوڄا جي ٿالهي کڻي ۽ چندر جي نرڙ تي تلڪ لڳايائين.
"مون کي؟"
"توکي نه ته ٻيو ڪنهن کي.... ميرا تو دوسرا نه ڪوئي!" ائين چوندي چوندي گيتا گلن جا بڪ ڀري چندر جي قدمن ۾ ڪٽي ڌريا ۽ جهڪي چندر جي قدمن ۾ پرنام ڪيائين. چندر گهبرائجي پير هٽائي ورتا. "نه گيتا. مان ايتري جو لائق نه آهيان. تون مون کي هيئن لڄي ڇو ٿي ڪرين؟"

گيتا جواب ڪو نہ ڏنو.... ساڙهيءَ جي ڪنڊ سان اکين مان جهرندڙ لڙڪن کي اگهي، ناشتو اٿڻ لاءِ هلي ويئي. چندر ڪاليج مان واپس موٽيو تہ ڏٺائين، گيتا مشين کولي ڪجھ سبي ويئي. چندر ڪپڙا مٿائي اچي پڇيو، "ڇا پيئي سبين؟"

"رومال ۽ گنجيون. تون هيترا ڏينهن هلئين ڪيئن پئي؟ پيتيءَ ۾ تہ هڪ بہ رومال، هڪ بہ گنجي ڪانهي. بيپرواهيءَ جي بہ حد ٿيندي آهي. تڏهن تہ چوانءِ ٿي تہ شادي ڪر."

"ها، ڪنهن درزيءَ جي ڌيءَ سان شادي ڪرائي ڇڏ." چندر ڪنڌ تي گيتا جي پرسان ويهندي چيو. گيتا سبندي رهي. ٿوري وقت بعد اوچتو هن مشين بند ڪئي ۽ بيحد گهبرائجي ويئي.

"ڇو ڇا ٿيو گيتا...؟"

"ڏاڍو سور آهي....." ائين چوندي چوندي هوءَ اتي ڪٽ تي ئي ڇڻ بيهوش ٿي ليٽي پيئي. چندر ڊوڙي پنکو ڪٽي آيو ۽ هن مٿان هوا ڪرڻ لڳو. "ڊاڪٽر کي سڏي اچان؟"

"نہ پاٽيهي نيڪ ٿي ويندس..... الٽي ٿي اچي." گيتا اٿي ويٺي.

"نہ اٿ نہ، مان پاٽ ڪٽي ٿو اچان." چندر پاٽ آڻي گيتا اڳيان رکي ۽ هن جي پٺيءَ تي هٿ ڦيرڻ لڳو. گيتا وري سهڪندي ليٽي پيئي. چندر ڊوڙندو ڦوٽو ۽ پاڻيءَ گلاس ڪٽي آيو. گيتا ڦوٽي جا بہ ٽي ڪٽا وات ۾ وڌا ۽ وري ليٽي پيئي. هن جي پيشانيءَ تي پگهر جون بوندون چمڪڻ لڳيون.

"هينئر طبعيت ڪيئن ٿي پائين گيتا؟"

"ڏاڍو سور آهي انگ انگ ۾..... مشين هلائڻ نہ ڪپندي هيم." گيتا بيحد جهيڻي آواز ۾ چيو.

"مان ڊاڪٽر کي سڏي ٿو اچان."

"اهو سڀ اجايو آهي چندر. مان لکنئوءَ ۾ تپاس ڪرائي آئي آهيان. هن روڳ جو علاج ڪونهي. هي تہ زندگيءَ پر جو سراپ آهي."

"ڪهڙي بيماري چيائون؟"

"ڪجھ ڪونهي."

"ٻڌاءِ نہ؟"

"ڇا ٻڌايانءِ چندر!" گيتا گوندر ڀريل نگاهن سان چندر ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ سڏڪن ۾ اچي ڇڪي. چندر اٿي سندس بئگ مان دوا ڪڍي آيو. هو وري ڪاليج ڪو نہ ويو. ٻن ڪلاڪن بعد گيتا ڪجھ ٺيڪ ٿي. هن اونهو ساھ کنيو ۽ وهاڻي جي اوٽ تي سڌي ٿي ويٺي. چندر ٻيا بہ وهاڻا ڪٽي هن جي پٺيءَ کان رکيا. انهن ٻن ڪلاڪن اندر گيتا جو منهن تمام پيلو ٿي ويو هو. چندر چپ چاپ اداس ويٺو رهيو.

ان ڏينهن گيتا ڪجھ ڪو نہ کاڌو، فقط ميوي تي گذر ڪيائين. منجهند جو سخت لڪ پئي لڳي، ان وقت ڪيلاش واپس موٽيو. ايندي ئي چندر کان پهريون سوال اهو ڪيائين، "گيتا جي طبعيت ٺيڪ آهي نہ؟" هن کي جڏهن خبر پيئي تہ صبح جو هن جي طبعيت خراب ٿي ويئي هئي تہ هو ڪپڙا مٽائڻ کان سواءِ ئي سڌو گيتا جي ڪمري ۾ پهتو. پنهنجي هٿ سان هن کي دوا پياري، پوءِ پنهنجي ڪمري ۾ ويو ۽ ڪپڙا بدلائي ليٽي پيو. هو بيحد ٿڪل هو.

چندر بہ پنهنجي ڪمري ۾ اچي ڪاپيون جاچڻ ويٺو. شام جو ڪامني، پريا، ليلا ۽ ٻيون ٻہ ڇوڪريون جن کي گيسوءَ وٽان گيتا جي اچڻ جو اطلاع مليو هو، سڀ اچي ڪنيون ٿيون ۽ گيتا ۽ ڪيلاش کي گهيري ويٺيون رهيون. چندر هنن جي خاطر داري ڪرڻ ۾ مشغول هو. رات جو ڪيلاش هن کي مٿي ڇت ٻي سڏايو ۽ سندس آئينده بابت ساڻس ڳالهيون ڪندو رهيو. جڏهن ڪيلاش ننڊاکڙو ٿيو تہ چندر هيٺ آيو ۽ ٻاهر باغ ۾ پيل پنهنجي کٽ تي اچي ليٽيو.

ڪيترو وقت هن کي ننڊ ڪا نہ آئي. هو گيتا جي بيماريءَ بابت سوچيندو رهيو. مٿي ڪڏ تي گيتا بہ پاسا بدلائيندي رهي. هن جا هي ٻہ ڏينهن صفا سپني جيان گذري ويا. سياٽي هوءَ واپس هلي ويندي، چندر کان بلڪل دور ۽ پوءِ نہ ڄاڻ هن سان وري ڪڏهن مڪا ميلو ٿيندو.

صبح کان ئي گيتا ڇڻ اجهامي ويئي هئي. ڪالهہ تائين هن ۾ خوشي وري موٽي آئي هئي. پر ڪيلاش جي موٽڻ بعد ان خوشيءَ تي ڇڻ پاڃو پئجي ويو. اڄ چندر جي ڪاليج جو پويون ڏينهن هو. هو ڪيلاش کي بہ ساڻ وٺي ويو ۽ اتي پروفيسرن ۽ شاگردن سان هن جي واقفيت ڪرايائين. هڪ پروفيسر جنهن جي عادت هئي تہ ڪانگريس سرڪار سان واسطو رکندڙ هر شخص کي پارٽي ڏيندو هو. تنهن شام جو ڪيلاش جي عزت ۾ ٻڻ پارٽيءَ جي دعوت ڏني. چاڪاڻ جو هو بہ سرڪار طرفان هڪ سنسڪرت جٽي سان گڏ وڃي رهيو هو.

واپس موٽڻ لاءِ رات جي گاڏيءَ جو فيصلو ٿيو هو. ڪيلاش ڪي هفتي اندر اسهٽو هو. جنهن ڪري هو هتي وڌيڪ وقت ترسي نٿي سگهيو. منجهند جي ماني ٻنهي گڏجي ڪاڌي. گيتا مهراجڻ جو لحاظ رکندي هئي. جنهن ڪري هوءَ ڪيلاش سان گڏ ڪاٺڻ ڪا نه وينئي. فيصلو ائين ٿيو ته سامان سويل ئي ٻڌي ڇڏجي ۽ پارٽيءَ تان موٽي سڌو اسٽيشن ڏانهن روانو ٿجي.

گيتا جڏهن چندر جون آنڊل شيون ۽ ڪپڙا ڪيلاش ڪي ڏيکاريا ته هن ڪي بيحد تعجب لڳو. هن ڪڇيو ڪو نه ۽ ڪپڙا چپ چاپ رکي ڇڏيائين. پوءِ چندر وٽ وڃي پڇيائين. "هينئر جڏهن تو ڏيڻ وٺڻ جو رواج به نڀايو آهي، تڏهن اهو ٻڌاءِ ته تون مون ڪان وڏو آهين يا ننڍو؟"

"ڇو؟" چندر پڇيو.

"انهيءَ ڪري جو وڏو هجين ته توڪان پيرين پئي موڪلايان ۽ جي ننڍو هجين تہ خرچي ڏيئي وڃانءِ؟"

چندر ڪي ڪل اچي ويئي.

ٻپهريءَ ڪان ئي گهر ۾ اداسي ڇانئجي ويئي. نہ چندر ليٽيو. نہ گيتا " ڪيلاش آرام ڪيو. شام جو سيئي گڏجي پارٽيءَ تي ويا. اتان موٽيا تہ گيتا ائين محسوس ڪيو ڄڻ سندس دل ٿي ٻڌي. شاديءَ وقت موڪلائيندي بہ هن جي دل ائين ڪا نہ ٻڌي هئي. جيئن اڄ هن جي دل ٻڌندي ٿي ويئي. موٽر ۾ سامان رکجي رهيو هو تہ هوءَ ٿنڀي جو سهارو وٺي بيهي رهي. مهراجڻ هڪ ٽوڪريءَ ۾ رستي لاءِ کاڌي جو سامان بند پئي ڪيو.

ڪيلاش هن ڪي ائين بيٺل ڏسي چيو. "روئين ڇو ٿي. ڇڏي وڃانءِ هتي؟ چندر سنڀالي سگهندئي؟"

گيتا لڙڪ اگهي هن ڪي نگاهن سان ئي چيئييو "مهراجڻ ويئي ٻڌي. چوندي ڇا!" موٽر ۾ چڙهندي چڙهندي گيتا سڏڪن ۾ اچي پيئي. مهراجڻ هن ڪي گلي لڳائي هن جا لڙڪ سڪائڻ لڳي. "روءُ نہ ڌيءَ. هاڻي ننڍي بابوءَ ڪي شادي ڪراءِ. پوءِ بہ ٽي مهينا هتي اچي رهجانءِ. سس تہ موڪل ڏيندئي نہ؟"

گيتا جواب ڪو نہ ڏنو. فقط پنجين روپئي جو نوٽ ڪڍي مهراجڻ جي هٿ ۾ ڏنائين ۽ موٽر ۾ وڃي ويئي.

ٽرين پليٽ فارم تي اچي وئي هئي. چندر سيڪنڊ ڪلاس ۾ ٻنهي جا بسترا وڇائي ڇڏيا. برٿ اڳيئي رزرو ڪيل هو. گاڏي ڇٽڻ ۾ اڃا ڪلاڪ ڪن دير هئي. گيتا جي نگاهن ۾ اڄ عجيب احساس هو. ڪالهہ واري يادگيري، خوشي روشني سڀ اجهامي ويئي هئس ۽ انهن جي جاءِ تي هڪ عجيب گوندر پرجي ويو هو. هوءَ خاموش ويٺي هئي. چندر جڏهن وڌيڪ سهي نہ سگهيو تہ گاڏيءَ مان هيٺ لهي پليٽ فارم تي چڪر ڏيڻ لڳو. ڪيلاش بہ هيٺ لهي آيو ۽ ٻئي ڳالهيون ڪرڻ لڳا. اوچتو ڪيلاش چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو. "ها يار. هڪ ضروري ڳالهہ تہ وسري ويئي!"

"ڪهڙي؟"

"هن توکي ٻنتيءَ جي باري ۾ ڪجهہ چيو؟"

"ها چيائين."

"پوءِ تو ڪهڙو خيال ڪيو؟"

"مان شادي ٻادي ڪو نہ ڪندس."

"اهو سڀ آدرشپٽو مون کي سٺو نٿو لڳي. تنهن ڪان سواءِ سچ پڇين تہ هن سان شادي ڪري تون ڏاڍو سٺو ڪم ڪندين. هينئر براهمڻ جاتيءَ مان تہ هن ڪي گهوٽ ملندو ڪو نہ. هوءَ توکي عزت بہ ڏاڍي ڏيندي آهي."

"برابر آهي. مگر ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ مان هن سان شادي ڪري ڇڏيان. مون ڪي گهٽو ئي ڪجهہ ڪرٽو آهي؟"

"بس ڪر يار. تون ڳالهين ڪان سواءِ ٻيو ڪري ئي ڇا ٿو سگهين!"

"ٿي سگهي ٿو." چندر ڳالهہ ٽاريندي چيو.

ٿوري دير بعد چندر پڇيو. "گيتا دهليءَ ڪڏهن ايندي؟"

"هينئر تہ مان جنهن ڏينهن ويندس. ان ڏينهن هوءَ مون سان گڏ دهليءَ ايندي. مگر ٻئي ڏينهن شاهجهانپور موٽي ويندي."

"ڇو؟"

"امان ڏاڍي بگڙيل آهي. هتي اچڻ لاءِ بہ هن ڪي موڪل ڪٿي ٿي ڏنائين؟ هي تہ لکنئوءَ جو بهانو ڪري هن ڪي هتي وٺي آيس. تون شنڪر ڀائوءَ سان ڪڏهن بہ هي ذڪر نہ ڪيجان شايد سيپٽمبر. آڪٽوبر ۾ هوءَ ٽي چار مهينا دهليءَ وڃي. يونوشي از ڪيٽرنگ!" (هوءَ بيٺ سان آهي)

"اڇا!"
"ها، اها ئي تہ ڳالھہ آهي. پهريون دفعو اٿس."
ٻئي موٽي اچي گاڏيءَ ۾ ويٺا.
"گيتا چيو، "چندر، تون ايندين نہ؟"
"ها ها، ضرور ايندس."
"وري ڪو بهانو تہ ڪو نہ ڪندين؟"
"نہ ضرور ايندس."
ڪيلاش ڪجھہ وٺي اچڻ لاءِ هيٺ لٿو تہ گيتا اڪين جا لڙڪ اگهي، هيٺ جهڪي چندر جا پير ڇهيا. پوءِ روئي چيائين، "چندر، هاڻي مان صفا ٿڪي پيئي آهيان. هاڻي پنهنجو هٺ هٽائي نہ ونجان." هن جو گلو گهٽجي ويو.
چندر گيتا جا هٿ پنهنجن هٿن ۾ ڪٺي پڪڙيا. زبان سان ڪجھہ ڪو نہ چيائين. ٿوري دير بعد گيتا چيو، "چندر هيئن خاموش ڇو آهين؟ هينئر تہ مون سان نفرت ڪو نہ ٿو ڪرين؟ ديوتا منهنجا! مان ڏاڍي اپاڳڻ آهيان. تو مون کي بنايو ڇا ۽ مان بڻجي ڇا اچي آهيان..... بيو بڌ، مون کي هاڻي ڇني لڪندو رهجان. نہ تہ منهنجو آڌار صفا ٽٽي ٿو وڃي." ۽ هوءَ وري اچي روئڻ ۾ پيئي.
ڪيلاش ڪجھہ ڪتاب ۽ اخبارون وٺي واپس موٽيو چندر ۽ هو، ٻئي ڳالهيون ڪندا رهيا. پڇاڙيءَ ۾ فيصلو اهو ٿيو تہ ڪيلاش جڏهن ولايت مان واپس موٽندو تہ بمبئيءَ مان سڌو دهليءَ وڃڻ بدران، پهرين الهہ آباد مان ٿيندو پوءِ دهليءَ ويندو.
گاڏي هلي تہ چندر ڏاڍي پيار سان ڪيلاش کان پاڪر پائي موڪلايو. گاڏي جيستائين پليٽ فارم پار ڪري تيستائين گيتا دريءَ تي مٿو رکي نهاريندي رهي. پليٽ فارم کان ٻاهر پهچڻ بعد گيتا جي ساڙهيءَ جو پلئہ پيلي چانڊوڪيءَ ۾ ڦڙڪندو رهيو. هوريان هوريان اهو هڪ سفيد ٽبڪو بڻجي نيٺ اکين کان غائب ٿي ويو. گاڏي هڪ وڏي اجگر جيان، چانڊوڪيءَ ۾ سرندي هلندي ٿي ويئي.

●

دل ۾ جڏهن پيار جاڳي اٿندو آهي تڏهن پيار جو ڪرٽو بادلن ۾ وڃي لڪندو آهي. چندر جي تقدير بہ عجيب هئي. هن دفعي گيتا ويئي تہ هن جي تن توڙي من کي هڪ گلابي نشي ۾ مست بڻائي ويئي. چندر اصل اداس ڪو نہ ٿيو هو. هو بيحد خوش هو. خوب گهمندو هو ۽ گرميءَ هوندي بہ تمام گهڻو ڪم ڪندو هو. پنهنجا ڪيي انهن جي آڌار تي هڪ نئين ڪتاب جو خاڪو تيار ڪرڻ ويٺو. هن کي هينئر اڳين(Notes)پراڻا ٽپ محسوس ٿيو تہ هن جو شان، طاقت، اوڄ، ۽ موڄ سڀ ڪجھہ وري موٽي آيو آهي. هن کي اڳين پٺي محسوس ٿيو تہ گلابي پنکڙين جي ڇانو ڪيس هردم ڇنبڙي ٿي رهي. هو جڏهن بہ ليٽندو هو تہ هن کي اڳين لڳندو هو تہ گلن جي روپ جهڙي گيتا، ٻانهن کي ٽيڪ ڏيئي سندس سامهون ليٽي پيئي آهي. هن کي اڳين محسوس ٿيندو هو تہ ڪمري ۾ اڃا بہ ڌوپ جون سڳنڌي لهرون پيون ڦرن ۽ فضا ۾ گيتا جي مٺڙي ڳلي مان اچاريل سلوڪ پيا گونجن.
هن ڏينهن ۾ ئي چندر پانئڻ لڳو تہ سندس جيون ۾ جيڪي بہ ٽٽو پڳو هو، سو وري نئين سر جڙي، نهي ويو آهي. اڳي هن کي زندگيءَ ۾ جيڪي خال نظر ايندا هئا سي هينئر از خود پرجڻ لڳا هئا. سندس دل جو مندر جو اڳي سنسان کنڊر بڻجي چڪو هو تنهن تي جڻ اوچتو ڪنهن پنهنجن لڙڪن جو ڇٽڪار ڪري، جيون جو هر ڏيئي وري سرسبز بڻائي ڇڏيو. پٿرن هيٺان دبيل پوڄا گيتن جو آلاپ وري ٻڌجڻ لڳو. مرجهايل پوڄا پشپن جي پنکڙين ۾ وري جيون جو رس پرجي آيوهو ۽ انهن جو رنگ وري اڳي جيان ڀهڪڻ لڳو هو. هوريان هوريان مندر جا منار وري ستارن سان سمجهوتي ڪرڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا. چندر جي ڪنن ۾ ويد منترن جي معصوميت ۽ برج جي بانسريءَ جي مٺڙائپ پلڪ پلڪن سان ملائي نچڻ لڳيون. هينئر هو هر ڪو ڪم ڄڻ ڪنهن اڻ ڏٺي روح جي اجازت سان ڪندو ٿي رهيو. اهو روح سواءِ گيتا جي ٻيو ڪهڙو ٿي ٿئي سگهيو! هو ڄڻ گيتامئہ بڻجي ويو هو. هن جي هر قدم، هر ڳالھہ هر ساھہ ۾ وري گيتا جو پيار پرجي ويو هو.
ٽئين ڏينهن بنتيءَ جو هڪ خط آيو. بنتيءَ هن کي دهليءَ اچڻ لاءِ لکيو هو. ڊاڪٽر شڪلا جي بہ اها ئي مرضي هئي تہ چندر ٿورن ڏينهن لاءِ دهليءَ اچي تہ سٺو. هن اتي چندر جي نوڪريءَ لاءِ بہ ڪوشش ڀئي ڪئي.

چندر هن کي جواب ڏنو تہ مٽي جي پڇاڙيءَ يا جون جي شروعات ۾ ايندس. بنتيءَ لاءِ گهڻا گهڻا، تمام گهڻا پيار موڪليائين. هن گيتا جي هتي اچڻ بابت اکر بہ کو نہ لکيو جو ڪيلاش ڪيس منع ڪري ويو هو.
چندر هينئر روز صبح جو اٿي گنگا تي وهنجڻ ويندو هو. موٽي اچي نوان نوان ڪتاب پڙهندو هو ۽
جو دور ڪندو هو. منجهند جو ريڊيو ٻڌندي ننڊ ڪندو هو ۽ شام جو گهمي ڦري سينيما ڏسڻ(Notes)اڳيـن ٽپـن ويندو هو. سمهڻ وقت گيت پڙهندو هو ۽ گيتا جي پيار جي بادلن ۾ منهن لڪائي سمهي پوندو هو. جنهن ڏينهن ڪيلاش اسهڻو هو. تنهن ڏينهن هن وٽان هڪ خط آيو جنهن ۾ لکيو هئائين تہ پاڻ ۽ گيتا دهليءَ ۾ اچي ويا آهن. شنڪر پائو ۽ نيلو ڪيس ڇڏڻ لاءِ بمبئيءَ تائين ويندا. تاڪيد ڪئي هئائينس تہ گيتا جي الهہ باد اچڻ جو ذڪر ڪنهن سان بہ نہ ڪجان. خط جي پڇاڙيءَ ۾ گيتا بہ ٿي سٽون لکيون هيون.

چندر،

رام رام. تو مون کي جيڪا ساڙهي ڏني، سا پنهنجي ٽيڻ واري زال لاءِ خريد ڪري رکي هيئي ڇا؟ اها تہ منهنجي گوڏن تائين بہ ڪا نہ ٿي پهچي. خير ٻڌايي ۾ جڏهن سسي ويندس، تڏهن اها پائيندس.... چڱو پيارا توکي جيڪي اتي ڇٽي ويئي هيس، تن ڳالهين کي وساري تہ کو نہ ڇڏيندين نہ؟ منهنجي تندرستي ٺيڪ آهي. مون هتي مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪٿا پڙهڻ شروع ڪئي آهي.
.....اڙي ها، مٺائي ڪاراءِ لالاجي. دهليءَ ۾ هتي سخت افواهہ ڦهليجي ويا آهن تہ هند سرڪار جي شرنارٿي وياڳ ۾ جلد ئي پرياگ جو هڪ پروفيسر مقرر ٿيڻو آهي.

تنهنجي گيتا

ڪيلاش تہ بمبئيءَ پهچي ويو هوندو. اهو سوچي هن بمبئيءَ جي ڏنل ائڊرس تي هن کي نيڪ تمنائن جي هڪ تار موڪلي. گيتا کي هن ايئر ميل رستي جواب ڏنو. ان خط ۾ هن ڪيترين مٺاين جون شڪليون ڪڍي موڪليون.

چندر هينئر وري هڪ الجهن ۾ ڦاسي ويو. دهليءَ وڃي يا نہ وڃي. هو پنهنجي دل ۾ سرڪاري نوڪري ڪرڻ جي خلاف هو. هن کي موجوده هند سرڪار ۽ اڳين برٽش سرڪار ۾ گهڻو فرق نظر نٿي آيو. ذاتي ويچارن ۾ هو سوشلسٽن کي وڌيڪ ويجهو هو ۽ هو گيتا سان انجام ڪري چڪو هو تہ هينئر مان ڪم ڪندس، اوچو ٻڌبس، نالو ڪيندس، مگر سرڪاري بيليپو قبولي مٿي چڙهڻ هن جي ڪردار جي ابتڙ هو. هوڏانهن ڊاڪٽر شڪلا اها ئي ڪوشش ڪندو ٿي رهيو تہ چندر مرڪزي سرڪار ۾ ڪنهن عهدي تي مقرر ٿئي. هن چندر لاءِ اهو ئي مقصد مقرر ڪيو هو. چندر کي ڪاليج جي آزاد ۽ هلڪي نوڪري ئي پسند هئي. نيٺ هن اهو فيصلو ڪيو تہ هو پهرين اها نوڪري قبول ڪندو، پوءِ وري ڪاليج موٽي ايندو. هڪ ڏينهن رات جو جڏهن هو بجلي بند ڪري کليل ڪتاب اونڌو ڪري ڇاتيءَ تي رکي، ستارن ڏانهن نهاري سوچي رهيو هو تہ گيتا هينئر دهليءَ مان موٽي ويئي هوندي ۽ پاڻ جي دهليءَ وڃي تہ بنگلي ۾ ڪنهن کي رهائي وڃي، تہ ايتري ۾ بنگلي جو ٻاهريون دروازو کولي کو شخص اندر داخل ٿيو. هن کي عجب لڳو تہ هيڏي مهل رات جو ڪير آيو آهي، سو بہ سائيڪل تي. هن بتي ٻاري. تار وارو هو.

چندر رسيد جي ڪاغذ تي صحيح ڪري، تار جو لفافو کوليو. ڊاڪٽر صاحب تار ڪئي هئي. لکيل هو: ٻيءِ گاڏيءَ ۾ هڪدم هليو اچ. اسٽيشن تي پوري رنگ جي سرڪاري گاڏي تو لاءِ بيٺي هوندي. هن دل ئي دل ۾ چيو: چندر! تون ڦاسي وئين مرڪزي سرڪار جي زنجيرن ۾.
ننڊ هن جي اکين کان موڪلائي ويئي. هو اٿي کڙو ٿيو. ٽرين صبح جو ٽين بجي ٿي ويئي. هينئر يارهن لڳا هئا. چار ڪلاڪ اجا پيا هئا. هن ننڍي بئگ ۾ چار وڳا. ڪتاب ۽ ضروري شيون بند ڪيون ۽ مالهيءَ کي وٺي روانو ٿي ويو. موٽر ۾ وڃي ها، پر موٽر اسٽيشن تان واپس ڪير وٺي اچي. ڊرائيور ان وقت کو نہ هو. انهيءَ ڪري بئگ مالهيءَ کان کڻائي پنڌ نڪري پيو. رستي ۾ سئنيما تان موٽندڙ هڪ رڪشا ملي ويس.
چندر سيڪنڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ وٺي ٺاٽ سان وڃي ٽرين ۾ ويٺو. ڪانپور ۾ هن سادي چانهہ پيتي ۽ اٽاوا ۾ ڊائيننگ ڪار ۾ وڃي ٽيرن کيائين. هن جي سامهون هڪ مارواڙي جوڙو ويٺو هو. جنهن سيڪنڊ ڪلاس ۾ مسافري ڪرڻ جي ڪري آني جي پڪوڙن ۽ ٻن آنن جي گياشن سان پيٽ ڀرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. هٿرس اسٽيشن تي هڪ مزيدار واقعو ٿيو. انهيءَ اسٽيشن تي ننڍي ۽ وڏي لائين ڪراس ٿي ڪري. ننڍي لائين جي اسٽيشن مٿي پل تي آهي. گاڏي جڏهن اسٽيشن جي ويجهو پهچي رفتار گهٽائي تہ مارواڙي سيٺ ان وقت سمهيو پيو هو. سيٺياڻيءَ دريءَ کان ٻاهر نهاريو ۽ پوءِ رڙ ڪري چيائين. "اڙي. هي تہ ڏسو. ريل مٿان بہ ريل چڙهي ويئي

آهي." مارواڙي ڇرڪ ڀري اٿيو ۽ هراس ۾ اچي چيائين، "باپ ڙي باپ! گاڏي اونڌي ٿي ويئي. جلدي ڪر، سامان لاهه! لٽجي وياسين. هتي ته جهنگل آهي. توکي هيترو چيم ته زيور نه ڪڍي هل."
چندر کان ٽهڪ نڪري ويو. مارواڙي هن کي ڪلندو ڏسي حالت کي ڪجهه ڪجهه سمهي ويو ۽ چپ ڪري ويهي رهيو.
ايتري ۾ هڪ ٻڍي عورت ڳنڍڙي کڻي گاڏيءَ ۾ داخل ٿي. مارواڙيءَ هن کي هڪدم هڪل ڪري چيو، "اي ٻڍي، هي سيڪنڊ ڪلاس آهي."
"هوندو. سيڪنڊ ٿرڊ ته سڀ گووند جي مايا آهي. بيٽا!"
چندر جو منهن ٻئي طرف هو. مگر هن سوچيو: هي شخص ته ڪو مهاگياني ٿو ڏسجي جو گووند جي مايا جو آڌار وٺي، ريل گاڏي جي ڪلاسن جي فرق کي مٽائي، ان کي به گووند جي مايا ڪوٺي سگهي ٿو مگر هو مارواڙي گيتا ته هو ڪو نه. جنهن جي وشنو ساهتيه ۾ گووند جي مايا ۾ ايڏي سچائي ۽ صدق هجي. سو هن جڏهن ٻڍيءَ کي ڌمڪايو ته گارڊ کي ٿو سڏ ڪريان ته ٻڍي صفا گرجي پئي: بس، بس هليو آهي مون کي ڌمڪائڻ! گارڊ ڇا تنهنجو ناٺي لڳي، جو هن کي سڏڻ هليو آهين. مٺو دنبو ڪٿي جو!
چندر کي کل اچي ويئي، آها نٿين گار ٻڌي ۽ ان شخص کي ڏسڻ لاءِ هن منهن ڦيرايو. سامهون منهن ڍڪيل هڪ ٻڍي ويٺي هئي. چندر محسوس ڪيو ته هن کي اڳي ڪٿي ڏٺو اٿم.
هن کان پڇيائين، "ڪيڏانهن ويندينءَ مائي؟"
"ڪانپور وينديس."
"مگر هيءَ گاڏي ته دهليءَ ويندي."
"هاٺي وري تو ڳالهائڻ شروع ڪيو. مان توهان اڳيان ڌمڪجڻ جي نه آهيان. هيءَ گاڏي ڪانپور ويندي، مون کي خبر آهي." ڳالهائندي هن هٿ پئي نچايا. پوءِ اوچتو چنڊر ڏانهن نهاري چپ ٿي ويئي. "اڙي چندر! پٽ تون ڪٿان پيو اچين؟"
هيءَ ته پڦي آهي. پلا منهن ويڙهيل سا سڃاڻپ ۾ ئي نٿي آئي. چندر هڪدم اٿي هن کي پيرين پيو. پڦي بندرابن مان موٽي هئي. هن هينئر چندر جي پرسان ويهندي چيو، "هوءَ نٿين مري ويئي يا جيئري آهي؟"
"ڪير؟"
"اڙي اها ئي بنتي!"
"مرندي ڇو؟"
"شڪلا ته اسان جو خاندان ئي ٻوڙي ڇڏيو مگر جيئن هو منهنجي ڌيءَ کي ويڏيءَ تان اٿاري آيو. ڀڳوان چاهيو ته سندس پيٽ ڇاٽيءَ سان ان کان به وڌيڪ خراب ويڌن ٿيندي."
چندر کو به جواب نه ڏنو. ٿوريءَ دير بعد پڦيءَ وري ٻڙ ٻڙ ڪندي چيو، "مونکي هينئر ڇا ڪرڻو آهي. مون سڀ موه مايا تياڳي ڇڏي آهي، مگر ان تياڳ ۾ ڪجهه سگهه آهي ته شڪلا کي پنهنجي ڪئي جو ڪيتو ضرور لوڙڻو پوندو."
ڪانپور جي گاڏي آئي ته چندر پاڻ وڃي هن کي ان ۾ ويهاري آيو. پڦي به عجيب هئي، هوءَ اهو ڪڏهن به سمجهي نه سگهي ته بنتيءَ کي ويڏيءَ تان اٿاري، ڊاڪٽر صاحب هن جو فائدو ڪيو يا نقصان. پيو مزو اهو هو ته هوءَ هڪ ئي جملي جي پهرئين اڌ ۾ مايا موهه تياڳڻ جو اعلان ڪندي ان ساڳئي جملي جي پوئين اڌ ۾ انتهائي خراب بددعائون ڏيئي رهي هئي. هندستان کان سواءِ ٻئي ڪنهن به ديس ۾ توهان کي 'فيلسوفيءَ جو اهڙو مثال ملي نه سگهندو. ايتري ۾ چندر جي گاڏيءَ سيٽي هنئي. هو ڊوڙندو گاڏيءَ تي پهتو. پڦيءَ چندر جو خيال ترڪ ڪري پرَ ۾ ويٺل مسافرسان جهڳڙو شروع ڪيو.
چندر دهليءَ پهتو. ٻه ٽي سال اڳي به هو دهليءَ ۾ آيو هو. پر هينئر ته دهليءَ اسٽيشن جي رونق ئي ڦري ويئي هئي. گاڏي ڪلاڪ دير سان پهتي هئي. نو لڳي ويا هئا. اگر سرڪاري موٽر موٽي ويئي هوندي ته به ڊاڪٽر شڪلا جو بنگلو اهڙي ته مشهور سڙڪ تي هو جو چندر خيال ڪيو ته ان کي ڳولي لهڻ ۾ خاص ڏکيائي پيش نه ايندي. مگر هو جيئن ئي پليٽ فارم کان ٻاهر آيو تيئن ڏٺائين ته سامهون پوري رنگ جي شاندار موٽر بيٺي آهي. جنهن جي اڳيان بادشاهي تاج لڳل آهي. انجڻ جي هوڊ مٿان ترنگو جهنڊو پئي ڦڙڪيو. موٽر پرسان لال وردي پائي هڪ خانصامان بيٺو هو ۽ موٽر اندر سک ڊرائيور ويٺو هو. چندر کي سوٽ هرو ڀرو خراب پيل ڪو نه هو، تڏهن به ان موٽر جي شان وٽان نه هو. پوءِ به هو رعب رکي اڳتي وڌيو ۽ ڊرائيور کان پڇيائين، "هيءَ ڪنهن جي موٽر آهي؟"

"سرڪاري گاڏي آهي." ڊرائيور ڏاڍي خنڪيءَ سان جواب ڏنو.
"ڇا هيءَ موٽر ڊاڪٽر شڪلا موڪلي آهي؟"
"جي حضور!" ڊرائيور جو انداز هڪدم بدلجي ويو.
"توهين ئي هن جا فرزند آهيو..... چندر بهادر صاحب!" هن سڌو ئي سلام ڪيو ۽ موٽر جو دروازو کوليو. چندر اندر وڃي ويٺو. جيڪو ڪولي سندس ننڍي بئگ کڻي آيو هو. تنهن کي اٺ آنه ڏنائين. موٽر اڏامندي رواني ٿي ويئي.

چندر تمام اوچن خيالن جو هو. مگر اڄ تائين هو ڊاڪٽر صاحب جي اٺويهين صديءَ جي پراڻي موٽر ۾ ئي چڙهي گهميو هو. حڪومتي ۽ رياستي جهنڊي سان سينگاريل ۽ خانصامان سان گڏ موٽر ۾ چڙهڻ جو هن کي هي پهريون ئي موقعو مليو هو. هن کي ائين لڳو ته ٽرنگي جو شان ۽ مان برطانوي سامراج جي هن حڪمرانيءَ جو شاهي دٻدٻو سندس من کي اڏائيندو ڪٿندو پيو وڃي. چندر سيٽجي ويٺو. پر ٿوري وقت بعد هن کي پاڻ تي ڪل اچي ويئي. هو سوچڻ لڳو ته جن ماڻهن جي هٿن ۾ اڄ حڪومت جو ڪاروبار آهي. هنن موٽرن ۽ هنن خانصامانن انهن جي دلين کي پڻ ائين بدلائي ڇڏيو آهي جيئن گهڙي اڳ ڪيس بدلائي ڇڏيائون. هو به ته نيٺ انسان آهن! هيترن ڏينهن کان حڪمرانيءَ جي پياس ۾ سڪندا رهيا آهن. اسين هنن کي اڃايو گهٽ وڌ ٿا ڳالهايون. چندر کان وري از خود کل نڪري ويئي.

دهليءَ ۾ الهه آباد جيتري گرمي ڪا نه هئي. موٽر هڪ بنگلي جي احاطي ۾ داخل ٿي ۽ پور ٽيڪو ۾ اچي بيٺي. بنگلو سادو نئين آمريڪن ڊنگ جو هو. خانصامان ڦڙتيءَ سان هيٺ لهي موٽر جو دروازو کوليو ۽ چندر هيٺ لٿو. ڊرائيور جي هارن وڄائڻ تي دروازو کليو ۽ بنتي ٻاهر آئي. هن جو منهن سڪل ۽ وار پريشان هئا. اکيون روئي روئي سڄي پيون هيس. چندر جي دل سست ٿي ويئي. رستي ۾ جيڪي سونهري سپنا لهندو پئي آيو، سي سڀ چور چور ٿي ويس.

"چو بنتي، ٺيڪ آهين نه؟" چندر سوال ڪيو.
"اڄ چندر" چئي بنتي هن کي وٺي اندر وئي ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيائين. پوءِ چندر جي ٻانهن پڪڙي اچي سڏڪن ۾ پيئي. چندر گهٻرائجي ويو. "چو. ڪهڙي ڳالهه آهي؟ ٻڌاءِ نه؟ ڊاڪٽر صاحب ڪٿي آهي؟"
"اندر آهي."
"پوءِ تون هيئن روئين چو پيئي؟" چندر بنتيءَ جي مٿي تي هٿ ڦيريندي چيو. چندر کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ته سڄي وايو منڊل تي ڪنهن پيانڪ يمدوت جو اونداهو پاڇو ڇانئجي ويو آهي. هن وري به ساڳيو سوال دهرايو. "ٻڌاءِ نه. ڪهڙي ڳالهه آهي؟"
بنتيءَ ڏاڍي مشڪلات سان چيو. "ديدي گيتا ديدي...."
چندر تي ڄڻ بجلي ڪڙڪي. "ڇا ٿيو آهي گيتا کي؟"
بنتيءَ جواب ڪو نه ڏنو. هن کي وٺي مٿي ويئي ۽ ڪمري جي ٻاهران پهچي چيائين. "ديدي هتي اندر آهي."

●

ڪمري اندر روشني به ڄڻ ڦڪي ۽ بيمار پئي لڳي. هڪ نرس سفيد پوشاڪ ۾ پلنگ جي سيرانديءَ کان بيٺي هئي. پرسان ڪرسيءَ تي ڊاڪٽر صاحب ڪنڌ جهڪائي ويٺو هو. گيتا چادر تاڻي سمهي پيئي هئي. نرس اڳيان بيٺي هئي. جنهن ڪري چندر کي گيتا جو چهرو نظر نه آيو. چندر جي قدمن جي آهٽ ٻڌندي ئي نرس هن کي اک جي اشاري سان ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو. چندر هٽڪي بيهي رهيو. ڊاڪٽر شڪلا ڪنڌ مٿي ڪڻي هن کي ڏٺو ته اٿي خود به ٻاهر نڪري آيو.
"ڇا ٿيو آهي گيتا کي؟" چندر بيحد وياڪل. ڏڪويل آواز ۾ پڇيو. ڊاڪٽر صاحب جواب ڪو نه ڏنو. چپ چاپ چندر جي ڪلهي تي هٿ رکي هن کي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويو. اتي نهايت ئي پياري آواز ۾ چيائين. "چندر، گيتا ويئي" ۽ هن جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا.
"هن کي ٿيو ڇا؟" چندر وري به ساڳئي وياڪل آواز ۾ پڇيو.
ڊاڪٽر صاحب ٺوٺ نگاهن سان چندر ڏانهن نهاريندو رهيو. پوءِ ڪنڌ جهڪائي چيائين. "ائبارشن (ڪچو ويم)" ٿوري دير بعد وري منهن مٿي ڪري چندر کي ڪلهي کان پڪڙي چيائين. "چندر، گيتا کي بچاءِ. ڪنهن به نموني هن کي بچاءِ. مون کي ته ڪجهه سمجهه ۾ ئي نٿو اچي. هينئر هوءَ ڪا نه بچندي. ٽن ڏينهن کان بيهوش پيئي آهي. تون وڃ. ڪپڙا بدلائي ماني کائي وٺ. سڄي رات جو اوجاڳو هوندئي."

مگر چندر اٿيو ڪو نہ. ڪنڌ جهڪائي اتي ويٺو رهيو. اتي نرس اچي چيو. "بليڊنگ (رت وهڻ) وري شروع ٿي ويئي آهي ۽ هن جي نبض ڍلي ٿيندي ٿي وڃي. ڊاڪٽر کي سڏي اچو..... هڪدم...." ۽ هوءَ وري تڪڙي تڪڙي موٽي وئي.

ڊاڪٽر شڪلا اتي ڪڙو ٿيو. هن جي اکين ۾ بيحد نراسائي هئي. اداسائي هئي. چيائين. "چندر مان وڃان ٿو. جلدي موٽي ٿو اچان."

چندر ڏٺو تہ موٽر هوا سان ڳالهيون ڪندي رواني ٿي ويئي. بنتيءَ اچي چيو. "چندر، هلي ماني کائي وٺ." مگر چندر چڻ ڪجهہ ڪو نہ ٻڌو.

"هي ڇا ٿيو بنتي؟" هن جي آواز ۾ بيحد گهبراهٽ پريل هئي.

"ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿو اچي. تنهن ڏينهن صبح جو ڪيلاش بابو روانو ٿيو. منجهند جو پاپا بہ آفيس ڏانهن روانو ٿي ويو. مان سمهي پيئي هيس تہ اوچتو ديديءَ رڙ ڪئي. مان جاڳي ڇا ڏسان تہ ديدي بيهوش پيئي آهي. مون هڪدم پاپا کي فون ڪيو. پاپا ڊاڪٽر کي وٺي آيو. بس انهيءَ کان پوءِ پاپا ۽ نرس کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ديديءَ وٽ وڃڻ نٿو ڏنو وڃي. مون کي بہ وڃڻ نٿو ڏنو وڃي.

بنتي روئڻ لڳي. چندر ڪجهہ ڪو نہ چيو. پٿر جو بت بڻيو ڪرسيءَ تي ويٺو رهيو ۽ دريءَ کان ٻاهر نهاريندو رهيو.

ٿوري دير بعد ڊاڪٽر واپس موٽيو. هن سان گڏ ٻي ڊاڪٽر هئا. ڊاڪٽر اندر ڏهہ منٽ گيتا جي تپاس ڪندا رهيا. پوءِ الڳ ڪمري ۾ وڃي صلاح ڪرڻ ويٺا. جڏهن ٻاهر آيا تہ ڊاڪٽر شڪلا نهايت اتاولائيءَ سان هنن کان پڇيو. "اميد آهي؟"

"گهٻرائجو نہ. جيستائين هن جو اندر پوري طرح صفا نہ ٿيو آهي تيستائين رت جو وهڪرو بند نہ ٿيندو. هوش ۾ آڻڻ لاءِ هن کي هڪ سئي هڻون ٿا..... هينئر ٺي."

سئي هڻي ڊاڪٽر هليا ويا. پاپا وري گيتا جي پرسان ويٺو. بنتي ۽ چندر چپ چاپ ويٺا رهيا. اٽڪل پنجن منٽن بعد گيتا پيانڪ آواز ۾ ڪرڪڻ شروع ڪيو. ڊاڪٽر شڪلا اتي ٻاهر آيو ۽ چندر کي چيائين، "بليڊنگ تمام گهٽي ٿي رهي اٿس...." ۽ ڪنڌ جهڪائي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

پر واري ڪمري مان گيتا جون درد پريون دانهون ۽ ڪوڪون پئي آيو ۽ بنگلي جي سناٽي ۾ چڻ ڦٿڪڻ لڳيون. زندهہ مرغيءَ جو جڏهن پڇ ۽ پر چني الڳ ڪيا ويندا آهن، ان وقت هوءَ جنهن نموني ڦٿڪندي آهي، ڪيڪاٽ ڪندي آهي، توهان جيڪڏهن اهو سڀ ڏٺو ۽ ٻڌو هوندو تہ ٺي اندازو لڳائي سگهندا تہ گيتا جي ائين ڦٿڪڻ ۽ ڪرڪڻ ۾ ڪيڏي نہ پيانڪ پيڙا پريل هئي. ٿوري وقت لاءِ هن جو ڪنجهڻ بند ٿيو. پر پوءِ اوچتو هن وري ائين درد ناڪ رڙ ڪئي جيئن ڳئون ڪنڌ تي ڪاتي وهڻ ويل خوفناڪ رنڀ ڪندي آهي. پاپا ڊوڙندو اندر ڪمري ڏانهن ڀڳو. گيتا جي اها پيانڪ رڙ فضا ۾ ترندي چڪر ڪاٽڻ لڳي. بنتي روئي رهي هئي، چندر جي زرد چهري تان پگهر جون لارون وهي رهيون هيون. پاپا ٻاهر آيو. "ڇا اسين اندر نٿا وڃي سگهون؟" چندر هن کان پڇيو.

"هينئر نہ. بليڊنگ بندٌ ٿي اٿس. نرس هن جا ڪپڙا مٽائي رهي آهي. پوءِ..."

ٿوري دير بعد ٽيئي اندر ويا ۽ پلنگ سامهون بيهي رهيا. چندر هينئر گيتا کي ڏٺو. هن جو چهرو سفيد ٿي ويو هو جيئن سياري جي ڏينهن ۾ گهڻو وقت پاڻيءَ ۾ هٿ وجهڻ سبب آڱرين مان رت گم ٿي ويندو آهي ۽ انهن جي لالائي گم ٿي ويندي آهي. منهن جون هڏيون نڪري آيون هيس. چپ ڪارا ٿي ويا هئس. اکين جي چوڌاري ڪارا گول پئي ڏنس. هن جي اکين جا تارا چڻ ٻاهر اچڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. گهڻي رت وهڻ سبب هن جو جسم اهڙو تہ ڪمزور بڻجي ويو هو. جو بدن ۾ ماس چڻ هو ئي ڪو نہ. صرف هڏن جو پڃرو هو. جنهن مٿان ڪنهن چمڙيءَ جو تهہ چاڙهي ڇڏيو هو. چندر ڊڄندي هبڪندي هن جي مٿي تي هٿ رکيو. گيتا جي چپن ۾ هلڪي لرزش آئي. هن جو وات ٿورو کليو پر اکيون ائين ئي بند رهيون. هن پاسو بدلايو. ائين ڪندي هوءَ وري ڪنجهڻ لڳي ۽ هن جو سڄو جسم ڏڪي ويو. نرس هن جي نبض تپاسي. پوءِ چيائين. "هينئر نيڪ آهي. فقط ڪمزوري اٿس."

ٿوري دير بعد هن کي پگهر اچڻ شروع ٿيو. پگهر اگهندي اگهندي منجهند جو هڪ اچي لڳو. بنتيءَ ڊاڪٽر شڪلا کي چيو. "توهين اتي ٿورو آرام ڪريو. چندر آيو آهي. هو هتي ويٺو آهي. نرس بہ آهي."

ڊاڪٽر صاحب جون اکيون لڳاتار اوجاڳي سبب ڳاڙهيون ٿي ويون هيون. بنتيءَ جي چوڻ تي هو وڃي کٽ تي ليٽي پيو. نرس چيو. "مان بہ ٻاهر آرام ڪرسيءَ تي وڃي ٿي ليٽان. ضرورت پوي تہ مون کي سڏ ڪجو."

چندر اٿي گيتا جي سيرانديءَ کان ٿي ويٺو. بنتيءَ هن کي چيو، ”تون بہ بلڪل ٿڪل هوندي. وڃ تون بہ وڃي ٿورو آرام ڪري وٺ. مان هتي ويٺي آهيان.“

چندر جواب ڪو نہ ڏنو. چپ چاپ ويٺو رهيو. بنتيءَ اٿي سڀ دريون کولي ڇڏيون، پوءِ اچي چندر جي پرسان ويٺي. گيتا کي هينئر آرام هو. ٿوري دير بعد بنتيءَ واچ ۾ وقت ڏسي، گيتا جي وات ۾ دوا وڌي. اوچتو ڊاڪٽر صاحب واٺڙن جيان آيو ۽ گهبرايل آواز ۾ چيائين، ”ڇو، ڇا آهي؟ گيتا رڙيون ڇو ٿي ڪري؟“

”ڪجهہ ڪونهي. گيتا تہ سمهي پيئي آهي.“ بنتيءَ هن کي چيو.

”تہ مون شايد ننڊ ۾ هن جون رڙيون ٻڌيون.“ هو گيتا جي پرسان بيهي هن جي مٿي تي هلڪو هٿ ڦيريندو رهيو، پوءِ موٽي هليو ويو. بنتي چندر کي ٻاهر وٺي ويئي ۽ هن کي چيائين، ”تون سيائٽي ڪيلاش بابوءَ کي هڪ تار ڪري ڇڏ.“

”مگر هو هينئر هوندو ڪٿي؟“

”وزگا پٽم يا ڪولمبو ۾ جهاز ڪمپنيءَ معرفت هن کي تار موڪلي ڇڏ.“

ٻئي وري اچي گيتا جي پرسان ويٺا. نرس ٻاهر ليٽي پيئي هئي. ساڍا ٽي لڳي ويا هئا. ٿڌي هوا پئي لڳي. بنتي چندر جي ڪلهي تي مٿو رکي سمهي پئي هئي. اوچتو گيتا جا چپ هليا ۽ هن جهيڻي آواز ۾ ڪجهہ چيو. چندر گيتا جي مٿي تي هٿ رکيو. هن جو نرڙ تمام گرم ٿي ويو هو. چندر گهبرائجي ويو. هن اٿي وڃي نرس کي جاڳايو. نرس گيتا جي بغل ۾ ٿرماميٽر وجهي تپاسيو.... هڪ سو پنج ڊگريون هن جو سڄو بدن ڄڻ جلي رهيو هو ۽ رکي رکي هوءَ ڏڪي پئي. چندر گهبرائجي نرس ڏانهن نهاريو. ”گهبرايو نہ. ڊاڪٽر هينئر اچڻو آهي.“ مگر گيتا جي حالت بگڙجڻ لڳي. هن جون ڪيڪون وري هوا جي لهرن تي ترنديون ڪمري جي ديوارن سان ٽڪرجڻ لڳيون. نرس هنن سيني کي ٻاهر موڪلي گيتا جو بدن اگهڻ لڳي.

اوچتو گيتا رڙ ڪئي..... پاپا! هن جي اها رڙ اهڙي تہ خوفناڪ هئي، ڄڻ دوزخ جا فرشتا هن کي پڪڙي وٺي وڃي رهيا هئا. پاپا ڊوڙندو آيو. گيتا جو منهن لال ٿي ويو هو ۽ هوءَ هٿ پير اڇلي رهي هئي. پاپا کي ڏسندي ئي چيائين: ”پاپا! چندر کي الهہ آباد مان سڏايو....“

”چندر اچي ويو آهي پٽ. سڏ تہ ڪريانس.“ پاپا جيئن ئي هن جي مٿي تي هٿ ڦيرايو تہ گيتا وري رڙ ڪري اٿي: تون پاپا ڪو نہ آهين..... ڪير آهين تون؟ دور هٽ مون کي هٿ نہ لاءِ.... اڙي بنتي....!

ڊاڪٽر شڪلا نرس ڏانهن نهاريو. نرس چيو، ”خنڪيءَ وڃان وڌلي رهي آهي. ڊاڪٽر کي سڏي وٺو.“

گيتا پاسو ڦيرايو ۽ نرس کي ڏسي چيائين، ”ڪير گيسو! اچ هتي ويهہ. چندر ونهنجي پيو. ترس، اجهو سڏي ٿي اچانس. اڙي چندر....“ هوءَ سهڪڻ لڳي. اکيون بند ڪري، سڏڪن ڀرئي آواز ۾ چيائين: پاپا، توهين ڪيڏانهن ويا؟

نرس چندر ۽ بنتيءَ کي اندر سڏ ڪيو. بنتي گيتا جي پرسان ويهي، لڙڪ اگهي چيو، ”ديدي، اچي ويا آهيون.“ هن گيتا جي ٻانهن تي هٿ رکيو. گيتا اکيون ڪو نہ کوليون. صرف بنتيءَ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي چيائين، ”بنتي، پاپا ڪيڏانهن ويو آهي؟“

”هي ويٺو آهي نہ پاپا.“

”ڪوڙ نہ ڳالهاءِ، ڪمبخت!... ڇگو وٺ، شربت تيار آهي. وڃ، چندر اپياس واري ڪمري ۾ ويٺو اٿيئي، هن کي سڏي اچ.“ بنتي وڌيڪ پاڻ سنڀالي نہ سگهي، اچي سڏڪن ۾ ڇٽڪي.

”اڙي روئين ڇو ٿي؟“ گيتا ڪنجهندي چيو، ”مان ويندس تہ چندر کي تو وٽ ڇڏي ويندس. وڃ، چندر کي جلدي سڏي اچ، برف ڳري پوري ٿي ويندي. شربت ڇاٽيو اٿئي نہ؟“

چندر اڳتي وڌيو. اکين ۾ پرجي آيل لڙڪن کي اندر ئي دٻائي، ڀريل آواز ۾ چيائين، ”گيتا، اکيون کول. مان اچي ويو آهيان.“

ڊاڪٽر ڪرسيءَ تي ويٺو دٻيل سڏڪا ڀري رهيو هو. گيتا اکيون کوليون ۽ چندر کي ڏسندي ئي وري رڙ ڪري اٿي..... تون..... تون؟ ڇا تون آسٽريليا مان موٽي آئين؟ ڪوڙا. تون چندر آهين؟ ڇا مان توکي سڃاڻان ڪا نہ ٿي؟ هاڻي وري ڇا کپئي؟ توکي هيترو چيم، هيڏا هٿ جوڙيم! منهنجي حالت ڪهڙي آهي؟ مگر توکي ڪهڙي پرواهہ! تون هليو وڃ هتان. نہ تہ مان پنهنجو مٿو ڦاڙي ڇڏيندس.“ ۽ گيتا سچ پچ پنهنجو مٿو پلنگ سان ٽڪرائڻ شروع ڪيو. ”اڃا اتي بيٺو آهين؟“ نرس هن کي اشارو ڪيو. چندر ڪمري مان ٻاهر وڃي ڪنڌ جهڪائي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. گيتا اکيون کولي ڦاٽل نگاهن سان چوڌاري نهارڻ لڳي. پوءِ نرس کي چيائين، ”گيسو.

تون تمام بهادر آهين. تو پاڻ کي وڪيو ڪو نہ. پنهنجي پيرن تي ئي بيٺي رهينءَ. تون ڪنهن جي پناري ڪا نہ پيئي آهين. گيسو، ڪير بہ توکي فقط ڪاڏو ڪپڙو ڏيئي خريد ڪري نٿو سگهي. بنتي ڪيڏانهن ويئي....؟"
"مان هتي ئي بيٺي آهيان ديدي."
"چڱو..... پاپا ڪٿي آهي؟" گيتا وري ڪنجهندي پڇيو.
ڊاڪٽر اٽي وري پرسان آيو ۽ ڏاڍي اڪير وچان هن جي پيشانيءَ تي هٿ ڦيريندي چيائين. "پٽ!"
گيتا روئي ڏنو. "پاپا، توهين هيترو وقت ڪٿي هئا؟ مون هيترا سڏ ڪيا تہ توهان جواب بہ ڪو نہ ڏنو. نہ چندر ئي آيو. هتي ايڏي تہ اڪيلائي هئي جو مون کي تہ ڊپ پئي لڳو وڃو. مهراجڻ ڦلڪو سيڪي رکيو آهي. وڃي گرم گرم کائي وٺو. چڱو هتي ئي ويهو. پاپا، مون توهان لاءِ نانختائي ٺاهي آهي."
ڊاڪٽر شڪلا سڏڪا پريندو اٽي هليو ويو. بنتيءَ وري چندر کي سڏ ڪيو. ٻاهر اچي ڏسي تہ چندر مٿن ۾ منهن لڪائي ويٺو آهي. بنتيءَ اڳتي وڌي چندر جي ڪلهي تي هٿ رکيو. چيائين. "هل چندر، ديدي وري بيهوش ٿي وئي آهي."
ايتري ۾ نرس اچي چيو. "هوءَ وري هوش ۾ اچي ويئي آهي. توهين ڀئي اندر هلو."
گيتا جون اکيون هينئر کلي ويون هيون. چندر کي ڏسندي ئي چيائين. "اچ چندر! تو ماستر جو بندوبست ڪيو؟ جيڪي پڙهيو هوم سو بہ وسري رهيو اٿم. هاڻي هن امتحان ۾ مان پاس ڪا نہ ٿينديس."
نرس چيو، "هن کي اجا خنڪي آهي." گيتا وري اوچتو چندر جو هٿ ڇڏي ڏنو ۽ اکين مٿان پنهنجو هٿ رکي چيائين، "هي ڪير آيو آهي؟ هي چندر ڪونهي، هي چندر ڪونهي. چندر هجي ها تہ مون تي ڪاوڙ ڪري ها تہ بيمار ڇو پئي آهين. هاڻي توهين ئي ٻڌايو تہ مان چندر کي پلا ڪهڙو جواب ڏينديس..... گيسو، چندر کي سڏي وٺ. زندگيءَ ۾ تہ دشمني نڀائياٽين.... چئينس هاڻي تہ موٽ ۾ تہ اها دشمني نہ نڀائي."
اوچتو ڊاڪٽر اندر لنگهي آيو. چيائين. "خنڪيءَ ۾ مريض جي چوڌاري هيڏو ميڙاڪو! تڏهن تہ هن جي خنڪي وڌي آهي." ڊاڪٽر انگريز هو. بنتي ۽ چندر اٽي ٻاهر هليا ويا. بنتيءَ چيو، "هي سول سرجن آهي." هن ڊاڪٽر شڪلا کي بہ ٻاهر موڪليو. صرف نرس اندر رهي. ٿوري دير بعد هو جڏهن ٻاهر آيو تہ هن جو چهرو ڪارائجي ويو هو.
"ڇا هن کي هي پهريون پيٽ هو؟"
"جي ها."
ڊاڪٽر ڪنڌ ڌوڻي چيو. "هينئر هن جي حالت ضابطي کان ٻاهر پهچي چڪي آهي. هن کي اسپتال وٺي هلو. سيون لڳنديس." پوءِ ڊاڪٽر شڪلا ڏانهن منهن ڪري چيائين. "ڪهڙو بيوقوف ڊاڪٽر هن جي دوا ڪري رهيو آهي؟ هن جي بدن ۾ زهر پرجي ويو آهي. سپاٽي تائين سڄي بدن ۾ ڦهلجي ويندو."
چندر فون ڪيو. ايمبولينس اچي ويئي. گيتا اسپتال ڏانهن رواني ٿي.
سڄو ڏينهن الڪي ۾ گذريو. ٽن ٽن ڪلاڪن بعد سيون پئي لڳيون. منجهند جو ٻي بجي سئي هڻڻ بعد ڊاڪٽر ٿورو سامت جو ساهہ کڻي چيو. "هينئر ڪجهہ اميد آهي. ٻارهن ڪلاڪ ڪڍي وٺي تہ هوءَ بچي ويندي."
ڪهڙو نہ ڀيانڪ ڏينهن هو! ڪمري جي ڇت تمام مٿي هئي. ورانڊي ۾ ٽاٽ جا پردا لڳل هئا. ٻاهر جلاٽيندڙ لڪ اُسرن جيان هوُ هوُ جا گهوگهاٽ ڪيندي پئي لڳي. ڊاڪٽر شڪلا ڏيءُ جي مٿن کان ويٺو هو. موٽ سان ڪشمڪش ڪندڙ ڌيءُ ڏانهن نوٽ نگاهن سان نهاري رهيو هو. بنتي ۽ چندر بنا ڪائڻ پيئڻ جي چپ چاپ ويٺا هئا. رکي رکي بنتيءَ کان سڏڪو پرجي ٿي ويو. مگر چندر پنهنجي دل تي پٿر رکي ڇڏيا هئا. هو يڪ ٽڪ سامهون ٽنگيل گهڙيال ڏانهن نهاري رهيو هو. ڪمري جي فضا ۾ سانت هئي. فقط رکي رکي بنتيءَ جا سڏڪا، پاپا جون سرد آهون ۽ گهڙيال جي لاڳيتي ٽڪ ٽڪ جو آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو.
چندر جو هٿ بنتيءَ جي هنج ۾ هو. هڪ خاموش احساس بنتيءَ کي سنڀالي ويٺو هو. چندر ڪڏهن بنتيءَ ڏانهن ٿي نهاريو، ڪڏهن گهڙيال ڏانهن. گيتا ڏانهن نهارڻ جي هن کي همٿ نٿي ٿي. دک جڏهن انسان جي دل تي سخت ۾ سخت چوٽ پهچائڻ چاهيندو آهي تڏهن اڪثر انسان جي روح ۽ من کي چڻ ڪلورو فارم سنگهائي، بيسڌ بنائي ڇڏيندو آهي. چندر جي سوچڻ سمجهڻ جي سگهہ بہ چڻ گم ٿي وئي هئي. هو بلڪل خاموش.....
گهڙيال جا ڪانٽا بنا ساهي پٽڻ جي چرندا ٿي رهيا. سرجن ڪيترا دفعا اچي ٿي ويو هو. نرس اچي ٽيمپريچر جانچيو رات جو يارهين بجي ٽيمپريچر گهٽجڻ شروع ٿيو. ڊاڪٽر شڪلا جي اکين ۾ چڻ جان آئي. نيڪ

ٻارهن لڳي پنج منٽ ٿيا ته گيتا اکيون کوليون. چندر خوشيءَ ۾ پرچي ٻنتيءَ جو هٿ زور سان دٻايو. گيتا چوڌاري نگاهه ڦيرائي. پاپا کي ڏسندي ئي هن جي منهن تي هلڪي مرڪ وري آئي.

"ٻنتي ڪٿي آهي؟" گيتا نهايت ئي جهيڻي آواز ۾ پڇيو.

ٻنتي ۽ چندر اڳتي وڌي آيا.

"آها! چندر تون اچي وئين؟ مون لاءِ ڇا وٺي آيو آهين؟"

"پڳلي ڪٿي جي!" خوشيءَ وچان چندر ٻيو ڪجهه به چئي نه سگهيو.

"چندر تون هيڏي دير ڪري ڇو آئين؟"

"مان ڪالهه رات ئي اچي ويو هوس."

"هل. ڪوڙ ڳالهائڻ ته تنهنجو مذهب ٿي ويو آهي. ڪالهه رات اڄين ها ته هيل تائين مان ڇڱي ڀلي به ٿي وڃان ها." هوءَ وري ڳالهائيندي سهڪڻ لڳي.

سرجن آيو. ڏسي چيائين. "هن سان گهڻو نه ڳالهايو."

هن دوا ناهي گيتا کي ڏني ۽ اسٽيٿاسڪوپ سان هن جي ڇاتي ... پوءِ ڊاڪٽر شڪلا کي پاسيرو ڪري چيائين. "اڃا به ڪلاڪ خطرو آهي. مگر توهين پريشان نه ٿيو. هينئر ٻارهن آنا اميد آهي. مريض جيڪي چوي تنهن ۾ هن کي ڪو به ڊيڪ مهتو ۽ رد ڪد نه ڏجو. هن کي ڪنهن به نموني خفا نه ڪجو."

گيتا چندر کي پاڻ وٽ سڏيو. "چندر پاپا کي نه ٻڌائجان. مگر مان هينئر بچنديس ڪا نه. هائي ڪيڏانهن به نه وڃجان. هتي منهنجي ڀرسان رهجان."

"ڇي پڳلي! ڊاڪٽر چوي ٿو ته هينئر ڪو به خطرو نه آهي." چندر بيحد پيار ڀرئي آواز ۾ چيو. "هينئر ته منهنجي لاءِ زنده رهندينءَ نه؟"

"ڪوشش ته ڪريان پئي چندر! موت سان ڇڪري ڪانوان پيئي. چندر. هن کي هڪ تار موڪلي ڇڏ. خبر نه آهي ته هن کي وري ڏسي سگهنديس يا نه."

"اڳي ئي موڪلي اٿم گيتا." چوندي چندر ڪنڌ جهڪائي سوچڻ لڳو.

"ڇا ٿو سوچين چندر؟ هن کي مان انهيءَ لاءِ ڏسڻ ٿي چاهيان جيئن مرڻ کان اڳي هن کي معافي ڏئي وڃان. هن کان معافي وٺي وڃان.... ها پاپا. منهنجو پاڳوٽ گهرايو؟"

"صبح جو گهرائي وٺنديس پٽ. هينئر رات جو هڪ لڳو آهي."

"ڏسو...." گيتا چيو. "ٻنتيءَ تون هيڏانهن اچ."

ٻنتي ويجهو آئي گيتا هن کي هيٺ ڪري هن جي پيشاني چمندي چيو. "راڻي. توکي جيڪي اڄ تائين سمجهايو اٿم. ائين ئي ڪجان. پاپا کي تنهنجي ذمي ڇڏي ٿي وڃان."

ٻنتيءَ روئي چيو. "ديدي. تون اهي ڳالهيون ڇو ٿي ڪرين."

گيتا جواب ڪو نه ڏنو.

"وڃو پاپا. توهين وڃي آرام ڪريو."

"ها پٽ. سمهان ٿو...."

"وڃو. نه ته مان وري ڇڱي ڀلي نه ٿينديس. وڃو......"

سول سرجن چئي ويو هو ته هن جي ڪنهن به مرضيءَ جي خلاف نه ڪجو. ڊاڪٽر شڪلا چپ چاپ اٿيو ۽ ٻاهر ورانڊي ۾ بيل ڪٽ تي وڃي ليٽيو.

گيتا وري چندر کي سڏيو. چيائين. "مان ٿي نٿي سگهان.... ٻنتي هيڏانهن اچ. چندر جا پير ڇهه. اڙي پڳلي. پنهنجي مٿي تي نه. منهنجي مٿي تي هٿ گهمائءِ. مان اٿي. نوڙي نٿي سگهان." ٻنتيءَ روئندي گيتا جي مٿي تي چندر جي پيرن جي دز لڳائي. "اڙي روئين ڇو ٿي پڳلي! مان مري وينديس ته چندر ته آهي نه. هتي ويهه. منهنجي ڀرسان. پنهنجو هٿ منهنجي ڇپن تي رکي. ها ائين..... چندر مان مري وڃان ته تون روئجان نه. تون عرش کان اوچو رهندين ته مون کي بيحد آرام ملندو. مان جيڪي حاصل ڪري نه سگهيس سو شايد تنهنجي ذريعي حاصل ٿيندم. ۽ ڏس. پاپا کي دهليءَ ۾ اڪيلو نه ڇڏجان. نه. مان مرنديس ڪا نه چندر.... هي دوزخ ڀوڳيندي به توکي پيار ڪندي رهنديس. مان مرڻ نٿي چاهيان. تون مون کي وري الائي ملين يا نه چندر! اف..... ڪيڏي نه پيڙا سني اٿم. چندر. اسان ڪڏهن به ائين ڪو نه سوچيو..... اڙي هٽ... هٽ چندر!"

اوچتو گيتا جي اکين ۾ وري انڌارو ڇائنجي ويو. "چندر پيچ. تنهنجي پنيان هي ڪير بيٺو آهي؟" چندر گهٻرائجي اٿي ڪڙو ٿيو. پنيان ڪير ڪو نه هو. "اڙي چندر. توکي هو پڪڙي رهيو آهي. چندر تون مون وٽ اچ.

هيڏانهن اچ. ” گيتا چندر جو هٿ پڪڙيو. بنتي ڊاڪٽر کي سڏڻ لاءِ ڊوڙي. نرس ڊڪ پائيندي آئي. گيتا رڙيون ڪري رهي هئي. ”تون ڪير آهين؟ تون چندر کي وٺي وڃي نٿو سگهين. مان توسان هلان ٿي. نه! چندر مان وجان ٿي هن سان گڏ. گهبرائجان نه. مان چاڻ موٽي آيس. تون تيستائين چانهه پي وٺجان نه. مان توکي ان دوزخ ۾ وڃڻ نه ڏينديس. مان وڃي رهي آهيان. بنتي منهنجو چمپل ڪٿي اچ.... اڙي پاپا ڪٿي آهي.... پاپا!....

۽ گيتا جو ڪنڌ چندر جي ٻانهن تي ڍرڪي پيو. بنتيءَ کي نرس سنڀاليو ۽ ڊاڪٽر شڪلا پاڳلن جيان سرجن جي بنگلي ڏانهن ڊوڙيو. ٽن.... ٽن.... گهڙيال ٻن جا ٽڪاو هنيا.

سڌا جو لاش جنهن وقت ايمبولينس موٽر ۾ بنگلي تي پهتو ان وقت شنڪر بابو به اتي پهتو..... هو ڪنوار کي وٺڻ آيو هو.



زندگيءَ جي ڏکن جو چڪر هڪ ڦيرو پورو ڪري چڪو هو. ستارا هڪ افق کان ابري، آسمان پار ڪري ٻئي افق تي پهچي ويا هئا. سال ڏيڍ اڳي اوچتو جيون لهرن ۾ اٿل پٿل متي هئي ۽ طوفاني ساگرن جي مست لهرن جيان، ٻانهون پساري ڪنهن کي پنهنجي دامن ۾ دٻائي گهٽڻ لاءِ گرجي رهيون هيون. پنهنجي پيانڪ لهرن جي شڪنجي ۾ سيني کي پيڙي، سيني جي پروسن. احساسن کي چور چور ڪري سيني کان پياري، سيني کان معصوم. سيني کان سهڻي شخصيت کي ڳڙڪائي. هينئر اهو ساگر مانو ٿي ويو هو. طوفان بند ٿي ويو هو. بادل هٽي ويا هئا. ۽ ستارا وري آسمان جي اڪيڙن مان ليئا پائي رهيا هئا.

ڊاڪٽر شڪلا موڪل وٺي پرياگ پهچي ويو هو. پوجا پاٺ هن کان ڇٽي ويو هو. اڳي ڪنهن به هن کي ڪڏهن ڳائيندو ڪو نه ڏٺو هو. هينئر هو روز صبح جو اٿي. بنگلي جي اڳ واري باغيچي جي سبز باري ۾ اچ وڃ ڪندي هڪ ڀڄن ڳائيندو هو..... جاڳهُو ري ورش پانوُ دلاري...! ان ڀڄن جون هو فقط ٻه سٽون ڳائيندو هو. بنتي، جا اڳي اهڙي سهڻي لڳندي هئي سا هينئر خاموش پيڙا ۽ اڳين خوشيءَ ڀريل ڏينهن جي يادگيريءَ جي پاڇي جي مورتي بڻجي وئي هئي. چندر به ماٺ هو. پٿر بڻجي ويو هو. هن جي پيشانيءَ تان رونق اڏامي وئي هئي ۽ هينئر هو به ٻيو پيو لڳندوهو. اهو سڀ فقط پندرهن ڏينهن اندر ٿي ويو هو.

ڇيٽ جي ڏسڻ تي ڊاڪٽر صاحب چيو، ”چندر، اڄ وڃي هن جي هاڻي پروار ڪري اچ. مگر ٻڌ. شام جو وڃجان. جڏهن اتي پيڙ نه هجي.“ ۽ هو وري اچ وڃ ڪندي ڇپن ۾ ڪجهه ڳائڻ لڳو.

شام جو چندر هليو ته بنتي چپ چاپ هن سان گڏ هلي. نه بنتيءَ پڇيو ته هلان يا نه. نه چندر اعتراض ورتو ته تون ڇو ٿي هلين. ٻئي خاموش هلندا رهيا. موٽر ۾ ويهڻ بعد چندر هانءَ جي ڳنڙي بنتيءَ جي گود ۾ ڪٿي رکي. ترويڻيءَ وٽ پهچي موٽر بيٺي. هلڪي چانڊوڪي ميري ڪفن جيان. لهرن جي لاش مٿان پکڙيل هئي. سڄو ڏينهن محنت ڪري ملاح هينئر ٿڪجي وڃي آرامي ٿيا هئا. هڪ ٻيڙي وينئي چلو چڪي. چندر چپ چاپ هن جي ٻيڙيءَ تي وڃي ويٺو. بنتي به هن جي پير ۾ وڃي ويٺي. ٻئي خاموش هئا. صرف پاڻيءَ ۾ مڇين جي هلڻ جو آواز پئي آيو. ملاح سنگم وٽ پهچي ٻيڙي ڪناري تي ٻڌي چيو. ”وهنجي وٺو بابو.“ ملاح سمجهيو ته بابو صرف سير لاءِ آيو آهي.

”تون وڃ.“

ملاح اڪيـن کان اوجهل ٿي ويو. دور دور تائين ماٺ.... سڄ ۽ سناٽو. چندر ڪنڌ جهڪائي ويٺو رهيو. بنتي به ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺي رهي. ٿوري دير بعد هوءَ پنهنجن سڏڪن کي سنڀالي نه سگهي. چندر ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ فولادي هٿن سان بنتيءَ کي پڪڙي. هن کي ڏونڌاڙي ڇيائين. ”روئنديـن ته ڪٿي هتي پاڻيءَ ۾ ڦٽو ڪندوسانءِ. ڪمبخت! اپاڳي!“

بنتي چپ ٿي ويئي.

چندر چپ چاپ ويٺو وهندڙ پاڻيءَ ڏانهن نهاريندو رهيو. ٿوري دير بعد هن ڳنڙي کولي. پوءِ وري روڪجي ويو. شايد ان کي نديءَ ۾ اڇلڻ جي هن کي همت نٿي ٿي. بنتيءَ پرسان اچي رک جي مٺ ڀري ۽ پنهنجي ساڙهيءَ جي ڪنڊ ۾ ٻڌڻ لڳي. چندر خاموش نگاهن سان هن ڏانهن نهاريو. پوءِ جهٽڪو ڏئي. بنتيءَ جي ساڙهيءَ جي اها ڪنڊ پڪڙي، هن کان رک کسي ورتائين ۽ ڏند ڪرٽيندي چيائين. ”بدتميز ڪتان جي! رک کي به نه ڇڏيندينءَ اپاڳي!“ ۽ پوءِ هڪدم ڪپڙي سميت سموري رک ڪٽي پاڻيءَ ۾ اڇلايائين. ٻرندڙ نگاهن سان هڪ دفعو

بنتيءَ ڏانهن نهاري هن وري پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. لهرن تي رکيل هڪ زهريلي وروڪڙ نانگ جيان سرندي اڳتي وڌي رهي هئي. بنتي گونگا سڏڪا ڀرڻ لڳي.

"چپ ڪا نہ ڪندينءَ؟" چندر پاڳلن جيان پڇيو ۽ بنتيءَ کي ٺيلهو ڏنائين. بنتي ٻيڙي جي وچ ۾ پيگل بانس جي ڪاٺيءَ کي پڪڙي ورتو هن ڪان رڙ نڪري ويئي.

ان رڙ ڇڻ چندر کي هوش ۾ آڻي ڇڏيو. هو ٿوري دير چپ چاپ ويٺو رهيو. پوءِ هيٺ جهڪي ٻڪ ۾ پاڻي ڀري منهن ڌوتائين ۽ بنتيءَ جي ساڙهيءَ جي پلئہ سان منهن اگهي ڏاڍي مٺڙي آواز ۾ چيائين. "بنتي! روءِ نہ. مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي، روءِ نہ." چندر جو گلو ڀرجي آيو. اکين ۾ نير تري آيس. "چپ ڪر راڻي! مان وري ڪڏهن بہ ائين نہ ڪندس. اٺ، هاڻي اسان ٻنهي کي ٿي نياڻٿو آهي بنتي!" ڇن پٽ ۾ جيڪا ٿوري رڪ ٻيڙيءَ جي تختي تي ڪري پئي هئي، چندر هيٺئر ان مان چپٽي ڀري بنتيءَ جي سينڌ ۾ سنڌور جيان لڳائي ۽ هن جي سينڌ کي چميو. هن جا چپ رک سان ڀرجي ويا.

ستارا ٽٽي چڪا هئا. طوفان ختم ٿي ويو هو.

ٻيڙي ڪناري تي موٽي آئي. ملاح کي پئسا ڏئي، چندر چپ چاپ بنتيءَ جو هٿ پڪڙي خشڪ ڌرتيءَ تي قدم ڌريو..... مرده ڇانڊوڪيءَ ۾ ٻنهي جا پاڇا هڪ ٻئي ۾ ملي اڳتي وڌيا.

گنگا جي لهرن تي وهندڙ رک جو سانپ ٽڪر ٽڪر ٿي ٽڙي پکڙي ويو هو ۽ ندي وري ائين وهندي رهي ڄڻ ڪجهہ ٿيو ئي ڪو نہ هو.

## پيار ۽ پاپ جي وچ واري فاصلي تي مشتمل شاهڪار ناول

- "طوطي سان مان تمام گهڻو پيار ڪندو آهيان. هي جڏهن وڏو ٿيندو ڳالهائيندو. تڏهن مان هن کي گوليءَ سان اڏائي ڇڏيندس ۽ هن ڇوڪريءَ سان مون کي سخت نفرت آهي. ان سان مان شادي ڪندس!"
- "اڄ ڪلهه سورنهن سالن ۾ پيار ڪري شاعري ڪرڻ ته ڇوڪرين لاءِ فيشن ٿي پيو آهي. اهڙو عام جهڙو ساڙهيءَ جو پلئه الٽو پائڻ."
- "مان پاڳل ٿي ويندس ته دنيا بيهي ڪانه ويندي. شرنايون بند ڪونه ٿينديون. شاديون ٿٿي نه وينديون."
- "زالن جي روئڻ پٽڻ جي ڪيتري پرواهه ڪبي هنن کي ته ڪتي ٻلي جي دک تي به روئڻ اچي ويندو آهي."
- "هيءَ مورتي صرف مردن لاءِ آهي. مرد پائي ڇڏي ته مٿس ڪنهن به عورت جوجادو نه هلندو. اها عورت يا مري ويندي. يا پڇي ويندي. يا هن جي شادي ڪنهن ٻئي سان ٿي ويندي. انهيءَ ڪري مان هيءَ تولاءِ وٺي آئي آهيان."
- ڪنهن وٽان ملندڙ پيار ۽ ڪشش بابت عورت وقتي طور غلطي ڪري سگهي ٿي پر ڪير ڏانهس اداسي يا بي پرواهي اختيار ڪري ته ان جي پرکڻ ۾ عورت ڪڏهن به غلطي نه ڪندي آهي.
- مرد جي ناتي ۾ ڪيتري گهرائي آهي؟ ان جي ماپ ڪرڻ جوعورت وٽ هڪ ئي ماڻ ٿيندو آهي ته مرد جي منيءَ ۾ ڪيترو چاهه پريل آهي.
- سڀ ڳوناٺيون ڇوڪريون شاديءَ بعد مڇي متاريون ٿي وينديون آهن ڇاڪاڻ جو اهي ڄاڻنديون آهن ۽ سمجهنديون آهن ته ڪين ڇا ڪرڻو آهي. هو نه اجايو سوچينديون آهن. نه پاڻ کي پريشان ڪنديون آهن.
- سچائي ۽ جسم ئي انسان جا ٻه اهم مقصد آهن. دل ته انهن ٻنهي مقصدن وچ ۾ ڇڪتاڻ ۽ الجهن جو ئي نالو آهي.
- عورت جيڪڏهن ٿورڙي به تجربيڪار آهي ته توهان جي هلڪي ڇهاءَ مان ئي ڄاڻي وٺندي ته توهين ڪانئس ڪهڙو سوال پڇڻ ٿا چاهيو. توهين ڪيس آتت ڏيڻ ٿا چاهيو يا وٽائنس آتت جا طالبو آهيو؟ سندس پيار چاهيو ٿا يا ڪيس ممتا ڏيڻ ٿا چاهيو. هوءَ هڪدم سمجهي ويندي ته توهان جي دل ۾ محبت جو آغاز ٿي رهيو آهي يا ان جو انت ٿي رهيو آهي. توهين ڪيس ڏسي خوش ٿيا آهيو يا ناراض ٿيا آهيو توهان جو ڇهاءُ خوشيءَ جو آهي يا غم جو آهي....
- مرد جي لبن تي جيڪڏهن پياس نه هوندي آهي. هن جي ٻاڪرن ۾ جيڪڏهن ايڏو زور نه پريل هوندو آهي جو منو منو ايذاءُ پهچائي ته عورت هڪدم سمجهي وٺندي آهي ته رشتي ۾ ويڇو پوندو ٿو وڃي.
- هو اڄ اهڙو ته خوش هو جو باٿ روم ۾ سڄو وقت ڳائيندو رهيو ۽ جڏهن وهنجي اٿيو تڏهن ياد آيس ته وهنجندي بدن تان گنجي ته لاٿي ڪا نه هٿائين.
- تندرستي حاصل ڪرڻ لاءِ زالن کان نفرت ڪرڻ کان بهتر طريقو ٻيو ڪونهي.
- هڪ عورت آهي جا چوويهه ئي ڪلاڪ گهر ۾ ويٺي آهي ۽ جتي خونخوار جانور هجن اتي بندوق ڪڏهن به جيءَ کان جدا نه ڪجي اهو شڪار جو پهريون اصول آهي.

("گناهن پريو ديوتا" مان جهلڪيون. جن جو پيرائتو وچور اوهان کي هي ناول ٻڌائيندو )

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن.......

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)